سناتن ڌرم جي جئه ॐ سناتن ڌرم جي جئه

## اصل وڏو

# تلسي ڪرت رامائڻ

ان ۾ ڪانڊ پورا رنگين مورتن سان سينگاريل

دوها، چوپايون، ڇند، سلوڪ ۽ آرتين سميت

ليکڪ: شريمان آتمچند شاستري (جوڌپور)



قيمت ١٥-٠٠

ڇپائيندڙ جا حق واسطا قائم

ايل - ڪشنچند اينڊ سنس

بڪسيلرس ۽ پبلشرس

ڪلياڻ ڪئمپ ٢ (بمبئي)

# ڀومڪا !

شري تلسي ڪرت راماڻ کي ٿئون گرنٿ ڄاڻ آهي جنهن جي باري ۾ وڌيڪ ڪجهه لکڻ جي ضرورت ڪانهي. هيءَ رام ڀڳت ڪٿا ساکيات شو شنڪر ڀڳوان پنهنجي پياري پاروتيءَ کي ٻڌائي هئي جنهن ۾ سرگڻ ساڪار ڀڳوان جون ليلائون، سندس گڻ، پرڀاءُ رهسيه، اهڙا سکيائون ڏنل آهن. هن ۾ رام چرتر جو ورڻن ڪندي پڻ، پڻ تي پرسنگ آچاري ڀڳتي، گيان، اپاسنا، نيتي، سداچار سمپنتي ۽ اپديش ڏنو ويو آهي. ڀڳوان سري رامچندر پتت پاون جي چرتر جي مهما ڪيترائين ورڻن ڪجي. تلسي ڪڙي ودلشي هن گرنٿ راماڻ جي واکاڻ ڪن ٿا. سچ آهي ته سورج جو پرڪاش گهر گهر ڪونه پهچايو آهي، پر سورج جي اپرندي تي ساري برهمانڊ ۾ روشني ڦهلجي ويندي آهي. ڪستوريءَ جي سڳنڌ هر ڪنهن جي نڪ اڳيان ڪٿي ڪانه سنگهائي آهي ان کي کوليندي ئي سڄو گهر خوشبوءِ سان ڀرجي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح هن راماڻ ۾ نه رڳو سڀني ذاتين جي هندن، جينين پڻ ڌرم وارن کي، بلڪ مسلمان ۽ عيسائن کي به پنهنجي سڳنڌ سان مگن ڪري وڌو آهي. هڪ دفعو جنهن هن جو رس چکيو آهي سو وري ان لاءِ پيو چاهنا ڪندو. راماڻ هندو جاتيءَ جي مرياد ۽ چرتر لاءِ سدائين روشني ڏيندڙ چنڊ جيان آهي، هن چنڊ جي اتاهه روشنيءَ جي ڇايا هميشه چمڪي ٿي جنهن پراڻي آيا سي سڀيئي تري ويا سچ پچ. جيڪو به منش هن راماڻ جو سچي پريم سان پاٺ ڪري ٿو ۽ ان تي عمل ڪري ٿو سو سچو آدرش منش ٿيو پوي. ڀڳوان رامچندر جي پرسن ٿيڻ ڪري سنسار ۾ ڇا مشڪل آهي؟ ڏسو ان جي ڪرپا سان نيچ ذات ۾ ڀيل ڀلٽي به موکيه پد پائي وئي. سري رامچندر جي ڀڳتي مڪتيءَ جو هڪ ڏاڪو آهي انهي ڪام ڌينو روپ چرڻ ڪملن جي پريم پوروڪ سيوا ڪرڻ ۽ شري شنڪر جي هردي ڌام ۾ سوڀيا پائڻ لاءِ شيام سروپ ڀڳوان رامچندر جو پوڄن ڪرڻ. اڄ به جتي جتي راماڻ جي ڪٿا ٿيندي آهي اتي اتي هنومان جي پاڻ ساکيات اچي براجمان ٿيندو آهي ۽ پريم سان ڀڳوان رامچندر جي ڪٿا ٻڌندو آهي.

**منش جنم سڦلي ڪرڻ لاءِ ضرور پڙهو مهان گرنٿ تلسي ڪرت راماڻ.**

شيوا ۾

**اتمچند شاستري**

## سٽيم شوم سندرم



اسانجي وڏي ڀارت ديش ۾ انسان ذات جي ڀلائيءَ جو هڪ ئي وسيلو آهي ۽ اهو آهي "رام". رام اي ڀارت جي ان پراچين سڀيتا جو سروپ ( آدرش ) آهي جـــا انسان ۽ سنسار جي سڀڪ الهاس ۾ سچي ۽ اوچ آهي. انڪري مها پڀو شري رام کي اشٽ روپ ۾ دل ۾ ڌارڻ گهرجي. شري رام جـــي نالي جـو جـــاپ ڪرڻ گهرجي ۽ شري رام جـي چرتر کي ٻڌڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي ۽ رامچندر جي چرتر کـي زندگيءَ ۾ آڻڻ گهرجي ۽ رام جي قدمن جي پيروي ڪرڻ گهرجي.

مٿئين مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ "سنڌونگر (امبئي) جي ايل - ڪشنچند انيڊ سنس" سنڌي لپيءَ ۾ شري رامائڻ ڇپائي وڏي مدد ڪئي آهي. ان سان ان جـــي ڌرم جي سيوا جـو وڏو پرماڻ ملي ٿو. اسين ان تي ڏاڍا خوش ٿيا آهيون ۽ دل سان آشيرواد ڏيون ٿا ته مها پڀو شري سيتارام جـي انهن تي ديا روپي اميرت وسائي ۽ پنهنجي قدمن جـــو پيار ڏئي جئن هـو وڌيڪ ۾ وڌيڪ ڌرم جـــي سيوا ڪري سگهن. مها پڀو رام کـــي پرارٿنا ڪريون ٿا ته هيءُ ڇاپو خوب ڪامياب وڃي.

شبم اڇا

شري رام دربار

مظفر نگر.

# فهرست

# منگلا چرڻ

سمرڻ ڪري گرو ديو جو، شري گڻيش جو ڌاري ڌيان
ڪالي سمريان ڪلڪتي جي، شارڌا جي ڪريان واکاڻ
هنگلاج هردي ۾ ڌاري، مَن مان ڪڍي گمان
تيتيهه ڪروڙ ديوتائون سمريان، ڪريان چوهٺ جوڳڻين جي واکاڻ
جڳ ڌڻي سمريان درگا جي، تن جو لڳايان لعه ڌيان
سڀ ڳڻ سمريان ستي سرومڻ، دواپر ۾ دياونت ڀڳوان
ترتا ۾ سمريان والميڪ کي، ڪلؤ ۾ تلسيداس سڄاڻ
ٻيو سهاءِ سڀيئي ديوتا، ڪريان رامائڻ جي واکاڻ
هاڻ ڪٿا ٿو شروع ڪريان، ٻڌو ڌري سڀ ڌيان
پريم سان ٻڌندا جي سڄڻ، ليندو تن جو ڪلياڻ
همت ۾ طاقت ناهه ڪا، جو لکي سگهان ان جو بيان
سنگو ٻڌيجي مهر سان، ڏنو ٻال ٻڌي ۽ گيان
ڌرتي سڄي ڪاغذ بڻايان، ست سمنڊ بڻايان مس
سڀ وڻن جا قلم بڻايان، پريو جو لکي نه سگهان هڪ جس
پڙهو ۽ ٻڌو "آتم" پريم سان، رکو نه من ۾ آس
سري رام سڀ جا پورڻ ڪندو، ڪارج سڀئي راس.

## ڀڄن

(۱) جئه مريادا پرشوتم جئه ڀڳوان، دنيا جا مالڪ داتا رام
جئه ڌنش ڌاري جئه سري رام، جئه ڀڳتن جا هتڪاري رام
(۲) رگهوپت راگهو راجا رام، پتتي نه پاون سيتا رام
جئه رگهونندن جئه گهنشيام، جانڪي ولڀ سيتا رام
(۳) جئه ڀڳت وڇل جئه ڀڳوان، تون ئي سڀن جو آهين ڌام
گوتم جي ناري اهليا رام، تاري پل ۾ تو ڀڳوان
(۴) پريم جو ڀکيو آهين ڀڳوان، ڀيلڻيءَ جا جوٺا ٻير کاڌءِ رام
ڪبڙيءَ جو ڪيو ڀلاءُ رام، ڌنو ڪيوٽ کي واڪيس ڌام.

(٥) جنهن سدائين مَن ۾ رام، ڪري سڀ جو ڀلو ڪلياڻ
ڪري سڀني جو پورڻ ڪام، جپ مَن جئه جئه سيتا رام
(٦) پاپ مِٽ ڪو ٻڌ پاپ مِٽ رام، ڀڄ مَن پياري سيتا رام
ستن جو سکدائي رام، ڏکن ڏيسار داتا رام
(٧) "اُم" اي ڪر ڪرپا رام، ڀڳتيءَ جو ڏي مون وردان
جئه دسرٿ نندن جئه سيارام، جئه ڏک ڀڃڻ سيتا رام
(٨) رگھپت راگھو راجا رام، پتت پاون سيتا رام
جئه رگھنندن جئه گھنشيام، جانڪي ولڀ سيتا رام.



## سلوڪ

جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ١- رام نام هردي ۾ پيارا، سمرو ڏينهن رات
ڪرپا ٿئي رگھوبر جي، سک ۾ ڏيندو ساٿ
جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ٢- رام نام جي سمرڻ سان، سڀئي پاپ ٿين ٿا ناس
جيئن سورج جي اڀرڻ سان، اندڪار ٿئي ٿو ناس
جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ٣- سک ۾ سمرڻ سڀڪو ڪري، دک ۾ ڪري نہ ڪو
جو سک ۾ سمرڻ ڪري، تہ ڏکي دک نہ ٿئي ڪو
جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ٤- رام نام سچي پون ۾، لکيو وڀيشڻ ڀاڳ
رام جپي لين ٿيو، ڀالو ڀد نر ڀاڳ
جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ٥- رام نام آهي هڪ، سڀئي ويدن جو سار
لکھجو نت سمرڻ ڪرو، مٽي وڃي اندڪار
جئه سيارام جئه جئه سيارام

سلوڪ ٦- سياڻي ڪرڻ سو اڄ ڪر، اڄ ڪرڻ سو هاڻ
"اُم" پل ۾ پرلئه ٿي پوي، پوءِ ڪيندين ڪنهن جي ڪاڻ
جئه سيارام جئه جئه سيارام.



# گوسوامي تلسيداس جو جيون چرتر



هيءُ سنسار مهان ساگر آهي، نه جاڻي سگهي ٿو ڪوئي هن جو انت. هن سنسار ۾ منش ڪرمن جي انوسار جُڙيون پيو وڃي جيئن سمنڊ ۾ پاڻيءَ جي ٻُوند سمائجي وڃي ٿي. پر ڪمل جي گل تي ماڪ جي ٻوند جو اُتڪرش سان ڏسندي ڏسندي گم ٿي ويندي آهي، اها ساڳي ماڪ واري ٻوند ڪمل جي گل واري چڱي مهورت ۾ سيپ جي اندر وڃي ٿي. سا ٻوند منجهي قيمتي موتي ٿيو پوي. اهو موتي جواهرن وٽ اچو قيمت ڪري ۽ راجائن جي مڪٽن ۾ وڃي واسو ڪري، اهڙيءَ نموني ڪيئي وڏا راجائون ۽ مهاراجائون هن سرشٽيءَ ۾ ٿي گذريا آهن. پر اڄ انهن راجائن جو نام نشان به ڪونهي، ڳولهڻ سان به پتو ڪونه ٿو پوي ته ڪير هوا، ڪاڏي ويا ۽ ڇا ڇا ڪري ويا - پر جيڪي منش پنهنجو وقت ڀڳوان جي ڌيان سمرڻ ۾ لڳائي سڦلو ڪري ويا آهن، انهن جو نالو اڄ ڏينهن تائين سنسار ۾ هرڪنهن نر ۽ ناريءَ جي زبان مان نڪري رهيو آهي.

سنت تلسيداس ڪو راجا يا سيناپتي ڪونه هو، نڪو ڪنهن راجا جو چالاڪ وزير هو. پر تلسيداس هڪ ڀڪاري پنڊت براهمڻ جو بالڪ هو. بالڪ اوستا ۾ ئي ودیا پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوس، اڄ ڏينهن تائين هن جو نالو سنسار ۾ مشهور آهي. جنهن اوستا ۾ بالڪ پنهنجو وقت راند روند ڪرڻ ۾ وڃائي ڇڏيندا آهن، پر هن ڀڳت اهو وقت تمام شانت روپ ۾ گذاريو. جنهن ڪري پڙهي هئي جيئن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ جس پاتائين، اهڙيءَ طرح

ڪڏهن ڪٿ به پئي هوندا، انهيءَ ساڙ ٻچ جي اڳ، ساڙي سڄو گهر ستيا ناس ڪري ڇڏيو. مٿين ڳالهين مان اها نصيحت ملي ٿي ته ڪوڙيون زالون ڀڙڪائڻ ڪري گهر جي ستيا ناس ڪرڻ آهي ۽ ڌرم شاستر جي آگيا جي ورود آهي.

## ماتا جو پريم

شري رامچندر جي پتا ۽ ماتا ۾ جيتري پرم ڀڳتي هئي اِن جيتري پئي ڪڏهن به نه هوندي. اها چڱيءَ طرح ثابت ڪري ڏيکاري ٿي ته جنهن وقت ڪيڪئي رامچندر کي بنواس جو سماچار ٻڌايو هو، انوقت رامچندر ڪيڪئي مٿان ۽ متر وچن ۽ ڏاڍي نمرتا سان چوڻ لڳو ته هي ماتا، بنواس ۾ وڃڻ مون لاءِ ڏاڍو لاڀدائڪ ٿيندو ۽ چاڪاڻ ته انيڪ رشين منين جو درشن لڀندو ۽ منهنجي پياري ڀاءُ ڀرت کي راڄ ملندو ۽ پتا جي آگيا جو پالڻ ٿيندو، انهيءَ ۾ منهنجو به جس ٿيندو، سو اهڙو موقعو هٿان وڃائي جيئڻ امرت کي ڇڏي زهر پيئڻ ٿيندو. اهو ڪو پتر هجي ها ته اهڙو موقعو ڏسي هٿي مارائي ڪان سواءِ راڄائي کين وڃائي ها، اهڙي سنڪٽ اچڻ ڪري به ڌيرج ڪرڻ سولي ڳالهه نه آهي. سڳيءَ ماءُ سان پريم ڪندڙ پٽ ته ٻيا به پون پر ماٽيليءَ ماءُ سان اهڙو پريم ڪرڻ وارو ڪو ورلي لڀندو. پڙهندڙن کي انهيءَ ڳالهه مان نصيحت پرائڻ گهرجي ته ماتا پتا جي شيوا ٽهل ڪرڻ ۽ آگيا پالڻ کپي. شري رامچندر وانگر فرض ڄاڻي ماتا پتا جي شيوا ڪرڻ گهرجي ڇو ته هن سنسار ۾ ماتا پتا جي شيوا ڪرڻ پٽ جو مک ڌرم آهي.

## ماتا جي همت ۽ ڌيرج

استرين جا ڏاڍا سندر پرماڻ ڏنل آهن، جڏهن وقت ڪوشليا ماتا پنهنجي پٽ جي راڄ تلڪ ڏيڻ جون خوشيون ملهائي رهي هئي ۽ چئني پاسن کان آنند منگل لڳا پيا هئا. راڻي ڪوشليا راڄ تلڪ ڏيڻ جو وقت ويجهو ڏسي ديو ديوتائن کي منائي رهي هئي. جيئن ته خوشيءَ ۾ نه پئي سمائي، ان وقت شري رامچندر مشڪندو ٽڙيل مک سان ماتا ڪوشليا جي ويجهو اچي پيرن پئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، "هي ماتا جنني! پتا مونکي راڄ گديءَ جي بدران چوڏهن ورهيه بنواس وڃڻ جي آگيا ڏني آهي؛ سو تون به راضي ٿي خوشيءَ سان آگيا ڏيم." ڪوشليا لاءِ اها ڌرم ۽ پٽ، جي وچ جنگ هئي. اهڙي خوشيءَ جي وقت ۾ دل ڏاريندڙ وچن ٻڌي به ڪوشليا همت نه هاري ۽ رامچندر کي ڌرم لئي

قائم رهڻ لاءِ ڏ ٻرج ڏيئي ڇڏيو ته فڪر نه آهي، مان توکي خوشيءَ سان آگيا ڏيان ٿي! تون ٻاپ وڃ، پر انهن نه ٿئي جو پتا جي آگيا کي ڀڃي ڇڏين ۽ جيئن لوڪ ۾ بدنامي نه ٿئي. ڌن ڌن آهن ڪوشليا جهڙيون مائرون جن پتيءَ جو وچن سچو ڪرڻ لاءِ ڪيڪئيءَ وانگر همت نه ڪيو ۽ نه وري ڀاڄ ڪيڪئيءَ سان ڪو وير ڀاءُ رکيو. وري جهڙي وچن سمترا پنهنجي پٽ لڇمڻ کي رام سان گڏ بنواس وڃڻ مهل چيا هوا سي به ساراهه ڪرڻ جوڳا آهن. اهي هي آهن: هي پٽ لڇمڻ هيءُ وڏو ڀاءُ رام پيءُ سمان ۽ سيتا کي ماءُ سمان ڪري ڄاڻج، جتي به رام سيتا رهن ان کي اجوڌيا ڪري ڄاڻج، جنهن اجوڌيا ۾ رام سيتا نه آهي اتي توکي رهڻ واجب نه آهي. اهڙا وچن هر ڪنهن جي ماءُ ڪانه چوندي. سمترا چڱيءَ طرح ڄاتو ٿي ته ان جا ڪشٽ ڪشالا تمام ڏکيا آهن. پر هوءَ ماڻيجي ماءُ ٿي ڪري به، رام کي لڇمڻ کان وڌيڪ پائيندي هئي، تنهن ڪري انهن ڏک ڏاکڙن کي هن ڪجهه به ڪري نه سمجهيو.

## ڀائرن جو پريم

رام، لڇمڻ، ڀرت ۽ شترگهن چئني ڀائرن جو ٻالپڻ ۾ ايڏو پريم هو جو ڄڻ ته چئني جي شرير ۾ هڪ ئي آتما وسي رهي هئي. رامچندر جو ڀاءُ لڇمڻ ڏاڍو آگياڪاري هو. هن ڀاءُ کي صاف چيو ته هي رامچندر! اوهين گرو ۽ پتا مائٽ اوهان کي ئي ڄاڻان ٿو، منهنجو توهان ئي هڪڙو سوامي آهين، مان ٻيو ڪنهن کي به ڪونه سڃاڻان. هو رامچندر جو سک ڏسي پاڻ کي سکي سمجهندو هو ۽ هن جي ڏک ۾ پاڻ کي ڏکي سمجهندو هو جنهن وقت رامچندر ڪٿي به وڃڻ جي مرضي ڏيکاريندو هو ته هڪدم ڌوڙي صاف ڪري پنهنجو اوڇڻ وڇائي ڏيندو هو، ۽ سمهڻ وقت رامچندر کي زور ڏيندو هو، ۽ رات جو ڌنش ٻاڻ کڻي پهرو ڏيندو هو، لڇمڻ جو سڀاءُ لکر هڻڻ ڪري ٿورو ئي ڪجهه ڇوهڻ سان ڪروڌ ۾ ٻرجي ڳاڙهو لال ٿي ويندو هئس ۽ ڪي جو ڪي چئي ويندو هو، پر رامچندر جي اشاري سان شانت ٿي ويندو هو. جڏهن راڄ جي بدران رام کي بنواس مليو تڏهن رام ڇوڻ لڳو ته وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو منهنجي پياري ڀاءُ کي راڄ گادي ملي، مان پنهنجي ڀاءُ لاءِ سڀ ڪجهه تياڳ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. راڄ، استري، ماءُ، ڌن دولت سڀ ڪجهه تياڳڻ لاءِ تيار آهيان. جنهن وقت يڌ ۾ لڇمڻ مورڇت ٿيو تڏهن رامچندر هي سعدر وچن چيا هوا ته زال متر وري به ملي سگهن ٿا، ليڪن موٽڪي

جي من تن سان سچي سيوا ڪئي جنهن جو اج ڏينهن تائين نالو پيو ڳائجي .

## سچو سيوڪ ڌرم

هڪ سچو سيوڪ رامچندر جو هنومان هئو. پنهنجي ڌرم پالڻ لاءِ هنومان جي آدرش مان سکيا وٺجي، ڇاڪاڻ ته هنا ڪنهن لالچ ڪرڻ جي پڳران جي چرن ڪملن جي سيوا ڪندو رهندو هو. جيڪڏهن رامچندر ڪٿي هڪ ڪم چوندو هوس ته سيوڪ هڪ جي بدران ٻه ٽي ڪم ڪري ايندو هو. مثال: هنومان لنڪا ۾ جڏهن سيتا جي ڳولهڻ لاءِ ويو هو، ان سان گڏ راوڻ کي سمجهائي آيو هئو ۽ راڪشن جي طاقت پڻ جو پتو لڳائي آيو هئو ۽ دشمن جي دلين تي دهڪو ڄمائڻ لاءِ اشوڪ باغ اجاڙي لنڪا کي جلائي آيو هو. هنومان شري رامچندر جي تن من سان سچي سيوا ڪندو هو ۽ سدائين ان جي ڀڳتيءَ ۾ لڳو رهندو هو. سري رامچندر ڀڳوان کي سچو سيوڪ چاهي هن کي هميشه لاءِ رنگ ۾ رنگي ڇڏيو، جو رامچندر سان گڏ گهر گهر ۾ هنومان جي پوڄا ٿي رهي . لڪشمڻ ۽ سيتا سمان هنومان کي ۽ رامچندر جي ويڙهي ڪري مهير واڙ آهي جيئن هرڪو چوندو آهي:

"رام لڪشمڻ جانڪي، جئه بولو هنومان ڪي."

## مترتا جو پريم

سچا متر اهي آهن جيڪي مصيبت اچڻ وقت پاڻهن ٻيلي ٿـي اهين ۽ مترتا ڪهڙيءَ طرح نڀاهجي، تنهنجو مثال رامچندر ۽ سگريو جي مترتا جـو آهي. رامچندر جـي ٻل سان سگريو هڪ ولندڙ ڀاندر مان شڪتيوان راجا ٿيو. سگريو پنهنجي مترتا جو فرض ادا ڪرڻ لاءِ متر جـو دک، پنهنجو دک ڄاڻي جان جوکي ۾ وجهي راوڻ جهڙي ٻليءَ سان سامهون ٿيو، سگريو متر جي تن من سان سهائتا ڪئي. سري رامچندر به هن جو ڪلياڻ ڪري ڇڏيو. سچي مترتا سک آنند ڏيڻ واري آهي. مڙش جا سڀ دک دور ڪرڻ واري آهي. هي ڪليش ۽ شترو ۽ ڀپ جي ناس ڪرڻ وارو آهـي. پريم وشواس جو آڌار آهي، من ۽ نيترن جي سک جو ڪارڻ آهـي. هيءَ ٿـي هڪڙو قيمتي ٻرتن آهي جو دک سک ان ۾ ٻئي سمائجي وڃن ٿا . متر اهو ٿـي جو اوکي ويل ڪم اچي. جيئن تلسيداس چيو آهي ته:-

"ڌيرج ڌرم متر ۽ ناري- آپد ڪال ۾ پرکجن اهي چار ئي"

## پتوورتا ڌرم

سنسار ۾ استرين جو ڌرم اهوئي آهي جو پنهنجي پتيءَ جي تن من ڌن سان سچي سيوا ڪن، جا سهاڳڻ، مڙش سرير جو اهڙو موقعو هٿن مان وڃائي

ٿي سا پنهنجو لوڪ پرلوڪ بگاڙي ٿي. ڪٿي به هن کي سک نه ملي.
مثال سيتا کي ان ۾ هارڻ کان رامچندر ڪيتري قدر سمجهايو ۽ ڌرم اُتي
ٻڌائي ته سيتا جو ڌرم سيوي کان اوچو رهيو، سيتا رامچندر کي اُن ولاس
جا ٿي چوي: هي پراڻ ناٿ! توهان کان سواءِ دنيا جا سڀئي پدارٿ موکي
روڳ برابر آهن ۽ هي زر زيور ۽ هيءُ هار سينگار ۽ محل ماڙيون توهان کان
سواءِ موکي مٽيءَ سمان آهن. جيئن ساهه بنا سرير ۽ پاڻيءَ بنا نديون،
تيئن هي ناٿ! پرش کان سواءِ استري آهي. آءٌ راڻي ٿي رهڻ بجاءِ بن ۾،
توهان جوڳي ٿي رهو ان ۾ ڇا توهان ٻچاءُ جوڳي، مان پرڻيان پڻجي؟
سيتا اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته سنسار ۾ وڏي ۾ وڏي مشڪل هستي
ستيءَ جي اڳيان ڪجھ به نه آهي. جيئن سيتا هڪ خطرناڪ راڪش جي بند
۾ هئڻ ڪري به، جڏهن راوڻ کان سڄو سنسار ڏڪي رهيو هئو، اهڙي
راوڻ کي هن ابلا ٿي ٻيو همت ٻڌي جيڪا ڦٽ لعنت راوڻ لاءِ وڏي
هئي سو ان مان انهن جاڻجي ٿو ته استري ابلا هوندي به پنهنجي ست ڌرم
تي قائم هئي ۽ دنيا جي ڪا به هستي ان کي جهڪائي نٿي سگهي. اڄ
جڏهن هن تي ڪوڙو ڪلنڪ لڳڻ ڪري کيس گهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو
هو ان وقت سيتا ڳورهاري هوندي به همت نه هاري. اٽلو انياءُ سهڻ ڪري
به پنهنجي پتيءَ ۽ پرجا جي مدائي نه ٿي ڪرڻ چاهي. سيتا پنهنجي ٻالڪن
پٽن کي شستر ودياءِ ۽ وديا پڙهائي ودوان بڻائي ٿي. جيڪي استريون اهڙا چرتر
پڙهنديون، اهي سيتا ماتا وانگر پنهنجي ڌرم تي قائم رهنديون ۽ پتيءَ کي
پرميشور ڪري پوڄينديون، پتي آگيا کي ڀڳوان جي آگيا ڪري سمجهنديون
۽ اُن جي درشن سان پنهنجا نيتر سڦلا پيون ڪنديون. هر هڪ استريءَ
جو فرض آهي ته سيتا وانگر پنهنجي پتيءَ ۾ سچو پريم رکي جنهن ڪري
لوڪ پرلوڪ ۾ سدائين سک پائينديون.

## گهر جي قوت

جتي جڏهن گهر ۾ قوت آهي، استري پتيءَ جي آگيا نٿي مڃي ۽ پٽ
پتا جو دشمن آهي، اهو گهر جلد ئي ناس ٿي وڃي ٿو. ساڳيو مثال راوڻ
جي گهر ۾ ٿيو. راوڻ جڏهن پرائي استري کڻي آيو ته نڌهين ڀڀيشڻ کي اهو
لڳو. جڏهن ته ڀڀيشڻ راوڻ کي گهڻو ئي سمجهايو پر راوڻ الٽو ڪروڌ ۾
لوي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ڀڀيشڻ کي لتون هڻي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو،
ڀڀيشڻ پنهنجي ڀلي ونڻ جي ارادي سان رامچندر سان اچي مليو ۽ کيس
لنڪا جو سمورو ڀيد ٻڌايو. انهيءَ قوت ڪري اهڙو زبردست قلعو

جيئيں ۽ ٻڌ ۾ راوڻ سڄي سيما ۽ ڪٽنب سميت ناس ٿي ويو. انهيءَ ڪري انهن کي ليٽي ۾ ليٽي ليو ٻوي. سنسار ۾ پاڻ سمان ٻيو ڪوبه هتڪاري نه آهي. استري پٽي ڌن دولت سڀ ڪجهه ملي سگهن ٿا، پر پاڻ نه ٿو ملي سگهي.

هي تلسي داس جو راماڻ مايا جي موهه ۽ ڪٽنب جي جار ۾ ڦاٿل ممش جو اڌار ڪري ٿو ۽ پاپل کي موڪش جي راهه ڏيکاري ٿو ۽ ٻيو سک وڪڻ واري کي پڳتيءَ جو مارگ ڏيکاري ٿو. آشا آهي ته هن راماڻ جو نت هر روز ٻيو سان پاٺ ڪريو. جنهن جي پڙهڻ سان اسان پڙهي ڪڙهڻ سان شري رامچندر ان تي پرسن ٿي من جون مرادون پوريون ڪري ٿو.

١- مايا ڪو مايا ملي - ڪر ڪر لمبي هات
تلسي داس غريب ڪي - ڪوئي نه پوڇي بات
٢- تلسي جڳ ۾ آءِ ڪر - ڪر ليجئي دو ڪام
ديبي ڪو ٽڪڙا ڀلا - ليبي ڪو هري نام
ديا ڌرم ڪا مول هيءِ - پاپ مول ايمان
تلسي ديا نه ڇوڙئي - جب لڳ گهٽ ۾ پران

## ڀڄن

ٽلهه - سري رام سري رام چئه - دنيا جي دکن کان لنگهي پار پئه
(١) سري رام جو نالو ملو ائين - ڇکي جن ٻرهمڻ سو ڏنو اٿيئي
جيڪي ورت لهڪي سو سنو ائين - وڃي شرن پمهجي لون هڪوار پئه - سرارام
(٢) سچي دل سان جيڪو سرارام چئي - سڪي سو دنيا ۾ دکي نا رهي
چڱن کي چڱو قل سرارام ڏئي - مٺي ٻول واٽي ڪڙو ڪين پئه .......
(٣) سچي نام کي جو ڪري ياد ٿو - دکي دل لهمجي ڪري شاد ٿو
ڪري من عيبن کان آزاد ٿو - ڪر پاڻ پڳتي وڪه من ۾ پئه .....
(۴) چو "انم" موهه مايا ۾ پيو ٿو مدجهين - دکن ۽ غمن ۾ پيو ٿو رجهين
گهڙي پل نه جيڪو ٿون واند و هجين - چڏي ڪم ڪوڙا سچو رستو لهه

## سلوڪ

رام جپڻ تي آلسي ۽ پرجن تي هوشيار
تلسي اهڙي جيوُ ڪي ۽ بار بار ڌڪار.

## سلوڪ

رام نام جو گهر دور آهه - جيئن ٻگهي ڪجور
جو چکي پريم رس - ڪري نه چکيا چور.

# شري گوسوامي تلسيداس جو جيون چرتر

تلسي هن سنسار ۾، سڀ کي ڄاڻو هڪ سمان
نه ڄاڻي ڪنهن واس ۾، ملي اچي ڀڳوان.

گوسوامي تلسيداس جنهن ڪلجڳ جي سمي ۾ منش جي اڌار ڪرڻ ۽ سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ هڪ سندر امولڪ رامائڻ جي رچنا ڪئي، جنهن جو نالو ڪنهن نه ٻڌل ڀاڳ يا پڙهڻ کان ڳجهو نه هوندو، پر اهڙو هندو ڪو ورلي هوندو جنهن کي سندس رچيل رامائڻ جي سڌ نه هوندي، پر ڪي ماڻهو اهڙا گهٽا هوندا، جن کي گوسواميءَ جي جيون چرتر جو گيان نه هوندو.

پر رام ڀڳت تلسيداس سرئوپارڻ ذات جو برهمڻ هو. سندس پتا جو نالو آتمارام ۽ ماتا جو نالو هلسي هو. هن ڀڳت شرومڻ جو جنم جمنا نديءَ جي ڪناري تي پرياگ جي ويجهو باندا ضلع ۾ راجاپور نالي نگر ۾ سمبت ١٥٥٤ وڪرم ۾ ٿيو. ايشور جي مهما اپرم اپار آهي جو اهڙي سلڇڻي ۽ پراڪرمي ڀڳت جو جنم مول نڪشتر جي پهرين چرڻ ۾ ٿيو. اهڙي نڪشتر ۾ ٻالڪ جو جنم ٿيڻ ماتا پتا لاءِ نقصانڪار سمجهيو ويندو هو، وري جو جنم وقت عام طرح جي، "اوئان، اوئان،" جي بدران "رام، رام" اچار ٿي نڪتا. ان وقت شڪل اٽڪل پنجن سالن جي ٻالڪ جيان ٿي لڳي ۽ وات ۾ ٻٽيهه ڏند ٿي موجود هئس. اهو اسرار ڏسي سندس ماتا پتا گهٻرائجي ويا.

پراچين سمي ۾ هندستان ۾ جيڪڏهن ڪنهن جي گهر ۾ مول نڪشتر جي پهرين چرڻ ۾ پٽ جو جنم ٿيندو هو ته شاسترن جي نيم موجب ان جا ماءُ پيءُ ٻار کي پنهنجي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا هوا. ڇاڪاڻ ته چتامڻ آدي گرنٿن ۾ ڄاڻايل آهي ته جو ٻالڪ انهيءَ مهورت ۾ پيدا ٿئي ٿو ته سندس ماتا پتا ان سالن تائين ٻالڪ جو مهن به نه ڏسن ۽ گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏن.

جنهن وقت سنسار ساگر تارڻ واري رامائڻ جي ڪرتا کي ماتا پتا ڏهين ڏينهن رات جو ماتا هلسي چنيا داسي کي پنهنجا سڀ زر ۽ زيور لاهي ڏنا ۽ پنهنجو نئون ڄاول ٻار سونپي کيس راتو رات لڪائي روانو ڪيو، ۽ ٻئي ڏينهن گيارس جي ڏينهن هلسيءَ پراڻ تياڳيا. داسي چنيا ان ٻالڪ کي کڻي پنهنجي گهر هريپور ڳوٺ ۾ آئي جتي ٻالڪ کي ڳانءِ جو کير پياري ٻالڪ جو پالڻ پوشڻ ڪيو. جڏهن تلسيداس ساڍن پنجن سالن جو ٿيو، تڏهن چنيا به اجل جو شڪار ٿي وئي. هاڻ تلسيداس هڪ اناٿ ٻالڪ ٿي پيو ۽ در در ڀٽڪڻ لڳو. هن هونهار ٻالڪ تي جڳت جنني پاروتيءَ کي دَيا آئي، جا هڪ برهمڻيءَ جو ويس ڌاري هر روز تلسيداس

وٽ اچي پنهنجي هٿن سان ٻوڪڻ ڪارائيندي هئي. اهو ڏسي لوڪن کي عجب لڳندو هو ته هيءَ استري ڪير آهي؟ اهڙي طرح ٻه سال گذري ويا. ٻار وڏيءَ جي اها ممتا ڏسي شنڪر ڀڳوان پنهنجي هڪ پجاري ڀڳت نرهري سواميءَ کي آگيا ڏني ته هرپور وڃي ان ٻالڪ جي وديا ۽ پالڻ جو بندوبست ڪر. شنڪر ڀڳوان جي آگيا پالي نرهري ساڌو هرپور ۾ آيو ۽ ٻولا ڪري ٻالڪ کي پنهنجي استان لي وٺي ويو اتي وڃي ٻالڪ جو نالو رام ٻولا رکيو. اتان هن کي اجوڌيا پوريءَ وٺي ويو جتي سنبت ۱۵۶۱ ماگھ مهيني جي شڪل پکيه جي پنچمي تٿ شڪروار ڏينهن تلسيداس کي جڻيو پاتو ويو. رام ٻولو بنا سيکارڻ جي گايتري منتر جو شُد اچارڻ شروع ڪيو، جو ڏسي سڀ حيرت ۾ پئجي ويا. نرهري سوامي وشنوءَ جي پنجن جا پنج سنسڪار ڪري رام ٻولي کي تلسيءَ جو چرڻا امرت ڏئي رام نام جو منتر اپديش ڏيئي سندس نالو تلسيداس رکيو. اجوڌيا ۾ رهي ڪيس وديا پڙهائي ۽ سڄي رامائڻ جي ڪٿا ٻڌائي. جا هن جي هردي لي اڪري ويئي. هڪ ته سندس وديا سان اڳيئي چاهه هو سو تمام شوق سان ٿوري وقت ۾ گروءَ جي ڪرپا سان ويد شاستر ۽ سنسڪرت پڙهي وڏو هوشيار ودوان پنڊت ٿي پيو جو سندس وديا جي خوشبوءِ سندس رچيل رامائڻ ۾ ٻهڪي رهي آهي. جيئن گلاب جو گل پنهنجي خوشبوءِ پاڻ ظاهر ڪندو آهي. جو اڄ تائين رامائڻ ساري ڀارت ورش ۽ سنڌو ديش جي هرهڪ گهر کي سوڀاوان بڻائي رهيو آهي. تلسيداس وديا ته پڙهي پر دنوي وهنوار ۾ ڦاسي پيو. اتي هن گروءَ کان موڪل وٺي پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو. ان وقت سندس پتا جو مرڻيو ٿي چڪو هو. سندس ڪٽنب جو ڪوبه باقي حيات ڪونه هو. اتي رهي هن پنهنجي پتا جو ۽ پين جو پنڊ تراپڻ ۽ شراڌ ڪيو. پوءِ پنهنجي رام نام جو ٻين سٿ سنگ ڪيو. ماڻهن کي هر روز شام جو ڀڳوان رامچندر جي ڪٿا ٻڌائيندو هو. هر ڪو سندس ڪٿا ٻڌي آنند پروڪ پريم ۾ گد گد ٿي ويندو هو ۽ رام نام جو جس ڳائيندو هو.

## سلوڪ

تلسي جو آهو جڳ ۾، جن نه جپيو سري رام
ڪاڻ پيئڻ ۽ پاڻ، تن جو سڀ حرام
ڪام ڪروڌ ۽ لوڀ جي، جيسين من ۾ کاڻ
پنڊت ۽ مورک، ٻئي هڪ سمان.

عجب ۾ پئجي پتنيءَ کي چوڻ لڳي ته اوهان ڪهڙي رستي کان مٿي چڙهي آئي؟ رات جو آيا آهيو جنهن سيڙهيءَ رستا بند آهن. تڏهن سنسار ۾ قائل تلسيداس چوڻ لڳو ته او جا نوڙي ٻڌي ڇڏي آهي انهن جي وسيلي مان هليو آيس. پتنيءَ جي واڻان اهي لفظ ٻڌي واڙي ٿي وئي ۽ ايڪدم اٿي جا ڏسي ته ڇت تي نانگ نوڙيءَ وانگر لٽڪيو پيو آهي. اهو اسرار ڏسي پتنيءَ کي چوڻ لڳي ته پراڻ ناٿ!

لڄ نه آئي پاڻ لوکي، ڊوڙي آئين اڌ رات
ڌڪار آهه اهڙي پريم کي، ڇا چوان لوکي ناٿ
رت ٻوٽي پڃرال سرير سان، جيترو تنهنجو پيار آهه
اهڙو پريم رکين سري رام سان، ته ٻيڙو تنهنجو پار آهه.

استريءَ جا اهڙا پاڻ روپي وچن ٻڌي تلسيداس جي هردي ۾ اهڙو گهاوُ ڪري ڇڏيو جو هڪ لحظي اڳيئي ودوان ۽ گيان وان پنڊت هو، وري جو استريءَ جي مک مان گيان ۽ ويراڳ روپي شبد ٻڌائين سو ايڪدم ويراڳ لڳي ويس ۽ پنهنجي استريءَ کي "تنهنجو چوڻ ستيه آهي" ائين چئي سڌو وشرانت جي نگر ڪاشيءَ هليو ويو. جتي وڃي رات ڏينهن انهيءَ پرم پتا جگديشور سري رامچندر جو ڀڄن ڌيان ڪرڻ لڳو ۽ هر وقت شنڪر ڀڳوان کي اهائي وينتي ڪندو هو ته هي ڀڳوان مون داس کي انهيءَ سچدانند شري رگهنندن جو درشن ڪراءِ. پس رات ڏينهن اهائي تات وائي وات هوندي هيس، اهو من ۾ پريم رکي روز جتي جتي رامائڻ جي ڪٿا ٿيندي هئي اتي پريم ڀاو سان وڃي ڪٿا ٻڌندو هو. انهيءَ وچ وارا ڪيترا ۾ وڃي هڪ گروُ ڪيائين. ان جي خوب ٽهل سيوا ڪري اڌياتم رامائڻ پڙهيائين. وري ڪاشيءَ ۾ وڃي رگهنات جي ڀڳتيءَ جو رس پيئڻ لڳو. روزانو صبح جو جڏهن جهنگل ۾ ويندو هو ۽ موٽڻ وقت جيڪو ڪرمنڊل ۾ پاڻي بچندو هوس سو هڪ پپر جي وڻ هيٺان هاري ايندو هو. هڪڙي ڏينهن پاڻي پائڻ وسري ويس. جڏهن ان وڻ وٽ پهتو تڏهن ڏاڍو دک ٿيس ۽ ڳڻتيءَ ۾ پئجي وڻ وٽ بيهي رهيو، ته ايتري ۾ وڻ مان هڪ پريت چوڻ لڳس ته مان هر روز تنهنجو ڇاڙهيل جل پي ڪري پياس مٽائيندو آهيان. جيڪڏهن هڪ ڏينهن ڀلجي وئين ته حرڪت نه آهي! مان توکي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان، تنهنڪري مان خوش ٿي چوان ٿو ته جيڪي توکي گهرڻو آهي سو بلاشڪ گهر. تڏهن پرم ڀڳت ويراڳي تلسيداس چوڻ لڳو ته مونکي شري رام چندر جو درشن ڪراءِ. اهو وچن ٻڌي پريت کلي چوڻ لڳو ته مون ۾ جيڪڏهن

انهن ٻل ۽ پراڪرم هجي ها ته مان هن نيچ جوڻ ۾ ڇو پيو هجان ها، پاڻ پڻ هڪڙو اپاءُ توکي ٻڌايان ٿو، جنهن ڪري توکي جلدي سري رگهنندن شري رامچندر جو درشن ٿيندو، هتي ڪرڻ گهاٽ تي رامائڻ جي ڪٿا ٿيندي آهي، اتي سڀ کان پهرين جتي هنومان هڪ ڪوڙهي روڳي جو روپ ڌاري روز ايندو آهي. سڀني کان پهريائين ايندو آهي ۽ سڀني جي پٺيان اچي ويهندو آهي، سڀني کان اڳ ايندو آهي ۽ سڀني کان پوءِ ويندو آهي، ڪلهن تي هڪ ڦاٽل پراڻو ڏٻو پٽل هوندو اٿس ڇاڪاڻ ته هنومان کي رامائڻ ٻڌڻ مان ڏاڍو پريم رس آنند ايندو آهي جنهن ڪري پاڻ اڪيلي روز ايندو آهي. تون جيڪڏهن ان جي شرن وٺندين ته هو توکي ضرور شري رامچندر جو درشن ڪرائيندو. اهو شڀ سماچار ٻڌي تلسيداس پريت کي نمسڪار ڪري سڌو ڏنل نشان موجب ان جاءِ تي آيو. اچي ڏٺائين ته برابر هڪ ڪوڙهيو روڳي مسڪين سڀني جي پٺيان ويٺو آهي. جڏهن ڪٿا بند ٿي ۽ سڀ گهر وڃڻ لڳا تڏهن اهو شخص هنومان جو ڪوڙهيءَ جي روپ ۾ اٿي هلڻ لڳو، تلسيداس ان جي پٺ ورتي. جڏهن شهر کان ٻاهر نڪتا تڏهن تلسيداس اڪيلو ڏسي ان جا چرن پڪڙي پرنام ڪري پيو. [illegible] هنومان پڇيس تون ڪير آهين، مون کي ڇو ٿو پڪڙين، مان ڪجهه به نه ڄاڻان، مونکي ڇڏ. پر تلسيداس هن جي چرنن کي نه ڇڏيو ۽ چوڻ لڳو ته مان پريت جو سيکاريل آهيان جيسين مونکي شري رامچندر جو درشن نه ڪرائيندين تيستائين توهان جهڙي ڪرپاندان کي نه ڇڏيندس. پوءِ هنومان تلسيداس جو رامچندر جي چرنن ۾ پڪو وشواس ڏسي پنهنجو اصلي روپ ڏيکاريائينس ۽ شو منتر جو اپديش ڪري چيائينس ته چترڪوٽ وڃي پريم ڀاوَ سان ڀڳتي ڪر ۽ منتر جو جاپ جپ.

هڪڙي ڏينهن جهنگل ۾ ويٺي رٽن ڪيائين ته ڇا ٿو ڏسي جو شام ۽ گورو ٻه سندر راجڪمار گهوڙي تي سوار ڌنش ٻاڻ هٿ ۾ کڻي هڪ هرڻ جي پٺيان گهوڙا ڊوڙائيندا پيا اچن. انهن جو مادوري روپ ڏسي تلسيداس پريم وس اچرج ۾ پئجي ويو. تڏهن به تلسيداس هنن کي سڃاڻي نه سگهيو. هن سمجهيو ته ڪي رواجي راجڪمار آهن. ٿوري دير کان پوءِ هنومان اچي چيس ته ڪيئن شري رامچندر جو درشن ڪيئه جو هتان ٻئي راجڪمار رامچندر ۽ لڪشمڻ لنگهي ويا. تلسيداس هنومان جا اهي وچن ٻڌي من ۾ پڇتائڻ لڳو. تنهن تي هنومان دلداري ڏئي چيس ته وري صبح جو ڀي درشن ٿيندءِ. ائين چئي هنومان انتر ڌيان ٿي ويو.

صبح جو تلسيداس ٻن ۾ گهمڻ ويو ته ڇا ٿو ڏسي هڪڙي استان تي ڏاڍي ڌام ڌوم سان رام ليلا ٿي رهي آهي جتي رامچندر سيتا ۽ لڪشمڻ ٻراجمان آهن ۽ لنڪا جيتي ٻپشڻ کي راج تلڪ ڏئي رهيا آهن. اها ليلا ڏسي ڪري، جڏهن پنهنجي استان ڏانهن موٽيو ته رستي ۾ هڪ ٻرهمڻ گڏيس، تلسيداس ان کي رام ليلا جي ڳالهه ڪري ٻڌائي. ٻرهمڻ ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ۽ چوڻ لڳو ته چريو ته ڪونه ٿيو آهين، جنهن هن وقت رام ليلا؟ رام ليلا ته اسوءُ واري مهيني ۾ ٿيندي آهي. تلسيداس چيس هل ته هلي ڏيکاريانءِ! پوءِ ٻرهمڻ سان گڏجي انهيءَ جاءِ تي پهتا جتي تلسيداس رام ليلا ڏسي آيو هو، اتي ته نڪا هئي رام ليلا نه ڪو هئو ٻيو، تڏهن تلسيداس اچرج ۾ پئجي ويو ۽ هنومان واري ڳالهه ياد آيس تڏهن ڏاڍو لڄي ٿيو. ٻرهمڻ هن کي چريو سمجهي هليو ويو، پوءِ تلسيداس پنهنجي استان تي اچي هنومان کي ياد ڪيو. مهاپرڀو ڀڳت کي وياڪل ڏسي وري اچي درشن ڏنائينس. تلسيداس هنومان کي نمسڪار ڪري چيو هنومان! مون ته اها رام ليلا ڪري سمجهي مون انهن نه ڄاتو ته ساڪيات ڀڳوان جو درشن ڪري رهيو آهيان، مونکان وڏي ڀل ٿي هاڻي توهان ڪرپا ڪري مونکي ضرور درشن ڪرايو. هنومان تلسيداس جا اهي پريم ڀريا وچن ٻڌي ڌيرج ڏيئي چوڻ لڳو ته هي پرم ڀڳت مان وري توکي ٻيون ڀيرو شري رگهونندن آنند ڪند شري رامچندر جو درشن ڪرائيندس، تون سڀاڻي رام گهاٽ تي وڃ اتي ضرور توکي شري رامچندر جو درشن ٿيندو. ائين چئي هنومان انتر ڌيان ٿي ويو.

مهاپرڀو جا اهي وچن ٻڌي تلسيداس ٻئي ڏينهن رام گهاٽ تي ويو ٻئي ڏينهن سنبت ١٦٠٧ جي موني اماس ٻڌ ڏينهن وري ڀڳوان رامچندر تلسيءَ کي درشن ڏنو. هن دفعي جيئن تلسيداس سنان ڪري چندن گهسڻ لڳو ان وقت هڪ سنتن جي منڊلي اچي لنگهڻ لڳي جنهن ۾ ٻه راجڪمار هڪ شيام ۽ ٻيو گورو بالڪ جي روپ ۾ تلسيداس وٽ آيا. جنهن وقت تلسيداس پوڄا لاءِ چندن گهسي رهيو هو انهن بالڪن اچي تلسيداس کي چيو ته بابا چندن اسان کي ڏيو ته گهي ڪري اسان توکي تلڪ ڏيون. مهاتما انهن کي چندن گهي ڏنو ۽ پاڻ پرماتما سچدانند ٻاربرهم شري رامچندر تلڪ ڏيڻ لڳس، تڏهن هنومان سوچيو ته هيءُ موقعو آ، ائين ته تون تلسيداس جي هٿان وڃي سو طوطي جو روپ ڌاري زور سان پڪاري چوڻ لڳو:-

## دوهو

چترڪوٽ جي گهاٽ تي ڀئي سنتن جي ڀيڙ
تلسيداس چندن گهسي تلڪ ڏئي رگهوبير

اتر وچڻ تي به تلسيداس جو ڌيان اوڏانهن ڪين ويو. تڏهن هنومان وري به انهيءَ سلوڪ کي پڙهڻ لڳو. پر تڏهن به هن کي ڪجهه سنڀال نه رهيو. پوءِ ڀڳوان شري رامچندر ٻاڻ چوڻ لڳس ته بابا جي مان اسر اوکي درشن ڪرايان. ائين چئي ڀڳوان پنهنجن هٿن سان چندن گهوءِ تلسيداس جي مستڪ تي لڳايو. تلڪ لڳائڻ مهل ڀڳوان رامچندر جون آڱريون هنڪي تيجسوي ڏسڻ ۾ آيون. هيڏانهن طوطي روپ هنومان وري ٽيون ڀيرو واهر ساڳيو ئي سلوڪ اچاريو جو تلسيداس ٻڌي ورتو. طوطي جو اهو آواز ٻڌي تلسيداس جا نيتر کليا ۽ گيان آيو ۽ ڏٺائون سڀڪ پريم ۾ ٻرجي گد گد ٿي مريادا پرشوتم ڪمل نيتر ڀڳوان شري رامچندر جو ساڪيات درشن ڪري هريءَ جا چرن ڪمل پڪڙي استتي ڪري چوڻ لڳو هي ڀڳوان مون کي پنهنجي مورتيءَ جو درشن ڪرايو. پوءِ ڀڳوان ساڪيات درشن ڏئي لتا استو چئي انتر ڌيان ٿي ويو ۽ تلسيداس ڪاما گهاٽ ڏانهن آيو ۽ اتي واهي شري رامچندر جو ڌيان دل ۾ ڌري پريم سان شري رامچندر جو ڀڄن ڪرڻ لڳو. انهيءَ وقت سيتاپتي شري رامچندر درشن ڏيڻ لاءِ تلسيداس وٽ آيو ۽ چئني پاسن کان عجيب قسم جي روشني ڦهلجي وئي ۽ بيشمار هاٿي گهوڙا ڏسڻ ۾ آيس ۽ انيڪ رشي مني سنت مهاتما سڀئي وڏي آواز ۾ شري رامچندر جي "جيءِ جيءِ" مڃائڻ لڳا. شري رامچندر لڇمڻ ڀرت شترگهن وچ ۾ سيتا ماتا رٿ ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ آيس ۽ هنومان رگهناٿ جي آرتي ڪري رهيو هو. پوءِ شري رامچندر دک هرڻ پنهنجو هٿ تلسيداس جي مٿي تي گهمايو. جنهنڪري تلسيداس جا نيتر کليا ۽ رات ڏينهن رام نام جو جاپ ڪرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن ڪاشيءَ ۾ تلسيداس گنگانديءَ تان جل جي لوٽي ڀري پاڻ پوڄا لاءِ پنهنجي استان ڏي وڃي رهيو هو ته رستي ۾ هڪ براهمڻ جو مڙدو ڪي ماڻهو کڻي پئي ويا ۽ سندس استري پٺيان ستي ٿيڻ لاءِ وڃي رهي هئي. جڏهن انهيءَ استريءَ تلسيداس کي ڏٺو تڏهن سندس چرنن تي ڪري نمسڪار ڪرڻ لڳي. تلسيداس هن کي آشرواد ڏني ته "سدا سهاڳڻ هجين" مائي اهي لفظ ٻڌي وائڙي ٿي وئي ۽ چوڻ لڳي، "هي مهاتما! سهاڳڻ وري ڪيئن؟ پتي ته منهنجو هي مڙدو آهي، ...

اٿي سٽسڪار ڪرڻ لڳا وڃن. پوءِ آسپاس لوڪن جي ڪهڙي ڪم جي ؛ نه ته مرڻ کي پتي جمناري ڏيو. هاڻ پڙهڻ وچن کي سچو ڪريو.“ اهو ٻڌي سڀئي ماڻهو عجب ۾ پئجي ويا. پوءِ تلسيداس پڙهڻ وچن ستيه ڪرڻ لاءِ شري رامچندر جي استوتي ڪري مڙدي جي واجهه وچي لوٽيءَ مان پاڻيءَ ڏرو هٿ ۾ کڻي مڙدي جي مک ۾ وڌو. اوڏي مهل پنت پاوڻ شري ڌرمه الدن جي ڪرپا سان پراڻ اچي ڪڙو ٿيو، اٿي ويٺي پنهنجي پتيءَ ٽي جمرو جاڳيو ڏسي ڏاڍو خوش ٿي ۽ تلسيداس جي چرڻن تي ڪري پيئي. اهو اسرار سڀئي ماڻهو ڏسي تلسيداس جي ڀڳتيءَ جي واکاڻ ڪرڻ لڳا. ان ڏينهن کان وٺي هن جو جس ڪيترن ناٽڪن ورتو ويو. تلسيداس پنهنجو ناٽڪن ۾ هڪدم ڪاشي شهر ڇڏي رٿن ڪرڻ نڪتو. گهمندي گهمندي اچي ساڌري ڏر ايسي زور سان الک ڄڪيا گهرڻ لڳو. سنڌس استري رتناولي جا اگڻ ۾ ويٺي هئي تنهن آواز سڃاڻي ورتو ۽ اندر وٺي آيس ۽ رتناولي ڏسي ته مار جو پتي ڪجهه وقت اڳي ڪام جي چمبي ۾ ڦاٿو پيو هو سو هيٺيون پرم ويراڳي ٿي پيو آهي. پوءِ سنڌس استري پڇڻ لڳي ته مهراج ڇا کائيندا ؟

پرم ڀڳت هن کي نه سڃاتو ۽ چوڻ لڳو ته رسوئي پاڻيهي ٺاهيندس فقط سيڌو ملڻ گهرجي، رتناوليءَ ائين ئي ڪيو. پوءِ اليٺي رسوئي ڪرڻ لڳو. ٻه چار دفعا ڳالهائڻ ڪري رتناوليءَ کي سڌ پئي آتا ته ڪ ٿي ته هي اهو تلسيداس آهي. هنجي رام ڀڳتي ڏسي ڏاڍو من ۾ پرسن ٿي. پاڻ کي نه ڄاڻائي چوڻ لڳي مهاراج ! مرچ کپندؤ؟ هن جواب ڏنو ته ! مون وٽ جهوليءَ ۾ پيا آهن. وري پڇائينس ڪٿاڻ آٽيان؟ تلسيداس وري به ساڳيو جواب ڏنس. رتناولي وري به چيس ڪرپانات ! پوڄا لاءِ ڪپور ڪٿي اٿان؟ تلسيداس وري به اهوئي جهوليءَ وارو جواب ڏنو. جڏهن رتناولي ڪنهن ڪم سبب ٻاهر ويٺي تڏهن مهاتما موقعو ڏسي هليو ويو. ٿوري دير کان پوءِ جڏهن رتناولي موٽي اچي ڏٺو ته تلسيداس آهيئي ڪونه، سو هڪدم ان جي ڳولهڻ لاءِ پٺيان پئي. نيٺ ڳولهيندي جمنا نديءَ جي ڪناري تي آئي. اچي ڏسي ته تلسيداس ڀڄن ڪري رهيو آهي. جڏهن ڀڄن کان واندو ٿيو تڏهن سنڌس استري کيس پاڻ سان وٺي هلڻ لاءِ عرض ڪيو. مهاتما چيس ته تون گهر ۾ آسودي ويٺي آهين ۽ اسان در در ڀٽڪي پيا گذران ڪريون. هاڻ تون به وڃي ڀڳوان جو ڀڄن ڪر. ٻه گهڙي چوڻ تي به تلسيداس نه مڙيو تڏهن رتناولي موٽي پنهنجي پيڪي آئي.

پوءِ تلسيداس سڌو ڪاشيءَ ۾ آيو ۽ اچي سنتن کي ڀنڊارو ڏنو. جنهن ڀنڊاري ۾ تلسيداس وٽ خوب ڌن ڪٺو ٿيو ۽ رات جو ڪن چورن تلسيداس کي ڦرڻ جو ويچار ڪري سندس جاءِ تي آيا ته ڇا ڏسن ته هڪ شيام ورڻ هٿ ۾ ڌنش باڻ کڻي پهرو ڏيئي رهيو آهي ان کي ڏسي چور موٽي ويا. وري ٻئي ڏينهن رات جو آيا تڏهن به ساڳيو شيام ڏٺائون. جڏهن ٽئين پيرو آيا تڏهن به ڏٺائون ته ساڳيو ئي شيام ورڻ پهرو ڏيئي رهيو آهي. جڏهن صبوح ٿيو چور مهاتما وٽ اچي چوڻ لڳا ته هي مهاتما اوهان ڪهڙو شيام سندر ڌنش ڌاري نوڪر رکيو اٿو جو رات جو پهرو پيو ڏئي. تلسيداس اها ڳالهه ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ۽ سمجهي ويو ته رامچندر هوندو. پوءِ من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته منهنجي ڪري رام کي ايترو ڪشٽ سهڻو پيو آهي سو هڪدم جيڪو مال متاع رکيل هوس سو ڪجهه چورن کي ۽ برهمڻن کي ڏيئي پاڻ وٽ فقط هڪ ڪمنڊل ۽ انگوڇو رکيو.

هڪ ڏينهن تلسيداس کي دل ۾ ويچار ٿيو ته جيڪر بندرابن جو درشن ڪجي. اهو ويچار ڪري بندرابن آيو ۽ اچي شري ڪرشن جي پرم ڀڳت نابا جيءَ سان مليو جنهن هن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو. بندرابن ۾ شري ڪرشن جي پوڄارين تلسيداس کي ڏسي هر ڪنهن جي وائون راڌي ڪرشن راڌي ڪرشن جو شبد نڪري رهيو هئو تڏهن تلسيداس من ۾ هيئن چوڻ لڳو:

راڌي ڪرشن سڀڪو چوي، رام نه چوي ٿو ڪير
تلسي ٿو برج ۾ چوي، رکي رام سان وير

هڪ ڏينهن نابا جي ڪرشن ڀڳت پوڄارين کي ساڻ وٺي تلسيداس سان گڏجي راڌي ڪرشن جي مندر ۾ درشن ڪرڻ لاءِ ويو، جتي تلسيداس کي شري ڪرشن ڀڳوان جي مورتيءَ اڳيان مستڪ نه نمائيندو ڏسي سڀ ايندل ماڻهو سندس نندا ڪرڻ لڳا. تلسيداس تڏهن چوڻ لڳو:

ڇا ورنن ڪريان مورت شام جي، سهڻي ٻڻي آهه ناٿ
تلسي مستڪ تڏهن نمي، جڏهن ڌنش باڻ کڻو هاٿ

تلسيداس جو ايترو چوڻ ۽ ڪرشن ڀڳوان پنهنجو ويس بدلائي رام روپ ڌاري ڌنش باڻ هٿ ۾ کڻي سامهون ٿيو جنهن کي ڏسي گوسائين چوڻ لڳو:

**سلوڪ**

مرلي مڪٽ بدلي ڪري، هٿ ۾ کڻي ڌنش باڻ
شيوڪ جي پت رکڻ لاءِ، ڪيو ناٿ تو ڪلياڻ.

اهڙو اچرج ڏسي ٻڌڻ وارن جا ماڻهو تلسيداس جي چرڻن ۾ ڪري پيا؛ اها خبر عام تلسيداس جي مهما جي ساري ڀارت ورش ۾ ڦهلجي وئي. هڪ ڏينهن دهليءَ جي بادشاهه کي تلسيداس جي درشن ڪرڻ جي من ۾ ڀاونا ٿي تنهن پنهنجي وزير کي بنارس ڪاشيءَ ۾ پرم ڀڳت تلسيداس کي وٺي اچڻ لاءِ موڪليو. جڏهن وزير ڪاشيءَ ۾ پهتو تڏهن تلسيداس کي نمرتا پاڻ سان بادشاهه جو نياپو ڏنو. تلسيداس دل ۾ چوڻ لڳو ته بادشاهه جو مون ۾ ڪهڙو ڪم آهي؟ جو مونکي گهرايو اٿس، مان اتي ڇا وڃي ڪندس. پر وري دل ۾ ويچار آيس ته جيڪڏهن مان نه ويندس ته بادشاهه کي منهنجي درشن لاءِ هت اچڻو پوندو. جنهنڪري رستي ۾ بادشاهه کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي تنهنڪري اڪيلو منهنجو وڃڻ ٺيڪ آهي. ائين چئي وزير سان گڏ دهلي ويو. بادشاهه سندس آدرستڪار ڪري سنگهاسن تي ويهاريو ۽ چوڻ لڳو ته مون ٻڌو آهي ته توهان پرميشور سان وڃي مليو آهيو جنهنڪري مونکي به ان پار برهم سچدانند جو درشن ڪراءِ يا ڪرامت ڏيکار. تلسيداس جواب ڏنو ته مان هر وقت رام روپي نام جپي پنهنجو پيٽ ڀريندو آهيان. بادشاهه اهو جواب ٻڌي چيس ته توهان ڪوڙو ايماني آهيو، رڳو ڪوڙي وڏائي سنسار ۾ ڦهلائي اٿو. بادشاهه ڪاوڙجي وزير کي حڪم ڏنو ته تلسيداس کي وڃي قيد ۾ وجهو، ڏسون ٿا ته ڀڳوان ڪيئن ٿو سهائتا ڪريس. پرم ڀڳت تلسيداس کي انوقت جيل ۾ وڌو ويو. پوءِ تلسيداس جيل ۾ پون ڪمار هنومان کي ياد ڪري پڪارڻ لڳو.

## سلوڪ

سنڪٽ موچن آهي نام تنهنجو، ڄاڻي سڀ جهان
سک جو ساگر تون سدا، سڀ جو ڪرين ڪلياڻ
اي گناهه هن قيد ۾، پيو آهيان اڻ ڄاڻ
ديا ڪري اچي داس تي، مڪت ڪريو هنومان.

جڏهن هنومان کي سهائتا لاءِ تلسيداس وينتي ڪري پڪارڻ لڳو ان وقت مهاٻير هنومان انيڪ ٻاندرن سان اوچتو اچي پرگهٽ ٿيو ۽ سيڌي سپاهين کي ماري تلسيداس کي قيد مان ڪڍي راجا جي محل ۾ ڪاهي پيا. محل جا شيشا ڦيرداڻيون ڀڃي راجا جي ڪٽنب کي هڻڻ لڳا. تڏهن بادشاهه سيڌي بيگمن سميت اچي تلسيداس جي شرڻ پيو. پوءِ تلسيداس هنومان کي وينتي ڪري چوڻ لڳو ته هاڻي بادشاهه پڇتايو آهي. ڀڳت جي چوڻ تي هنومان ٻاندرن سميت انترڌيان ٿي ويو. پوءِ تلسيداس بادشاهه کي

چيو ته، تنهنجي محل ۾ هنومان پنهنجا چرڻ گهمايا آهن تنهنڪري اسان پنهنجي محل ۾ هنومان جو مندر ٺهرائي ۽ اسان پنهنجي رهڻ لاءِ ٻيو محل جوڙائي. بادشاهه ائين ئي ڪيو. پوءِ تلسيداس موٽي ڪاشيءَ ۾ آيو. اوڌر مل گنگا جي ڪناري تي اسي گهاٽ تي تلسيداس جي رهڻ لاءِ هڪ جهوپڙو ۽ گهاٽ ٺهرائي ڏنو. جيڪو گهاٽ اڄ به ڪاشيءَ ۾ تلسي گهاٽ جي نالي سان مشهور آهي. انهن ڏينهن ۾ تلسيداس جي هاڪ چوڌاري پکڙجي وئي هئي ۽ ٻري ٻري جا ماڻهو سنت مهاتمائون هن جو نالو ٻڌي درشن ڪرڻ ۽ ست سنگ ٻڌڻ ايندا هئا. سورداس ڪري به گسائين وٽ آيو ۽ ڪيس سور ساگر مان به ٿي پد ڳائي ٻڌايائين، پڪت سندس ڏاڍي واکاڻ ڪئي. ميران ٻائي به تلسيداس جي وقت ۾ ٿي گذري هئي. ميران ٻائيءَ کي ڪٽنب جڏهن سندس ڀڳتيءَ ۾ وگهن وجهندا ۽ تنگ ڪندا هئا تڏهن ميران ٻائي تلسيداس کي ڪي شڪائون لکي ميواڙ جي سکيال ٻرهمڻ هٿان چٺي تلسيداس ڏانهن موڪلي ته گهر وارا ڀڄن جي منع ڪري رهيا آهن ان لاءِ ڇا ڪجي؟ جواب ۾ تلسيداس ميران کي هڪ ڪوتا ناهي موڪلي ته ڀڳوان جي ڀڄن لاءِ جي مٽ مائٽن کي به ڇڏڻو پوي ته انهن کي به ڇڏي ڀڄن ڪرڻ گهرجي. گسائين جي ان اپديش موجب ميران ٻائي گهر ڇڏي ٻندراٻن ۾ اچي گرڌر گوپال جي ٻرام ۾ ليڻ رهڻ لڳي.

سنبت ١٦٢٨ ۾ هنومان جي آگيا موجب تلسيداس ايوڌيا پوريءَ ۾ ويو. انهن ڏينهن ۾ پرياگ ۾ مانگهه جو ميلو هو جنهنڪري اتي ڪجهه وقت رهي پيو، ميلي کان ڇهه ڏينهن پوءِ هڪ ٻڙ جي وڻ هيٺان کيس ياگيوالڪ ۽ ڀردواج رشيءَ جو درشن ٿيو. اتي انهيءَ وقت اهائي ڪٿا ٿي رهي هئي جا تلسيداس وارا ڪيٽر ۾ پنهنجي گروءَ کان ٻڌي هئي. اتان هو ڪاشيءَ هليو ويو جتي پرهلاد گهاٽ تي هڪ ٻرهمڻ جي گهر ۾ رهڻ لڳو، اتي هن کي من ۾ ڪوتا ناهڻ جي شڪتي جاڳي ۽ سنسڪرت ۾ ڪرتا ڪرڻ لڳو، پر ڏينهن جو جيترا پد ناهيندو هئو سي سڀ رات جو گم ٿي ويندا هوا. اهين هر روز ٿيندو رهيو. نيٺ اٺين ڏينهن هنکي سپني ۾ شنڪر ڀڳوان درشن ڏنو. جنهن کيس آگيا ڏني ته پنهنجي ڪوتا هندي ڀاشا ۾ ڪر. تلسيداس جي هڪدم ننڊ کلي پئي ۽ هو ويهي رهيو. ان وقت ساکيات ڀڳوان شنڪر ۽ پاروتي سندس سامهون اچي بيٺا، تلسيداس هٿ جوڙي پرڻام ڪيو. پوءِ شنڪر ڀڳوان کيس چيو ته تون وڃي ايوڌيا ۾ رهه ۽ پنهنجي ڪوتا هندي ڀاشا ۾ ناهه منهنجي آشيرواد سان تنهنجي ڪوتا

شيام ورڻ وانگر تلڪ ڏيندي. ايترو چئي شو پاربتي انتر ڌيان ٿي ويا. تلسيداس شو ڀڳوان جي آگيا سان ڪاشيءَ مان ايوڌيا هليو ويو.

سنبت ١٦٣١ شروع ٿيو انهيءَ سال رام نوميءَ اهڙي لڳن ۾ ٿي جهڙي تريتا جڳ ۾ ڀڳوان رامچندر جي جنم وقت. انهيءَ ڏينهن پرڀات جي وقت تلسيداس پنهنجي گرنٿ شري رام چرت مانس ”رامائڻ“ جي رچنا ڪرڻ شروع ڪئي. ٻه سال ست مهينا ڇويهه ڏينهن لاءِ گرنٿ سماپت ڪيو. سنبت ١٦٣٣ جي ناهري مهيني شڪل پکي ۾ رام جي وهانو جي ڏينهن ست ڪانڊ سماپت ڪيائين. ان کان پوءِ ڀڳوان جي آگيا سان تلسيداس ڪاشيءَ ۾ آيو. اتي هن ڀڳوان وشوناٿ ۽ ماتا انپورنا کي پنهنجو گرنٿ شري رام چرت مانس ”رامائڻ“ پڙهي ٻڌايو. رات جو شري وشوناٿ جي مندر ۾ گرنٿ رکيو ويو. صبح جو جڏهن دروازا کليا ته پستڪ تي مٿان ”ستيم شوم سندرم“ اهي لفظ سونهري اکرن ۾ لکيل هئا، هيٺان ڀڳوان شنڪر جي صحيح پيل هئي. اتي ان وقت ويٺل ماڻهن ”ستيم شوم سندرم“ جو آواز به پنهنجي ڪنن سان ٻڌو. ڪاشيءَ جي پنڊتن جڏهن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن تلسيداس جي مهما سهي نه سگهيا ۽ ڪين حسد ساڙو وٺي ويو. انهن هڪ مشهور تانترڪ ٽيشور کي تلسيداس جي مارڻ لاءِ تيار ڪيو، ان تانترڪ پنهنجي منتر تنتر جي سڌيءَ سان هڪ ڀينڪر ڀوت پيدا ڪري تلسيداس جي مارڻ لاءِ موڪليو پر جڏهن ڀوت تلسيداس وٽ آيو ته ڏٺائين ته بجرنگ بلي هنومان گدا کنيو بيٺو آهي جنهن کي ڏسي ڀوت پوئين پير ڀڳو ۽ ٽيشور تانترڪ کي اچي ماري ڇڏيائين. ان کان پوءِ به پنڊتن جو دک وڌڻ لڳو، اوليون ناهي تلسيداس جي نندا ڪرڻ لڳا ۽ پستڪ کي ناس ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳا. پستڪ کي چورائڻ لاءِ هنن ٻه چور موڪليا. چورن ڏٺو ته تلسيداس جي ڪٽيا جي چوڌاري ٻه ٻهادر پرش ڌنش ٻاڻ هٿ ۾ کنيو پهرو ڏئي رهيا آهن. هو ٻئي سونهن جا سرمور سانوري ۽ گوري رنگ جا هوا. چورن کي جڏهن انهن پهريدارن جو درشن ٿيو تڏهن سندن بدي شد ٿي ويئي. پوءِ ان ڏينهن کان وٺي چوري ڪرڻ ڇڏي ڏنائون. پوءِ تلسيداس جا شش ٿي پيا ۽ ڀڳوان رامچندر جو ڀڄن ڪرڻ لڳا. تلسيداس کي جڏهن خبر پيئي ته منهنجي خاطر ڀڳوان کي ايڏي تڪليف وٺڻي پيئي آهي، سو چا ڪيائين ڪٽيا جو سڀ سامان [illegible] غريبن کي ڏئي ڇڏيائين ۽ پستڪ پنهنجي متر ٽوڊرمل وٽ ٿين. پستڪ جو هڪ نقل تلسيداس پاڻ ڪيو جنهن تان پوءِ پيا

اُتارا ٿيندا ويا. اهڙيءَ طرح رامائڻ جو پرچار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو. پنڊتن کي جڏهن ٻيو ڪو اپاءُ نه سجهيو تڏهن هنن سوامي مڌوسودن سرسوتي کي وينتي ڪئي ته تلسيداس جو گرنٿ نظر مان ڪڍي پنهنجو راءِ ڏيو. شري مڌسودن سرسوتي پستڪ پڙهي پرسن ٿيو ۽ هيٺيون راءِ ڏنائين، هن ڪاشيءَ روپي آنند بن ۾ تلسيداس هڪ گهمندڙ ڦرندڙ تلسيءَ جو ٻوٽو آهي، سندس ڪويتا جو ٻور ڏاڍو سندر آهي؛ جنهن تي شري رامچندر ڀؤنرو اچي واس ٿو وٺي. پنڊتن کي انهيءَ تي به آرام نه آيو. پستڪ جي پرکيا جو هنن ٻيو هڪ اپاءُ سوچيو. ڀڳوان وشوناٿ جي مورتيءَ جي سامهون سڀني کان مٿي پهرياڻين ويد، ويد جي هيٺان شاستر، شاستر جي هيٺان پراڻ، ۽ سڀني جي هيٺان تلسيداس جو گرنٿ رامائڻ رکيائون. رات جو مندر بند ڪيو ويو. صبوح جو جڏهن مندر کوليو ويو ته ماڻهن ڏٺو ته رامچرت مانس رامائڻ سڀني جي مٿان رکيل هئو اهو ڏسي پنڊت ڏاڍو لڄي ٿيا ۽ اچي تلسيداس جي شرڻ پيا ۽ اڳتي لاءِ وير وروڌ ڇڏي پريم ۽ سڪ سان هلڻ لڳا.

سمبت ١٦٨٠ ۾ ساوڻ مهيني جي ڪرشن پکيه جي ٽيج تي ڇنڇر ڏينهن تلسيداس، ڀڳوان رگهوناٿ جو سمرڻ ڪندو گنگا نديءَ جي ڪناري تي اسي گهاٽ وٽ هيءُ چولو ڇڏي پريو رامچندر جي چرڻن ۾ هميشه لاءِ لين ٿي ويو. تلسيداس رامائڻ ڪانسواءِ ٻيا به انيڪ گرنٿ لکيا آهن جن ۾ ڀڳوان جي ڀڳتي ڀريل آهي، جيڪي به جيوَ هن جي لاڀ ۾ آيا تن جو اُڌار ٿيو.

سمبت سورهن سؤ اَسي، اَسي گنگا جا تير
ساوڻ ٽيج پکيه ۾، تلسي ڇڏيو سرير

ڀڄن

ٽل- اڄ منگل وار آهي مهاٻير جو وار آهي،
سچي دل سان جيڪو ڌيائي ٻيڙو اُن جو پار آهي..
١- چيت چانڊوڪي پونم منگل جو جنم ويو تو ڌاريو هو،
لال لنگوٽي گدا هٿ ۾ سر تي مڪٽ لڳايو هو
شنڪر جو اوتار آهي- مهاٻير جو وار آهي- سچي دل سان..
٢- برهما کان برهم گيان جو پل به تو پايو آهي،
رام ڪاريه شو شنڪر جي باندر روپ بڻايو آهي
ڀڳتيءَ ۾ پيدار آهي - مهاٻير جو وار آهي - سچي دل سان..

٣- ٻالپڻ ۾ مهاوير من ۾ شرڌ ۽ ڌيان لڳايو آهي،
سراپ ڏنئي رشين لنگهڻ ٻل جو زور گهٽايو آهي،
رام نام آڌار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٤- رام نام جڏهن ڀيو ابرڌيا ۾ خوشين جو ناچ نچايو آهي،
جيو رام لڇمڻ کي ڪلهن ٻانڌر من کي ليايو آهي،
رام چرڻ سان پيار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٥- ٻهڙاڻيءَ مان سيتا کي راوڻ کڻي جڏهن آيو آهي،
وڃي لنڪا ۾ وير تو ئي پتو سيتا جو لڳايو آهي
اکين کي تو ڏني ٺار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان...
٦- ميگهناد جي برهم ڦاس ۾ تو ئي پاڻ ڦاسايو آهي،
برهم ڦاس ۾ پاڻ ڦاسائي برهما جو مان وڌايو آهي
بجرنگ جي ٻانڪي ٺار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٧- لنڪا جلائي وير جڏهن راوڻ ٻه گهٻرايو آهي،
سري رام لڇمڻ وٽ تو پاڻ اچي سيتا سنديش پڄايو آهي
سيتا شوڪ اپار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..
٨- شڪتي ٻاڻ لڳو لڇمڻ کي ٻوٽي ڳولهي آئين تون،
ٻوٽي آڻي لڇمڻ جي ٻل ۾ جا جيئاري تو
رام لڇمڻ جو پيار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان...
٩- رام چرڻ جي مهاوير تو هردم ڌيان لڳايو آهي،
رام تلڪ ۾ مهاوير تو سينو ڦاڙي ڏيکاريو آهي
"ڪرم" سيني ۾ رام دربار آهي- مهاوير جو وار آهي- سچي دل سان..

## نارد ۽ برهما جو سنواد

جو ساکي پرماڻن کان پري ٽن گڻن کان رهت گيان سروپ ۽ من واڻيءَ سان سچدانند ڀڳوان سداشو کي نمسڪار ٿو ڪريان.

سوامي چيو- هڪ سمي ديوَرشي نارد مني لوڪن تي ڪرپا ڪرڻ لاءِ ستيه لوڪ ۾ ويو. اتي مورتمان ويدن جو ڄاڻندڙ پدمجي ٻال سورج جي سمان سڀا ڀون ۾ براجمان مارڪنڊ ۽ ٻيا مني استتي ڪري رهيا هئا. جو سڀني پدارٿن جو گيان ڄاڻڻ وارو ۽ ڀڳتن کي من گهريا ڦل ڏيڻ وارو جو سرسوتي سان گڏ جڳت پتي برهما کي ڏسي مني سرشٽ نارد هٿ جوڙي نمسڪار ڪيو ۽ ڀڳتي ڀاءُ جي استوتي ڪئي. برهما پرسن ٿي نارد کي چيو مني ور- هه.. ڪا... اچڻ جو سبب ٻڌايو ۽ چوڻ لڳو ته جو ۾ ڪم تون چوندين اهو اوس

پورو ڪندس. برهما جو اهو وچن ٻڌي نارد چوڻ لڳو، هي ديو سرشٽ! مونکي هڪ نئي ڳالهه پڇڻي آهي. جيڪڏهن مون تي توهانجي ڪرپا آهي، ته مونکي ٻڌايو. هاڻ گهور ڪلجڳ اچڻ تي مدش پنهنجو ڪرم ڇڏي ڇڏيندا. سڀ ڳالهائڻ کان ئي مک ٿي پاپ ڪرڻ ۾ لڳي ويندا ۽ پنهنجي ڪلا ڪرڻ لڳندا، پنهنجي ڌن اڪٺ جي آس رکي وهندا ۽ پرائين استرين سان من لڳائيندا، پرائي هنسا ڪندا. اهي مورک ٻڌ ڏاهپ ۾ ئي آتم ٻڌ وارا ناستڪ ٿي ويندا. انهن جي ٻڌي پسوءَ سمان ٿي ويندي ۽ اهي ڪام جا غلام ٿي استرين جا ڀڳت ۽ ماتا پتا جا دکياري ٿيندا. برهمڻ لوڀي ڪهڙو ڪرمتي وڪڻي پنهنجي زندگي گذاريندا. اهي ڌن پيدا ڪرڻ لاءِ وديا جو اڀياس ڪندا. وديا برهمڻ جي ڪرتون ڪري عزت نه رهندي. ڪتري ۽ ونش پنهنجي ڌرم کي ڇڏي پنهنجي ذاتي ڪرم کي ڇڏي پيٽ کي لڳڻ لاءِ تيار ٿيندا. اهڙيءَ طرح جيڪي شودر ٿيندا اهي به برهمڻ جي آچار ۾ ڪڏ ٿي ويندا. ان کان سواءِ استرايون وڀچارڻيون ۽ پنهنجي پتيءَ جو ايمان ڪري عزت نه رکنديون. نر ۽ اي ڏکيون رهنديون. پنهنجي سس سهري سان ڏروه ڪنديون. انهن نشٽ ٻڌيءَ وارن جو پرلوڪ ڪهڙيءَ طرح سڌرندو انهيءَ چنتا ڪري منهنجو چت سدائين وياڪل آهي. هي ديو! ڪنهن به سولي اپاءَ سان انهن جو پرلوڪ سڌري سگهي اهو توهان ڪرپا ڪري ٻڌايو ڇاڪاڻ ته توهان سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. ديو رشي نارد جو هي وچن ٻڌي ڪمل جي آسڻ تي ويٺل برهما چوڻ لڳو هي سادو! تو اهم سٺي ڳالهه پڇي آهي. مان توکي ٻڌايان ٿو تون پريم سان ٻڌ. پورو ڪال ۾ ڀڳت وتسل پارواتيءَ سري رام لت جي ڀيد بابت ڀڳوان شنڪر کي وينتي ڪري پرشن پڇڻ لڳي تنهن تي مهاديو پنهنجي پياريءَ کي جيڪو جنهن هن گوڙهي ڀيد کي مون ورن ڪيو هئو اهو اتم پراڻ تلسي رامائڻ نالي ڪرامت مشهور آهي. هاڻ جڳت جنني پاروتي انجو پڇڻ ڪري راس ڏنهن انجو پاٺ ڪري آنند ۾ خوش رهي ٿي. جنهن وقت قسمت سان ان جو لوڪ ۾ پرچار ٿيندو لڏهن ان وقت ان رامائڻ جي پاٺ ڪرڻ سان لوڪ پاپن کي ناس ڪري شپ گتي پائي ٿو. سنسار ۾ برهم هتيا جهڙا پاپ تيسين تائين رهندا جيسين تائين رامائڻ جو آدر ستڪار نه ٿيندو تيسين ڪلجڳ ۾ مها سنڪٽ رهندو جيسين سنسار ۾ رامائڻ ظاهر نه ٿيندو. يمراج جا سورويرا دوت اي ڏيا پيا ڦرندا ۽ سڀئي شاسترن ۾ پراچين ڪٿا تيسين رهندي جڏهن مهاپرش ڀڳوان رام جي سروپ جي ڄاڻ نه رهندي جيسين سنسار ۾ تلسي رامائڻ نه چمڪندو.

هي مشهور رامائڻ جي ڪرڻ پڙهڻ سان تمام واري ڦل جو پورو ورڻن نٿو ڪري سگهجان، مان ٿورڪي انجو ٿورو مهاتم ٻڌايان ٿو. ٿورو ڪال ۾ موڪلي شڪ پڪران جهڙو نہ ڏهان ڏيئي ٿو جو پرش پريم سان انجو پاٺ ڪري ٿو ان کي اشوميڌ يگيہ جو ڦل ملي ٿو، جو پرش آلس ڇڏي نيم ۽ پريم سان رامائڻ جي ڪٿا ٻڌي ٿو ان جا سڀئي پاپ ناس ٿي وڃن ٿا جو چت لڳائي نٿو ٻڌي ۽ واچيو وڃي ان کي نمسڪار ٿو ڪري اهو ۽ سڀئي ديوتائن کي پوڄا جو ڦل ٿو پائي. جو پرش تلسي رامائڻ جو سڄو پستڪ لکي رام ڀڳتن کي ڏئي ٿو ان کي جيڪو ڦل ملي ٿو، اهو ويدن جي پڙهڻ ۽ شاسترن جي ويچار ڪرڻ سان ۽ سنسار ۾ ملڻ ڪٺن آهي. جو پرش رام ڀڳت ايڪادشي جو اپواس ڪري سڀا ۾ ويهي تلسي رامائڻ جي ڪٿا ٻڌائي ٿو، هي وشنو سروشٽ ان پڇ جو ڦل ٻڌايان ٿو. هن جي هڪ اکر پڙهڻ سان گائتري جپ ڪرڻ جي سمان ڦل ملي ٿو. جو پرش رام نومي جو ڏينهن جو ورت رکي رات جو جاڳرڻ ڪري پريم سان رامائڻ جو پاٺ ٻڌي يا پڙهي ٿو. هاڻ مان اوکي ان جو ڦل ٻڌايان ٿو، ڪوروکيتر ۽ سڀئي تيرٿن ۽ سورج گرهڻ ۾ انيڪ پيرا وياس جي سمان برهمڻ ڀوڄي اوابر ڌن ڏيڻ سان جو ڦل ملي ٿو ان ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي جو پرش چت سان رامائڻ جا گڻ ڳائي ٿو انجي من جون آشائون ديو اندر ۽ ديوتائون پوريون ڪن ٿا.

## تلسيداس جا دوها

١- تلسي تلسي کي چئون، تلسي بن جو گهاس
ڪرپا ٿي رگهوير جي، ٿي پيو تلسيداس.

٢- ديا ڌرم ڪا مول هئہ، نرڪ مول ابهمان،
تلسي ديا نہ ڇوڙئي، جب لگ گهٽ ۾ پران.

٣- جهان ديا تهان ڌرم هئہ، جهان لوڀ تهان پاپ،
جهان ڪروڌ تهان ڪال هئہ، جهان ڪميا تهان آپ.

٤- جو سک ڪو چاهي سدا، شرڻ رام کي ليهہ،
ڪهہ نانڪ سن ري منا، درلڀ مانش ديهہ.

## مختصر تلسي ڪرت رامائڻ جو مهاتم

شري گڻيشاءِ نمه

شري وشڻو ڀڳوان شري شنڪر ڀڳوان شري گڻيش، سرسوتيءَ ۽ گوسوامي تلسيداس جو سمرڻ ڪري آءٌ سک جي ڀنڊار رامائڻ جي مهاتم جو ورڻن ڪريان ٿو. جو مڙس رامائڻ سان پريم ڪري ٿو انهيءَ جهڙو ڀاڳن وارو ٻيو ڪو نه آهي. رامائڻ جو پهريون بال ڪانڊ ڏاڍي رس سان ڀريل آهي جنهن ۾ ڀڳوان رامچندر جو جنم، بال ليلا ۽ وهانو ورڻن ڪيل آهي. ٻيو اجوڌيا ڪانڊ آهي جنهن ۾ پتا جي آگيا پالي رامچندر ان ڏانهن وڃي ٿو. ٽيون آرڻيه ڪانڊ آهي جنهن ۾ رامچندر رشين سان ٿو ملي ۽ سيتا چورائجي ٿي وڃي. چوٿون ڪشڪندا ڪانڊ آهي جنهن ۾ هنومان ۽ سگريو جي مترتا جو ورڻن ڪيل آهي. پنجون سندر ڪانڊ آهي جنهن ۾ هنومان سيتا جي کوڄا ڪري رامچندر کي سندس سمورو سماچار ٿو ٻڌائي. ڇهون لنڪا ڪانڊ آهي جنهن ۾ راوڻ کي ماري ڀڳوان رامچندر سيتا ديويءَ کي پراپت ڪري ٿو. ستون اتر ڪانڊ آهي جنهن ۾ ڀڳوان رامچندر اجوڌيا ۾ راڄ ٿو ڪري ۽ اٺ ڪش جو ورڻن ڪيل آهي. هي بي مثل گرنٿ آهي - گرهستي جيون راڄ ڌرم، ڪٽنبي حياتي، پتورت ڌرم ۽ پراڻي پريم جا آدرش استاپن ڪري ڀڳتي گيان ۽ ويراڳ ۽ سداچار جي سکيا ڏيڻ ۾ هن جهڙو ٻيو ڪو گرنٿ ملي نه سگهندو. انهيءَ ڪان سواءِ رامائڻ آشيرواد سان ڀريل آهي، هن جي هڪ هڪ پد کي شردالو پرش پوتر منتر ڪري سمجهندا آهن انهيءَ ڪري هن گرنٿ جو شردا سان پاٺ ڪري منجهس ڏنل اپديش تي عمل ڪري ۽ ڀڳوان جي مدهر ليلائن جو ڌيان ۽ ڪيرتن ڪرڻ ڪري موکه جي پراپتي ٿئي ٿي. ان ڪان ۾ وڌيڪ پرڀوءَ جي پريم ڀڳتيءَ جي پراپتي سولائيءَ سان ٿي ٿئي. جنهن گرنٿ جي رچنا تلسيداس جهڙي انيه ڀڳت ڪئي آهي ۽ جنهن ڀڳوان سيتارام جي ڪرپا سان انهن دويه ليلائن جو پرڪيه انڀو ڪري پتاوت روپ ۾ ورڻن ڪيو آهي ۽ جنهن کي ساکيات درشن ڏيئي ڀڳوان شري گوري شنڪر گرنٿ لکڻ جي آگيا ڏني ۽ جنهن گرنٿ تي ڀڳوان گوري شنڪر "ستيم شوم سندرم" لکي پنهنجي هٿ سان صحيح ڪئي آهي انهيءَ گرنٿ جو اهڙو عجيب پرڀاءُ ٿئي تنهن ۾ ڪا به عجب جي ڳالهه نه آهي. ڪوان رامائڻ جي پنت ڪلپ برڇ سان ڪئي آهي. جيڪو رامائڻ روپي ڪلپ برڇ جي ڇانيا ۾ اچي ٿو انهيءَ جا سڀئي پاپ ۽ ڪلڪالپتو ناس ٿي ٿا وڃن. ست ڪانڊ چڻ ست وڏيون ڏاڪيون

آهن دوها نديون ناريون آهن ۽ چوپايون ٻن آهن. سورٺا پڻ ۽ ٺاران کي ملائڻ وارا سنڌ، ڇند جڻ ته مڪڙيون آهن، رامائڻ جا اکر ۽ ويچن سنڌس پٺب آهن جن جي عجيب سونهڻ آهي، انيڪ قسمن جا ارٿ سنڌس ٿل آهن جن سوادن کي ٻڌامان سمجهو ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ ڇڪي سگهون ٿا. ڀڳتي گيان ۽ ويراڳ سنڌس رس آهي. نرگڻ ۽ سرگڻ ان جا ٻه آهن. پوران ڪاڪ ڀشنڊ مني ۽ مهاديو هي رام چرتر ڪاٿا ٻڌو سنسار جي ڪلياڻ لاءِ تلسيداس ظاهر ڪيو. جيڪڏهن تلسيداس هن گرنٿ جي رچنا نه ڪري ها ته ڪلجڳ جي پاپي جيون جو ڪير اڌار ڪري ها؟ رامائڻ ڪامڌينو گئو جي سمان سڀني مرادن سڌ ڪندڙ آهي، چنتامڻي وانگر سڀني ڪامنائن پوريون ڪندڙ آهي. رامائڻ هڪ عجيب ڦلواڙي آهي جنهن ۾ شري رامچندر روپي ڀنورو سڳند وٺندو ٿو رهي. جنهن گهر ۾ رامائڻ هوندو اتي پلجي ۽ جن ڀوت پريت جو واسو نه ٿيندو ۽ نڪي ڪنگالپڻو اتي رهندو، مهاوير هنومان سدائين اتي ڦيرو پائيندو آهي.

سنسار هڪ مها ساگر سمان آهي ان کي پار ڪرڻ لاءِ رامائڻ هڪ جهاز جي مثل آهي، ڀڳتن کي آنند ڏيڻ لاءِ رامائڻ سرڳ جي هڪ ڏاڪڻ آهي. مورک ماڻهو رامائڻ جو آسرو وٺي مها وڏوان ٿيا آهن، موهه جي اونداهه کي ناس ڪرڻ لاءِ رامائڻ سورج جي سمان آهي. نيچ لوڙهي اوچ جيڪي اڃا مدش آهن ان کي رامائڻ لاڀ ٿو پهچائي ۽ نرڌن کي ڌن، بنا سنتان واري کي سنتان ٿو ملي.

هڪ مها پاپي اڻهيءَ رستي ڪان اچي لنگهيو جتي رامائڻ جي ڪٿا پئي ٿي، اتي وهي ڪٿا ٻڌڻ لڳو ۽ جڏهن ڪٿا سماپت ٿي ته اتي اڳتي هلڻ لڳو، هلندي هلندي رستي ۾ اچانڪ ڪري پيو ۽ مري ويو. يم جا دوت کيس جڏهن وٺڻ آيا ته ڏسن ته وشنو جا پارشد اڳيئي اتي بيٺا آهن، جن کين هڪدم تڪاري ڪڍيو، يم جي دوتن اهو سماچار پهچي سوامي ڌرمراج کي اچي ٻڌايو ته اسان جڏهن ان پاپيءَ کي توهان وٽ آڻڻ لاءِ ٿا وڃون، اتي اڳ ئي وشنوءَ جا پارشد بيٺا آهن ۽ اسان کي تڪاري ٿا ڪڍن، ڪٿي ڪٿي مهاڀيانڪ هنومان جي شڪل جو ٻانڊر بيٺو آهي سو اسان کي اندر اچڻ نٿو ڏئي، تلسيداس نالي ڪو ويراڳي سنت ٿيو آهي جنهن جي گرنٿ رامائڻ جي پرتاپ ڪري اهو سڀ ڪجهه ٿي رهيو آهي، هاڻ ٻڌايو ته اسين ڇا ڪريون؟ يمراج انهن کي آگيا ڪئي ته جتي رامائڻ جو پرم آدر سان پاٺ يا ٻڌي ڪيو ويندو هجي اتي توهين پرويش نه ڪريو ۽ ٻڌڻ ۽

ٻڌائڻ واري کي ته نه چئو. تلسيداس رامائڻ جي پاٺ سان هڪ عجيب تماشو ڪري ڏيکاريو. هڪ دفعي دراوڙ ۽ ڪاشيءَ جا راجائون ڪجهه وقت پاڻ ۾ هڪ هنڌ گڏ رهيا، پاڻ ۾ سندن ڏاڍو پيار ٿي ويو، ٻنهي جون زالون گرڀوتيون هيون. دراوڙ جي راجا ڪاشيءَ جي راجا کي چيو ته اسان ٻنهي جون استريون گرڀوتيون آهن - جيڪڏهن اسان مان هڪ کي ڌيءَ ۽ ٻئي کي پٽ ڄائو ته ٻنهي جي شادي ڪرائي ڇڏڻ ڪري اسان جو پيار هميشه لاءِ هلندو ايندو، انهيءَ ڳالهه لاءِ ٻنهي ڄڻن قسم کڻي انجام ڪيو، ائين چئي هر ڪو پنهنجي راڄڌانيءَ ڏانهن هليو ويو. دراوڙ جي راجا پنهنجي رائيءَ کي چيو ته جي ٻنهي طرفن ڌيئرون ڄمن ته مان آپگهات ڪندس. ڀڳوان جي مرضي اهڙي ٿي جو ٻنهي کي ڌيئر ڄايون، پر دراوڙ جي رائيءَ وڏوا نيڻ جي ڊپ کان راجا کي چوائي موڪليو ته پٽ ڄائو آهي. نوڪرن چاڪرن براهمڻن جوتشين کي لالچون ڏئي سمجهائي ڇڏيائين ته ٻالڪ جا اهڙا گرهه ٻڌائين ته ٻارهن ورهين تائين پيءُ جو منهن ڏسڻ ٻالڪ ۽ پيءُ لاءِ نقصانڪار آهي. ڪاشيءَ جي راجا کي به چوائي موڪليائين ته دراوڙ راجا کي پٽ ڄائو آهي، ٻارنهن ورهيه پورا ٿيا ته ڪاشيءَ جي راجا وهانو جي گهر ڪئي. جڏهن سنيهي هلي ڪاشيءَ ۾ پهتا ته ڀيد کلي پيو سڀني کي خبر پئجي وئي ته دراوڙ جي راجا جو پٽ سچ پچ ڌيءَ آهي. ڪاشيءَ جو راجا پنهنجي اهڙي بي عزتي سمجهي دراوڙ جي راجا کي مارڻ لاءِ سنبريو، ڏاڍو گوڙ شور مچي ويو. هيڏانهن دراوڙ جي رائي ٻيو چارو نه ڏسي تلسيداس جي شرڻ وئي. تلسيداس ٻنهي راجائن کي شانت ڪرائي دراوڙ جي راجا جي ڌيءَ کي پاڻ وٽ گهرائي رامائڻ جو نون ڏينهن جو پاٺ ڪيس وڌيءَ موجب ٻڌايو. سڀئي عجب ۾ پئجي ويا جو رامائڻ جي پرتاپ سان اها ڇوڪريءَ مان ڇوڪرو ٿي پيو. سڀني جي گهر ۾ آنند منگل ڇانئجي ويو. اهڙي طرح رامائڻ جا انيڪ عجيب چرتر آهن پر سڀ هنڌ شرڌا ۽ وشواس ضرور هئڻ گهرجي، ڇو ته ڀڳوان فقط هڪ ئي آهي توهان ان جي اپاسنا ڪريو ته لڪشمي توهان جي در تي پاڻيهي هلي ايندي. نرآڪار جي صورت نه ٿيندي آهي. نرآڪار جي صورت ڪهڙو ڪلاڪار ٺاهي سگهندو. پرڀوءَ جي رچنا ته اننت آهي. پرماتما ڪيڏو وڏو آهي اهو ڪير به نه ٻڌائي سگهيو آهي نه ڪوئي ٻڌائي سگهندو. برهم ساري سنسار جو چڪر هلائي رهيو آهي، هو سرو شڪتيوان آهي. سڀ سرشٽي ان جي وس ۾ آهي. هو پنهنجي نج سروپ ۾ نرآڪار

آهي، انس ناري ۽ روڳ کان رهت آهي، جا نراڪار وستو آهي اها ساڪار ٿي نہ سگهندي. ايشور ساڪار جڳت جو مالڪ آهي. برهم هن برهمانڊ جي اندر باهر آهي. پرماتما انش ڀاپ آهي. آتما سو پرماتما ائين چوڻ غلط آهي. جيو آتما جا لڪشڻ آهن. اڇا دوبش پرشارٿ. سک دک ۽ گيان آتما، پرماتما جو انش ناهي آتما جي ستا پرماتما کان الڳ آهي. آتما سو پرماتما جو ارٿ آهي جنهن سرا جو هلائيندڙ آتما آهي ائين برهمانڊ جو هلائيندڙ برهم آهي. پرماتما جي ستا اکنڊ آهي، اکنڊ جو کنڊ يعني حصو (ٽڪرو) جزو يا انش ڪڏهن بہ ٿي نہ ٿو سگهي. آتما ۽ پرماتما جي سروپ ۾ ڀيد آهي آتما اڻو ۽ هڪ ديسي آهي مگر پرماتما آڪاس وانگر وياپڪ آهي.

ستيہ لي وشواس ڪرڻ آهي ستيہ نارائڻ جو جاپ.
گيان سٺ آهي ۽ برهم اي انت آهي، سچ جو ٿي بول بالا آهي.
سچ آهي روشني ۽ ڪوڙ آهي اونڌهہ انڌڪار، جن وٽ سچ ڪونهي انهن وٽ روشني ڪانهي، ايشور جو نالو ستيہ آهي.

سچ تہ لوکي کلائي، نہ نہ کلين لون چو پلا
ڪوڙ نہ لوکي روئاري، نہ نہ روئين لون چو پلا

انهيءَ جي ابياسا ڪرڻ ني پرم ڌرم آهي. اڄ مدش سچ کي ڇڏي ڪوڙ ۽ ڪپٽ ڪاهي پيا آهن. ادرم جا لک بہ ٿيندا رک، ڌرم جا سؤ بہ ٿيندا لک.

پاپ تہ لوکي ڏڪائي، نہ نہ ڏڪين لون چو پلا
ڌرم لوکي تہ اڏائي، نہ نہ اڏاڻ لون چو پلا

سچ جو مطلب آهي من وچن ۽ ڪرم ۾ هڪ جهڙو رهڻ. سچ سدائين هڪ جهڙو رهندو آهي. استيہ بدلجندو رهي ٿو. پرماتما تنهي ڪالن ۾ ستيہ آهي. پرڪرتيءَ جو بہ ناس نٿو ٿئي، پرڪرتي پنهنجو روپ بدلائيندي رهي ٿي. ستيہ روپ پرماتما کي اهو ئي پائي سگهي ٿو جو ستوادي سچ ڳهيندڙ ۽ سچ لي هلندڙ هوندو. سچ ايشور جو ٻيو روپ آهي.

نيڪي لوکي ٿي نچائي، نہ نہ نچين لون چو پلا
بدي لوکي ٿي بڪائي، نہ نہ بڪين لون چو پلا

سچ جو رستو اهو آهي تہ پرماتما جي پيدا ڪيل جيو پراڻين لي نياءَ ۽ ديا جي درشٽي رکجي. سچ کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ ڌرم ڪونهي، سچ تہ ٻيئڙو نچ.

ڪوڙ ڪيي ڇڏ من مان، نہ نہ ڏک ڪائيندين دربار ۾
سچ اٿيئي سيني اندر، جو ساکون پڙان سدا ر ۾

مهاپرش جو چوڻ آهي سچ کي گرهڻ ڪجي ۽ ڪوڙ کي تياڳ ڪرڻ گهرجي. سچ ئي سچدانند سروپ جو ساکيات درشن آهي. ڪنهن ٻئي جو وڌاءُ ڪرڻ اهو استيه آهي. سچ اهو آهي جيڪي ڏسين سو ٻڌاءِ پڌهندڙ مصالح نه ملاءِ. جيڪو ٻڌين سو ٻڌاءِ، جيڪو آهين سو ٻڌاءِ، سچ ۾ وشواس ڪرڻ آهي ستيه نارائڻ جو جاپ، سچدانند سروپ جي شرن اچڻ چاهين ته ستيه شاسترن جو اڌيائو ڪر، ست پرشن جو سنگ ڪر. سمس اپديش سڻ، ست مارگ هلڻ ۾ سک.

پاپ کي پاپ چئجي ٿو، پر پاپ کي لڪائڻ آهي مهاپاپ، سچو ماڻهو ڪڏهن به پاپ نه ڪندو آهي، پر جي ڪندو آهي ته ان جي ڏنڊ کان ڏڪندو آهي. ۽ دل ۾ پڇتاءُ پيو ڪندو آهي، هڪ ڪوڙ کي سچ بنائڻ لاءِ سؤ ڪوڙ ڳالهائڻا پون ٿا ان ڪري ٻهراڻين سچ ڳالهائڻ گهرجي.

ڏنڊ لوڪي ٿر ڏڪائي، نه ته ڏکين ٿون چو پلا
ٻوهه لوڪي ٿو ٻڌاري، نه ته ٻڌين ٿون چو ٻلا
انهيءَ ڪري سچ جي هميشه جئه آهي.
سچي جا ٻول ٻالا جهوٺي جا منهن ڪالا.

**ڀڄن**

ٽل- موکي ٻه تار تون ڀڳوان، ڪڏهن نه ڪڏهن ٻهاني
ٿي وڃي مدهجي مکتي، تنهنجي نام ڳائڻ سان
۱- ڪونهي ڪوئي دنيا ۾، مون جهڙو پاپي
ٿئي ٿو ڪيئن دک لنهنجو، زبان تي نام آڻڻ سان
۲- هزارين ويا تري پاپي، هزارين ٻهانن سان
تري جيئن وئي گڻڪا، طوطي کي پڙهائڻ سان
۳- نه ساڌو هو نه ڪوئي شي، هئو ذات جو مهاڻو
ويو سرڳ ڌام هو پنهنجي، لوکي اڀڙيءَ ۾ چڙهائڻ سان
۴- پٿي هئي شلا پٿر جي، هئي سا نار گوتم جي
وئي سرڳ لوڪ ۾ هڪدم، چرڻ جي ڌوڙ پائڻ سان
۵- اجاميل هڪ هئو پاپي، مگر ديا ذات تون ان جو
ٿي مڪتي نام تنهنجي سان، پنهنجي پٽ کي پڪارڻ سان
۶- تپسيا ڪير ڪندي هئي، ڀلا هوءَ ڀيلڻي ان جي
مگر هوءَ تري وئي، لوکي ٻير جوٺا کارائڻ سان
۷- رهيو آهه هڪ پيو پاپي، هيءُ داس اي ڀڳوان
"رام" کي ٻه تار تون ڀڳوان، ڪڏهن نه ڪڏهن ٻهاني سا



شري گڻيشاي نمه



# منگلا چرڻ

گوسوامي تلسيداس چوي ٿو ته آءٌ سڀني برڪارن جي منگلڪارن جي ادشٽا شري سرسوتي ۽ شري گڻيش کي مان نمسڪار ڪريان. شردا ۽ وشواس روپي پاروتي ۽ شنڪر کي مان سر نوايان جن جي ڪرپا سان يوگي ۽ پنهنجي هردي ۾ وراجمان پرماتما جو درشن پائي نٿا سگهن. ان گيان سروپ نت شنڪر روپي گرو کي نمسڪار ٿو ڪريان. جنهن شنڪر جي آسري ونگ ڪري ٻيج جو ٽيڏو چندرمان سڀ هنڌ پوڄجي ٿو. سيتا ۽ رام جي گڻن جي سمونڊ روپي پوتر بن ۾ وچ وندڙ آتم گياني ڪويشر مهارشي والميڪ ۽ باندر جي سوامي هنومان کي سر نوايان. سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ، استٿت ڪرڻ ۽ ناس ڪرڻ واري ۽ دکن کي ٽارڻ واري ۽ سڀن جي سکن ڏيڻ واريءَ سري رامچندر جي پياريءَ سري سيتا کي مان نمسڪار ٿو ڪريان. هي سڀ سنسار ۽ برهما آدڪ ديوتائون جنهن جي مايا جي وس ۾ آهن ۽ جنهن جي ستا سان هيءُ ڪوڙو سنسار نوڙيءَ ۾ نانگ جي ڀرم وانگر پليو پيو آهي ۽ سنسار ساگر ترڻ جي خواهش رکندڙن لاءِ جنهن جا چرڻ ٻيڙي آهن، انهيءَ سمپورڻ ڪارڻن کان پري رام نام واري وشنو روپ هريءَ کي مان نمسڪار ٿو ڪريان. انيڪ پراڻ نگم اگم آدڪ وارتائون جي رامائڻ والميڪي ۾ ٻين گرنٿن ۾ هن سان لاڳاپو رکندڙ آهن سي مان تلسيداس پنهنجي اندر جي سک واسطي پنهنجي مٺيءَ ديسيءَ ٻوليءَ ۾ ورڻن ڪريان ٿو جنهن جي سمرن ڪرڻ سان سڌي حاصل ٿئي ٿي. جو گڻن جو سوامي سندر هاٿيءَ جي مک وارو ۽ جو بڌيءَ جي کاڻ ۽ چڱن گڻن جو ڀنڊار آهي. اهڙو شري گڻيش جي مونتي ڪرپا ڪري، جنهن جي ڪرپا سان گونگو ڳالهائڻ لڳي ٿو ۽ پنگلو ڏکيو پهاڙ چڙهي ٿو وڃي. سو ڪليگ جي سڀني پاپن کي ناس ڪرڻ وارو ديالو مونتي ديا ڪري. نيلي ڪنول جي گل وانگر جنهن جو سانورو بدن آهي ۽ تازي ڳاڙهي گل جهڙيون اکيون وارو ۽ کير سمنڊ تي سمهڻ وارو ڀڳوان وشنو منهنجي هردي مندر ۾ سدائين واس ڪري. ڪند جي گل جهڙو ۽ چندرما جي برابر سندر شرير وارو

پراڻي جو پتي ڪرپالو ديئن لي نيمهن رکڻ وارو ۽ ڪامدار کي ڀسم ڪرڻ
وارو سوڀي شوجي مونتي ڪرپا ڪري. ڪرپا جي ساگر ۽ مدش ديه، ڀڳوان
روپ پهنجي گروءَ جي چرن ڪدولن ۾ مان سر نـو نمايان. جدهن گروءَ جو
وچن پيانڪ اگيان روپي انڌڪار کي ناس ڪرڻ لاءِ سورج جي ڪرڻن جي
سموه وانگر آهي، گروءَ جي چرن ڪمول جي ڌوڙ کي مان ارنار نو ڪريان
جا شڌه پاونا جي سگند ۽ ڀاوم سان ڀرپل امبرت روپي بوٽي جـو چورڻ
آهي ۽ سنسار جي سڀني روڳـن جي پرواز کي ناس ڪندڙ آهي، اها ڌوڙ
سندر منگل آنند ڏيندڙ شو مهراج جي سرير جي نرمل ۽ پوتر رک جي ارار
آهي ۽ ڀڳتن جي من روپـي سندر آرسيءَ جي ميل مٽائڻ واري آهي ۽ هن
جو تلڪ ڏيڻ ۾ سڀ گڻ هٿ اچن ٿا. شري گوروءَ جي نهن ۾ سڀني مڻين
جي جوت وسي ٿي. جدهن جي سمرڻ سان هردي ۾ انيڪ پرڪاش نـو
اچي ۽ اگيان جي انڌڪار کـي ناس ڪرڻ لاءِ اهي چـرن سورج جهان
روشني ڏيندڙ آهن ۽ جنهن جي هردي ۾ وسن ٿا، سو وڏڀاڳي آهي. انهيءَ
سان هردي جون صاف اکيون کلن ٿيون ۽ سنسار جا ڏک ۽ پاپ مٽجن ٿا.
شري رامچندر جي چرتر روپـي موتي ۽ مالڪ جي جتي ڪاٽين ۾ اڪل
يا ظاهر هوندا سي نظر ۾ ايندا. جهڙي طـرح ساڌڪ ستد ۽ گياني اکين ۾
امر سرمي پائڻ سان پهاڙن، جهنگلن ۽ پرٿويءَ ۾ اڪل وڏن خزانن جو مزو
ڏسن ٿـا شري گرو ديو جي چرنن جي ڌوڙ اکين جـي بيماري ٽارڻ وارو
سندر ڪومل ۽ امبرت جهڙو سرمو آهي. جنهن سان پهنجي وچار روپـي
اکين کـي صاف ڪري سنسار جي بندن کان ڇڏائڻ واري شري رام چرتر
جو مان ورنـن ڪريان ٿو. پهريان براهمڻ جي چرنن کي نمسڪار ٿو ڪريان
جن جي ڪري اگيان مـان پيدا ٿيل سڀ سنسا مٽجي وڃن ٿا ۽ پوءِ ساڌن
جي سماج جـا سڀني گڻن جي کاڻ آهي تنهن کي پريم ۽ مٺي واڻيءَ سان
نمسڪار نـو ڪريان. ساڌن جا چرتر ڪپهه وانگر پوتر آهن جيئن ڪپهه ۾
ڪو سواد نه ٿيندو آهي نه ۾ سندس قل گهٽن شد گڻن ڌاڳن سان پرپور آهن
ڇاڪاڻ ته ڀاڻ ڪشت سهي ۽ ٻين جي اگهاڙپ ڍڪي ٿو. جن جڳت ۾ جس
پاتو آهي سي نه پوڄڻ لائق آهن. ساڌن جي سماج سندر ۽ آنند ڏيندڙ تيرٿ
راج پرياڳ آهي. جتي رام ڀڳت روپـي گنگا جي ڌارا ۽ برهم وچار جي پرچار
ڪرڻ گهرجن يا نه ڪرڻ گهرجن تنهنجو ورڻن جمنا جي ارار آهي. اهـي
نيئي ملي ترويڻيءَ نديءَ وانگر وشنو ۽ شو ڀڳوان جي ڪٿا روپ هڪڙيءَ ڌارا

# سري رام جيءِ رام - جيءِ جيءِ رام

# بال ڪانڊ

## ديوشي نارد اگستيہ رشي ۽ والميڪ سنواد

والميڪ، نارد ۽ اگستيہ رشي ڀارت ڪير هوا ۽ پوءِ ڪيئن رشي پد کي پهتا جن جي ڪٿا هيٺ ڏنل آهي سا ڌيان ڏئي پڙهو.

جڏهن وقت شري رامچندر رشي والميڪ جي آشرم ۾ پهتو، ان وقت والميڪ شري ڀڳوان رامچندر جو آدرسٽڪار ڪيو ۽ پنهنجو جيون چرتر هن ريت ورنن ڪري چوڻ لڳو، "هي ڀڳوان! آءٌ هڪ لٽيرو شڪاري هوس جو ويچارن مسافرن کي قتل ڪري ماري انهن جو ڌن مال ڪڍي پنهنجي ڪٽنب جي پالنا ڪندو هوس. هڪ ڏينهن منهنجي ڦرڻ لاءِ ڪي مهاتما ست رشي اتي اچي نڪتا ۽ مان پنهنجي نيم موجب انهن کي ڦرڻ لاءِ تيار ٿي ويس. جڏهن وقت رشين وٽ پهتس ۽ ڦرڻ لاءِ وڌيس ته انهن ستن رشين مان هڪ رشيءَ مونکي چيو ته هي پاپي، تون جو هي ڪوڙو ڪم ڪرين ٿو ۽ سو ڪنهن جي لاءِ ٿو ڪرين؟ تنهن تي مون کيس جواب ڏنو ته "منهنجو ڌندو ئي اهو آهي" انهي ڪري ئي مان پنهنجي ڪٽنب جو گذران ڪريان ٿو. تنهن تي رشيءَ چيو ته انهن گهور پاپن جو ڀاڱي ڪير ٿيندو؟ تون يا اهي تنهنجا ڪٽنبي؟ جن جي لاءِ تون هيءُ ڪوڙو ڪرم ڪري رهيو آهين، سي انهيءَ گهور پاپ ۾ ڀائيوار ٿيندا؟ مون جواب ڏنو ته ضرور منهنجا ڪٽنبي مونسان شامل ۽ ڀائيوار ٿيندا، ڇو ته انهن جي ڪري ئي مان پاپ ڪريان ٿو. تنهن تي رشيءَ چيو چڱو ڀلا گهر وڃي پڇي پڪ ڪري اچ. رشيءَ جي اها ڳالهه ٻڌي مان ڊوڙندو هڪدم گهر ويس ۽ سمورو حال اچي گهر ڪري ٻڌايم تنهنتي ڪٽنبي چوڻ لڳا ته انهيءَ پاپ ۾ اسان ڪرم ڦل جي ڀوڳڻا ۾ شامل ڪونه ٿينداسين. تنهنجو فرض آهي ته اسانکي ڪمائي کارائڻ چاهي محنت ڪري کارائين چاهي چوري ڪري کارائين انهيءَ ڳالهه سان اسانجو ڪوئي به واسطو نه آهي. انهيءَ جو اهو جواب ٻڌي ڏاڍو نراس ٿيس ۽ موٽي رشين وٽ آيس ۽ پيرن تي ڪري وينتي ڪري چوڻ لڳس "هي ستگر! ديالو مونتي ڪرپا ڪريو. مون اڻڄاڻائيءَ ۾ گهڻائي پاپ ڪيا آهن جنهن لاءِ مونکي معاف ڪريو." مهاتما منهنجي نماڻي وينتي ٻڌي مون تي ديا درشٽي ڪري رام نام جو منتر ڏنو ۽ اپديش

ڪيائون، پر مون مورک ڪرم ڪندي ڪان رام چرڻ پاڇي ورو ۽ انهن نالـــو مرا مرا ياد رکيو، پــر اهو اُتو نالو برابر سان جپيندي جپيندي آءُ هن پد کي پهتو آهيان جو هميشه ارهان ساکيائي يا رام پرماتما منهنجي گهر اچي چرن ڪمل گهمايا اٿو اس اهو ئي پرلڪش ڦل آهي سنتن جي شرڻ وٺڻ جو.

ديو رشي نارد پنهنجو جنم جو سرو هن طرح ٻڌايو. هي ڀڳوان! مان اصل هڪ داسيءَ جو پٽ آهيان منهنجي ماءُ ساڌو سنتن ۽ مهاتمائن جي ڏاڍي سيوا ڪندي هئي. ننڍپڻ انهن کي ڀوڄن ناهي ڪارائيندي هئي ۽ پوءِ پاڻ کائيندي هئي. پر جڏهن ڀوڄن نه اچيندو هو ته ساڌو مهاتمائن جو اُڇل جوٺو ڀوڄن کائي پيٽ پاليندا هواسون. تن جو انهن مهاتمائن جي سنگ ۾ رهڻ ڪري ۽ انهن جو جوٺو ڀوڄن کائڻ جي پرتاپ سان مان اڄ ديو نارد سڏجان ٿو.

مهارشي اگستيه مهاديو کي چوڻ لڳو- هي ڀڳوان! هڪ ڏينهن منهنجي پتا کي هڪ سندر خوبصورت رمڀا اپسرا ڏسڻ ڪري من ۾ اڇا ٿي ۽ ڪام وس ٿيڻ ويرج ڪيرائي ڇڏيو. ان ويرج کي هن هڪڙي دلي ۾ وجهي رکي ڇڏيو ان ويرج جي ڪري منهنجو انهيءَ دلي مـــان جنم ٿيو. اهڙي نيچ نموني ۾ جنم ٿيڻ ڪري ست سنگ جي پرڀـــاءُ سان آءُ هاڻي چڱيءَ گتيءَ کي پراپت ٿيس.

ست سنگ کان سواءِ گيان نٿو اچي ۽ رام جي ڪرپا کان سواءِ ست سنگ سولو نٿو ملي. جيئن پارس کي ڇهڻ سان لوهه سون جهڙو ٿي وڃي ٿو تيئن ست سنگ ڪرڻ سان مورک سڌري وڃي ٿو. جيڪڏهن پاپيءَ جي وس ٿي چڱو انسان وڃي ڪنهن ڪسنگ ۾ پوي ته جيئن نانگ ۾ مڻي چمڪاٽ ڏئي ٿي تيئن ڪسنگ ۾ وڃي به پنهنجي گڻن موجب هلي ٿو. وديوانن جا وچن به ساڌن جي مهما ڪرڻ ۾ شڪيا آهن. جيئن اڻ ڄاڻ مٽي جي گڻن کي ٻڌائي نٿو سگهي. ليڪن مان به ان جو ورنن نٿو ڪري سگهان، جيئن پنهنجي هٿن ۾ رکيل گل هڪ جهڙي خوشبوءِ پري ٿا ڇڏيـــن. اهڙن سمان چت وارن کي جنجو متر شترو نه آهي. ان کي مان نمسڪار ڪريان. هي جڳت جـــا هتڪاري سنتو منهنجي سڀاءُ ۾ پريم ڄاڻي مون ٻالڪ تي ڪرپا ڪري رامچندر جي چرنن ۾ پريت ڏيو. مان سڀني پاونـــا سان انهن اد شٽن کي نمسڪار ڪريان جي ٻنا ڪـــارڻ چڱائيءَ اسداسي ارائي ڏين ٿا. ٻين جي فائدي ۾ گهاٽي پوڻ ڪري پنهنجو لاڀ سمجهن ٿا ۽ ٻين جي اجڙيل ۾ آنند ٿو اچين ۽ آباد ٿيڻ ۾ رنج ٿو ٿئين جي وشنو ۽ شو

جي مهما روپي چنڊ جي لاءِ راهو ۽ ٻين جي ڀلائيءَ ۾ سهسر ٻاهو جهڙا سورما آهن جي ٻين جي اوگڻن ڏسڻ ۾ هزارين اکين وارا ٿي ٿا وڃن ۽ ٻين جي ڀلائيءَ ڏانهن جنهن من اهڙو آهي جيئن گيهه ۾ مک. انهن کي باهه وانگر تيج ۽ ڪروڌ ڪال سمان ۽ پاپ ۽ اوگڻن جي ڌن سان ڪبير وانگر شاهوڪار آهن جسو ٻين جي ابرائيءَ ۾ اُٿين پڇڙو جي وچالين ٿا، جيئن ڳڙا کيتيءَ کي ناس ڪري ڳري وڃن ٿا. مان انهن دشٽن کي وري نمسڪار ٿو ڪريان جيڪي ڪاوڙيل شيش ناڳ وانگر آهن ۽ هزارين مکن سان ٻين جا دوش ورنن ڪن ٿا وري انهن کي پرٿو راج وانگر نمسڪار ٿو ڪريان جي پراوا پاپ ڏهه هزار ڪنن سان ٻڌن ٿا. مان انهن کي اندر جي برابر ڄاڻي هٿ ٿو جوڙيان. جن کي ڪوڙا وچن سدا پيارا آهن ۽ هو ٻين جا ڏوهه هزار اکين سان ٿا ڏسن. دشٽن جو اهو سڀاءُ آهي، جو ٻين جو ڀلو ٻڌي پيا جلندا. مون پنهنجي طرفسان ته هنن کي پرارٿنا ڪري ڇڏي آهي. هو پنهنجي پاران ڪڏهن به نه مڙندا. ڇو ته ڪانوَ کي ڪيترو به پيار سان پالجي تڏهن به هو ماس کائڻ ٻنا نه رهندو. هاڻي مان سادن ۽ دشٽن ٻنهي جي چرڻن کي نمسڪار ٿو ڪريان. ٻئي دک ڏيندڙ آهن. سنت جو وڇڙڻ ساهه ڪڍي ٿو ڇڏي ۽ دشٽ جو ميلاپ ڏک ٿو ڏئي. جيئن ڪمل جا گل ۽ جورون ساڳئي تلاءَ ۾ گڏ پيدا ٿيندا آهن، تيئن سادو ۽ دشٽ به امرت ۽ شراب وانگر سمندر روپي جڳت مان پيدا ٿيا آهن. چڱا ۽ برا هن سنسار ۾ پنهنجي ڪرمن موجب جس اپجس، پائين ٿا. سادو امرت، چندرمان ۽ گنگا جي برابر آهن. برا انسان زهر ۽ باهه وانگر آهن. گڻ اوگڻ سڀڪو ڄاڻي ٿو جنهن کي جيڪي وڻي ٿو ان کي نيڪ ٿو سمجهي. ڀلي کي ڀلائي ۽ بري کي برائي ملي ٿي امرت جو سڀاءُ امر ڪرڻ ۽ زهر جو سڀاءُ آهي مارڻ. دشٽ پاپن ۽ اوگڻن جا ۽ سادو گڻن جا اٿاهه سمنڊ آهن. ڪنهن کي ڄاڻڻ ڪانسواءِ گڻن کي گرهڻ ڪرڻ، ۽ اوگڻن کي تياڳ ڪرڻ ٿي نٿو سگهي. ڀلا برا سڀ ودڌاتا پيدا ڪيا آهن. پر ويدن تن جا گڻ دوش ثابت ڪيا آهن. ويد پراڻ چون ٿا ته سرشٽي گڻ اوگڻن سان ڀريل آهي. دک سک، پاپ ۽ پني، ڏينهن ۽ رات، سادو ۽ دشٽ، ذات ۽ ڪذات، دئيت ۽ ديوتا، اوچ ۽ نيچ، امرت ۽ زهر، جيئڻ ۽ مرڻ، مايا ۽ برهم، شاهوڪاري ۽ غريبي، ڪنگال ۽ راجا، ماس ڪانيندڙ، سرڳ ۽ نرڳ، پيار ۽ ترسڪار گڻن ۽ دوشن جو ڀيد ويدن ۽ شاسترن ۾ ڇيل آهي جڙ ۽ چيتن گڻن ۽ دوشن سان ڀريل هيءَ سرشٽي ڪرتار ناهي

آهي. تنهن ۾ سنت هنس ٻگهيءَ وانگر گڻ روپي کير ۾ وڪار روپي پاڻي اڇلائي ٿا ڇڏين. ايشور جڏهن اهڙو گيان ڏئي ٿو تڏهن هيءُ جيو اوگڻن کي ڇڏي گڻن کي گرهڻ ڪري، ڪرمن جي سڀاءَ ڪري چڱا انسان به ڀلجي وڃن ٿا. انهن کي هريءَ جا ڀڳت سڌاري ٿا ڇڏين. دشٽ به چڱن جي سنگت ۾ اچي چڱائي نه ڪن ٿا پر انهيءَ نچ سڀاءَ جي ملينتا مٽجي نٿي. جڳت ۾ ڪي ٺڳ ڪپٽي آهن جي سادو جو ويس ڌارڻ ڪري رهن ٿا ان ڀيک جي پرتاپ سان لوڪ انهن کي پوڄن ٿا پر پڇاڙيءَ سندن ڪپٽ ظاهر ٿيو پوي. چوندا آهن ته "سنگ تاري ڪسنگ ٻوڙي." جيئن ڌوڙ هوا سان گڏجي ڪري آڪاس ۾ چڙهي ٿي وڃي ۽ هيٺ پاڻيءَ سان گڏجي ڪري گپ ٿيو پوي، اهو ئي دونهون ڪسنگ سببان رک ٿيو پوي ۽ اهو ئي دونهون اسم پراڻ لکڻ لاءِ سٺي مس ٿي ڪم اچي ٿي. اهو ئي جل هوا ۽ ٻاڦ جي ميلاپ سان جياپو ڏيندڙ ڪڪر ٿئي ٿو. سياڻا ماڻهو اهو ڄاڻن ٿا ته گرهه، دوائون، پاڻي، هوا ۽ ڪپڙن کي چڱي يا بري سنجوڳ اچڻ ڪري اهي چڱا ۽ خراب ٿين ٿا. سنسار ۾ جيڪي به جڙ ۽ چيتن جيو آهن انهن سڀني کي رام جو سروپ ڄاڻي مان تلسيداس سڀني جي چرن ڪملن کي سدائين هٿ جوڙي نمسڪار ٿو ڪريان. توهين سڀ مونکي پنهنجو شيوڪ ڄاڻي ڇل ڇڏي مونتي ڪرپا ڪريو. مونکي بدي ۽ بل جو ڀروسو نه آهي تنهنڪري سڀني کي وينتي ٿو ڪريان. مان رامچندر جا چرتر ورنن ڪرڻ ٿو گهران پر اهي چرتر اٿاهه آهن ۽ منهنجي بدي تمام گهٽ ۽ اڃا ڏاڍي سنهي آهي. گهران ٿو امرت پر جڳت ۾ مون لاءِ پاڻي به ڪونه آهي. منهنجا سڄڻ، مون ٻالڪ جا وچن من لائي ٻڌندا جيئن ڪر ٻار توتلي زبان ۾ ڪجهه ڳالهائي ٿو ته ماتا پتا اهو خوشيءَ سان ٻڌن ٿا. منهنجو ڀاڳ ننڍو ۽ ڪامنا وڏي آهي. پر هڪڙو ويچار اٿم ته سڀئي سڄڻ هي رام چرتر ٻڌي سک پائيندا. جنهن ڪٿا ٻڌڻ ۾ پريم آهي پر رام چرنن ۾ سنيهه نه آهي انهن لاءِ هي ڪل جهڙي رچنا به سک ڏيندڙ آهي ۽ جيڪي اگياني آهن، جن جي هريءَ جي چرنن ۾ پريت نه آهي تن کي هيءَ ڪٿا ٻڌڻ سان ڦڪي لڳندي. پر جيڪي وشنو شنڪر جا ڀڳت آهن ۽ اجاين بحثن مان نه ڄاڻن، انهن کي هيءَ رام ڪٿا مٺي لڳندي آهي، اگر جهڙين سگنڌيءَ وارن شين جي ميلاپ سان دونهون پنهنجي سڀاويڪ ڪڙاڻ ڇڏي ٿو ڏئي، تيئن منهنجي واڻي جيتوڻيڪ سادي آهي تـه به هن ۾ اتم وستو جڳ ڪلياڻ ڪندڙ رام ڪٿا چڱيءَ طرح ورنن ڪيل آهي جيئن ڪلجڳ جي پاپن کي ناس ڪرڻ

واريءَ ٻولو گنگانديءَ جي اڀار ڏنگي ڦڏگي وهڪري واري آهي ۽ ٻرابر جي مهما ھڻڻ ڪري سچڻ پرش کي اهڙي پياري ۽ موهيندڙ لڳندي آهي، جهڙي شري شنڪر کي اڳل مساڻي جي پيروت وٺندڙ لڳي ٿي ۽ ياد ڪرڻ سان ٻولو ڪري ٿي. سنسار سمنڊ جي ترڻ واسطي آهه ٻيڙيءَ روپ آهي، مان چئن ئي ويدن کي نمسڪار ٿو ڪريان. جنڪي ٻولو رامچندر جي جس ورڻن ڪندي سهندي ۾ ۽ تڪليف نٿي ٿئي. سو جنهن رامائڻ روپي مانسرور جي پاڻيءَ ۾ سنان نه ڪيو آهي، اهي اڀاڳ جيو سنسار سمنڊ روپي مرگهه ترشنا جي جل پٺيان ڀٽڪندا ٿا ڦرن ۽ دک ٿا پائين ڪوي پنهنجي بڌيءَ انوسار رامائڻ روپي مانسرور جي ٻولو جل جي گڻن جو ورڻن ڪري ان ۾ پنهنجي من کي سنان ڪرائي شڌ ۽ پاروتي جو سمرن ڪري سندر ڪٿا کي شروع ڪريان ٿو. هاڻي سري رامچندر جي چرڻن کي هردي ۾ ڌاري ۽ انهي ڪرپا حاصل ڪري ان مهيشورن جي گڏجڻ ۽ پاڻ ۾ سندر گيان وارتا جو بيان ڪريان ٿو جو ڏيان سان ٻڌندا.

## ڪٿا شروع

ڀاردواج مني پرياگ ۾ رهندو هو، هن جو سري رامچندر جي چرڻن ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو. ماگهه مهيني ۾ جڏهن سنڪرانت ٿي تڏهن ديوتائون دئيت ڪنر ۽ منش جون ٽوليون سڀئي تيرٿن تي اچي ترويڻي نديءَ ۾ سنان ڪرڻ آيون، اهي اتي ماڌوءَ جي چرڻ ڪمل جي پوڄا ڪري ۽ اکيه بٽ کي ڇهي ڏاڍو خوش ٿيئي ٿيا. اتي ڀاردواج منيءَ جو تمام رمڻيڪ ۽ مهين جي من کي وٺندڙ آشرم هو، تيرٿن تي جيڪي راجا پرياگ تي سنان ڪرڻ وڃن ٿا تن لاءِ اتي مهاتمائن ۽ رشين جون سڀائون ٿين ٿيون ۽ سڀئي امرت وٽي جو اتساهه سان سنان ڪن ٿا، ۽ پاڻ ۾ گڏجي هريءَ جا گڻ ڳائين ٿا. اتي ماڻهو برهم جو وچار ڌرم جي ريت ۽ تتو جو گيان ذڪر ڪن ٿا، ۽ ڀڳتي گيان ۽ ويراڳ سان ڀريل هريءَ ڀڳتيءَ جو ورڻن ڪن ٿا. اهڙي طرح سڄو ماگهه جو مهينو اتي سنان ڪرڻ لاءِ اچن ٿا تنهنڪانپوءِ مڪر راس ۾ سنان ڪري سڀئي مهاتمائون موٽن ٿا. هڪڙي ماگهه مهيني جو سنان ڪري مهيشور پنهنجي آشرم ۾ روانا ٿي ويا. انهن ۾ ياگيولڪ مني جو تمام وچاروان هو تنهن کي پيرن تي سر نوائي ڀاردواج پاڻ وٽ ٽڪايو. ڀاردواج پريم سان هن جا چرڻ ڪمل ڌوئي تمام پوتر آسڻ تي ويهاري هنجي پوڄا ۽ ساراهه ڪري تمام مٺن وچنن ۾ ڪمس وينتي ڪئي. هي ناٿ! مونکي هڪ وڏو سنسو ٿي پيو آهي. سڀئي ويدن جو تتو گيان توهانجي هٿن جي تريءَ تي

آهي. مونکي اهو ڇوڻ ۾ اچ ۽ پڻ اٿي ٿو. ڀر جي اٿو چوان ته ۾ وڏي هاڃي
ٿي ٿي. هي ڀڀو! سنت هيءَ نيتي ٿا ٻڌائين ۽ ويد پراڻ ۽ رشي پڻ ائين
ٿا چون ته ڀڀهجي گروءَ ڪان شڪاڻون اڪائڻ ڪري هردي ۾ نرمل گيان
اڀن نٿو ٿئي. اهو ويچار ڪري مان ڀڀهجو اڳيان توهان اڳيان ظاهر ڪريان
ٿو. هي ناٿ مون داس تي ڪرپا ڪري مهجو سنسو مٽايو رام نام جي وڏي
مهما آهي- جا سنت پراڻ ۽ اپنشد ڳائين ٿا. ابناسي شو ڀڳوان جو گيان ۽ گڻن
جي کاڻ آهي سو پڻ جو سدائين نام کي جپي ٿو. چئن قسمن جا جيو جيڪي
جڳت ۾ آهن سي ڪاشيءَ ۾ مري پرم پد پائين ٿا انت ڪال ۾ شو مهراج
نام ڏئي ٿو. هي منيشور اها ۾ رامچندر جـي مهما آهي جنهڪري شو
ڀڳوان ڪرپا ڪري اهو رام جو نام اپديش ڏئي ٿو. هي ڀڀو! رام ڪير هو؟
سو توهان ڪـان' پڇان ٿو. هي ڪرپانڌان مونکي سمجهائي ٻڌايو. هڪڙو رام
ايوڌيا جي راجا دشرت جو پٽ هو جنهن جي وارتا سنسار ۾ مشهور آهي هن
استريءَ جي وڇوڙي ۾ ڏاڍا ڏک ڏٺا ۽ غصي ۾ اچي جنگ ۾ راوڻ کـي
ماريائين. هي ڀڀو اهوئي رام آهي ڪين ٻيو ڪو. جنهن کي شو ڀڳوان جپي
ٿـو توهين سچ جا ذام ۽ سڀ ڪجھ ڄاڻندڙ آهيو مونکي سمجهي ويچاري
ٻڌايو. هي ناٿ جيئن منهجو هيءُ ڀاري سنسو مٽجي وڃي. انهيءَ تـي
ياگيولڪ مني مشڪي چوڻ لڳو ته توکي رامچندر جي مهما جي خبر آهي
تون ته رامچندر جو سچو ڀڳت آهين، تنهجي مرضي رامچندر جـي لڪل
ڳڻن کي ٻڌڻ جي آهي. تنهڪري تو مونکان اڳيان وانگر سوال پڇيو آهي،
هي پيارا! مان توکي رامچندر جي سندر ڪٿا ٻڌايان ٿو سا تون من لائي
ٻڌ. اگيان روپي جيڪو وڏو مهيشاسر دئيت آهي ان کي ناس ڪرڻ لاءِ
رام ڪٿا پينڪر ڪالڪا آهي. اهڙي طرح پاروتيءَ کي بہ سنسو پيدا ٿيو
جنهن تي مهاديو هن کي سمجهائي ٻڌايو. هاڻي مان توکي ڀڀهجي ٻڌيءَ
آهر اهـا شو ۽ پاروتيءَ جي ڳالھ ٻولھ ٻڌايان ٿو اها ڪڏهن ٿي ڪيئن ٿي
جنهن جي ٻڌڻ سان، هي منيور! تنهجو مونجهارو لهندو.

هڪڙي پيري ترتيا يگ ۾ شوجي اگستيہ منيءَ وٽ ويو جتي پاروتي ستي
بہ ساڻس هئي. رشيءَ هنکي سڄي جڳ جو ايشور ڄاڻي انهن جي چڱيءَ طرح
پوڄا ڪئي. پوءِ منيشور، شري رامچندر جي ڪٿا چئي ٻڌائي، جـا ڪٿا
ٻڌي شوجي ڏاڍو پرسن ٿيو. تنهڪانپوءِ رشيءَ اُم هريءَ ڀڳتيءَ بابت پڇيو
۽ شري شنڪر مهاديو هن کي ادڪاري ڏسي ٻڌايو، شـري رامچندر جي
گڻن جي ڪٿا ٻڌائڻ ڪري شري شو ڀڳوان اتي ڪجھ ڏينهن رهـي پيو.

پوءِ منيءَ کان موڪلائي پاروتيءَ سان شوجي پنهنجي گهر آيو. ان وقت
پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ ڀڳوان رگهوونش ۾ اوتار ورتو هو ۽ پتا جي آگيا پالڻ
لاءِ راڄ ڇڏي اداسي پريو رامچندر ان ۾ لڇمڻ وانگر رهيو ٿي. شو ڀڳوان
هردي ۾ اهو وچار ڪندي پئي ويو ته ڪهڙي طرح سري رامچندر جو
درشن ٿيندو. سو شو شنڪر جي دل ۾ ڏاڍي آنند مانڊ هئي. پر ستيءَ
کي ان ڳالهه جي خبر نه هئي. تلسيداس چوي ٿو ته شو جي من ۾ درسن
جو لوڀ هو اکيون لالچائجي رهيون هيس ۽ دل ۾ تڪ ٻڌ هوس. راوڻ پنهنجو
مرڻ منش جي هٿان گهريو هو. پريوءَ برهما جي وچن کي سچو ڪرڻ گهريو ٿي.
سري شنڪر دل ۾ ويچارڻ لڳو ته جي پريوءَ وٽ هاڻ نٿو وڃان ته اندر
۾ پڇتاءُ رهجي ويندو گهڻيئي دفعا وڃڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهڙي طرح
شو ڀڳوان سوچ ڪندو رهيو ته انهيءَ وقت ڏهه سرن راوڻ نيچ ماريچ
وٽ وڃي هن کي پاڻ سان شامل ڪيو ۽ جلد ئي اهو ڪپٽ جو هرڻ بڻيو.
مورک راوڻ ڇل ڪري سيتا کي کڻي ويو. پريوءَ جي اهڙي خبر ڪانه
هيس. جو هرڻ کي ماري پاءُ سميت سري رامچندر موٽي آيو ۽ آشرم خالي
ڏسي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس. شري رامچندر رواجي منش وانگر وڇڙڻ
۾ وياڪل ٿي ويو پئي پاڻ جهنگ ۾ ڳولهيندا رهيا. جنهن پريوءَ کي ميلاپ
وڇوڙو ڪجهه نه، تنهن نٿي لڇڻ ظاهري وڇوڙي جي دک ۾ ڏنو ويو.
سري رامچندر جا عجيب چرتر آهن جي گياني پرش ڄاڻي سگهن ٿا. اگياني
پيو ڪجهه سمجهن ٿا. شو ڀڳوان انهيءَ وقت رامچندر کي ڏٺو ۽ هردي ۾
ڏاڍو آنند آيس سندرتا جي سمندر سري رامچندر ڏي اکيون پوري نهاريائين. پر
اهڙو وقت ڏسي پاڻ نه ڄاڻائين ۽ چوڻ لڳو هي جڳت جا پوتر ڪندڙ
سچدانند پريو! توهانجي جئه هجي ائين چئي ڪامديو کي ناس ڪندڙ شنڪر
ڀڳوان اڳتي هليو. ڪرپانڌان شو ستي سوڌو پئي ويو ۽ وري وري پئي گدگد
ٿيو. ستي اها حالت شنڪر جي ڏسي ۽ هردي ۾ وڏو سنسو پيدا ٿيس.
دل ۾ ويچارڻ لڳي ته شنڪر جڳت جو ايشور آهي ۽ سڀڪو کيس نمسڪار
ڪري ٿو. سڀ ديوتائون، منش ۽ رشي به هن کي سر نمائين ٿا. تنهن جو
راڄڪمارن کي نمسڪار ڪيو ۽ هن کي سچدانند ۽ پرم ڌام ڪري ڪوٺيو
هنجي سونهن ڏسي مگهن ٿي ويو آهي ۽ اڃان به هنجي پريت کي هردي ۾
روڪي نٿو سگهي. جو برهم سروپ وياپڪ آهي ۽ جو مايا، جنم، ڪلا اڇا،
ڀيد کان نيارو آهي. جنهن کي ويد پڻ ڄاڻي نٿا سگهن سو ڪيئن ديهه ڌاري
منش ٿيندو. جي پالڻ وشنوءَ ديوتائن ڪاڻ منش ديهه ڌاري هجي هان ته

ھو ٻيا شنڪر وانگر سڀ ڪجھ ڄاڻندڙ آهي سو ڪيئن اگيانين وانگر استريءَ کي ڳولهي. خود ڪيان جو نام لڇميءَ جو پتي ۽ ديوتائن جو شترو آهي وري شو ڀڳوان جي واڻي به ڪوڙي نٿي ٿي سگهي جيئن ته سڀڪو ڄاڻي ٿو ته شو ڄاڻي ڄاڻڻهار آهي. اهو سنسو ستيءَ کي ڏاڍو ٿي پيو گهڻو ئي پاڻ کي سمجهايائين پر سمجهه ۾ نه آيس جيتوڻيڪ ظاهران پڌرائي ڪجهه به نه چيو ته به انترجامي شنڪر ڀڳوان ستيءَ جي دل جو حال ڄاڻي چوڻ لڳس ته ستي ٻڌ تنهنجو استري سڀاءُ آهي تون اهڙي قسم جو سنسو دل ۾ نه ڪر جنهن جي ڪٿا اگستيه مني چئي ۽ جنهنجي ڀڳتيءَ بابت مون منيءَ کي ٻڌايو ۽ جنهن جي اپاسنا سدائين ڌيرجوان مني ڪن ٿا اهو اسان جو اشٽ ديو سري رامچندر آهي. رشي مني هن جو ڌيان ڪن ٿا ويد پراڻ ۽ شاستر هن جا گڻ ڳائين ٿا. تنهن سروويايڪ برهم شري رامچندر رگهوڪل ۾ ڀڳتن جي ڀلي لاءِ اوتار ورتو آهي. جيتوڻيڪ شوجيءَ گهڻائي ڀيرا ڀوانيءَ کي سمجهايو پر اهو اپديش دل سان نه لڳس. هريءَ جي مايا پرٻل ڄاڻي شنڪر ڀڳوان کلي کيس هيئن چيو، جيڪڏهن توکي من ۾ ايترو سنسو آهي ته ڇو نه ٿي وڃي پريکيا وٺين مان تيستائين ٻڙ جي وڻ جي ڇانو هيٺان ويهي ٿو رهان جيستائين تون موٽي اچين. جيئن تنهنجو هيءُ ڀاري اگيان مان پيدا ٿيل ڀرم ميٽجي وڃي. اهو اپاءُ تون وڃي ويچاري ڪر. شنڪر جي آگيا وٺي ستي اتان هلي ۽ ويچارڻ لڳي ته ڀائي آءٌ ڇا ڪريان؟ ائين چئي سڪتام ڌاتون وئي. شو ڀڳوان من ۾ خيال ڪيو ته ستيءَ جو هيٺر ڪلياڻ ڪونهي. جڏهن منهنجي سمجهاڻي ٿي اسان هنجو سنسو نٿو متجي تڏهن ڀانئجي ٿو ته ودڌاتا برخلاف آهي. ان ۾ ڀلائي نه آهي. بعدي اهائي جا رام رچي ڇڏي هرندي پوءِ ڪلپنائون ڪري ڪير چنتا وڌائي. اهو ويچار ڪري شنڪر ڀڳوان هري نام جپڻ کي لڳي ويو.

### ستيءَ جو شري رامچندر کان پريکيا وٺڻ ۽ شو جو پڇڻ

ستي وري ويچار ڪري سيتا جو روپ ڌاري جتان منش جو راجا رامچندر آيو پئي اُنهيءَ رستي ۾ اڳيان ٿي هلي. لڇمڻ ڀوانيءَ جو اهو ويس ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ ان ۾ گهڻو سنسو پيدا ٿيس پر گنڀير سڀاءُ هئڻ ڪري ڪجهه چئي نه سگهيو. ڌيرجوان لڇمڻ پرڀوءَ جي وڏائيءَ کي ڄاڻو ٿي ڪونه. ستيءَ جي ڪپٽ کي ديوتائن جي پرڀوءَ رامچندر ڄاڻي ورتو ڇاڪاڻ ته هو سڀ ڄاڻندڙ انترجامي هو ستيءَ ان سان ڇل ڪرڻ چاهيو، ڏسو ته، استريءَ جي سڀاءَ جو ڪهڙو پرڀاءُ آهي. پنهنجي مايا جي بل کي

هردي ۾ ويچاري سري رامچندر کي مٺي وچن ۾ چوڻ لڳو ۽ هٿ جوڙي نمسڪار ڪيو ۽ پيا سميت پنهنجو نالو ٻڌايو. پوءِ وري ٻڌايءَ کان پڇيو ته شري شوجي ڪٿي آهي ۽ توهان ڇو ان ۾ اڪيلي پيا گهمو؟ رامچندر جا مٺا وچن ٻڌي ستيءَ کي ڏاڍو من ۾ ويچار ٿي پيو. اهو ويچار ڪري ڊپ ۾ ڀرجي شو ڀڳوان ڏانهن وڃڻ لڳي. ستي واٽ تي خيال ڪرڻ لڳي ته مون شنڪر جو چيو نه مڃيو ۽ پنهنجو اگيان رام ٿائين آندم. هاڻ مان شو کي ڪهڙو جواب ڏيندس. انهيءَ ڪري هردي ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ ٿي پيس. سري رامچندر ڏٺو ته ستيءَ کي دک پيدا ٿيو آهي. سو انهيءَ جي سنسي کي چڱيءَ طرح مٽائڻ لاءِ پنهنجو پرڀاءُ ڪجهه ظاهر ڪيو يعني اڳيان رامچندر کي سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ڏٺائين. وري پٺيان نهاريائين ته اتي به رامچندر کي لڇمڻ ۽ سندر ويس ڌاري سيتا سان گڏ ڏٺائين. پر جنهن پاسي ڪٿي نهاري تنهن پاسي رامچندر کي امثل پيٺي ڏسي جنهنجي اڳيان سڌ مني پيا سيوا ڪن. ڪيترين شو، وشنو ۽ برهما ڏٺائين جن جا پرتاب هڪ ٻئي کان وڌيڪ هئا. انهن رامچندر جي چرنن کي پوڄا جدا جدا ويس ۾ ڏٺو ڪيترين ستيون لڇمي ڇهراڻيون ڪيترين برهمڻيون ڪيترين اندراڻيون جي اپي حد سندر روپ واريون هيون. جهڙو ويس ۾ برهما آدڪ ديوتائون آهن تهڙن تهڙن سرير ۾ سيوي کي ڏٺائين. اتي جيڏهن تيڏهن هند جيترا سري رامچندر ڏٺائين اوترائي انهي ساڳيون سڀ ديوتائون شڪتين سوڌا ڏٺائين. جيترا به سڀي سنسار جا چر ۽ اچر جيو آهن سي سڀ انيڪ نمونن ۾ ڏٺائين پر ڏاڍي ڊپ ۾ ڀرجي ويئي. ستيءَ جو هردو ڌڪڻ لڳو ۽ سرير جي سڌ نه رهيس ۽ اکيون بند ڪري رستي ۾ ويهي رهي. وري اکيون کولي نهاريائين ته ستيءَ کي ڪجهه به نه ڏسڻ ۾ آيو پوءِ سري رامچندر کي وري سر نوائي، جتي شو ڀڳوان ويٺو هو اتي وئي جڏهن ويجهو وئي تڏهن شنڪر ڀڳوان کلي پڇڻ لڳس ته ڪهڙي نموني پرکيا ورتئه سچي ڳالهه ڪري ٻڌاءِ؟ ستي رامچندر جو پرتاب ڄاڻي ڊپ کان شو ڀڳوان کي ڳالهه ٿاهي ٻڌائڻ لڳي، ته مون ڪابه پرکيا ڪانه ورتي رڳو توهان وانگر نمسڪار ڪري آيس جيڪو توهان چيو سو ڪوڙو ڪونه، تنهنڪري مونکي من ۾ اهو پڪو ڀروسو آهي. پوءِ شنڪر ڀڳوان تڏهن ٿي ڌيان ڪري ڏٺو ۽ جيڪو ستيءَ چرتر ڪيو هئو سو سڀ ڄاتائين ۽ رامچندر جي مايا کي سر نوايو ۽ جنهن ڳالهه ڪري ستيءَ ڪانئس ڪوڙ ڳالهايو تنهن ڪري من ۾ ويچارڻ لڳو ته هريءَ جي اڇا پربل آهي. ستيءَ جو سيتا جهڙو ويس ڪيو هو. تنهن ڪري شو ڀڳوان جي اندر ۾ ڏاڍو ڏک ٿيو.

۽ دل ۾ ويچارڻ لڳو، جي هاڻي آءٌ ستيءَ سان پريت رکان ته ڀڳتيءَ جو رستو لوپ ٿئي ۽ انيت ٿيندي. ستي تمام پوتر آهي هن کي ڇڏي ۽ اڳو سڪوچي پر جي پرير ته ان کي ته به وڏو پاپ ٿو لڳي. ظاهري شو شنڪر ڪجهه به ڪين چيو ته به هردي ۾ ڏاڍو دک هوس. پوءِ شو جي ايشوريءَ جي چرنن ۾ سر نوائي رامچندر جو سمرڻ ڪندي ويچار آيس ته ستيءَ جي سرير سان منهنجو ميلاپ ٿي ڪونه سگهندو اهو سنڪلپ من ۾ ڪري رامچندر جو سمرڻ ڪندو پنهنجي استان ڏانهن هليو ويو وات تي ويندي آڪاش واڻي ٿي هئي مهيش تنهنجي جئه هجي اهڙو پڻ توکانسواءِ ٻيو ڪير ڪري. تون رامچندر جو ڀڳت سمرٿ ڀڳوان آهين، اهڙي آڪاش واڻي ٻڌي ستيءَ جي من ۾ سوچ ٿيو ۽ شو کان حال پڇيائين. هي ڪرپالو توهان ڪهڙو پڻ ڪيو آهي. سو ٻڌايو؟ ستيءَ گهڻائي پيرا پڇيو ته به شنڪر ڪجهه نه ٻڌايو. ستي جاڻي ويئي ته مون جيڪو ڪپٽ ڪيو آهي سو ڀڳوان شنڪر انترجامي آهي جو منهنجو حال جاڻي ورتو اٿس. ستيءَ کي هردي ۾ ڏاڍو خيال ٿي پيو. ڀوانيءَ شنڪر ڀڳوان جو رخ ڏسي هردي ۾ وياڪل ٿي ته پرڀوءَ مونکي تياڳيو آهي. پنهنجو پاپ سمجهي ڪجهه چئي نه سگهي. ستيءَ کي سوچ ۾ ڏسي جاڻي شو ڀڳوان رستي ۾ هن کي سک ڏيندڙ ڪٿائون ٻڌائيندو پنڌ ڪندو اچي ڪيلاس تي پهتو. اتي شوجيءَ پنهنجو پڻ ڪيل ويچاري ٻڙ جي هيٺان ڪمل آسڻ لڳائي اکنڊ سماڌي ۾ اچي ويٺو. ستي ڪيلاس ۾ رهي پئي هن لاءِ هڪ ڏينهن به ورهيه سمان ٿي پئي گذريو، ستي من ۾ چورڻ لڳي ته مون سري رامچندر جو اپمان ڪيو ۽ وري پتيءَ جي وچن کي ڪوڙو ڄاتم. انهيءَ جو ڦل وڌاتا برهما مونکي ڏنو. پوءِ شري رامچندر جو ڌيان ڪري چورڻ لڳي، هي پرڀو! جي ڪڏهن تون ٻاجهه ڌڻي دئيالو ٿو سڏائين ۽ ويد توکي دک ڀڃڻ چون ٿا ته مان هٿ جوڙي عرض ڪريان ٿي ته هيءَ منهنجي ديهه جلد ڇٽي، هي سمان درشٽي وارا پرڀو! جيئن مرڻ منهنجو پڻ تڪليف ٿئي اهڙي طرح ستي دکي ٿيڻ لڳي. جڏهن ستاسي هزار ورهيه گذريا تڏهن اوناسي شنڪر پنهنجي سماڌيءَ مان اٿيو. جڏهن ستيءَ کي خبر پئي ته منهنجو سوامي جاڳيو آهي تڏهين اٿي وڃي مهاديو جي چرنن تي ڪري پئي ۽ هٿ ٻڌي نمسڪار ڪيو شنڪر ڀڳوان ستيءَ کي آدر سان سامهون ويهڻ لاءِ آسڻ ڏنو ۽ پوءِ هڪ ڪٿا چورڻ لڳو.

## دڪيه جي يڳيه ۾ ستيءَ جي ديهه تياڳڻ

انهيءَ وقت دڪيه پرجاپتي ٿيو. برهما هن کي لائق ڏسي پرجاپتي ڪيو.

دکيه کي وڏي پدوي ملڻ ڪري اپمان ٿيس هڪ ڏينهن سڀني مڙن کي گهرائي وڏو يگيه ڪرڻ لڳو جنهن ۾ يگيه ۾ ڀاڱو وٺندڙ هئا تن سڀني کي نوتو ڏياري موڪليائين. سڀ ديوتائون استرين سميت هليا. شو وشنو برهما کان سواءِ ٻيا سڀ ديوتائون پنهنجا پنهنجا وماڻ تيار ڪرائي هليا. آڪاش ۾ طرحين طرحين جا سهڻا وماڻ ويندا ڏسي ستيءَ شنڪر ڀڳوان کان پڇيو جنهن تي شو ڀڳوان دکيه جو سمورو حال ڪري ٻڌايس، ستي پتا جي يگيه ڪرڻ جو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿي دل ۾ چوڻ لڳي ته سوامي مونکي موڪل ڏين ته ڪجهه ڏينهن اتيءَ ٻهاني سان وڃي اتي رهان اهو ويچار ڪري همت جٽڙي شو ڀڳوان کي چوڻ لڳي ته پتا جي گهر ۾ وڏو اتسو آهي سو جيڪڏهن سواميءَ جي آگيا هجي ته هي ڪرپا سروپ مان اهو آدر سان ڏسڻ وڃان. تنهن تي شنڪر ڀڳوان چيو ته هي سچ آهي پر اسان کي نوتو ڪونه موڪليو آهي سا ڳالهه لائقيءَ جي نه آهي دکيه پنهنجي ٻين سڀني ڌين کي گهرايو آهي، پر مونجهي وير ڪري توکي وساريو اٿس. دکيه برهما جي سڀا ۾ مون سان رنج ٿيو هو. سو اڃا نرادر ڪندو پيو اچي. پر جي ڪڏهن تون ڪونائڻ کان سواءِ وينديئن ته "هي ڀرائي" عزت نه رهندي. شنڪر ڀڳوان هن کي گهڻوئي سمجهايو پر ڀاويءَ وس من ۾ ڪيان نه آيس. لاچار شوجيءَ هن کي پنهنجا مکيه گڻ ساڻ ڏئي موڪل ڏني ڀواني جڏهن پنهنجي پتا جي گهر وئي ته دکيه جي ڀئي کان ڪنهن به هن کي آدر نه ڪيو هڪ ماءُ سا هنکي پيار سان گڏي پر ڀيڻون فقط مشڪنديون مليس. دکيه راضي خوشي به ڪانه پڇيس الٽو ستيءَ کي ڏسي ساڙو ٿيس. ستيءَ يگيه استان ۾ وڃي ڏٺو ته شو ڀڳوان جو حصو ڪٿي ڪونه ڏٺائين. تڏهين جيڪو شو ڀڳوان چيو هوس سو ياد آيس ۽ سواميءَ جو اپمان ڄاڻي ڇاتي سڙڻ لڳس ۽ ڏاڍو ڪروڌ آيس ماٽس گهڻوئي پربوڌ ڏنس پر ستيءَ کان شو جو اپمان سٺو نه ٿيو ۽ سڀني کي ڪروڌ سان هيءَ وچن چيائين. هي سڀا ۾ براجمان مهيشور ۽ ٻڌو جن به لوهان مان شنڪر جي نندا ٻڌي ۽ ڪئي آهي تنهن جو ڦل جلدي سڀني کي ملندو ۽ پتا به چڱيءَ طرح پڇتائيندو پوءِ هردي ۾ شري شنڪر جنهن جي مستڪ ۾ چندرما آهي ان جو ڌيان ڌاري جلدي هيءَ ديهه ڇڏيان ٿي، ائين چئي پنهنجي ديهه يوگ اگنيءَ ۾ ساڙيائين ۽ سڄي يگيه ۾ هاهاڪار مچي ويو. ستيءَ جي مرڻ جو ٻڌي شو شنڪر ڀڳوان جا گڻ يگيه کي ڀرشٽ ڪرڻ لڳا. يگيه کي ڀرشٽ ٿيندو ڏسي ڀرگو مني انهي رکيا ڪرڻ لڳو. هيڏانهن جڏهن شنڪر کي سڌ پيئي تڏهن هن ڪروڌ ڪري

وڃي پدر کي رواني ڪيو. جنهن سڀ پڪ ناس ڪيو ۽ سڀني ديوتائن کي پورو پورو موڙو چڪايو. دکش جي جڳ ۾ جهڙي اسري حالت ٿي سا ڄاڻي ڪانهي. شو ڀڳوان کان اي مڪ نيڻا جو اهو نتيجو آهي. ستيءَ مرڻ وقت شنڪر کان اهو ور گهريو هو ته جنم جنم ۾ منهنجي اوهان جي چرنن ۾ پريت ٿئي. انهن ڪري پاروتي روپ هماچل جي گهر جنم ورتو.

## ستيءَ جو ٻئي جنم ۾ پاروتي ٿي مهاديو سان وواهه؟

جڏهن کان وڃي اما هماچل جي گهر پيدا ٿي تڏهن کان سڀئي سڌايون ۽ سمپدائون اتي ڇانئجي ويون جتي ڪٿي رشين منين سندر آشرم ٺاهيا ۽ هماليه جبل ۾ انهن کي پوري پوري جڳهه ڏني. نارد کي جڏهن اها خبر پيئي سو هماچل جي گهر ويو هماچل هن جو گهڻو آدر ڪيو هماچل پنهنجي استريءَ سميت نارد منيءَ جي چرنن ۾ سر نوايو پوءِ ڌيءَ کي گهرائي منيءَ جي چرنن ۾ مٿو ٽيڪايو ۽ چوڻ لڳو ته مني مهاراج اوهان سروگياني آهيو تنهن جي ڌيءَ جا گڻ دوش ٻڌايو. رشي کلي چوڻ لڳو ته اوهان جي ڌيءَ سڀني گڻن جي کاڻ آهي ۽ سندس نالو اما يا امبڪا ڀواني آهي ۽ پنهنجي پتيءَ کي پياري ٿيندي. هن جو سهاڳ سدائين اچل رهندو هن جي ڪري ماتا پتا جس پائيندا. هن کي سڀ سنسار پوڄيندو. هي هماچل! تنهنجي ڌيءَ سلڇڻي آهي هاڻي جيڪي چار گڻ آهن سي ٻڌ نرگڻ سان رهت ماءُ پيءُ کان سواءِ اداسي ۽ سڀني سنسن کان ڇٽل جوڳي جٽاڌاري من ۾ ڪامنا کانسواءِ اگهاڙو ۽ ڀيک ڌاريندڙ اهڙو پتي هن کي ملندو ڇاڪاڻ ته هٿن ۾ اهڙيون ليڪون پيل آهن نارد منيءَ جا اهي وچن ٻڌي انهن کي دک ٿيو، پر پاروتي پرسن ٿي. نارد منيءَ ٻه اهو ڀيد سهي نه ڪري سگهيو سڀني ڄاتو ته، نارد منيءَ جا وچن ڪوڙا نه ٿيندا. پر اما اهي وچن اندر ۾ سانڍي رکيا، پوءِ زال مڙس ۽ سکيون ويچار ڪرڻ لڳيون ته ديو رشي نارد جا وچن ڪوڙا نه ٿيندا. پوءِ هردي ۾ ڌيرج ڌاري هماچل چيو ته هي ناٿ ڪهڙو اپاءُ ڪجي سو چئو. نارد منيءَ چيو ته هماچل ٻڌ جيڪي وڌاتا لالاٽ ۾ لکي ڇڏيو آهي تنهن کي ڪوئي به ميٽي نٿو سگهي، ۽ جيڪي مون هن جي پتيءَ جا دوش ٻڌايا آهن اهي مان سڀ شو ۾ سمجهان ٿو جيڪڏهن هن جو وهانءُ شنڪر سان ٿيو ته هن جي دوشن کي سڀڪو گڻ ڪري ڀائيندو ۽ انيڪ ملي سگهن ٿا پر شنڪر کان سواءِ هن لاءِ ٻيو ڪونهي. ائين چئي نارد ڀڳوان هر سمرڻ ڪري اما کي آسيس ڏئي ۽ چيائين ”هي هماچل“ هاڻ سڀ ڪلياڻ ٿيندو،

انهن چيو ته نارد برهم لوڪ روانو ٿيو. پتيءَ کي ايڪانت ۾ ڏسي مهيشا چوڻ لڳي هي سوامي مونکي نارد منيءَ جا وچن سمجهه ۾ ڪين آيا. جيڪڏهن ڪو اڇو گهر ور ۽ ڪل ملي ته پنهنجي سندر ڪنيا جو وهانءُ ڪجي نه ته ڪنيا ڀلي ڪنواري ويٺي هجي. هي ناٿ مونکي ته اما پراڻن کان پياري آهي. تنهن تي هماچل ورندي ڏنس، اهو سوچ ڇڏي ڀڳوان کي ياد ڪر. جيڪڏهن توکي پنهنجي ڌيءَ پياري آهي ته وڃي سکيا ڏينس ته اهڙي تپسيا ڪري ته وڃي شوجيءَ سان ملي ٻيو ڪنهن اهڙي طرح سان دک مٽجڻ جو ڪونهي. پتيءَ جا اهي وچن ٻڌي وري ڌيءَ رت آسي چاليءَ سان لائي خوشيءَ وچون ڪنٺ مان ڪجهه چئي نه پئي سگهي. جڳت جي ماتا ڄاڻي ڄاڻڻ هار ڀواني پنهنجي ماتا کي مٺن وچنن سان چوڻ لڳي، هي ماتا مون هڪ سپنو لڌو آهي سو توکي ٻڌايان ٿي هڪ سندر ۽ گوري رنگ جي اتم برهمڻ مونکي هيءُ اپديش ڏنو ته هي اما نارد جيڪي توکي چيو سو سچ ڄاڻي تپسيا ڪر تنهنجي ماءُ پيءُ کي اها صلاح وڻي آهي تپ ته سڀني سرشٽي تپ جي آڌار تي هلي ٿي انهن ڄاڻي وڃي تپسيا ڪر اها ڳالهه ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويا ۽ هماچل کي سڏائي سڀئي واري ڳالهه ٻڌايائينس پوءِ گهڻئي نمونن سان ماتا کي سمجهائي اما پرسن ٿي تپ ڪرڻ لاءِ هلي ان وقت ماءُ پيءُ ۽ وياڪل ٿيڻ لڳا ۽ ڪجهه چئي به نه پئي سگهيا. پوءِ اما پنهنجي پران پتيءَ جا چرن هردي ۾ ڌاري وڃي بن ۾ تپ ڪرڻ لڳي، هڪئي تمام نبلي پر سرير تپ ڪرڻ جي لائق نه هوس، پر پتيءَ جي چرن جي يادگيري ڪري سڀئي سکن جو تياڳ ڪري ڇڏيائين. هزار ورهين تائين مول ڦل کاڌائين ڪي ڏينهن پاڻيءَ تي گذاريائين. ڪي ڏينهن سخت اپواس تي رکيائين پوءِ ٽن هزارن ورهين تائين ڌرتيءَ تي ڪريل سڪل وڻن جا پن کاڌائين پوءِ سڪل پن به کائڻ ڇڏي ڏنائين جڏهن ڪري اما جو نالو اپرنا پيو اما جو سرير تپسيا ڪري هيڻو ٿيل ڏسي آڪاش ۾ گنڀير برهم واڻي ٿي هي هماچل جي راجڪماري ٻڌ تنهنجا منورٿ سڦل ٿيا اهي سڀ اڄ سهڻ جهڙا ڪشالا ڪاٽي ڇڏي ڏي توکي شو ڀڳوان ملندو، جڏهن تنهنجو پتا توکي سڏڻ اچي تڏهن هٺ ڇڏي گهر وڃ. جڏهن توکي سپت رشي گڏجن تڏهن اها آڪاش واڻي سچي ڄاڻج اها آڪاش واڻي ٻڌي اما ڏاڍي پرسن ٿيڻ لڳي.

هاڻ شنڪر جي ڪٿا ٻڌو جڏهن کان ونئي ستيءَ وڃي سرير تياڳيو، تڏهن کان شوجيءَ جي من ۾ ويراڳ پيدا ٿيو ۽ سدائين رامچندر جا گڻ

ٿاڻيندو ۽ ٻڌندو ٻرنديءَ ٻي گهمڻ لڳو ڪٿي منشورن کي گيان اپديش پيو ڏئي ۽ ڪٿي رامچندر جا گڻ پيو ڳائي. انهيءَ رات هن ڪسي ڳوٺ وٽ تڏي واري. اتي اڌين رامچندر جي چرنن ۾ ارادت وڌندي رهيس. لڌهن شو شنڪر جو اهڙو نيم ۽ پريم ڏسي هن جي هردي ۾ ڀڳتيءَ جون نشانيون ڏسي، روپ ۽ سيل جي کاڻ ۽ اپار اتيج وارو ڪرپالو ڀڳوان پرگهٽ ٿيو ۽ شوجيءَ کي ساراهي چيو ته توڪانسواءِ اهڙو ورت ڪير نباهيندو ۽ پوءِ گهڻوئي سمجهائي پاروتيءَ جي جنم جي ڳالهه ڪيائينس. سري رامچندر پاروتيءَ جي پوتر رهڻيءَ جو وستار ڪري ٻڌايس. هي شنڪر هاڻي جيڪڏهن منهنجو مڃيان برابر آهي ته هيءَ منهنجي وينتي آهي سا ٻڌ؟ تون وڃي گرجا پرائي سان وهانءُ ڪر اها منهنجي ماڻ توهان کان گهري ٿو وڻان تنهنتي شنڪر چوڻ لڳو ته جيتوڻيڪ منهنجي ائين ڪرڻ واجب نه آهي ته به هي ناٿ توهانجو وچن ميٽي نه سگهبو. توهانجي آگيا مڃڻ پرم ڌرم آهي، ماءُ پيءُ گرو سوامي جا وچن اها وڃار جي چڱا ڪري مڃجن. توهان منهنجو ڀلو ڪندڙ آهيو، هي ناٿ توهانجي آگيا منهنجي سر تي آهي. شنڪر جا اهي وچن ٻڌي رامچندر پرسن ٿي چوڻ لڳو "هي شوجي! توهان جي پرتگيا پوري ٿي چڪي. هاڻ جيڪي مون چيو آهي سو دل ۾ رکجو." پرڀو رامچندر ائين چئي انترڌيان ٿي ويو. شنڪر اها مورتي هردي ۾ ڌاري رکي، تنهنکان پوءِ ست رشي شوجيءَ وٽ آيا جن کي هن ريت چيائون ته توهين پاروتيءَ وٽ وڃي هن جي پريکيا وٺو، هماچل کي چئي گهر موڪليوس ۽ سنسو مٽايوس. رشي پوءِ جلدي پاروتيءَ وٽ ويا ۽ ان جي حالت ڏسي حيرت ۾ پيا. رشي اچي ڏسن ته گوري تپسيا جي جڻ مورت ويٺي آهي. رشي چوڻ لڳا هي پتري ڪهڙي سبب کان تون ايڏو ڀاري تپ ڪري رهي آهين؟ تون ڪنهنجو ٿي ڌيان ڪرين؟ ۽ ڪهڙي چاه؟ اسان کي سچو حال چو نه ٿي ٻڌائين؟ پاروتي رشين جا وچن ٻڌي چوڻ لڳي هي رشيو منهنجو من هٺ تي بيٺو آهي ۽ ڪنهن جي سکيا نٿو ٻڌي. پاڻيءَ مٿان ڀت ٺاهڻ چاهي ۽ نارد جي چوڻ ڪي سچو ڄاڻي اهڙا ڪمين مان اڏامڻ ٿي چاهيان. ڏسو مهيور! مان ڪهڙي نه ٻي سمجهه آهيان جو مان سداشو کي پنهنجو پتي ڪرڻ ٿي چاهيان. پاروتي جا اهڙا وچن ٻڌي رشي کلي چوڻ لڳا ته تنهنجو سرير جبل جي پيدائش آهي ته توکي عقل ڪٿان هوندو. ٻڌاءِ ته نارد جو اپديش ٻڌي ڪنهن پنهنجو گهر وسايو آهي، نارد جي سکيا جيڪي به پرش يا استريون ٻڌن ٿا سي گهر ڇڏي پيرو ٿين ٿا چوته هو من جو ڪوڙي

۽ ڏسڻ جو سڀڻ آهي ۽ سڀني کي پاڻ ڇهڻ ڪرڻ او چاهي. هن جي وچن تي وشواس ڪري تون اهو پتي جو ترڪڻ ترلپ اري ٿيڪ، وارن ڪو ٻارن پائيندڙ اگهاڙو ٻنا گهر ٻنا ڪل وارو، لانگ پائيندڙ آهي، ٻڌاءِ ته ڀلا اهڙي پتيءَ هوندي ان مان ڪهڙو سک پائيندينءَ؟ تون ڀل هن لڳ جي ڀيلا اڻا اي ڀلجي وڃ. توکي چاڻ هڻڻ کپي ته شوجيءَ ڀرپائين ستيءَ سان وهانءُ ڪيو. پوءِ انهيءَ کي مارائي ڇڏيائين. تون اجا به اسان جو چوڻ مڃ اسان او لاءِ چڱي ور جو وڇار ڪيو آهي جو تمام سندر پوتر سک ڏيندڙ ۽ سشيل آهي اهڙو ور توکي آڻي ملائيندا سون. ٿڌ هن پاروتي کلي چوڻ لڳي، توهين سچ ٿا چئو ته هيءَ سرير جبل جي پيدائش آهي جو منهنجو دمت نٿو ڇڏي، پٿر ٻل منهنجي داهه جتي وڃي. سون به ته پٿر مان پيدا ٿيندو آهي جو ٻاهه ۾ وجهڻ سان به پنهنجو اصل سڀاءُ نه ڇڏيندو آهي. نارد جي وچن کي مان ڪين ڇڏيندس پوءِ منهنجو گهر وسي يا اجڙي مونکي اهو ڀپ ڪونهي. جنهن جو گروءَ جي وچن تي وشواس نه آهي انهيءَ کي سک سپني ۾ به حاصل نه ٿيندو. مهاديو ڀلي کٽي اوگڻن جو ڀنڊار هجي، وشنو ڀلي سڀني گڻن جو گهر هجي پر جنهن جو من جنهن ۾ لڳل آهي انهيءَ جو ان سان ئي ڪم آهي. هي منيشورو جي توهين پهريائين گڏجو هان ته توهان جي سکيا مڃان ها. هاڻي ته مون جنم شو ڀڳوان جي ڀنيان وڃايو آهي، پوءِ هن جي گڻن ۽ اوگڻن جو ڪهڙو وڇار ڪريان. هيٺئر ڪروڙن جنمن تائين اهوئي منهنجو هٺ آهي ته پتي ڪريان ته شنڪر کي نه ته ڪنواري ئي رهندس پر نارد جو اپديش ڪين ڇڏيندس. پوءِ ڀلي شو ڀڳوان پاڻ سو ڀيرا چوي. پوءِ پاروتي چوڻ لڳي هي رکيشورو مان توهان کي پيري ٿي پوان توهين گهر وڃو توهان کي گهڻي دير ٿي ويئي آهي.

اهڙو پريم ڏسي گيانوان رشي مني چوڻ لڳا ته هي جڳت جي ماتا پاروتي توهنجي جئه هجي. توهين ماتا آهيو ۽ ڀڳوان شنڪر آهي. ساري دنيا جا توهين ماتا پتا آهيو. انهن چئي سر نوائي رکيشور روانا ٿي ويا ۽ وڃي هماچل کي روانو ڪيو جو وينتي ڪري پاروتيءَ کي گهر وٺي آيو. رشي تنهنڪان پوءِ شنڪر وٽ آيا ۽ پاروتيءَ جي سڄي ڪٿا ڪري ٻڌايائونس. پاروتيءَ جي پريم جو حال ٻڌي شو ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ رشي پنهنجي گهر روانا ٿي ويا ۽ شنڪر ڀڳوان من کي استت ڪري سري رامچندر جو ڌيان ڪرڻ لڳو.

ان وقت تارڪاسر دئيت پيدا ٿيو هو جنهن ڪيئي ڏاڍو ٻانهن جو ٻل،

پرتاب ۽ لسج ڪري، جن سڀني ملڪن جي راجائن ۽ ديوتائن کي به جيتي ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح ديوتائون دکي ٿي برهما وٽ آيا. برهما سڀني ديوتائن کي دکي ڏسي سڀني کي سمجهائي چيو ته هيءَ راڪش تڏهن مرندو جڏهن شو جيءَ جي ويرج مان پيدا ٿيل پٽ هن کي جنگ ۾ جيتيندو. هاڻ ستيءَ جو دکش جي يگه ۾ ساڙي ڇڏيو هئو، سا وري هماچل جي گهر ۾ ڄائي آهي ۽ شو کي پتي ڪرڻ لاءِ تپسيا ڪئي آهي. پر شو سماڌيءَ ۾ ويٺو آهي. تنهن ڪري ڪامديو کي موڪليو ته وڃي شنڪر جي من ۾ ولوڙو پيدا ڪري پوءِ اسان وڃي شنڪر کي سر نوائي زوريءَ وهانو ڪرائينداسونس.

سڀني کي اها ڳالهه پسند آئي ۽ چوڻ لڳا ته انهيءَ نموني سان ئي ديوتائن جو ڀلو ٿيندو. پوءِ ديوتائون ڪامديو جي نيزاريءَ سان استتي ڪرڻ لڳا، جنهنتي ڪامديو ڪنور ٻاڻ سميت پرگهٽ ٿيو. ديوتائن جي سموري آپدا جو بيان ٻڌي ڪامديو من ۾ ويچار ڪري کلي هيئن چيو ته شنڪر سان وير وجهڻ ۾ منهنجي ڀلائي نه آهي ڇو ته ويدن ۾ چيل آهي ته پراپڪار پرم آهي تڏهن به مان توهان جو ڪم ڪندس ڇو ته ٻين جي ڀلي لاءِ جيڪو ديهه ڇڏي تو ان کي سنت ساراهائين ٿا. ائين چئي سڀني کي سر نوائي هليو ۽ هٿن ۾ گلن جو ڌنش مدد لاءِ کنيائين. پوءِ ته پنهنجي طاقت جو ڪٽي تهلڪو ڪيائين ۽ سڄي سنسار کي پنهنجي وس ڪري ڇڏيائين. جڏهن ڪامديو ڪروڌ ڪيو تڏهن سڀ ويدن جي مريادا ڇڙ ٿي وئي. برهمچريه جو ورت ۽ طرحين سنجم ڌرم، گيان وگيان، سداچار، آسم رهڻي جپ تپ، برگ ويراڳ ۽ ويچار جو سڄو ئي لشڪر ڊپ ۾ اٿي ڀڳو سڀئي لوڪ ڪام جي اند ۾ وياڪل ٿي ويا، ديوتائون دئيت وشي مئي بڻگئي ۽ تپسوي به ڪام جي وس ٿي پاڻ کي وساري ويٺي رهيا. مطلب ته ڪنهن به ڌارج نه ڌريو. ان وقت ڇٽا فقط اهي جن کي سري رامچندر جي ديا هئي. ڪامديو جڏهن شو جيءَ جي سماڌي ڇڏائي نه سگهيو. پوءِ انهيءَ مهل اسنت رت پيدا ڪيائين- ان ۾ انب آدي وڻ نوان گل ڦل سونهڻ لڳا، ٻيلا، باغيچا، کوهه، تلاءِ سڀئي پاسا تمام سهڻا ٿي لڳا ڇو ته جيڏانهن تيڏانهن پريم اڇلون پئي ڏنيون جو ڏسي مردي جي من ۾ به ڪامديو ٿي جاڳيو. باغ ۾ ڪيترا گل ٽڙي پيا مٿان ڪئين ڀونئرا گنجار ڪرڻ لڳا. هنس ڪوئل، طوطا مٺي رسيلي لاپ ڪرڻ لڳا ۽ اپڇرائون ڳائي ناچ ڪرڻ لڳيون. جڏهن ڪامديو پنهنجي لشڪر سوڌو ڪروڙين نمونن سان ڪاريگري هلائي ٿڪجي پيو ۽ شو جيءَ جي اچل سماڌي نه لڏي، پوءِ ڪامديو هڪ وڏي انب جي وڻ

جي سهڻي شاخ ڏسي تنهن تي ڪامديو ايمان سان چڙهي ويو ۽ پنهنجي گلن جي ڌنش ۾ تير وجهي ڏاڍي ڪروڌ ۾ اڪي، ڪن تائين ڇڪيائين اهڙو ته تکو تير اڇلايائين جنهن جي هردي ۾ لڳڻ سان شنڪر جي سماڌي ٽٽي پئي ۽ هو سجاڳ ٿيو. ڀڳوان جي من ۾ ڏاڍو ڪروڌ آيو ۽ اکيون کولي سڀني پاسي نهاريائين. انب جي پنن ۾ لڪي ويٺل ڪامديو کي ڏٺو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو جنهن ڪري ٽٽي لرڪ ڏکڻ لڳا پوءِ ته شوجيءَ ٽين اک کولي ڪامديو کي ڇتائي نهارڻ سان هو سڙي رک ٿي ويو. جڳت ۾ ڏاڍو هاهاڪار مچي ويو. ديوتائون اچي ڊنا ۽ دئيت خوش ٿيا. عياشي مڙس ڪام جي سک کي ياد ڪري شوڪ ڪرڻ لڳا. سڌ ۽ يوگي انسان بي ڊپا ٿي تپسيا ڪرڻ لڳا.

هيڏانهن ڪامديو جي استري رتي پتيءَ جي اها حالت ڏسي مورڇا ٿي ڪري پئي هوش ۾ اچڻ بعد روئندي نيزارن ڪندي شنڪر ڀڳوان وٽ آئي ۽ ڏاڍي پريم سان وينتي ڪري هٿ جوڙي سامهون اچي رهي، ديا جو ڀنڊار شو شنڪر ابلا کي ڏسي چوڻ لڳو، هي رتي جڏهن پرلوي جي پار لاهڻ لاءِ يادون جي ونس ۾ شري ڪرشن ڀڳوان اوتار ڌاريندو تڏهن تنهنجو پتي شري ڪرشن جو پٽ پردامن تنهنجو پتي ٿيندو. رتي شنڪر جا اهي وچن ٻڌي هلي وئي.

ديوتائن کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن برهما ۽ وشنو ۽ ٻيا سڀ ديوتائون ساڻ وٺي وئڪنٺ ۾ شو وٽ آيا سڀڪنهن جدا جدا استوتي ڪئي، جنهن تي شنڪر ڀڳوان پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي ديوتائون ٻڌايو ته توهين ڪهڙي ڪارڻ آيا آهيو. برهما تنهن تي چيو هي پڀو توهين انترجامي آهيو تڏهن به ڀڳتيءَ جي وس توهان کي عرض ڪريان ٿو ته "هي ناٿ! سڀني ديوتائن جي اندر ۾ ڏاڍو چاهه آهي ته اسين پنهنجي اکين سان توهانجو وهانءُ ڏسون، هي ڪرپا جا ساگر توهان ڪامديو کي ساڙي رتيءَ کي ور ڏنو سو تمام چڱو ڪيو هاڻي پاروتي اپار تپسيا ڪئي آهي، هاڻي هن کي انگيڪار ڪريو." برهما جا وچن ٻڌي پوءِ رامچندر جا وچن ياد ڪري شنڪر پرسن ٿي چيو ته ائين ئي ٿيندو.

ديوتائون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا الي پورو وقت ڄاڻي ست رشي به آيا. جن کي برهما هماچل جي گهر موڪليو. هماچل ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ شڀ ڏينهن گهڙي ڏسي مهورت ڪيائون ۽ مهورت جو لگن پتر ستن رشين کي ڏنائين. اهو لگن پتر برهما سڀني کي پڙهي ٻڌايو. وواهه جون تياريون ٿيڻ لڳيون سڀني ديوتائن پنهنجي طرحين طرحين جا واهن ۽ ومانن کي سينگارڻ لڳا.

ورتالا جا انگ مينهن جي سگهندا اڄاڻو ڪلڊڪ نه ڪن. اها ڳالهه ٻڌي هماچل نارد مني ۽ سنت رشين کي وٺي گهر آيو تنهن نارد اڳي سڀني کي سمجهايو ۽ اڳين ڪٿا واريتا ٻڌائي ته هي مينا مهنجا سچا وچن ٻڌ. هيءَ تنهنجي ڌيءَ جڳت جي ماتا ڀواني آهي ۽ هيءَ سدا شو جي اڌ سرير ۾ رهڻ واري سرشٽيءَ جي پيدا ڪندڙ، پالڻندڙ، ناس ڪندڙ ۽ پنهنجي اڇا ۽ ليلا بموجب سرير ڌاريندڙ آهي. مٿان کان وٺي سڄي ڳالهه نارد کين ڪري ٻڌائي. نارد جا اهي وچن ٻڌي سڀني جو سنسو مٽجي ويو ۽ سڄي شهر ۾ اها ڳالهه ڦهلجي وئي. پوءِ مينا ۽ هماچل آنند ۾ اچي ويا ۽ وري وري پاروتيءَ جي چرڻن کي نمسڪار ڪيائون. نيت جيڪا وهانءَ جي رات واسڻ ۾ چڱي آهي اهائي مها مهين ڪرائي شنڪر جو هٿيالو ورايو تنهن سمي برهما ۽ وشنو آدي هردي ۾ پرسن ٿيا. منيشور ويدن جا منتر اچارڻ لڳا ۽ ديوتائون شنڪر جي جئه مناڻ لڳا. پوءِ مينا اما کي گهرائي هنج ۾ وهاري ڪيس هيءَ سندر سکيا ڏنائين. **هي ڌيءَ! تون سدائين شنڪر جي چرڻن جي شيوا ڪج. ڇو ته استريءَ جو ڌرم آهي پتيءَ کي ديوتا سمجهڻ.** انهن ڌيءَ ڇاتيءَ سان لاتائينس. پوءِ شوجي پاروتيءَ کي ساڻ وٺي ڪيلاس ڏانهن روانو ٿيو ۽ ديوتائون پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

شو شنڪر ڀڳوان پنهنجي گڻن سان ڪيلاس ۾ رهي طرحين طرحين جا ڀوڳ ولاس ڪرڻ لڳا. شو پاروتي آنند ۾ گذارڻ لڳا. اهڙي طرح گهڻو وقت گذري ويو تنهن کان پوءِ کڙانن ڇهن مکن واري ڪمار جو جنم ٿيو جنهن ٻڌ ڪري تارڪ دئيت کي ماري ڇڏيو. کڙانن جي جنم ڪرم جي ڪٿا ويدن ۽ شاسترن پراڻن ۾ مشهور آهي.

شنڪر جا سندر رسيلا چرتر ٻڌي ڀاردواج مني ڏاڍو پرسن ٿيو. ڪٿا ٻڌڻ جي هن کي گهڻي سڪ ٿي هن جو اهڙو پريم ڏسي ياگيولڪ مني خوش ٿيو ۽ چيائين هي مني مون تنهنجي گڻن کي جاڻي ورتو. هاڻي شري رامچندر جي ليلا جو ورڻن ٿو ڪريان سو ٻڌ، رامچندر جا چرتر تمام بي شمار آهن سو ڪروڙ شيش ناگ به هيءَ چئي نٿا سگهن. انهن ۾ واڻيءَ جي پتيءَ هٿن ۾ ڌنش ڌاريندڙ پرڀو رامچندر کي سمري جيئن مون ٻڌو آهي تيئن ٻڌايان ٿو.

ڪيلاس نالي هڪ ڏاڍو سندر پربت آهي، جتي سدائين شنڪر ۽ ڀواني رهن ٿا. هڪڙي ڀيري شنڪر وسرام ڪرڻ لاءِ ٻڙ جي وڻ هيٺان ڇانو ۾

ٻاجهي وار ھجيم ته اھو ٻڌايو.

ٻاروائي جا اهي وچن ٻڌي ڀڳوان شنڪر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڀڳوان رامچندر جو جيون چرتر هن ريت ورنن ڪيو.

سرڳڻ ۽ نرڳڻ ۾ ڪو ڀيد نه آهي وید پراڻ رشي ۽ ودوان ائين چون ٿا نرڳڻ روپ ڪان نيارو الک ۽ اجوني جو ئي آهي سو ئي ڀڳت ڀاوَ جي وس ٿي سرڳڻ روپ ٿئي ٿو، جيئن پاڻي برف ۽ ٻاڦ جدا جدا نه آهن تيئن سرڳڻ ۽ نرڳڻ ٻرهم ۾ تفاوت نه آهي، پرم روپي اونده لاءِ سورج سمان آهي- سک، دک، گيان، اگيان ۽ اپمان اهي جيو جا ڌرم آهن- رامچندر کي نه سڀ جڳت ٿو ڄاڻي، هو نه وياپڪ ٻرهم پرماتما روپ پرميشور ۽ سناتن آهي جيئن سيپ ۾ چاندي ۽ سورج جي ڪرڻن ۾ جل جو ڀرم، جيئن سپني ۾ ڪنهن جو سر ڪپجي وڃي ته جاڳڻ ڪانسواءِ اهو دک نٿو لهي، هي ڀواني! جنهنجي

ڪرپا سان اهڙو ڀرم مٽجي وڃي ٿو، اهو ڪرپالو رامچندر ئي آهي جنهن جو آ
۽ انت ڪنهن به نه پاتو آهي. پر ويد به جنهن جون ڳالهيون ڪري پار نه لهن
نه به هلي ٿو. ڪن نه اٿس ته به ٻڌي ٿو. هٿ نه اٿس ته به ڪيترا ڪم
ڪري ٿو. مک نه اٿس ته به سڀ سواد وٺي ٿو. زبان نه اٿس ته به ڳالهائي
ٿو ۽ وڏو ٻولڳي آهي. جنهنڪي ويدن ۽ گيانوانن انهيءَ نموني ڳايو آهي جنهن
جو مٿي ذڪر ڪن ٿا. اهوئي دسرٿ جو پٽ ڀڳتن جو هتڪاري ايوڌيا جو
ناٿ رامچندر ڀڳوان آهي. هي پراڻي اهوئي پرماتما سري رام آهي. دل
اهڙا سنسا آڻڻ سان اگيان ۽ ٻيا سڀ اوگڻ ناس ٿين ٿا.

شري شنڪر جا اهڙا ڀرم ٽوڙيندڙ وچن ٻڌي پاروتيءَ جا سڀ ڪوڙ
وهم مٽجي ويا ۽ چوڻ لڳي هي پرڀو ٻهراڻين ٽرهان ڪان جنڪو پڇيو هو
سو ٻڌايو، جنهنڪري سري رامچندر ۽ پاربرهم اپناسي سڀ کان پري ۽ سڀني
جي هردي ۾ رهندڙ آهي پوءِ منش شرير ڪهڙي ڪارڻ ڌاريو هو؟

مهاديو آکڻ لڳو: هي پاروتي! هي رام چرت مانس جي اهم ۽ پرم
ڪٿا ٻڌ. هيءَ ڪاڪ ڀشنڊ چڱي طرح ۽ پکين جي راجا گرڙ ٻڌي هئي
هي اما! سا ڌيان ڏيئي ٻڌ. هريءَ جا گڻ ۽ ناما اپار آهن. هنجي ڪٿا جا
نمونا به اڻ ڳڻيا ۽ اٿاه آهن. مان پنهنجي ٻڌيءَ انوسار چوان ٿو.

**جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ نيچ اڀماني
راڪش وڌي وڃن ٿا ۽ انياءُ ظلم ڪن ٿا جو چئي نه سگهجي
۽ برهمڻ ڳئون ديوتائن کي پيڙا پهچائن ٿا تڏهن تڏهن طرحين
طرحين سرير ڌاري ڪرپانڌان پرڀو دئيتن کي ماري ديوتائن
جي رکيا ڪري ٿو ۽ پنهنجي ويدن جي مريادا قائم ڪري ٿو
۽ جڳت ۾ پنهنجو جس پکيڙي ٿو، اهوئي رامچندر جي جنم
جو ڪارڻ آهي.** هي ٻڌايان پراڻي انهن مان ڀڳوان جي هڪ ٻن جنمن جو
ڪارڻ مان هت بيان ڪريان ٿو سو توهين ڌيان ڏيئي ٻڌ.

هڪڙا ٻه پاڙ جئه ۽ وجئه نالي ڀڳوان جا دوارپال هوا، انهن برهمڻ جي
سراپ ڪري ٽيهي پاڙن وڃي دئيتن جي ديهه پاتي، هڪڙي جو نالو
هرناڪيه ٻئي جو نالو هرڻ ڪيشپو هو. هو جنگين ڪندڙ ۽ وڏا سورما هوا.
انهن مان هڪڙي هرناڪيه دئيت سڄي پرٿوي وڃي سمنڊ ۾ لڪائي جنهن
کي وشنو ڀڳوان واراهه اوتار ڌاري هرناڪيه دئيت جو ناس ڪيو ۽ پرٿويءَ جو

۽ من ۾ ڏاڍو پسند آيس. اهي ڪئين ڀاڱا نڌارون ۽ جهنگل ڏسي وشنو ڀڳوان جي چرنن ۾ لنؤ لڳي ويس ۽ پنهنجو سمرن ڪندي هن جي ساهه جي اچ وڃ بند ٿي وئي ۽ سڀاوڪ نرمل من هئڻ ڪري سمادي لڳي ويس. منيءَ جي اها حالت ڏسي اندر اچي ڊنو ته نارد منهنجو اندر آسڻ وٺڻ چاهي ٿو، پوءِ ڪامديو کي گهرائي آدرستڪار ڪري چيائين ته منهنجي ڀلائي خاطر پنهنجي مددگارن سان نارد وٽ وڃ. ڪامديو من ۾ خوش ٿي هليو. انهيءَ استان تي اچي پنهنجي مايا سان بسنت رت پيدا ڪيائين طرحين طرحين جا وڻ گهڻيئي رنگ به رنگي گلن سان پرجي ويا ۽ ڪام ڪلا ۾ هوشيار سرڳ جون اپسرائون نوجوان سهڻيون ڳائڻ ۽ ناچ ڪرڻ لڳيون. ڪامديو پنهنجي مددگارن کي ڏسي خوش ٿيو ۽ طرحين طرحين جا اپاءَ هلايا پر منيءَ تي ڪام ڪلا جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. آخر ڪامديو پاڻ پنهنجي پٺ ۾ اچي ڊنو پوءِ پنهنجي هار مڃي ڪامديو نارد منيءَ جي چرنن تي ڪري پيو ۽ معافي ورتي. نارد جي من ۾ ڪجهه به غصو نه آيو ۽ مٺا وچن چئي ڪامديو کي ڏاڍ ڏنائين. پوءِ ڪامديو نمسڪار ڪري موڪل وٺي پنهنجي سائين سرڳ ڏانهن روانو ٿيو. نارد مني پوءِ شو ڀڳوان وٽ ويو ۽ جيئن ته ڪامديو جيتيو هوائين انهي من ۾ ايمان پرجي آيو هرس سو ڪامديو جو قصو شو جيءَ کي بيان ڪري ٻڌايو. شنڪر هن کي تمام پيارو ڄاڻي سمجهائي چيو ته هي منهنجو مان ٿو ڪي ٻيو وري عرض ٿو ڪريان ته جيئن تو هيءَ ڳالهه مون سان ڪئي آهي تيئن اها وشنو ڀڳوان کي ڪڏهن به نه ٻڌائج جي ڳالهه ڪٿي نه ڪري تيه به دل ۾ رکج. شري شو شنڪر جيڪو فائدي وارو اپديش ڪيو سو نارد کي نه وڻيو ۽ اوهم لوڪ ڏانهن هليو ويو. هي يادواج هاڻي جو ڪال ٿيو سو ٻڌو ڀڳوان جي اڇا بلوان آهي.

## جيه ۽ وجيه کي سراپ

هڪڙي ڀيري هٿن جي ٽوليءَ ۾ سندر وهٽا ڪٺي ۽ هريءَ جا گڻ ڳائيندو نارد مني کير سمنڊ تي ويو، جتي ويدن جو مستڪ روپ لڪشميءَ جو پتي وشنو ڀڳوان نارد کي ايندو ڏسي خوش ٿي هن سان مليو ۽ رشيءَ سان گڏجي آسڻ تي ويٺو. ساري سرشٽيءَ جو ڌڻي کلي چوڻ لڳو ته هي منهنجو گهڻن ڏينهن کان پوءِ هت اچڻ جي دٻا ڪئي اٿو. نارد ڪام کي جيتڻ جي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي. جيتوڻيڪ شو ڀڳوان اڳواٽ ئي جهلي ڇڏيو هوس پر رامچندر جي مايا ڏاڍي بلوان آهي، اهڙو ڪير سنسار ۾ ڄائو آهي جنهنکي

لاءِ جيئن ته مان توهان جو داس آهيان. دين ديالو پرڀو پنهنجي مايا جي
وڏي پرتاپ کي ڏسي کلي دل ۾ چيو. هي نارد جنهن رسم منهنجو پرم
ڪلياڻ ٿيندو مان اهڙي ڪندس ۽ نه ٻيءَ طرح. منهنجو وچن ڪوڙو نه ٿيندو
آهي اهين چئي پرڀو انترڌيان ٿي ويو. مايا جي وس ناردمنيءَ جيسي مت
منجهي ويئي ۽ ڀڳوان جا ڳوڙها وچن سمجهي نه سگهيو. ناردمني جلد پوءِ
اتي ويو جتي سوئمبر جي سڀا ٺاهي ويئي هئي. راجائون گهڻي ٺاهه ٺوهه
سان پنهنجي پنهنجي جڳهين تي ويٺا هوا. ناردمني من ۾ ڏاڍو خوش
هو ته منهنجي ڏاڍي سهڻي شڪل آهي ۽ موکي ڇڏي هوءَ ٻئي نه ٻئي
کي ور مالها نه پهرائيندي. پرڀوءَ منيءَ جي ڀلي ڪارڻ هن کي اهڙي خراب
شڪل ڏني هئي جا چوڻ کان ٻاهر هئي انهيءَ قصي جي ڄاڻ ڪنهن کي
نه ڪانه پئي پر نارد ڄاتي سڀني کيس نمسڪار ڪيو. اتي شنڪر جا
ٻه ڳڻ ويٺا هوا انهن سڀ ڀيد ڄاتو ٿي هو ته روپ جا ڪوڏيا هوا ۽ برهمڻ
جي ويس ۾ اتي آيا هوا ۽ نارد جي پرسان واهي مسخريون ڪرڻ لڳا. نارد
جو بانڊر جهڙو منهن ۽ روپ ڏيندڙ ڏاهو رڳو راجڪماريءَ کي ڏسڻ ۾ ٿي
آئي ۽ اهڙو آدمي راجڪمارن جي پرسان ويٺل ڏسي من ۾ ڏاڍو ڪروڌ
آيس. پوءِ راجڪماري پنهنجي ڳلن جهڙي هٿن ۾ ور مالها کڻي سڀني
راجائن کي ڏسندي پئي هلي جنهن پاسي ناردمني هو تنهن پاسي هن
نهاريو به ڪين هيڏانهن منيءَ هر گهڙيءَ وياڪل ٿي پئي واجهايو. اها حالت
ڏسي شو جي ڳڻ پئي مشڪيا. ڪرپالو ڀڳوان راجا جو روپ ڌاري اتي
ويو ۽ راجڪماريءَ خوش ٿي کيس ور مالها وڌي. ڪنوار کي وٺي ڀڳوان
وٺي هليو ويو. ٻيا سڀ راجائون نراس ٿي ويا. ناردمني ڏاڍو وياڪل ٿيڻ
لڳو. پوءِ شنڪر جي ڳڻن مشڪي چيس ته پنهنجو منهن ته وڃي آرسيءَ ۾
ڏس اهين چئي اهي ڇٽا ڀڄي ۾ اتي ڀڳا ۽ ناردمنيءَ پاڻيءَ ۾ نهاري ڏٺو.
پنهنجي شڪل ڏسندي ڏاڍو ڪروڌ آيس ۽ هن ٻنهي ڳڻن کي سراپ
ڏنائون ته اوهين ٻئي ڪپٽي ۽ پاپي وڃي راڪش ٿيو موٽي ٺٺولي ڪئي اٿو
منهنجو سراپ اٿو. وري پاڻيءَ ۾ نهاريائين ته ساڳيو روپ ڏٺائين. پر تڏهن
به من ۾ شانت نه آيس ۽ جلدي لڇميءَ پتي ڀڳوان ڏانهن ويو. هن منهنجي
جڳت ۾ کل ڪرائي آهي تنهن ڪري يا ته سراپ ڏيندو سانس يا ته پاڻ
مرندس اهين سوچيندو ويو ته وچ پند تي دئيتن جو شترو ڀڳوان گڏجي ويس
جنهن سان لڇمي ۽ اها راجڪماري ساڻ هئي. نارد ڀڳوان کي ڏسي چوڻ
لڳو. توهين ٻئي جي سک کي سهي نٿا سگهو ۽ ڏاڍو ڪپٽ ۽ حسد السو

ٿيو، جڏهن ڀرڀوءَ ڪتي ٻاڻ سوڙ و مڻيءَ جي ويس ۾ ڏٺو ان ۾ ڦرندو ڏاڍو ۽ جڏهن
جي ليلا ڏسي، ٿون سنتيءَ جي ڏاهه ۾ اهڙي اٿوڙي ٿي ويئي اها ڪٿا
ٿو ٻڌايان. ٻاگيوالڪ ٿو چوي هي ڀاردواج شڪر جنا. اهي وچن ٻڌي
ٻاروتي شڪي نه ٿي ۽ رام ۾ گڏ گڏ نه ٿي. هي ڀاردواج ٿون اهڙا ڏهاڻ ڏيئي
ڪٿا ٻڌ.

## سوايمڀو منو ۽ شت روپا

سوايمڀو منو ۽ شت روپا جن مان هيءَ منش جي سندر سرشٽي پيدا ٿي
آهي ٻنهي زال مڙس جي رهت ۽ ڌرم اُتم هو. هنجو پت راجا اتان پاڪ
ٿيو ٿلهنجو وري هريءَ جو ڀڳت ڌرو ناالي پت ٿيو ننڍي پت سوايمڀو منو جو
نالو پريا ورت هو ۽ ڌيءَ جو نالو ديوهتي هو جا ڪردم مڻيءَ جي پياري
استري هئي. ديوهوتي جي گرڀ مان ڀڳوان ڪپل ديو جو روپ ڌارڻ ڪري
جنم ورتو انهيءَ ڪپل ديو سانکيه شاستر ورڻن ڪيو آهي انهيءَ منوءَ گهڻي
وقت تائين پرٿوي تي راڄ ڪيو. هڪڙي ڏينهن پور آس ته افسوس هي جنم
منهنجو هريءَ ڀڳتيءَ بنان اجايو ٿي ويو سو هڪدم راڄ جو ڀار پٽ کي
سونپي پاڻ استريءَ سميت بن ڏي روانو ٿيو ۽ پنڌ ڪندي ڪندي نيم
شارڻيه نالي وڏو تيرٿ هو اتي وڃي پهتو اتي رشي مني سادن جن
ٽوليون گڏجي ويس جتي جتي سندر تيرٿ هوا اهي سڀ رشين پريم سان
هنن کي ڏيکاريا. اتي رهندي هنن جو سرير ڏٻرو ٿي ويو هو. پوءِ هڪ همت
رهي "اوم نمو ڀڳوتي واسديواءِ" جو منتر پريم سان جپڻ لڳا ٻنهي زال مڙس
جو من ڏاڍو لڳي ويو ۽ ڏاڍي ڪٺن تپسيا ڪيائون. انترجامي ڀڳوان هنن
جي اهڙي تپسيا ڏسي راجا راڻيءَ کي پنهنجو ٻڪو داس ڄاڻي آڪاس
واڻيءَ ۾ چيو، ته ور گهرو ور گهرو؟ آڪاس واڻي ٻڌي خوش ٿي نمسڪار
ڪري راجا راڻي چوڻ لڳا هي شيوڪن لاءِ ڪلپ برڇ پرڀو! جي مون تي
پريم اٿو ته پرسن ٿي مون کي اهڙو ور ڏيو ته جيڪو توهان جو سروپ شوجيءَ
جي من ۾ وسي ٿو اهوئي روپ اسين راڄ ڏينهن پنهنجي هردي ۾ ڏسندا
رهون. ڀڳوان کي راجا راڻيءَ جا وچن تمام پيارا لڳا ۽ سرشٽي جو آڌار ڀڳت
وڇل ڪرپانڌان پربو ساکيات اچي ڪين درشن ڏنائين. ڀڳوان جو روپ نيلي ڪل
جهڙو سانوري صورت پورڻ ماسيءَ جي چنڊ برابر سندس شڪل جهڙي
سونهن آهي. سندر ڳل ۽ ڳاڙها چپ سهڻا ڏند ۽ سندس مشڪڻ چنڊ جي
ڪرڻن کي به لڄائي ٿو. اهو پيڇ سروپ ڏسندا رهيا پر پيءُ نه پيو ٿئين
خوشيءَ وچان هنن کي پنهنجي سرير جي سڌ به نه رهي ۽ پرڀوءَ جا چرڻ

ڀاڻ پرتاپ جي ڪاڻ ۽ لڙائيءَ ۾ سورمو هو جنهن ٻانهن جي طاقت ٻل سان سڀني راجائن کي جيتي ڇڏيو هو. پرجا ڏاڍي سکي هئي. ڌرم وزير جو ڀڳوان ۾ ڏاڍو پريم هو ۽ راجا به سدائين گرو، ديوتائن، سنتن برهمڻن کـي پوڄيندو هو. هڪڙي ڀيري راجا سنڌي گهوڙي تي چڙهي شڪار لاءِ وندياچل پهاڙ جي گهاٽي ٻن ۾ ويو ۽ ڪيترائي جانور ماريائين. جهنگ ۾ گهمندي راجا هڪڙو سوئر ڏٺو جو ان ۾ لڪو ٿي. انهيءَ خوفناڪ سوئر کي ڏسي راجا گهوڙي کي اڙي هڻي تکو هليو ڇو ته هڪاڻ ڪانسواءِ ٻيو چاڙهو ڪونه هوس، گهوڙي کي تمام تيز ايندو ڏسي سوئر هوا وانگر اٿي ڀڳو راجا ان تيزيءَ سان تير ڇوڙيو پر تير ڏسندئي هو ڌرتيءَ ۾ لڪي ويو، راجا به هن تي تکي تکي تير هلايا پر سوئر به چال ڪري پنهنجو سرير بچائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح هو لڪندو ۽ ظاهر ٿيندو وستي ۾ ڀڄندو پئي ويو راجا به غصي ۾ سانس ڪڍ هلندو پئي ويو، سوئر به ڏري گهاٽي جهنگ ۾ لڪي ويو جتان گهوڙو لنگهي ئي نه سگهي راجا جيتوڻيڪ اڪيلو هو ۽ ٻيو ان ۾ ڪشٽ گهڻا هوا تڏهن به جانور جو پيڇو نٿي ڇڏيائين، سوئر راجا کي ڏسي جبل جي هڪ اونهيءَ غار ۾ پهڙي ويو. راجا اتي پهچڻ ڏکيو ڄاڻي ڏاڍو پڇتايو، جيتوڻيڪ ان مان ٿي موٽيو ليڪن وستو هٿ نه آيس پوءِ راجا گهوڙي سميت ٿڪجي ٽٽجي بک ۽ اڃ کان وياڪل ٿي پاڻيءَ جي تلاش لاءِ ان ۾ ڦرندي هڪڙو آشرم ڏٺـو جنهن ۾ هڪڙو راجا ڪپٽي منيءَ جو ڀيک ڌاري ويٺو هو، هي اهوئي راجا هو جنهن جو ملڪ پرتاپ ڀانوءَ کسيو هو ۽ هو لڙائيءَ ۾ لشڪر ڇڏي ڀڳو هو نه گهر ويـو ۽ نه پيش پيو تنهن ڪري ان ۾ آشرم ٺاهي لڪي ويهي رهيو هـو. جڏهن راجا ان جي ويجهو ويو ته هن ڄاتو ته پرتاپ ڀانو آهي، راجا اتاول هو، سو هن کي نه سڃاتائين ۽ هنجو سندر ڀيک ڏسي مها مني ڪري سمجهائين. راجا گهوڙي تان لهي کيس پرنام ڪيو. پر جيتوڻيڪ تمام سياڻو هو تنهن ڪري پنهنجو نالو کيس نه ٻڌايائين. راجا کي اتاول ڏسي هن کي سندو تلاءُ ڏيکاريائين راجا خوش ٿي گهوڙي سوڌو سنان ڪيو ۽ پاڻي پيتو سڀ ٿڪ لهي وڃڻ تي راجا پرسن ٿيو ۽ پـوءِ مني پنهنجي آشرم تي وٺي آيس. سج لهندو ڏسي آسڻ تي وهاريائينس ۽ پوءِ مني مٺن وچن سان چوڻ لڳو ته تون ڪير آهين ۽ ڇو تو ان ۾ اڪيلو ڦرين تون سهڻو جوان ٿي حياتيءَ سان ڇو ٿو کيلين، تو ۾ چڪرورتيءَ جا لڇڻ ڏسي توکي مون کي ڏاڍي ديا ٿـي اچي.

راجا چيو هي منيشور ٻڌو! پرتاپ ڀانو نالي راجا جو مان وزير آهيان،

شهر ۾ هلڻ ئي نه سگهندو. جڏهن ڪان آءٌ پيدا ٿيو آهيان تڏهن ڪان اڄ ڏينهن تائين ڪنهن جي به گهر ۽ شهر ۾ نه ويو آهيان، پر جي تون وڃان ته ڪم ٿئو نٿي اهو ٿي اڄ مونجهارو آهي.

اهو ٻڌي راجا مٺيءَ واڻيءَ ۾ چيو ته ڪيئن به ڪري مون لاءِ اها تڪليف سهو.

راجا کي پنهنجي وس ۾ ڄاڻي ڪپٽي سياڻي تپسويءَ چيو ته هي راجا ٻڌ. مان تنهنجو ڪارج اوس ڪندس، جوڳ جڳتي تپسيا منتر جو پرتاب تڏهن ڦل ڏيندو جڏهن ڳجهه رکبو آهي، هي راجا مان جي رسوئي ڪريان ۽ تون پائي ڏين ۽ مونکي ڪو به نه سڃاڻي ته جيڪو به انهيءَ ان جو ڀوڄن ڪندو سو تنهنجي آگيا ۾ هلندو. انهن جي گهر جيڪي ڀوڄن ڪندا سي به تنهنجي ٿي وس ٿيندا ۽ تون وڃي اهو اپاءُ ڪر ۽ سال تائين انهن ڪرڻ جو سنڪلپ ارادو ڪر نت نئون سؤ هزار براهمڻن کي ڪٽنب سوڌو ڪاراءِ. مان تنهنجي سنڪلپ لاءِ ڏينهن جو رسوئي ڪندس، انهن ٿوري تڪليف سان سڀ براهمڻ تنهنجي وس ٿيندا، برهمڻ هوم يگيه ۽ پوڄائون ڪن تا سوئي انهن جي ڪري ديوتائون به سولائي سان وس ٿي ويندا، ٻيو ته مان هن ويس ۾ ڪڏهن نه ايندس. تنهنجي پروهت کي مان پنهنجي مايا سان کڻي ايندس پنهنجي تپسيا جي ٻل سان هن کي ٻارڻ جهڙو ڪري هنجو ويس ڌاري سڀ طرح تنهن جا ڪارج سنواريندس. هي راجا هاڻ رات گهڻي گذري آهي تون ڪري هاڻي ننڊ ڪر ٽئين ڏينهن تنهنجو ۽ منهن جو گڏجڻ ٿيندو مان تپسيا جي ٻل سان توکي گهوڙي سميت ننڊ ۾ گهر پهچائيندس. مان انهيءَ ويس ۾ ايندس جڏهن اڪانت ۾ گهرائي سڀ حال ٻڌائيندس تڏهن مونکي سڃاڻج، راجا آگيا ۾ ئي سمهي پيو ۽ هو ٺڳ وڃي آسڻ تي ويٺو. راجا کي ٿڪ جي ڪري ننڊ اچي وئي. پر هن ڪپٽيءَ کي چنتا جي ڪري ننڊ ڪانه آئي. **ڪال ڪيتوءَ نالي راڪاس جنهن راجا کي سوئر بڻجي ڀڄايو هو سو اُتي آيو.** هو تپسي راجا جو گهرو دوست هو ۽ گهڻي چل ول مان واقف هو. هن جا سؤ پٽ ڏهه ڀائر جي دشمن ديوتائن کي ڏک ڏيندڙ هوا ۽ جن کي جيتڻ ڏکيو هو سي، ديوتائن برهمڻن ۽ سنتن کي ڏکي ڏسي راجا ڀرتاپ ڀانُن جنگ ۾ ماري ڇڏيا هوا. هن دشمن اڳيون ويرُ ياد ڪري تپسوي راجا سان ملي صلاح ڪئي ۽ اهو اپاءُ ڪيائون جيئن دشمن ناس ٿئي. ڀاويءَ وس ٿي راجا کي پتو نه پيو. تپسوي هن جي سنگتيءَ کي ڏسي هن سان خوش ٿي گڏيو. سچو حال پنهنجي سنگتيءَ

براهمڻن چيو ته هي راجا پاپي مٿي اٿي جيتوڻيڪ تنهنجو ڏوهه نه آهي تڏهن به براهمڻن جو ڏاڍ سراپ ڪوڙو ٿي نه سگهندو، ائين چئي براهمڻ هليا ويا. شهر جي ماڻهن خبر پئجي وئي اهي به چنتا ۾ پئجي ورڌاتا کي ڏوهه ڏيڻ لڳا.

ڪنهن راڪش پروهت کي گهر پهچائي، سارو حال وڃي تپسويءَ سان ڪيو، هن دشت جيڏانهن ڪيڏانهن چٺيون موڪليون ۽ سڀني راجائن لشڪر سجائي نغارا وڄائي اچي شهر کي گهيرو ڪيو ۽ لڙائي اچي لڳي سڀئي ٻوڏا لڙائيءَ ۾ مري ويا ۽ راجا به پاڻ سميت ماريو ويو ۽ ستيه ڪيتو راجا جي ڪل مان ڪو به نه اُڀريو. هي ڀاردواج پڌ ڄڻ ورڌاتا ڪنهن جي خلاف ٿو ٿئي ته هن لاءِ مٽي به پهاڙ ٿيو پوي پتا ڪال ٿيو پوي ۽ ان لاءِ نوڙي به نانگ وانگر ٿيو پوي.

هي مدي پڌ- سمر پائي اهو راجا ڪل سوڌو وڃي راڪش ٿيو هن کي ڏهه سر ۽ ويهه ٻانهون هيون جو راوڻ نالي ٻلي سورهيه ٿيو. راجا جو آرمردن نالي ننڍو ڀاءُ ٻل جو ڌام ڪنڀڪرڻ ٿيو ۽ هن جو ٻاقي ڌرم رچي نالي وزير سو هن جو ماٽي جو ننڍو ڀاءُ ويڀيشڻ ٿيو هو وشنوءَ جو ڀڳت ٿيو. راجا جا ٻاقي پٽ ۽ شيرڪ وڃي دشت پاپي جيو مارتيڊ ۽ دنيا کي دکي ڪندڙ راڪش ٿيا. راوڻ ۽ سندس ڀيهي ڀائرن گهڻن تسي قسمن جي اهڙي ڪئن تپسيا ڪئي جو برهما هنن جي تپسيا ڏسي وٽن وڃي چيو ته هي پيارا مان توهان تي پرسن ٿيو آهيان ور گهرو! راوڻ چرڻ جهلي وينتي ڪئي ته هي جڳديشور ٻڌو ماڻهن ۽ ٻاندرن انهن ٻن ذاتين کي ڇڏي مونکي ٻيو ڪو به ماري نه سگهي. ائين ٿي ٿيندو برهما چئي وري ڪنڀڪرڻ وٽ ويو ۽ هن کي ڏسي من ۾ چرڻ لڳو جي هيءُ دشت روز کاڌو کائيندو ته سڄي سرشٽي اجڙ ٿيندي تنهن ڪري سرسوتي کي چئي هن جي مت ڦيري ڇڏيائين پوءِ هن ڇهن مهينن جي ننڊ گهري ورتي، وري ويڀيشڻ وٽ ويو ۽ چيائينس ته پٽ ور گهر هن ڀڳونت جي چرڻ ڪنول ۾ نرمل پريت گهري، انهن کي ور ڏئي برهما انترڌيان ٿي ويو. ۽ هو خوش ٿيندا پنهنجي گهر ويا. مي دانو دئيت جي ڌيءَ مندودري نالي تمام سندر هئي جا راوڻ کي پرڻائي ڏني وئي، پوءِ راوڻ پنهنجي ڀيهي ڀائرن کي پرڻائي ڇڏيو.

سمنڊ جي وچ ۾ هڪڙو ترڪوٽ نالي پهاڙ هو جنهن کي برهما اڏايو هو تمام وڏو قلعو هو ان کي مي دانو دئيت ٺاهي نوڪي سون ۽ مڻين سان جڙيل

ڪان جهڙاءِ آڪاش ۾ اڏائي تمام مٿي وڃي ڦيرائي ڦيرائي ڪڍي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيائينس. راوڻ اهي هوش ئي سمنڊ جي اندر پاتال ۾ هليو ويو، پر برهما جي ور ملڻ ڪري مئو ڪين. اتان سمنڊ مان نڪري هـو راجا بليءَ جي ارڪ ۾ آيو جو ديوتائن جو ڪٽر دشمن هو، بليءَ هن جي گهڻي خاطري ڪئي ۽ ڪائنس اچڻ جو سبب پڇيو. راوڻ چيس ”تون ته پرٿويءَ تي هلي پنهنجي دشمن وامـن کي پڪڙي راڄ وٺ.“ بليءَ ورندي ڏنس تـه ”پهرياڻين هيءَ هرڻيڪشپ جا آڀوشڻ (زيور) جيڪي ڏک دور ڪرڻ وارا آهن سي آڻي ڏي. پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي پوندو.“

راوڻ ويچاري گهڻائي زور ڏنائين پر هڪڙو به ڪڍي ڪين سگهيو تڏهن پاڻ شرمائڻ لڳس ته ڇا اٿهيءَ ڀل سان پاڻ جيتيندا سون جن پوڻ اهي آڀوشڻ پوريا هوا، اهي به هڪڙي ڪن ۾ موڙي وڌا تنهن لاءِ بهتر اٿئي ته گهر جو رستو وٺ، راوڻ ڏاڍو ٿڪو ٿيو ۽ جلد اتان روانو ٿيو.

وامـن ڀڳوان راوڻ کي ايندو ڏسي خيال ڪيو ته هن نارد منيءَ جو اپمان ڪيو آهي. تنهن رستي تي راند ڪندڙ ٻالڪن کي پنهنجي سموري طاقت ڀل ڏيئي ڇڏيو، ڇوڪرن جو راوڻ کي ڏٺـو سو پڪڙي شهر ۾ وٺي ويا، هن جا ڏهه سر ۽ ويهه ٻانهون ڏسي نر ناريون سڀئي هڪي ڏسڻ لاءِ آيا ۽ کيس تنگ ڪرڻ لڳا، راوڻ ڏاڍو اچڙو ٿيو، پر پنهنجو نالو نه ٻڌايائين.

ڪرپانڌان وامن جڏهن ڏٺو ته هاڻي راوڻ جي گهڻي اي عزتي ٿي آهي تڏهن هڪي اچي ڇڏايائينس. پوءِ اتان روانو ٿي موڪ راوڻ نراڄ ۽ نرداي، جتهن راجيندر ڪان اي مڪ ٿـي ان کي جيئڻ گهريو ٿي، سو جتي برهمڻ، ديوتائون ڏسي ايڪي انهن کي پيو ستائي. اتان پمپا ناالي نديءَ ۾ ويـو جتي باندرن جو راجا ٻالي رهندو هو. اتـي هڪڙو تلاءُ ڏٺائين جنهنجو جنسار ڏسي رشي مني به حيران ٿي ويندا هوا. ان هنڌ ٻالي راوڻ کـي ڏسي ڪليو، ليڪن راوڻ کي گرجندو ۽ ٻانهون لوڪيندو ڏٺائين تڏهن ان ڌيرج ڌاري ڪروڌ نه ڪيائين. تنهن تي راوڻ ڪاوڙ ۾ پڇي چيس، اڙي مورک باندر تنهنجو نالو ٻڌي آيو آهيان، اٿي ٻڌ ڪر. مونکي جيئڻ لاءِ ڏيان ڪرڻ سڀ اجايو آهي. ٻاليءَ وري مرڪي چيس ته سچ آهي ادا مـون پاڻ تنهنجي ٻـل ٻاهت ٻڌو آهي پر ڪرپا ڪري ٿورو ترس ته سورج ڀڳوان کي ارگهه ڏئي وٺان پوءِ آءٌ مون کي مارج.

ٻاليءَ جو اهو جواب ٻڌي راوڻ گرجندو ٻاليءَ کي مارڻ لاءِ اڳتي وڌيو، ٻاليءَ ڏٺو ته شو جي ور ملڻ ڪري هيءَ مارڻ سان مرندو ٿي ڪين سو ڇوڙڻ

ڪيهر جي لڏهن آهي لڏهن ڪري من ۾ ڏاڍو پڇتايو ۽ ان کي اتي ئي ڇڏي لنڪا پريءَ روانو ٿي ويو.

جڏهن قسمت ڦرندي آهي تڏهن سڀئي پاسي ٿي داڻيون ٿينديون آهن، اروشي ڏاڍي چنتا ۾ وياڪل ٿي سڄي حقيقت اچي نل ڪيهر کي ڪري ٻڌائي جنهن ٻڌندئي ڪروڌ ۾ اچي سراپ ڏنو ته، راوڻ لهڻجو سڄو ونش ناس ٿيندو.

راوڻ کي وري وري ڳالهه ياد آئي ته رشين کان اڃان تائين ڍل ڪانه ملي آهي، سو ڪروڌ ۾ اچي ديوتن کي آگيا ڏني، ته وڃو رشين کان ڍل وصول ڪري اچو. ديوتا آگيا مڃي اڏامي ويا.

رشين ديوتن جي ڳالهه ٻڌي ويچار ڪيو ته راوڻ جي راڄ دربار ۾ نه آهي نياءُ نه آهي نيتي ۽ نه آهي ست سماج، لهڻڪري سواءِ ڍل ڏيڻ جي ڳالهه مان ورندو ڪي ڪين. پوءِ پنهنجي سرير مان خون ڪڍي هڪڙي گهڙي ۾ وجهي ديوتن کي ڏئي چيائين ته راجا کي هيءُ گهڙو وڃي ڏيو ۽ چئوس ته هن جي کولڻ سان لهڻجو سارو ونس ناس ٿيندو.

ديوتا اهو گهڙو رت جو راوڻ جي دربار ۾ کڻي آيا. گهڙو ڏسي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو پر جڏهن مهل ديوتن جي حقيقت ٻڌائين، تڏهن ديوتن کي حڪم ڏنائين ته هن کي اتر دشا ۾ اهڙي هنڌ وڃي زمين ۾ پوري اچو جو ان ڳالهه جي ڪنهن کي به ڪل ڪانه پوي.

ديوتا حڪم ٻڌي جنڪپور جي واٽ تي آيا اتي هڪڙي ٻنيءَ ۾ کڏ کوٽي ان ۾ پوري ڇڏيائون جو هڪ دفعي مهاديو جي سڀا ۾ راوڻ، راجا جنڪ کان هارايو هو ان خار هئڻ جي ڪري ائين ڪيو هوائين.

## راجا جنڪ

هيڏانهن راجا جنڪ جي ديس ۾ اچي ڏڪار پيو برسات نه ڪانه پئي ۽ سورج جي تپت ۽ گرميءَ ڪري کوهه تلاءُ نديون سڀ سڪي ويا. ماڻهن ۾ هراس پئجي ويو، اهڙي طرح ٻارنهن سال گذري چڪا ۽ ويچارن ماڻهن جا ڏاڍا برا حال ٿي ويا. راجا به ڏاڍو وياڪل ٿيو. پيو ڪر چاڙهو ته ڏسي گروءَ وٽ ويو ۽ اچي دکي حال ظاهر ڪيائين. گروءَ چيس ”پٽا! چنتا نه ڪر، جلد ئي سکيو وقت اچڻ ڏسندين. تون هڪڙو يگيه شروع ڪر ته پوءِ ان ۽ جل ججهو ٿي پوندو. پر شرط اهو آهي ته يگيه لاءِ ان، لون پنهنجي استريءَ سان هٿ کڻي ان پيدا ڪر.

ڀڄڻ ڪندا رهن ڪهڙن ۽ نانگن جهڙن ڪيائون ۽ ٻين ڪيترائن سندر استرين کي اچي انهن سان وهانءُ ڪيائين. راوڻ ميگهناد کي جيڪي حڪم ڪيو، جيڪو هو سو ڄڻ ان جي اڳ ۾ ڪري ڇڏيو هو، ڀڳوانن جن کي آگيا ڏني هئائين تن جا چوار ٻڌو. هي دئيت پاپي، ديوتائن کي ڏک ڏيڻ وارا، جڏهن ڏٺائون ته ڌرم جي ڳالهه ٿئي ٿي، جتي جتي ديس ۾ ڳئو براهمڻ ٿي ڏٺائون اُتي اُتي باهه (آڳ) ۾ ٻريءَ کي ساڙي ٿي ڏنائون. ڪٿي به چڱي رهت ڪان رهي ۽ ڪنهن به ديوتا براهمڻ ۽ گروءَ کي ڪونه ٿي مڃيو ۽ نه ڪٿي هريءَ جي ڀڳتي، يگيه، جپ ۽ دان هئو ۽ نه ڪٿي سپني ۾ به ويد ۽ پراڻ ٻڌڻ ۾ ٿي آيا. اهڙي سنسار ۾ پرشٽ رهڻ ٿي جو ڌرم جو نالو به نه ٿي ٻڌڻ ۾ آيو. گهڻائي چور، جواري بدمعاش وڌي ويا. پرائو ڌن ۽ پرايون استريون لٽڻ لڳا. ماءُ پيءُ ۽ ديوتا کي ڪنهن به نه ٿي مڃيو ۽ سادن کان ٻهڄي ٽهل ٿي ڪرائائون.

شري شو ڀڳوان چوي ٿو ته هي پاروتي جڏهن اهڙا ڪڪرم راکشن ڪيا ۽ ڌرم جي هاڃي ٿيڻ لڳي تڏهن ڌرتي پاپ جي بوجهه ڪري ڏکجڻ لڳي ۽ سڀ ڪنهن ڊار ٿي ته ڌرم جي انت ٿي رهيو آهي پر راوڻ جي ڊپ کان ڪجهه نه ٿي سگهيا. ڌرتي اهين وچار ڪري ڳانءِ جو روپ ڌاري ديوتائن ۽ رشين جي منڊليءَ ۾ ويئي. روئي وڃي پنهنجو ڏک ٻڌايائين پر ڪنهن به مدد ڪانه ڏيکاري. نيٺ ديوتائون مڃي ۽ گڏجي سڀ پاڻ ۾ گڏجي برهما جي لوڪ ڏانهن ويا. ساڻن ڳانءِ جو روپ ڌاري ڀيڻي ۽ ڏک ۾ وياڪل ڌرتي به هئي، برهما انهن کي ايندو ڏسي سڀ سمجهي ويو ۽ من ۾ وچار ڪيائين ته منهنجو ڪو به وس نه هلندو ۽ ڌرتيءَ کي چيائين ته جنهنجي تون داسي آهين اهو اناسي منهنجي ۽ تنهنجي سهائتا ڪندو. پوءِ ديوتائن وٽهي وچار ڪيو ته ڪٿي ڀڳوان کي ڳولجون. ڪو چوڻ لڳو ويڪنٺ هلجي ڪو چوڻ لڳو ته ڀڳوان کير سمنڊ ۾ رهي ٿو.

”هي پاروتي! مان انهيءَ سڀا ۾ هيس وچهه وٽي مون به هڪ ڳالهه چئي، پرڀو سڀ هنڌ هڪجهڙو وياپڪ آهي ۽ مون کي خبر آهي ته پريم ڪرڻ سان پرگهٽ ٿئي ٿو. منهنجا وچن سڀني کي وڻيا ۽ برهما به ڏاڍي پرسن ٿيو

**۽ ڀڳوان کي هٿ جوڙي اُستوتي ڪرڻ لڳو، هي ديوتائن جا سوامي، هي داسن کي سک ڏيڻ وارا، هي سرڻ پئي جي رکيا ڪندڙ اوهان جي جئه هجي، هي ڳئو ۽ براهمڻن جا**

هي سڀ سماچار راوڻ جي ڪن تي پيو تڏهن چوڻ لڳو ته سوروپنکي ۽ سڀ مون جي تابع ۾ آهن سو ڇو مونکي ڇا ڪري سگهندا. جڏهن دليپ راجا نيو تڏهن راوڻ هنجي ٻل ڏسڻ ڪارڻ برهمڻ جو روپ ڌاري هنجي محل ۾ ويو جتي راڻين کيس برهمڻ سمجهي آدرستڪار ڪيو. پوءِ موٽيو ڏسي راوڻ پنهنجو اصل روپ ڏيکاريو جو ڏسي راڻيون ڊپ جي اندر ٻڏي ويون. راوڻ اتان سرجو نديءَ تي آيو ڏسي ته دليپ ڪم ستر پڙهي چانور پيو نديءَ ۾ اڇلائي، ماڻهن جي اچڻ تي جواب ڏنائين ته هڪڙو شينهن ڳئوءَ کي مارڻ ٿو چاهي سو هيءَ چانور سڙ ٻاڻ ٿي شينهن کي لڳندا جنهن ڪري هن کي ڇڏي ڏيندو، راوڻ هيءَ ڳالهه ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ۽ ڏسي ته ٻرابر هڪ شينهن ٻاڻن سان گهايل ٿيو پيو آهي اهو حال ڏسي راوڻ گهر ڏانهن هليو ويو، دليپ جڏهن گهر آيو تڏهن اچڻ شرط راڻيءَ راوڻ جي اچڻ جي سموري حقيقت ڪري ٻڌائي راجا کي ڏاڍو غصو آيو ۽ جهٽ اهو منتر پڙهي ٻاڻيءَ ڇڏيو هميالين جنهن مان ڏهه لک ٻاڻ نڪتي لنڪا کي ناپرد ڪرڻ لڳا پر مندوديءَ جي معافي وٺڻ ڪري اهي ٻاڻ واپس موٽي آيا.

ان ڪانپوءِ رگهو راجا پيدا ٿيو جنهن مان پوءِ دشرٿ اڄن ٿيو راوڻ دشرٿ کان ٻيل گهري. دشرٿ پون استر موڪلي راوڻ جي گهر جا سڀ دروازا بند ڪري ڇڏيا، راوڻ گهٻرائجي مٿا هنيا پر دروازا نه کليا پوءِ جڏهن مندوديءَ نيزاري ڪئي تڏهن مس مس ڇوٽڪارو ٿيس. هاڻي راوڻ اداس ٿي وڃي تپ ڪيو جنهن تي برهما راضي ٿي ور گهرڻ لاءِ چيس- هن ور گهريو ته دشرٿ جي وارن مان ڪو پٽ پيدا نه ٿئي، برهما آمين ٿي چوندو چئي هليو ويو.

## رام جنم ۽ ٻال ليلا

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي هاڻي هوءَ ڳالهه ٻڌ جا وچ تي ڇڏي هيم ته اجوڌيا پريءَ ۾ راجا دشرٿ وڏو ڌرماتما گڻن جي کاڻ ۽ گياني آهي جو ڀڳوان جو پرم ڀڳت آهي کيس ڪوشليا، سمترا ۽ ڪيڪئي نالي ٽي راڻيون هيون جن جي هلت وڻندڙ ۽ ٻولي مٺي ۽ پتيءَ ۾ اٽل پريم رکندڙ ۽ پرڀوءَ جي چرن ڪملن ۾ نمرتا ڀاءُ رکندڙ هيون. هڪ ڏينهن راجا کي من ۾ ڏک ٿيو ته مونکي سنتان آهيئي ڪونه، سو پنهنجي گروءَ جي گهر ويو پرڻام ڪري وينتي ڪيائين هي سوامي مونکي ٻڌايو ته سلڇڻا ۽ سپاتر پٽ ڪهڙي نموني ٿي سگهن ٿا ۽ ٻيا ٻڌن جي هيءَ سڄو راڄ مونکي ڏک روپ لڳي پيو تڏهن ٿي وشسٽ چوڻ لڳو هي راجا توکي چار پٽ ٿيندا جي ٽنهي لوڪن ۾ مشهور ۽ ڀڳتن جا ڏک لاهيندڙ ٿيندا. گرو وشسٽ سرنگي رشيءَ کي گهرائي

پت ڪامنا واسطي پُتر يگيه ڪرايو هئو ۽ پوري ڀڳتيءَ سان آهوتي ڏني ۽
اگني ديوتا هٿن ۾ يگيه جو پرشاد کڻي پرگهٽ ٿيو اگني ديوتا چيو ته راجا!
هي ديوتائن جو ٺاهيل پتر ڏاڻ وارو پرشاد وٺ تون پرشاد جي شڪتيءَ سان
ساکيات پرماتما کي پٽ جي روپ ۾ حاصل ڪندين هي پرشاد الٽي مرتبه
هرڪنهن کي حصا ڪري ورهائي ڏي. ائين چئي اگني ديوتا انترڌيان ٿي
ويو، راجا خوش ٿي اهو پرشاد کڻي پنهنجي استرين کي گهرايو جنهن مان
اڌ حصو ڪوشليا کي ڏنائين ۽ اڌ حصو ڪيڪئيءَ کي ڏنائين. انهيءَ ۾ سمترا
به اچي پهتي ان وقت ڪوشليا پنهنجي حصي مان اڌ سمترا کي ڏنو ۽
ڪيڪئيءَ به پنهنجي مان اڌ حصو سمترا کي ڏنو، اهڙي طرح پرشاد کائي
ٽيئي راڻيون گرڀ وليون ٿي پيون، اهي ٽيئي راڻيون راڄ محل ۾ پيار سان
ديوتائن سمان سوڀيا پائڻ لڳيون. ڀڳوان جڏهن گرڀ ۾ آيو تڏهن کان وٺي
لوڪن ۾ سک سمپتي ٿي وئي. اهڙي طرح ڪجهه وقت سک سان گذريو ۽
پڀوءَ جي پرگهٽ ٿيڻ جو وقت آيو، يوگ، لگن ۽ گره ڏينهن تٿ سڀ اچي
اٽيا ۽ سڀ جو مول سري رامچندر جي جنم ٿيڻ ڪري سڀئي آنند ۾ اچي
ويا. پوري ڏهين مهيني ڪوشليا جي گرڀ مان هڪ سندر ۽ پرم ٻالڪ
جو جنم ٿيو. چيٽ مهيني شڪل پکيه، نوميءَ جي ڏينهن ڪرڪ لگن ۾
اڀجت نڪشتر جي وقت جڏهن پنجئي گره اوچي استان ۾ سورج ميکه راس
۾ هئو تڏهن ڀڳوان سناتن پرماتما جو اچڻ ٿيو ان وقت آڪاش مان گلن
جي ورکا ٿيڻ لڳي. جو نيل ڪمل جي سمان شام ورڻ هئو، پيتامبر پائي
چار ٻانهن وارو. ڪن ۾ ڪنڊل پيل. هزارن سورجن جي برابر انجو تيج
روپ هو. جنهنجي مٿي تي سهڻو مڪٽ پيل ۽ هٿن ۾ سنک، چڪر گدا ۽
پدم، گلي ۾ مالا پيل هئي جنهن جو مک گلاب جي گل وانگر ٽڙيل، ديا
سان ڀريل نيتر سوڀيا ڏيئي رهيا هوا. اهو ڀڳوان پت جي روپ ۾ پرگهٽ
ٿيل، ان پرماتما کي ڏسي ڪوشليا حيرت ۾ پئجي اکين ۾ پوري جا آنسون
وهائي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري چوڻ لڳي ”هي ديوا! توهان کي
نمسڪار آهي. هي سنک چڪر گداڌاري توهان اچت ابناسي سرووياپڪ
پورن پرماتما آهيو، توهان کي ويدن ۽ شاسترن، من واڻي ۽ وچن سان
اندرين کان پري ۽ گيان سروپ ٻڌائين ٿا، توهان ئي پنهنجي مايا سان ستو
رجو، تمو انهن ٽن گڻن سان هن جڳت جي رچنا ڪري پالڻ ڪريو ٿا ۽ وري
سنگهار ڪريو ٿا، جيتوڻيڪ توهان سدا نرمل آتما پد ۾ قائم آهيو. توهان
ڪرتا نه ڪندي به ڪندڙ معلوم ٿيو ٿا. نه هلندي به هلندا ڏسڻ ۾ اچو ٿا.

نہ ٻڌندي آھي، ٻڌو ٿا ۽ نہ ڏسندي، نہ ڏسندڙ آھيو. ڀڳونتي سرتي آھي، جيئي ٿي نہ توھان ٻڌائڻ ۽ مَن کان رھت ۽ ٻوڌي آھيو، توھان سڀني پراڻين ۾ ھڪ سمان قائم آھيو. جنھنجي انتھ ڪرڻ اڳيان الڌڪار سان ٻيڪيل آھي ان کي توھان ڏيکاري ٿا ڏيو. توھان جو ساڪيات درشن گيانوان پرش ئي ڪن ٿا. ھي ڀڳوان توھانجي ديھہ ۾ ڪئين برھمانڊ جو ذري مار ڏسڻ ۾ اچن ٿا. توھانجو مھنجي پيٽ مان جنم ورتو، انھن جو لوڪن ۾ ظاھر ڪري رھيا آھيو. انھيءَ مان مون اڄ توھانجي ڀڳت وتسلتا ڏٺي. ھي پرڀو مان توھانجي مايا ۾ موھت ٿي سنسار ساگر ۾ ٻُڏل آھيان. پتيءَ پٽ ۽ ڌن جي چڪر ۾ پئي ھئس. جو اڄ وڏن ڀاڳن سان توھانجي چرن ڪملن جي شرن آئي آھيان. ھي ديالا توھانجي منوھر مورتي سدا منھن جي ھردي ۾ براجمان رھي، ۽ توھانجي وشو موھني مايا مونکي نہ موھي ھي وشونات توھان الوڪڪ روپ کي لڪائي، پرم آنند ڏيڻ وارو ڪومل ٻال سروپ سرير ڌارڻ ڪريو. جنھنجي ڪري دک سک کي پار ڪري ۽ تنھنجون مٺا ٻول مٺيون ٻوليون ۽ لاڏيون ٻڌي مان گھور انڌڪار کي بہ پار ڪري ڇڏيندس.

شري ڀڳوان چوڻ لڳو ھي ماتا جو آءُ چاھين ٿي اھين ئي ٿيندو. ليڪن پورب جنم ۾ مون کي پرٿويءَ جو ڀار لاھڻ ڪري برھما بہ پرارٿنا ڪئي ھئي ۽ راوڻ ۽ ٻين پاپين کي مارڻ لاءِ مون منش روپ اوتار ورتو آھي. ھي ماتا! دشرٿ سان تو بہ مونکي پٽ روپ ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ تپسيا ڪري ور گھريو ھو، تو پنھنجي تپسيا جي ڦل ڪري ئي مھنجو ھيءُ وراٽ روپ ڏٺو آھي، مھنجو درشن مڪتي موکہ ڏيڻ وارو آھي. ائين چئي ڀڳوان ٻال روپ ٿي روئڻ لڳو. ان جو ٻال روپ بہ اندر نيل مڻيءَ سمان شيام ورڻ وڏن نيترن وارو ۽ تمام سندر ٻال سورج جي سمان تيجسوي ھئو. جڏھن مھاراج دشرٿ پٽ جي ڄمڻ جي خوشخبري ٻڌي تڏھين ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو جنھن جي نالي ٻڌڻ سان ڪلياڻ ٿين ٿا، اھو پرڀو مھنجي گھر ۾ آيو آھي ان وقت پنھنجي گروءَ وشسٽ کي سڏائي راج محل ۾ ويو اتي اچي ڪمل نين رام کي ڏسي پريم ۾ مگھن ٿي ويو ۽ خوشيون ملھائڻ لڳا گھر گھر ۾ واڌاين جا واڃا وڄڻ لڳا. جيئن نہ سکن جي ڏيڻ وارو پرڀو پرگھٽ ٿيو ھو. تنھن ڪانپوءِ ڪيڪئي مان ڀرت جو جنم ٿيو ۽ سمترا مان ٻن چند سمان ٻہ ٻالڪ اپن ٿيا. ان وقت راجا دشرٿ خوشيءَ وچان ھاٿي، گھوڙا، ھيرا. انيڪ قسم جا ڪپڙا ڪيترو سون انيڪ رتن ۽ سنيون گايون براھمڻن

ڪي ڏان ۾ ڏنا، ٻيءَ ٽالي ڪڍڻ جو وقت ڄاڻي گرو وشسٽ کي گهرائي ٻنهي
۽ هنن جي نالن جو ويچار ڪرايو. تنهن تي منيءَ چيو ته هنن جا نالا
انيڪ آهن. جو آنند جو سمنڊ ۽ سکن جي کاڻ آهي ۽ جنهن جي ذرا سا جي
ڪڻڪي سان ٽيئي لوڪ سکي ٿين ٿا انهيءَ سکن ڌار جو نالو رام آهي
ٻيو جيڪي ساري سنسار کي پوري ٿو ۽ پالي ٿو تنهنجو نالو ڀرت ٿيندو ۽
ٽيون جنهن جي سمرڻ سان دشمن ناس ٿا ٿين تنهنکي ويدن ۾ شتروگهن
ڪوٺين ٿا ۽ چوٿون لڇمڻ جو گهر ۽ راجا جو پيارو ۽ جڳت جو آڌار جنهنڪر
آهي تنهنجو گروءَ وشسٽ اهو نالو لڇمڻ رکيو، گروءَ هرديءَ ۾ نالا ويچاري
نالا رکيا ۽ چئوهي راجا تنهن جا چارئي پٽ ويدن جو سار منين لاءِ سمورا
خزانو آهن رامچندر ۽ لڇمڻ جي جوڙي، ڀرت شتروگهن جي جوڙي اي رهڻ
لڳي. لڇمڻ ٻاراڻي اوستا ۾ شري رامچندر کي پنهنجو پالڻ ڪندڙ سوامي
ڄاڻي هن جي چرڻن ۾ پريت رکي، ڀرت ۽ شتروگهن انهن ٻنهي ڀائرن ٻالن
کي ٻڌيءَ جو داس ڄاڻي پريم رکيو. لڇمڻ سان گڏ کيڏندي رامچندر پنهنجون
ٻال ليلائون ۽ مٺيون ٻوليون لايون اولي ماتا پتا کي آنند ڏيڻ لڳا جڏهن
جي للاٽ تي لڳل سونو ٻيو جو پن ۽ گلي ۾ موتين جي مالها سوڀيا پئي ڏني
۽ لڇمڻ کي رتن جڙيل زيور لٽڪي رهيا هوا. سونا ٻاجو بند هن جسا اندر
نيل مڻيءَ جا موتين جهڙا ڏند مشڪندڙ مک، واري ٻالڪ کي راڄ ڀڳن جي
اگڻ ۾ گيان جي وڙي جي الميان سيٽي کي ٻوڙندو ڏسي مهاراج دشرٿ ۽
ماتا ڪوشليا ڏاڍو خوش ٿي ٿيا. پريم سان هر هر ان رام کي ڪارا-ر ٿي.
جڏهن رام راند ۾ کيليندي ٿڪي آيو ته ڪوشليا کي ڀڪڙي ولي اچڻ لاءِ اي
چئو واسر سا مرڪندي ٻوڙندي وڃي ان الوڪڪ سوڀيا واري ٻالڪ کي
ڀاڪر لڳي. ماتا ڪوشليا رام جي جنم ڏينهن رام کي چڱيءَ طرح ڪپڙا ۽
آڀوشڻ (زيور) پائي انيڪ نمونن جون مناٻون ٺاهي رام جو جنم ڏينهن الـو
مناٻيندي هئي. هڪ ڏينهن رام ماءَ وٽ وسو ۽ چوڻ لڳو ماتا جي موکي
ڪنهن ڪاڻ لاءِ ڏي ايڪن ڪم ۾ رتل هڻڻ ڪري ڪوشليا نه ٻڌو. تڏهن رام
ڪاوڙ جي ڏنهو ڪٽي سيڌي ٻرڪن کي ٻڌي ڇڏيو ۽ ڇڪي ۾ رکيل کير مکڻ
اسـ ڪيرائي ڇڏيو ۽ ٻاقي ٻچيل کير ڏهي مکڻ لڇمڻ ڀرت شتروگهن کــي
ورهائي ڏنائين. رسوئي ڪرڻ واري وڃي ماتا ڪوشليا کي ٻڌايو اوڏي مهل
ماتا ڪوشليا کلندي مشڪندي رام کي ڀاڪڙڻ لاءِ ڊوڙي، ماءُ کي ايندو
ڏسي اهي سڀيئي ٻالڪ اٿي ڀڳا. ماتا ڪوشليا به انهن جي پٺيان ڊوڙڻ
لڳي، پر هوءَ وڪ وڪ تي ٿڪجڻ لڳي ٿي نيٺ رام کي ڀڪڙي ورتائين

پر چٻاليهس ڪيچ به ڪين- رام اوڏي مهل ٻارن وانگر ڏاڍي روئڻ لڳو، تڏهن ان کي ٻپ ۾ وياڪل ڏسي ڪوشليا ان کي ڇاتيءَ سان لائـــي پيار ڪيو اهڙي طـرح جڳت کي آنند ڏيندڙ ڀڳوان (مايا) سان ٻال روپ ڌاري دشرٿ ۽ ڪوشليا کي آنند ڏيڻ لڳو- سري رام جو سانورو سروپ نير جي اڙٻن ۾ وڄر ۽ نورن جو چم چم ڪڻڻ جو من موهجي ٿي ويو. ڇاتي ۾ گهنگهرن جي مالا ٻڌل- گهڻن ڳهڻن سان ٻرٻل وڏارن ٻانهن، ڇاتيءَ ۾ مڻين جو هار پيل- هيري جي سوڀيا- ٻرهٽر برهمڻ جي پير جو نشان، ڳچي سنک جهڙي، ڪاڏي تمام سندر، مهن جي اڻ شمار سندرتا ٻاڙهن چپن جي اندر ٻه ٻه ڏند ۽ نڪ ڪان متيرو الڪ جي سوڀيا، سندر ڪن، شريشٽ ڳل آهن- ٻولي تمام وڻندڙ مٺي توتلي آهي ماٿا هڏجا سٽيا گهنڊيدار نيلا ۽ گهاٽا وار ڏاڍيو ٺاهي سنواريا آهن. سرير تي پيلو چولو ٻهرٻل ۽ گوڏن ۽ هٿن جي وسيلي سندس پنڌ ڪرڻ مونکي موهي ٿو ڇڏي. جو ڀڳوان سک دک ۽ اگيان کان ٻري جو گيان واڻي ۽ اندرين کان ٻري آهي سو راجا ۽ راڻيءَ جي ڏاڍي پريم وس ٿي پـوتر ٻال چرتر پيو ڪري- ماتا ڪوشليا ڪڏهن هٿڪي هنج ۾ کڻي ڪوڏاءُ ٿي ته ڪڏهين پينگهي ۾ وجهي لوڏاءُ ٿي اهڙي طرح پريم ۾ مگهن ڪوشليا کي ڏينهن رات گذرندي پتو نه ٿي پيو. هڪڙي ڏينهن ماتـــا ڀڳوان کي سنان ۽ سينگار ڪرائي پلنگ تي سماريو ۽ پاڻ وڃي پنهنجي ڪل اشٽ ديو ڀڳوان جي پوڄا ڪرڻ لاءِ سنان ڪري پوءِ پوڄا ڪيائين ۽ ڀوڳ لڳايائين- ۽ پاڻ جتي پڪوان تيار رکيا هوا اتي وئي. وري اتان ماتا هلي آئي ته پٽ کي پوڄن ڪندو ڏٺائين ماتا پوءِ ٻالڪ وٽ ڇڏيندي وئي ۽ ڏٺائين ته پوتر ٻالڪ سمهيو پيو آهي. وري اچي ساڳيو ٻالڪ ڏٺائين ته پوڄن ويٺو کائي، اني دل ڏڪڻ لڳس ۽ ڌارج ڇڏائي ويس. هتي ۽ هتي ٻه ٻالڪ ڏٺائين. دل ۾ چوڻ لڳي ته منهنجا حوصلا گم ٿيا آهن ڪن ٻي ڪا خاص ڳالهه آهي- شري رامچندر ماتا کي وياڪل ڏسي ڀڳوان مرڪي کلي ڏنو، انهيءَ کاڻ ۾ پنهنجي ماتا کي حيرت جهڙو اداسي روپ ڏيکاريائين. جنهن ۾ ڪروڙين برهمانڊ اڻ شمار سج، چنڊ، شو ۽ برهما هوا- ڪيترين پهاڙ، نديون، سمنڊ، ڌرتيون ۽ جهنگل لڳا پيا هوا- ڪال، ڪرم، گڻ، اوگڻ جو ڪڏهن نه ٻڌو هوائين- ماتا ڪوشليا پريوءَ جي پرٻل مايا ڏسي هٿ جوڙي گڏ گڏ ٿي ڀڳوان جـي چرنن تي ڪڍي سر نوايائين- ماتا کي حيرت ۾ ڏسي ڀڳوان وري ٻالڪ جو روپ ورتو- ڀڳوان ٻال چرتر گهڻيئي نمونن جا ڪيا ۽ پنهنجي داسن کـي گهڻو آنند ڏنو- ڪجهه وقت گـذرڻ کان پوءِ سڀئي

پرواز ڪري سگهي. ڏيندڙ سڀ ٻار وڏا ٿيا ۽ گروءَ اچي سندن مُنج اوراڻ ۽ براهمڻن کي ٻه گهڻيئي ڏڪڻا پراپت ڪئي. جو ٿورن ڏينهن ۾ گروءَ گهري اندران کان ٻري آهي اهو ئي ٻڌو دشرٿ جي اڳيان ۾ گهڻي ٿري او ! راجا ڪاڏي وقت سڀ ٿيو ڪرڻ ۽ ٻارن جو مڻ چڙهي ٿو اچي ڪرڻيا جو هن سڀڻ ٿي وڃيس ٿڌهن ٻچڙان ناز سان پڄي وڃڻ ٿو ٺهڪي ماتا دوڙي اڪڙڻ جو هٿ ٿي ڪري. ٻچڙان جو ات مٿيءَ ۾ پيال ميرو آهي ۽ راجا ڪانئي ۾ وهاريس ٿو ٻچڙان چنچل من سان ٻيو ڪاڏو ڪاڻي ۽ ڀنڀانون عرڏاٽهن ۽ وٺي ڏڏ ۽ ڪجهڻي مڏهن ۾ لڳائي پيا وڃهس ته واڪا ڪندو پڄي ٿي ۽ ٻچڙان جي ٻال چرتر کي شيش ناڳ ۽ شنڪر ۽ شاسترن ٻرهم سان ڳائو آهي جڏهن ٻائر ڪمار دنيڪرات ٿيا ٿڌهن گروءَ ۽ ماتا پتا ڪين جڏهن ٻار اسر، شري رامچندر ۽ ڀائر گروءَ جي گهر پڙهڻ ويا ۽ ٿوري وقت ۾ سڀ ودياڻون پرايائون، چارئي ويد سياڻيڪ سواس آهن سو ٻچڙان پڙهڻ وڃي سا ڪوڙي وڏي عجب جي ڳالهه آهي، وديا، نمرتا شيلتا جي گڻن سان پرپور سڀئي راجائي نمرتي جا کيل ڪرڻ لڳا. هٿن ۾ تيرڪمان ڏاڍو ٻيو سونهي ۽ سندر روپ ڏسي سارو سنسار موهت پئي ٿيو. شري رامچندر ڀائرن ۽ سنگتين کي گهرائي روز وڃي شڪار ڪندو هو. دل ۾ ويچاري پوتر جانورن کي ماريندو هو ۽ اهي ڏهاڙي آڻي راجا کي ڏيکاريندو هو جيڪي جانور شري رامچندر جي تير سان مرندا هوا، اهي سڀ چڙهي سرڳ ۾ ويندا هوا. سري رامچندر نمين ڀائرن ۽ سنگتين سان گڏ پوڄڻ ڪندو هو ۽ ماتا پتا جي آگيا موجب هلندو هو. ويد پراڻ من لڳائي ٻڌندو هو ۽ ڀائرن کي ٻاڻ سمجهائي ٻڌائيندو هو. رامچندر امرت وئلي جو اٿي ماتا پتا کي متو ٽيڪيندو هو ۽ پوءِ آگيا وٺي شهر جو ڪم ڪندو هو. راجا اها هالت ڏسي من ۾ ڏاڍو پرسن ٿيندو هو.

## وشوامتر جو رام ۽ لڇمڻ کي وٺي وڃڻ

مهامني وشوامتر جو گيانوان مني هو سو ان ۾ ڪونچڳو آشرم ڏسي رهندو هو. جتي مني جپ، تپ، يگيه جوڳ ابياس ڪندا هوا. اتي هو مارئچ ۽ سباهو نالي راڪش کان گهڻو ڊڄندا هوا ڇو ته يگيه ڏسندئي راڪش ڊوڙي ايندا هوا ۽ اچي وگهن وجهندا هوا جنهنڪري رشي مني ڏاڍو ڏکي ٿيندا هوا. انهيءَ ڳالهه جي وشوامتر کي ڏاڍي چنتا هئي- ته هيءَ پاپي راڪش ٻچڙان کان سواءِ ٻئي جي هٿان نه مرندا. منهشور من ۾ ويچار ڪيو ته ٻچڙان ڌرتيءَ تي ڀار لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي- انهيءَ بهاني سان پرڀوءَ جا چرن

ڪمل ۾ وڃي ڏسان ۽ وينتي ڪري ٻنهي ٻانهن کي وٺي اچان. اهو ويچار ڪري راڄ دربار ۾ آيو، راجا مني کي ايندو ڏسي ڏنڊوت پرنام ڪري آڻي آسڻ تي وهاريو ۽ مني جا چرن ڌوئي پوڄا ڪري ڪهس پوڄن ڪرايو ۽ چوڻ لڳو ته مون جهڙو ڀاڳن وارو اڄ ٻيو ڪوبه هوندو. جو توهان چرڻ گهمائي مهنجي گهر کي پوتر ڪيو. راجا چئن ئي پٽن کي مني کي پيرين پوڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ مني کي وينتي ڪيائين ته توهان جو اچڻ ڪيئن ٿيو آهي هن ڪان اڳ ڪڏهن به نه آيا آهيو سو ضرور ڪنهن ڪم سان اڄ آيا آهيو. مهرباني ڪري جيڪا مهنجي لائق سيوا هجي سا فرمايو ته پيان ڏيو ڪئي وڃي، راجا جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي مني چوڻ لڳو، هي راجا مونکي دئيت سيئي ستائين ٿا، سو مان توهان کان گهر ڪرڻ آيو آهيان ته شري رامچندر جي ٻانهن اچڻ سميت ڏيو ته راڪشن کي هلي مارن ته مان ڪرتارٿ ٿيان. انهيءَ ۾ توهانجو جس ۽ ڪلياڻ آهي. انهيءَ ٻاري ۾ وشسٽ کيس چيو ته جيڪڏهن توهانجي به مرضي هجي ته توهان مونکي ٻنهي راجڪمارن جي ٻانهن ڏيو. اهو ٻڌي راجا چنتا ۾ پئجي ويو ۽ ايڪانت ۾ وڃي گروءَ کان پڇيو، ”هي گروجي گهڻن سالن گذرڻ کانپوءِ وڏن ڪشٽن ۽ ڪشالن سان مونکي هي ديوتائن سمان چار پٽ مليا آهن انهن مان رام مونکي ڏاڍو پيارو آهي. سو هاڻ مان ڇا ڪريان؟ مهنجو چت رام کي اکين کان پري ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. جيڪڏهن رام هتان هليو ويندو ته مهنجو انهي ڏسڻ کان سواءِ جيئڻ مشڪل ٿي پوندو.“ دل ۾ چيائين جيڪڏهن مان هنکي رکو جواب ٿو ڏيان ته پڪ اهو مني مونکي سراپ ڏئي ڇڏيندو، هاڻ اهو ٻڌايو ته مهنجو ڀلو ڪيئن ٿيندو. جيئن مهنجو وچن ڪوڙو نه ٿئي. تنهن تي وشسٽ مني چوڻ لڳو، هي راجا ديوتائن کان ڳجهي رکڻ واري ڳالهه ٻڌو. هن کي ڪنهن به حالت ۾ ظاهر نه ڪرڻ گهرجي. هيءُ رام مدش نه آهي ساڪيات پرشوتم پرماتما ٿي پنهنجي مايا مان هن روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي، هي راجا پورو ڪال ۾ پرٿويءَ جان ڀار لاهڻ لاءِ برهما ڀڳوان کي پرارٿنا ڪئي هئي، انکي پورو ڪرڻ لاءِ پرميشور تو وٽ اچي ڪوشليا جي گربه مان جنم ورتو آهي. پورب جنم ۾ تون برهما جو پٽ پرجاپتي ڪشيپ هئين ۽ ديو ماتا ڪوشليا آدتي هئي، ان وقت توهان ٻنهي جڻن سڀ ڪجهه تياڳي ڪيترن سالن تائين ڀڳوان وشنوءَ جي پوڄا ڪئي ۽ تن من سان ڌيان لڳائي ڪٺن تپسيا ڪئي تڏهن ڀڳوان ڀڳت وتسل توهان ٻنهي تي پرسن ٿي چيو ته ور کان اهو ٿي ور گهرو تڏهن هي نرنجن تون مهنجو پٽ

## رامچندر جو سباهو ۽ ماريچ راڪش کي مارڻ

شري مهاديو چوي ٿو، هي پاروتي! ان کان پوءِ وشوامتر سان گڏ اهي ٻئي ڀائر هڪ رات منيءَ سان گڏ ان پر سندر ڪام نالي آشرم ۾ رهي صبح ٿيندي ئي الان ڌاري اٿي هليا. پند ڪندي ڪندي ڪجهه وقت کان پوءِ ٻپهران هڪڙو آشرم ڏٺائون جنهن ۾ وشرام ڪرڻ لاءِ اچي رهيا. پوءِ شري رامچندر وشوامتر کي چيو ته هي مني توهان ڀلي وڃي يگيه ڪريو مونکي فقط اهو ڏيکاريو ته راڪش ڪٿي ظلم مچائين ٿا. انهن منيءَ چئو ٿي ٻين منين سان گڏ يگيه ڪرڻ شروع ڪيو، ان هوم جي وقت ماريچ ۽ سباهو نالي ٻئي ڪام روپي راڪش رت ۽ ماس جي هڏن جي برسات وسائيندا ڏسڻ ۾ آيا. اوڏي مهل ڀڳوان رام ٻه ٻاڻ ڪڍي ڌنش ۾ چاڙهي اهڙو ته زور سان ڇڪي انهن ٻنهي راڪشن ڏي الڳ الڳ ٻاڻ ڇڏيا جو انهن مان هڪ ٻاڻ ته ماريچ کي آڪاش ۾ ڦيرائي ڦيرائي هڪ سؤ يوجن پري کان سمنڊ ۾ ڪيرائي ڇڏيو، اها هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه هئي، ٻيو اگني ٻاڻ جو سباهو کي لڳو ۽ ڪن ۾ ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. ۽ جيڪي انهن جا ٻيا ساٿي هوا سي لڇمڻ ترت ئي ماري ڇڏيا هوا. ان وقت ديوتائن لڇمڻ ۽ شري رامچندر جي مٿان گلن جي ورکا وسايائون. وشوامتر شري رگهناٿ جو چڱي طرح پوڄن ڪيو ۽ انهن کي گود ۾ وهاري اکين ۾ پريم جا آنسون آڻي گلي لڳايو. پوءِ لڇمڻ سميت رام کي ڀڪل ڦل آڻي کارايائين. اهڙي طرح اتي رهي انهن کي اتهاسي مذر ڪٿائون ٻڌائيندي ٽي ڏينهن گذري ويا. چوٿين ڏينهن وشوامتر رام کي چيو، "هي رام مهاتما جنڪ جو وڏو ڀاري يگيه. ڏسڻ لاءِ اسان سيتا جي جنڪ پور هلنداسون. اتي شري مهاديو جو ڌروهر جي روپ ۾ رکيل هڪ مها ڀاري ڌنش آهي. ان مضبوط ڌنش کي توهان ڏسندا ته مهاراج جنڪ توهان جو چڱيءَ طرح آدر ڪندو."

## آهليا اڌار

اتان چئي وشوامتر، ٻين منين ۽ رام لڇمڻ کي ساڻ وٺي گنگا نديءَ جي ويجهو گوتم رشيءَ جي پوتر آشرم ۾ آيا. جو انيڪ وڻ پوتر ڦلن سان ڀريل هو، جتي اهليا تپ ڪري رهي هئي، سري رامچندر ان آشرم کي هرڻ پکي ۽ انيڪ قسمن جي جيون کان خالي ڏسي منيءَ کي چيو ته هي منيور هي وڻ ٻن گلن ۽ ڦلن سان ڀريل آهن ۽ جانورن کان خالي آهن هيڏو وڏو

آشرم جو تمام سندر رمڻيڪ ۽ پوتر ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو ڪنهن جو آهي، مُني
جو سڄو حال ڇڱيءَ طرح ڪري ٻڌايو. شري وشوامتر چيو- هي رام مُني آشرم
جو پورو پورو وستار ٻڌ، پهرائين هن آشرم ۾ مهارشي گوتم جي تپسيا دوارا
شري هريءَ جي آراڌنا ڪندو رهندو هو، ان جي اُتم آچار کان سنتوش
ٿي ڪري برهما هن جي سيوا لاءِ اهليا نالي هڪ سهڻي سندر پُتري
ڪنيا ڏني جنهن سان گڏ تپ جي پرڀاو سان گوتم ان اهليا سان سُکي رهڻ
لڳو، هيڏانهن ديوراج اِندر اهليا جو روپ ڏسي موهت ٿي پيو ۽ روزانو مُني
سان سنجوڳ ڪرڻ لاءِ موقعو ڏسڻ لڳو. هڪ ڏينهن مُني گوتم ٻاهر وڃڻ
ڪري، ٻاڻ گوتم جو روپ ڌاري اهليا سان ڀوڳ ولاس ڪري جلدي جتان
هلڻ لڳو ته انهيءَ وقت مُني به اُتان موٽي آيو. هن کي پنهنجو روپ ڌاريل
ڏسي رشي گوتم ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو- هي دشٽ آتما اڙي پاپي منهنجي
روپ ڌارڻ وارو تون ڪير آهين سچ سچ ٻڌاءِ نه ته مان توکي هيئر جو هيئر
ڀسم ڪري ڇڏيندس. تنهن تي اِندر چوڻ لڳو ڀڳوان مان ڪام جي وس ۾
قائل ديوراج اِندر آهيان منهنجي رکيا ڪريو. مون پاپيءَ وڏو پاپ ڪيو
آهي تنهن گوتم ڪروڌ ۾ ڀرجي اکيون ڳاڙهيون ڪري ديوراج اِندر کي
سراپ ڏنو هي دشٽ تون مُني جي گهر ۾ (سوراخ يا ڀڳ ڪرڻ جو
استان) لاءِ آيو آهين انهيءَ ڪري تنهن جي سرير ۾ سو ڀڳ ٿيندا. اهڙيءَ
طرح ديوراج کي سراپ ڏيئي مُني پنهنجي آشرم ۾ ويو ته ڏٺائين اهليا پڻ
ڪنبندي ڏڪندي هٿ جوڙي اُڀي آهي، ان کي ڏسي گوتم چيو هي دشٽڻ
تون مُني جي آشرم ۾ شلا پٿر ٿي نواس ڪر- هتي تون اَن پاڻي ڇڏي رهي اُس
ڇانو هوا ۽ برسات کي سهندي ڏينهن رات تپسيا ڪر ۽ ايڪاگر چت سان
هردي ۾ ويٺل پرماتما رام جو ڌيان ڪر- اڄ کان وٺي هيءَ مُني جو آشرم
سڀني قسمن جي جيو جنتن کان خالي رهندو اهڙيءَ طرح ڪيئي هزار ورهيه
گذرڻ کانپوءِ هتي دشرٿ نندن شري رامچندر جو پنهنجي ڀاءُ لڇمڻ سان
گڏ ايندو ۽ جنهن وقت پٿر جي شلا تي پنهنجا پير ڇهندو، ان وقت
تون پاپن کان مُڪت ٿي ويندينءَ ۽ پگهرجي ڀاوَ سان شري رامچندر جو پوڄن
ڪري ان جي پرڪرما ڏيئي نمسڪار ڪري استوتي ڪرڻ سان سراپ کان
مُڪت ٿي ويندينءَ ۽ پوءِ منهنجي اچي سيوا ڪرڻ لڳندينءَ، ائين چئي گوتم
رشي هماليه پربت تي هليو ويو. هي رگهنات انهيءَ ڏينهن کان وٺي هيءَ
اهليا هوا کائيندي ڪٺور تپسيا ۾ لڳي ۽ توهانجي چرنن جي ڌوڙ لڳڻ جي
مراد سان اڄ ڏينهن تائين پرشن جي نظر کان پري پنهنجي شيپ آشرم ۾ رهي ٿي.

هي رام اسڌن ٻرهما جي پٽريءَ گوتم جي پتنيءَ اهليا جو اڌار ڪر. مني وشوامتر اهين چئي رگهونات جو هٿ جهلي انهيءَ آشرم ۾ وٺل اهليا ڏيکاري، تڏهن سري رامچندر پنهنجي چرڻن جي ڌوڙ ان شلا کي ڇهائي تپسوني اهليا کي ڏٺو ۽ ان کي ڀڳوان رام چيو! مان رام آهيان اهين چئي پرنام ڪيو. تڏهن اهليا سري رامچندر کي ريشمي پيتامبر پيل ڏسي ۽ چار ٻانهون، سنک، چڪر، گدا ۽ پدم سوڀياوان هئو ۽ ڪنڌ ۾ ڌنش ٻاڻ رکيل هئو ۽ ساڻ لڇمڻ به هئو ان جي مک ۾ مسڪراهٽ نيتر ڪمل جي سمان پنهنجي نيل مڻيءَ جهڙو شيام جو ڏهئي ڏسائن کي روشن ڪري رهيو هئو. رامچندر کي ڏسي اهليا جا نيتر خوشيءَ ۾ کلي پيا ان وقت گوتم جو چوڻ ياد ڪري ان کي ساکيات نارائڻ ڄاڻي ان جو پوڄن ڪري اکين ۾ پريم جا آلسون آڻي ڏنڊوت پرنام ڪيو. پوءِ اٿي ٺهي ان ڪمل نين ڀڳوان رام کي ڏسي مڻي واٽيءَ ۾ انهي استوتي ڪري چوڻ لڳي هي جڳتر ناٿ توهان جي چرن ڪمل جي ڌوڙ لڳڻ سان اڄ مان ڪرتارٿ ٿي وئس، جنهنجي چرن ڪملن جي ڌوڙ کي سرليون ۽ گوليندن رهن ٿيون، جنهن جي نام سان ٽڙيل ڪمل جي گل مان برهما پرگهٽ ٿيو آهي جنهنجي نام امرت جو ڀڳوان شنڪر رسڪ آهي. هي پرڀو مان مورک اگياني استري ذات ڀلا توهان جي ڀيد کي ڇا ڄاڻان هي رام مان پرڀو سان توهان کي سؤ وار نمسڪار ٿي ڪريان، مان جتي ۽ ڪٿي به رهان اتي توهانجي چرنن جو ڌيان من ۾ سدائين جڳمدو رهي، هي ڀڳت وتسل توهان کي نمسڪار آهي، هي رشيڪيش توهان کي نمسڪار آهي، هي نارائڻ توهان کي وار وار نمسڪار آهي، اهڙيءَ طرح سامهون بيهي ساکيات سري رامچندر جي استوتي ڪري ۽ پرڪرما ڏيئي وندنا ڪري هوءَ ڀڳوان جي آگيا سان پنهنجي پتيءَ وٽ هلي وئي.

## سگر راجا جو ورتانت

هن کان پوءِ وشوامتر رام ۽ لڇمڻ کي ساڻ وٺي پنڌ ڪندا ڪندا اچي گنگاجيءَ وٽ پهتا اتي پهچي پاڻ گنگاجيءَ کي نمسڪار ڪيو ۽ منيءَ کان گنگا جي اچڻ ٿيڻ جو حال پڇيو. تڏهن وشوامتر چوڻ لڳو ته توهان جي ونس ۾ سگر نالي هڪ راجا ٿي گذريو آهي جنهنکي ٻه رائيون هيون هڪ جو نالو ڪيشني ۽ ٻيءَ جو نالو سمتي هئو. راجا کي سڀ ڪجهه هوندي به هڪ سنتان نه هئو. جنهن جي چنتا ۾ ٻنهي زالن کي وٺي سنتان پراپت ڪرڻ لاءِ بن ۾ تپسيا ڪرڻ لاءِ ويو، انهيءَ بن ۾ مهرشي ڀرگو رهندو

هو جنهن وقت وڃي دکڻ پري حقيقت ٻڌائي، ڳرو وشسٽ راجا کي دکي ڏسي
من ۾ دَيا آڻي راجا اي ٻڌن ٿي چيو ته هي راجا لهسرن چنتا نه ڪر اوڳي
ڀڳونت جي ڪرپا سان هڪ راڻيءَ مدجهان هڪ پٽ ۽ ٻيءَ راڻيءَ مان ڏهه
هزار گڻوان پٽ ٿيندا. راجا وشسٽ جو اهو وچن ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وشسٽ
کي ڏنڊوت پرڻام ڪري موٽي ايوڌيا ۾ اچي سک سان راڄ ڪرڻ لڳو. ڪجهه
وقت ڪانپوءِ ڪيشني راڻيءَ مان اسمنجس نالي پٽ ڄائو ۽ ٻيءَ راڻيءَ مان
هڪ تنبي پيدا ٿي، ان ۾ وشسٽ جي چوڻ موجب ڏهه هزار پٽ ٿيا. انهن
جي پيدا ٿيڻ جو ٻڌي راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خوب دان پنج ڪيائين. ٻالڪ
جڏهن وڏا ٿيا تڏهن انهن مان جيڪو اسمنجس ساماٽو سو تمام پاپي ۽ اڌم هو.
شهر جا جيڪي ٻه ٻالڪ نديءَ تي سنان ڪرڻ ويندا هوا، انهن سڀني کي
نديءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيندو هو، ويچارا مائٽ دکي ٿي روئندا پٽيندا راجا وٽ
دانهون ويندا هئا، ته هي راجا پرجا پالڪ! توهان جو پٽ اسان جي ٻالڪن
لاءِ ساکيات ڪال ساماٽو آهي، سو جيڪڏهن اهو حال آهي ته اسان کي
شهر ڇڏي وڃڻو پوندو. راجا پرجا کي ڌيرج ڏنو ۽ پنهنجي ڪمار پٽ کي
شهر نيڪالي ڏئي ڇڏي.

هن کان پوءِ پٽ جيڪو انشومان نالي ٿيو سو ڏاڍو گڻوان هئو، جو راجا
کي ڏاڍو پيارو هئو. هڪڙي ڏينهن راجا پنهن جي وڏي اوستا ڏسي هڪ
وڏو يڳ ڪرايو ۽ پنهنجو گهوڙو چئني ئي طرفن ڦيرايو، اندر کي ڊپ لڳو.
تنهن گهوڙي کي لڪ چوريءَ غائب ڪري ڪپل منيءَ جي آشرم ۾ ٻڌارايو
ماڻهن وڃي انوقت راجا کي ٻڌايو ته گهوڙو غائب آهي. پوءِ راجا پنهن جي
پٽن کي گهوڙي جي ڳولها لاءِ موڪليو جن کي ڳولهيندي ڳولهيندي نيٺ
منيءَ جي آشرم ۾ پتو پيو، آشرم ۾ اچڻ شرط ڪروڌ ۾ ڀرجي منيءَ کي کهٽ
وڌ ڳالهائڻ لڳا. اهو ٻڌي ڪپل منيءَ جيئن مٿي نهاريو ته انهن جو اهي سڀ
سڙي ڀسم ٿي ويا.

## گنگاجيءَ جو پرٿويءَ تي اچڻ

وشوامتر چيو هي رامچندر! هيءَ ڳالهه ڪنهن سوچ ويچار جي ايمان وس
لي ڪروڌ ڪيو، تنهنجو ڦل ترت مليو. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ انهن کي نه
آيو ڏسي، راجا پنهنجي پياري پٽ انشومان کي موڪليو. هي ويچارو سڀاءَ
جو سڌو ۽ نمرتا ڀاءُ وارو هو جنهن ته، ويو ٿي اتي نمرتا ڀاءُ سان ڏس پتو
پڇندو پڇي ويو واٽ لي هن کي ماسس گرڙ گڏيو. جنهن کيس سمورو حال
سيدس پاڻن جو ڪري ٻڌايو جو انشومان کي ٻڌي ڏاڍو دک ٿيو. پوءِ گرڙ صلاح ڏنس

۽ اهڙو ڪو اپاءُ ڪر جو ڀرٿويءَ تي گنگا اچي ۽ جڏهن گنگا وهي ايندي پوءِ جيڪي تنهنجا ٺه. هزار پٽ سڙي ڀسم ٿيل آهن، انهيءَ ڀسم کي جڏهن گنگا ڇهندي تڏهن هي سڀيئي تنهنجا پٽ ڇٽڪارا ٿي پوندا. گرڙ جي صلاح انشومان کي ڏاڍي پسند آئي. ائين چئي پيئي ڪپل منيءَ وٽ ويا ۽ وڃي سر نوائي نمسڪار ڪيو. ڪپل منيءَ کين آشيرواد ڏنو ۽ گهوڙو به ڇوڙي ڏنائين، انشومان گهوڙو وٺي آئي راجا سگر کي ڏنو ۽ سڀني پٽن جي ڀسم ٿيڻ باب ۽ منيءَ جو سمورو حال ڪري ٻڌايائين. اهو ٻڌي راجا کي ڏاڍو دک ٿيو، ۽ وڃي گهوڙي اڇو ڪري يگيه سماپت ڪيائين. پوءِ راجا ٻرڌ اوستا ڇاڻي راڄ جو ڪاروبار انشومان کي ڏيئي ٻاڻ پرستي ڏي هليو ويو. انشومان جو پٽ دليپ ۽ دليپ کي ڀاڳيرٿ نالي پٽ ٿيو، انشومان کي ته پڪ هئي ته جيسين گنگا ڀرٿويءَ تي نه ايندي تيسين سڀني پٽن جو موڪش نه ٿيندو. انشومان کان پوءِ دليپ ۽ دليپ کان پوءِ ڀاڳيرٿ هن گنگا کي آڻڻ لاءِ ان ۾ وڃي ڪٺن تپسيا ڪئي. برهما هن جي اهڙي تپسيا ڏسي پرسن ٿي ڀاڳيرٿ وٽ آيو ۽ اچي ور گهرڻ لاءِ چيائينس. تڏهن ٿي ڀاڳيرٿ هٿ جوڙي چيو هي پرڀو! ٻه ور ڏيو هڪ ته سنت سماج وڌي ۽ ٻيو گنگا ڀرٿويءَ تي اچي، برهما چيو ائين ئي ٿيندو! گنگا ڀرٿويءَ تي اچي ته سگهي پر پوءِ هن کي ڌارڻ ڪير ڪندو، ڇو جو هوءَ ڇٽندائي هڪدم رساتل ڏي وهندي هلي ۽ پوءِ ڀرٿويءَ تي ڪانه ايندي سو منهنجو چوڻ مڃي مهاديو وٽ وڃ جو ڏاڍو ديالو آهي ۽ انهي وڃي استوتي ڪر، پوءِ تون پرسن ٿي گنگا کي مستڪ ۾ ڌارڻ ڪندو. ائين چئي برهما انترڌيان ٿي ويو. پوءِ ڀاڳيرٿ وڃي مهاديو جو ڌيان ڪري تپ ڪيو. جنهن تي مهاديو پرسن ٿي گنگا ڌارڻ ڪرڻ جو وچن ڏنائينس. جڏهن برهم لوڪ ۾ گنگاجيءَ ٻڌو ته مهاديو ٿو مونکي ڌارڻ ڪري سو وچار ڪرڻ لڳي ته مهاديو سميت رساتل هلي ويندس، هڪ پل به نه ترسندس. انترجامي شنڪر ڀڳوان ڇا ڪيو جو ٻنهي جٽائون ڪٽي ڦهلايائين. جنهن ۾ سڄي گنگا سمائجي ويئي. هڪ سال اتي رهي، هاڻي ڀاڳيرٿ گنگاجيءَ کي پرٿويءَ تي آڻڻ لاءِ شنڪر ڀڳوان کي استوتي ڪئي جنهن تي ڀڳوان پرسن ٿي هڪ ڄاڙيءَ جي ٻوند ڪيئي جنهن مان ٽي ڌارائون نڪتيون، هڪ وڃي آڪاش ۾ جنهن جو نالو ديوتائن پاپ ناشڪي منداڪني رکيو ۽ ٻي جيڪا پاتال ۾ ويئي دک هرڻ واري ڀڳاوتي نالي سڏجي ٿي، ۽ ٽين اها آهي جا سڀني سنتن مهاتمائن کي سک ڏيندڙ گنگا ماتا سڏجي ٿي، گنگا کي آيو ڏسي ڀاڳيرٿ ڏاڍو خوش ٿيو ۽

سر نوائي گنگا ماتا کي نمسڪار ڪيو. گنگا ماتا آشيرواد ڏنس ۽ چيائينس هي راجا هاڻي جلد وڃ هڪ رٿ وٺي اچ جنهن ۾ گهوڙا ڀلا ۽ تيز هجن. پوءِ اُن رٿ ۾ چڙهي هلندو هل مان تنهنجي پٺيان ايندس. پوءِ ڀاڳيرٿ ائين ئي ڪيو، گنگا جو تيز وهڪرو ڏسي رشين منين جو من پرسن ٿيو ۽ من لڳائي ڪناري تي ويهي سنان ڪري ڌيان سنڌيا ڪرڻ لڳا. ٻيا ڪيترن ئي ڪن چوڻ ويد ۽ پوڻ تا ته گنگا ماتا جي درشن ڪرڻ سان پاپ نڪري ٿيو وڃن ۽ دشٽ پاپي به سنان ڪري سنسار ساگر مان تري ٿا وڃن. پوءِ راجا ڀاڳيرٿ رٿ تي چڙهي هلڻ لڳو ۽ گنگا ماتا ان جي پٺيان هلڻ لڳي. سنڌ ۽ پهاڙن ۽ ديس مان لنگهندي جڏهن هردوار وٽ اچي پهتا ته سڀ گنگاجي ڏاڍو خوش ٿي. هردوار کان پوءِ پرياڳ ۾ آيا ۽ پرياڳ کانپوءِ ڪاشي ۾ ان کان پوءِ سمنڊ وٽ پهتا جنهن ۾ گنگاجي سمائجي ويئي. سمنڊ راجا ڀاڳيرٿ جي ڏاڍي تعريف ڪئي.

اهڙي طرح سگر جا سٺ هزار پٽ ڀسم ٿيل گنگاجيءَ جي ڇهڻ ڪري تري ويا. وشوامتر چيو هي رامچندر انهيءَ ڪري ئي پرٿويءَ تي گنگا جو اچڻ ٿيو ۽ گنگا کي ڀاڳيرٿ جي آڻڻ ڪري گنگا کي ڀاڳيرٿي به ڪري چوندا آهن.

## رام لڇمڻ جنڪ پور ۾

گنگا جي اچڻ جو حال ٻڌي شري رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو. پوءِ آرام سان ان ۾ سنان ڪري برهمڻن کي دان ڏنائين. پوءِ وشوامتر ٻنهي ڀائرن کي ساڻ وٺي جنڪ پور جي ويجهو پهتا اتي هڪ سنڌر عمدو باغ ڏٺائون جنهن ۾ آرام ڏيندڙ هنڌ گهڻا هئا جو رامچندر اهو آستان پسند ڪري اتي رهي پيا. جڏهن راجا جنڪ کي سڌ پئي ته مهرشي وشوامتر آيو آهي سو ٻڌڻ سان منتري گرو ۽ برهمڻ کي ساڻ وٺي منيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ آيو، راجا جنڪ اچڻ شرط منيءَ کي پيري پئي نمسڪار ڪيو، منيءَ کيس آشيرواد ڏني ۽ پرسان وهاري خوشخبري پڇڻ لڳا. اوڏي مهل ٻئي ڀائر جي باغ ۾ ڦلواڙي ڏسڻ ويا هوا سي موٽي آيا. هڪ سانورو ۽ ٻيو گوري رنگ جو جوان اوستا ۾ جڏهن رام لڇمڻ اندر آيا تڏهن سڀئي اٿي بيٺا. پوءِ وشوامتر کين پرسان وهاريو. راجا جنڪ هنن جي منهن ۽ موهيندڙ شڪل ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. منيءَ کان پڇڻ لڳو هي ناٿ! هي ٻئي سنڌر بالڪ ديوتائن جي سمان ڪنهن جا پٽ آهن. هي ته منهنجي من ۾ هن وقت نر ۽ نارائڻ جي سمان پيا ڏسڻ ۾ اچن. تنهن تي وشوامتر منيءَ جنڪ راجا کي چيو ته هي ٻئي ڀائر رام ۽ لڇمڻ راجا دشرٿ جا پٽ آهن مان هنن کي پنهنجي

يگيه جي رکيا ڪرڻ لاءِ ايوڌيا کان وٺي آيو آهيان. رستي ۾ اچڻ وقت مونهنجي ٻڌائڻ سان هن پراڪرمي رگهونات هڪ ئي تير سان تاڙڪا کي ماري ڇڏيو. پوءِ مونهنجي آشرم ۾ اچي مونهنجي يگيه کي کنڊن ڪرڻ وارو سباهو ۽ ٻين راڪشسن کي ماري ڇڏيو ۽ ماريچ کي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو انهن پوءِ گنگاجيءَ جي ڪناري تي مهرشي گوتم جي آشرم ۾ آيو اتي گوتم جي استريءَ کي شلا پٿر ڏسي پنهنجي چرن ڪملن جي ڇهڻ سان ان کي منش روپ ڏنو. اهليا کي ڏسي رام انکي نمسڪار ڪيو انهن کان پوءِ اوهان وٽ شنڪر جو ڌنش ڏسڻ لاءِ آيا آهيون. منيءَ وشوامتر جون اهي ڳالهيون ٻڌي راجا وشوامتر ۽ ٻنهي ڀائرن کي ساڻ وٺي شهر ۾ آيو ۽ جيڪو سٺو محلات هو جو سڀني موسمن ۾ سک ڏيندڙ هو تنهن ۾ هنن کي رهايو ويو ۽ سڀني هرطرح سان سيوا پوڄا ڪري کائڻ موڪلائي راجا گهر ڏانهن ويو رشيءَ سان گڏ کائي پي آرام ڪري شري رامچندر جڏهن پاڻ سان گڏ ويٺو تڏهن لڇمڻ جي مرضي ٿي ته جنڪ پوري ڏسي اچجي پر رامچندر جي ڀؤ ڪري ۽ پڻ منيءَ جي ڪري نه پيو ڪڇي پر من ۾ پيو مشڪي. شري رامچندر هنجي من جو حال ڄاڻي ڀڳت وڇلتا هردي ۾ آڻي آهستي پوءِ وشوامتر کي ونتي ڪري چيو هي ناٿ! لڇمڻ کي شهر ڏسڻ جي مرضي ٿي آهي پر اوهانجي ڀؤ کان نٿو ڪڇي. هاڻ موڪلي آگيا ڏيو ته مان شهر ڏيکاري اچانس، وشوامتر خوش ٿي چيو هي سکن جي کاڻ ٻئي ڀائرو ڀلي وڃي شهر ڏسي اچو. پوءِ ٻئي ڀائر منيءَ کي سر نوائي شهر ڏي هليا. ڪيترائي ٻالڪ هنن جي سونهن ڏسي ساڻن گڏجي هلڻ لڳا، جو ته بت تي پيلو ڊپٽو ڀوراٻل هٿن ۾ سندر ڌنش ٻاڻ ڇاتيءَ تي موتين جي مالها پيل ۽ مستڪ تي سٺو چندن جو تلڪ ڏنل. اهڙي سانوري ۽ گوري من ۾ ڇڪيندڙ ٻنهي ڀائرن جي جوڙي هئي. شهر ۾ جهٽ پٽ خبر پئجي وئي ته ڪي راجڪمار شهر ڏسڻ لاءِ آيا آهن. هو گهر جا سڀ ڪم ڦٽا ڪري سڀ نر ناريون درشن ڪرڻ لاءِ ڊوڙي آيا.

راڻيون هڪ ٻئي ۾ پريم سان ڳالهيون ڪري چوڻ لڳيون ته واهه جي سونهن ڇٽين ٻانهن وارو وشنو، ڇٽن مکهن وارو برهما ۽ پنجن مکهن سان ڪنور ليک ڌاري شوجي ۽ ٻيو ڪو به اهڙو ديوتا جڳت ۾ ڪير آهي جنهن سان هي سکي! هن سندرتائيءَ جي ڀيٽ ڪجي. وري ٻي چوڻ لڳي هي سياڻيون ۽ ٻئي راجا دشرٿ جا پٽ آهن. هي ۽

منجهه وشوامتر جي يگيه جي رکيا ڪندڙ آهن جن يڌ جهڙي ميدان ۾ راڪشن
کي ماري ماٺ ڪيو هو. جنهن مارنچ سباهو جو لڪبر ٻگر هو سو سکن جي
کاڻ ڪوشليا جو پٽ رام سندس نالو آهي هٿن ۾ تير ڪمان اٿس، ۽ جنهن ڪر
پٺيان پيو اچيس سو سمترا جو پٽ لڇمڻ آهي. ڪا ٻئي چوي ته هي ور
سيتا جي لائق آهي ڪا ٻئي چوي ته راجا هن کي ڏسي پڻ ٽوڙي پوري
وهانو ڪرائي ڇڏي. ڪا چوڻ لڳي ته راجا هن جي سڃاڻپ ڪئي آهي
پڻ نه ٽوڙيندو، ڪا چوڻ لڳي ته ودااتا چڱو آهي ۽ پدار آهي ته سڀ
ڪنهن کي لائق ڦل ڏيندو آهي ته جانڪيءَ کي هيءُ ئي ور ملندو، هي
سکي! ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي. ڪا چوڻ لڳي ته شوجيءَ جو ڌنش ڏاڍو
ڪٺور آهي ۽ هيءُ سانورو ڪومل بدن ۽ ننڍيءَ عمر وارو، تنهن لاءِ اي
ڪلي ڇيو کهڙيون نه موڪ آهيو جنهنجي چرڻ ڪملن جي ڌوڙ ڇهڻ سان
مهاپاپڻي اهليا تري ويئي سو شوجيءَ جو ڌنش ڀڃڻ کان سواءِ ڪيئن رهي
سگهندو. اڙي ڳهيليون! ڏسڻ ۾ ننڍا آهن پر پرتاب وارا آهن. جنهن ودااتا
سيتا کي ناهي سندر بڻايو آهي تنهن ويچار ڪري سانورو گهوٽ بڻايو آهي
هن جا اهي وچن ٻڌي سڀئي خوش ٿيون، ۽ منهي زبان ۾ چيائون ته ائين
ئي ٿيندو.

## سيتا جو باغ ۾ رامچندر کي ڏسڻ

هي ٻئي ڀائر اڀرندي طرف ويا جتي ڌنش يگيه لاءِ ميدان ناهيو ويو هو
خوب ڊگهي ويڪري ۽ سهڻي چوڌاري ڌل هئي. انجي وچ ۾ پوتر ۽ سندر
اڇو سينگاري تيار ڪيل هو چئني پاسن کان سونا ڪوچ تيار ڪري رکيا
ويا هئا جي راجائن جي ويهڻ لاءِ هئا. انهن جي پٺيان لڳو لڳ پاسن کان
ٻيا ڪوچ عام ماڻهن لاءِ ٺهيل هئا ۽ سڀني کان مٿي ويهڻ لاءِ زالن لاءِ استان
ٺهيل هو. پوءِ ٻئي ڀائر يگيه شالا جي رچنا ڏسي دير ٿيڻ ڪري گروءَ جو من ۾ ڊپ
ٿين، اهو منظر ڏسي گروءَ ڏانهن هليا. پوءِ ٻئي ڀائر ڊپ مان ٻاهر ۽ نمرتا سان
گروءَ کي نمسڪار ڪري وڃي ويٺا. رات ٿيڻ مهل منيءَ آگيا ڏني سڀني
سنڌيا پوڄا ڪئي ۽ پراڻن جون ڪٿائون ڪندي سمهڻ جو اچي وقت ٿيو
منهي وڃي سمهيو ۽ ٻئي ڀائر گروءَ جي پيرن کي زور ڏيڻ لڳس جنهن جي
چرن ڪنولن لاءِ ويراڳي جاپ ۽ جوڳ ڪن ٿا انهن ٻنهي ڀائرن کي جڏهن ٻاهر
پيار ڪري چيائين آهي، هو سک سان گروءَ جي چرنن کي زور ڏيئي رهيا هئا.
وار وار منيءَ ڪيترو چيو تڏهن ٻئي وڃي سمهيا ۽ لڇمڻ پرڀوءَ جي چرن ..

ٿي پيائيءَ سان الٽي ٻوٻر سان زور ڏيڻ لڳو انهيءَ ۾ ڏاڍو سک ٿي سمجهيائين ته ٻيو ٻيو رامچندر جيئن ٿي ته هي ڳالهه وڃي سمجهه. ٻوءِ ليڇمڻ اهي ڏسي ڪمل جهڙي پرڏاري وڃي سمجهيو. پرڀو وس ٿي ٻڌو سڀ ڪجهه ڪري ارڪن ٿي سگهيا ڏٺي رهيو هو. سڀ جو سوڀار انهي ڪرم ڪري وڃي سڀان ڪيائون ۽ نت نيم سان پوڄا لاءِ گل چونڊڻ لاءِ گروءَ کان آڪيا وٺي راجا جي باغ ۾ ويا، جتي باسن کان نهاري مالهين کان پڇي خوش ٿي پٽي پاڻ گل ڪٽڻ لڳا. انهيءَ وقت سيتا به اتي آئي هئي ۽ ساڻس گڏ پورن ۽ سکيون هيون جي مدهر گيت ڳائي رهيون هيون. ماڻس سيتا کي پاروتيءَ جي پوڄا لاءِ موڪليو هوس. سيتا پاروتيءَ جي مندر ۾ وڃي پريم سان پوڄا ڪري پنهنجي لائق جهڙو ور گهريائين. هڪ سکي سيتا جو ساٿ ڇڏي نظاري ڏسڻ وئي. ٻنهي ڀائرن کي وڃي ڏٺو ۽ پريم سان سيتا وٽ آئي پر سکين هن کي خوشيءَ ۾ گد گد ڏسي پڇڻ لڳس ته پنهنجي خوشيءَ جو سبب ٻڌاءِ! هوءِ چوڻ لڳي هي سکيون مان ٻه راجڪمار ڏسي آئي آهيان جي دل پيا چورن. جي عمر ۾ ننڍا جوان ۽ سندر آهن هڪ سانورو ٻيو گورو آهي مان انهن جي ڪيڏي ساراهه ڪريان، هيءَ اهيئي راجڪمار آهن جي وشوامتر منيءَ سان گڏ ڪالهه آيا آهن جن پنهنجي سونهن جو جادو اڇلائي شهر جي سڀني استرين پرشن کي پنهنجي وس ڪري ڇڏيو اٿن. هنن کي ضرور ڏسڻ گهرجي ۽ ڏسڻ جهڙا آهن هنن جا وچن سيتا کي ڏاڍا وڻيا. سيتا هنن جي درشن لاءِ بيقرار ٿي پيئي. هڪڙي پيري سيتا پاروتيءَ جي پوڄا ڪرڻ لاءِ مندر ڏانهن ٿي ويئي ته ناردمني گڏيس جنهن کي همت جوڙي پرڻام ڪيائين ۽ چيائين مهراج مان گوريءَ جي پوڄا تي ٿي وڃان تنهن تي ناردمنيءَ خوش ٿي آشيرواد ڏنيس ته ان پاروتيءَ جي ٻاريءَ ۾ تو کي هي سيتا! تنهنجو سوامي گڏبو. تنهن تي سيتا پڇيو ته مهراج مان هن کي ڪيئن سڃاڻنديس؟ تنهن تي نارد چيو ته هن باغ ۾ جنهن کي ڏسي تنهنجو من هرکجي وڃي تنهن کي ئي پنهنجو پتي ڪري ڄاڻج.

هيڏانهن ڪنگڻن گهنگرن ۽ نورن جي ڇم ڇم ٻڌي شري رامچندر دل ۾ ويچاري ليڇمڻ کي چيو ته هيءَ جڻ ڪامديو جا نغارا آهن جو ساري سرشٽيءَ کي جيتڻ جي منشا ڪندو پيو اچي. ائين چئي انهيءَ پاسي نهاريو ته ڇا ڏسي سيتا جي چنڊ جهڙي سندر منهن ۾ اکيون چڪور وانگر لڳي ويس سندر اکيون هڪ ٽڪ بيهي رهيون. سيتا جي سونهن ڏسي رامچندر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پاڻ کي چوڻ لڳو هي ليڇمڻ هيءَ اهائي جنڪ ڪماري آهي

ٻروارن امبدارن جو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا، ان وقت راجا جنڪ شتانند
ورارن کي گهرائي جلد وشوامتر ڏي وٽ موڪليو ته راجا جنڪ جي وينتي
ٻڌائي، جنهن خوش ٿي چيو ته هنن ٻنهي ڀائرن کي راجا گهرايو آهي. شتانند
کي پرنام ڪري شري رامچندر گروءَ وٽ وڃي ويٺو ڏيءَ اُن هن چيو هي
پيارا ڀاءُ! راجا جنڪ گهرايو آهي. هلي سيتا جو سويمبر ڏسجي. پوءِ شري
رامچندر مُنين جي منڊلين سميت ڌنش جي يگيه شالا ۾ ڏسڻ هليو جتي
ماڻهن جي وڏي ڀيڙ لڳي پيئي هئي. راجائن جي سماج ۾ هي سندر ڀائر
ائين سوڀيا ڏيئي رهيا هوا جيئن تارن ۾ ٻه پورڻماسيءَ جا چنڊ هجن. جنجي
هردي ۾ جهڙي ڀاونا هئي تن کي ڀڳوان جي مورت تهڙي ڏسڻ ۾ ٿي
آئي. راجائن هنکي جنگ ۾ وڏو وير ڀاوان ڏٺو ٿيا ڪٽڻي دئيت جيڪي
راجا جي ويس ۾ ويٺا هوا، تن ڀڳوان کي ساکيات ڪال وانگر ڏٺو ۽ جنڪ
پوريءَ جي ماڻهن ٻنهي ڀائرن کي ماڻهن جا سينگار ۽ اکين جا تارڪري
ٿي ڏٺو. ودوانن کي ڀڳوان وراٽ روپ ڏسڻ ۾ آيو. راڻين ۽ راجا جنڪ
کين ٻارن وانگر اهڙي پريم سان ٿي ڏٺو. يوگين کي هو پرم تتو روپ وارا
شانت پرتو سمان ۽ سواڀاڪ پرڪاشوان ڏسڻ ۾ آيو. هريءَ جي ڀڳتن ٻنهي
ڀائرن کي پنهنجي اشٽ ديو وانگر سڀني سکن جو ڏيندڙ ٿي ڏٺو. سيتا
رامچندر کي جنهن ڀاونا سان نهاري رهي هئي اهو پريم ۽ سک چوڻ کان
ٻاهر آهي مطلب جنهن جي هردي ۾ جهڙي ڀاونا هئي انهيءَ اهڙيءَ طرح
شري رامچندر کي ٿي ڏٺو. جڏهن راجا وشوامتر کي ڏٺو سو اُٿيو وڃي مٿيءَ
۽ رام لڇمڻ کي وٺي اچي هڪڙي سهڻي ۽ سندر ڪرچ تي وهاريو. پرڀوءَ
کي ڏسي سڀني راجائن جي دل هارجي ويئي. چيو ته سڀني کي پڪ ٿي ته
رام ڌنش ڀڃندو ۽ شنڪر جي وڏي ڌنش ڀڃڻ کان سواءِ به سيتا رامچندر
جي ڳچي ۾ مالها وجهندي تنهنڪري هي ڀائي اهو وچار ڪري پنهنجو
جس پرتاپ ٻل ۽ تيج ائيٽي ڪوهي گهر وڃو. ٻيا راجائون جي اگياني انڌ
ايماني هوا سي کلي چوڻ لڳا ته ڌنش ڀڃڻ سان به اهو وهانو مشڪل ٿئي.
هڪ پيرو پلي ڪال به اچي ته سيتا واسطي ان کي لڙائي ۾ جيتينداسون. اهو
ٻڌي ٻيا راجائون جي ڌرماتما هئا تن مشڪي چيو ته راجائن جو ايمان ڀڃي
رامچندر ٿي سيتا سان شادي ڪندو. سيتا کي جڳت جي ماتا ڪري ڄاڻو
۽ شري رامچندر کي جڳت جو پتا ڪري ڄاڻو پوءِ چڱو مهورت ڄاڻي راجا
جنڪ سيتا کي گهرايو ۽ سندر سکيون هنکي آدر سان وٺي هليون. پوءِ ڀٽن
کي گهرائي چيو ته مهنجي پرتگيا جو پڌرو ورو ڏيو. ڀٽ هڪيءَ سندر وچن

ڇوڻ لڳو ته هي سڀ راجائون ٻڌو! جنڪ جو پڻ آهي ته شنڪر ڀڳوان
جي ٻل سان ڀرجيءَ جو ڌنش ڳرو ۽ سخت آهي، جنهن کي راوڻ ۽ باڻاسر
جهڙا سورما به هيءُ ڌنش ڏسي موٽي هليا ويا آهن! اهڙي ڀرجيءَ جو
ڪٺور ڌنش راج سڀا ۾ اڄ جيڪو ڀڃندو تنهن سان ڳالهه سيتا اما وچار ڪرڻ
جي ان کي ٽي پتي ڪندي. (ان سان شادي ڪندي).

اها پرتگيا ٻڌي سڀئي راجائن جي دل سڙڪي ۽ ڪمر ڪشي اٿيا ۽
پنهنجي اشٽ ديو کي سر نوائي هليا. هر ڪروڌ ۾ گهور نهاري شڙ جي
ڌنش کي جهلڻ لڳا. گهڻئي زور لڳائيندي به اهو ڪڍي نه پيو سگهي. جن
راجائن جي من ۾ ڪجهه وچار ٿيو اهي ڌنش جي ويجهو به نه پئي ويا سڀئي
راجائون دل هاري پنهنجي پنهنجي جاين تي وڃي ويٺا راجائن کي اهين
ڏسي راجا جنڪ وياڪل ٿي ڇوڻ غصي ۾ ڳالهايو! سڀئي ڌامن جا ڪيترائي
راجائون منهنجي ڪيل پرتگيا جو ٻڌي آيا آهن. ديوتائون انسان روپ
ڌاري آيا آهن ۽ ڪئين ٻيا به جنگي بهادر پڻ آيا آهن. پر هن منوهر
ڪماري سندر ڪيرتي حاصل ڪرڻ وارو ۽ ڌنش کي ڀڃڻ ڄڻ نه وڌاتا
ڪو پيدا ئي ڪونه ڪيو آهي.

## رامچندر جو ڌنش ٽوڙڻ

هن شڪر جي ڌنش کي ڪنهن مٿي نه چاڙهيو آهي. هي ڀاڱرو چاڙهڻ
۽ ڀڃڻ ته پري رهيو! پر ڪو ڪڻ جيترو به ڌرتيءَ کان ڇوري نه سگهيو آهي.
هاڻي ڪو به ابهاڻي سورمو ڪروڌ نه ڪري مون ڄاڻي ورتو ته ڌرتي سورمن
کان خالي آهي. هاڻي اميدون لاهي پنهنجي پنهنجي گهر وڃو ڇو ته وڌاتا
جانڪيءَ جو وهانءُ ٿيڻ لکيو ئي ڪونهي، جي پرتگيا ٿو ٽوڙيان ته سڀ پڃ
ناس ٿا ٿين ۽ ڪنيا به ڪنواري ئي رهجي وڃي. ڇا ڪريان! هي ڀاڱرو جي
مان ائين ڄاڻان ها ته پرٿوي سورمن کان سواءِ آهي ته پرتگيا ڪري کل نه
ڪرايان ها! راجا جنڪ جا اهي وچن ٻڌي سڀئي استريون ٻرش سيتا کي
ڏسي ڏاڍيون ڏکي ٿيا. لڇمڻ اهي وچن ٻڌي ڪاوڙ ۾ ڀرون ٽيڏيون ٿي
ٻهس چپ ڦڙڪڻ لڳس اکيون غصي ۾ ڳاڙهي لعل ٿي ويس شوري رامچندر
جي ڀؤ کان ڇئي نه پيو سگهي، جنڪ جا وچن تير وانگر لڳس
سو رامچندر جي چرڻن ۾ سر نوائي چيو! رگهوونشين مان جتي ڪو به هجي
اهڙيءَ سماج ۾ ڪو به اهڙين نٿو ڳالهائي سگهي ۽ توهان کي ويٺل ڄاڻي جنڪ
جي وڃي اکر چيا آهن مان سڀاوڪ طرح چوان ٿو ۽ نڪي ابهمان سان!

نه ٿي سگهي من ۾ چوٽ لڳي ته جيڪڏهن تن من ۽ وچن سان منهنجي ڀاونا سچي آهي ته سيتا جي هردي ۾ رهندڙ ڀڳوان مونکي سري رامچندر جي داسي بڻاءِ. ڪرپانڌان رامچندر سڀ ڄاڻو ٿي، سيتا ڏي نهاري شري رامچندر ڌنش ڏانهن نهاريو. لڪشمڻ جڏهن ڏٺو ته رامچندر شوجيءَ جي ڌنش کي نهاري رهيو آهي تڏهن هو پير سان ڌرتيءَ کي دٻائي ڪڏ ڪڏ ٿي چوڻ لڳو هي ڌرتيءَ جا هاٿي! هي شيش ناگ!! هي وراه!!! سڀئي ڌيرج ڌاري ڌرتيءَ کي سوگهو جهليو آهي جيئن اها ڏڪڻ نه لڳي، رامچندر شوجيءَ جو ڌنش ڀڃڻ چاهي ٿو، رامچندر سڀني ماڻهن کي ڏٺو ته سڀ مورتن وانگر چٽيل هڪ ٽڪ ٻڌل ڏسڻ ۾ آيس. پر پوءِ سيتا ڏي نهاري ڄاتو ته هوءِ ڏاڍي وياڪل ٿي پئي آهي. هن پوءِ دل ۾ ويچاريو جي اڃايل پاڻيءَ کان سواءِ سرير ڇڏي ڏئي ته مٿي ڪاپوءِ هن کي امرت جو تلاءُ ڇا ڪندو، کيتيءَ جي سڪي وڃڻ کان پوءِ برسات ڪهڙي ڪم جي، ويل هٿان وڃائي پوءِ پڇتائڻ مان ڇا ورندو؟ ائين من ئي من ۾ گروءَ کي نمسڪار ڪري هڪدم ڌنش کڻي ورتو ڌنش کي کڻندو ڪير چاڙهيندو ۽ زور سان ڇڪيندو ڪڏهن، ڪو نه ڄاتو جيتوڻيڪ سڀئي ايئي نهاريو. اهو سڀ اک ڇنڀ ۾ ٿيو انهيءَ دم شري رامچندر ڌنش کي وچ مان ڀڃي ڇڏيو سڄي جڳت ۾ گهر گهڙاهٽ جو آواز ڀرجي ويو. برهما آدي ديوتائون سڀ مهيشور پرڀوءَ جي مهما ڳائڻ لڳا گلن جي ورکا ٿيڻ لڳي ڪنر منا گيت ڳائڻ لڳا ساري جڳت ۾ جئه جئه جي واڪي ڀرجي وئي، راجا جنڪ جي ڳڻتي مٽجي وئي هاڻي ڏاڍو خوش ٿيڻ لڳو. راجائن جي سوڀيا اهڙي طرح ناس ٿي وئي جيئن ڏينهن جو ڏيئو بي سونهون لڳندو آهي. پوءِ سيتا رامچندر ڏانهن وئي. واجهه وجهي شري رامچندر جي شڪل ڏسي سڌ ٻڌ ڀلجي ويس سيتا جڻ چٽيل مورت وانگر اتي رهي. اهو ڏسي سکين سمجهائي چيس ته اها سندر مالها شري رامچندر کي پهراءِ. هي وچن ٻڌي سيتا ٻنهي هٿن ۾ مالها کڻي، اهڙي سوڀيا ڏسي سکيون ڳائڻ لڳيون ۽ سيتا به ورمالها شري رامچندر جي ڳلي ۾ وجهي ڇڏي. پوءِ ته سيتا کي ڏسي راجائون لالچي ويا ڪو چوي ته سيتا کسي وٺون ٻنهي راجڪمارن کي جهلي قيد ڪريون جيڪڏهن راجا جنڪ ڪجهه مدد ڪري ته انهيءَ کي به ٻنهي ڀائرن سوڌو لڙائيءَ ۾ جيتي وٺون اهو ڪوڙ ٻڌي سيتا ڊڄي وئي ۽ سکيون هڪدم راڻيءَ وٽ وٺي ويس، شري رامچندر کي اڃا خبر نه آهي ته ڇا ڪرڻو آهي، لڇمڻ مورک راجائن جا لفظ ٻڌي ڏاڍو ڀڙڪيو پر رامچندر جي ڀؤ کان نه ٿي ڪڇيائين.

۽ وڏو ڪروڌي ۽ سنسار ۾ مشهور ڪترين جي ڪل جو ويري آهيان. ٻانهن
جي ٻل سان هن ڌرتيءَ کي راجائن کان خالي ڪري گهڻين ڀيرا اها
برهمڻن کي ڏني آهي. سهسرباهو جي ٻانهن ڪپڻ وارو آهيان اي راجڪمار
منهنجو هيءُ ڪهاڙو ڏس! پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڏکن ۾ نه وجهه. گربه ۾
رهندڙ ٻارن جو به ناس ڪندڙ منهنجو هي ڪٺور ڪهاڙو آهي- ويري لڇمڻ
ڪاي مٺيءَ واڻيءَ ۾ چيو ته توهان مشهور وڏا ايماني سورما آهيو- مون کي
وري وري ڪهاڙو ڏيکاري ڦوڪ سان پهاڙ کي اڏائڻ ٿا گهرو. توهان جو
ڪهاڙو ۽ ڌنش ٻاڻ ڏسي مون ڪجهه ايمان سان ڳالهايو آهي، اوهان کي
ڀرگو ڪل جو ڄاڻي ۽ برهمڻ جو جڻيو ڏسي جيڪي چئو ٿا سو ڪاوڙ روڪي
سهان ٿو، ڇو ته اسان جي ڪل ۾ ديوتائن برهمڻن ڀڳتن ساڌن کي نه مارو
آهي ڇو ته انهن کي مارڻ ڪري پاپ ۽ نندا ٿئي ٿي. توهان جي ماريندي
به توهانجي پيرن تي پوندس توهانجا ڪٺور وچن ته ڪروڙين ڪهاڙن جهڙا
آهن پوءِ اهو ڌنش ٻاڻ ڪهاڙو ته اجايو ٿا رکو؟ هي ڌيرجوان مني توهان کي
ڏسي مون جيڪي غيرواجب چيو آهي سو معاف ڪندا. هيءُ ٻڌي ڀرگو
ونس پرشرام غصي ۾ چيو، هي وشوامتر ٻڌ هي ٻالڪ خراب ڪرتو ۽ ڪال
جي وس پنهنجي ڪل جو ناس ڪندڙ آهي مان وري به تو چوان ٿو مون
کي ڏوهه نه ڏجو! توهين منهنجي ٻل ۽ ڪروڌ بابت هن کي ٻڌائي هٽان
اري هٽايو، تڏهن تي لڇمڻ چيو هي مني توهانجي مهما جو توهانجي هوندي
ڪير بيان ڪري ۽ انت پائي سگهي پنهنجي ئي مک سان پنهنجي ڪرڻي
ڪيئن ڀيرا گهڻن ئي نمونن سان ٻڌائي اٿو جي سنتوش نه ٿيو هجي ته اجا
به ڪجهه چئو ۽ ڪاوڙ روڪي سهڻ کان ٻاهر دک نه سهو توهين سورمن جي
رهت وارا ڌيرجوان ۽ غصي کان آجا آهيو. گاريون ڏيڻ سان سونهون نٿا.
سورمن کي جيڪي ڪرڻو هوندو اٿن سو جنگ ۾ ڪري ڪندا آهن ۽ چئي ٻاڻ
ڪونه ڄاڻائيندا آهن. ڪانئر دشمن کي لڙائيءَ ۾ اڳيان ڏسي وائڪا ڪندا
آهن، لڇمڻ جا اهڙا سخت وچن ٻڌي پرشرام ڪٺور ڪهاڙي کي ٿاهي هٿ
۾ ڪيو ۽ چيائين هاڻي ماڻهو مونکي ڏوهه نه ڏين ڇو ته ڪڙو ڳالهائيندڙ
ٻالڪ مارڻ جي لائق آهي هيڪي ٻار ڏسي مون گهڻوئي ڪيس ڇڏيو هاڻ نه
ڇڏيندس تڏهن وشوامتر چيو ته اپراڌ ڪيا ڪريو ٻالڪن جي ڇڳان لڳان کي
ساڌو نه ويچاريندا آهن. تڏهن پرشرام چيو هي وشوامتر تنهنجي سياءِ ڪري
هن کي بنا مارڻ جي ڇڏي ٿو ڏيان نه ته هن ڪهاڙي سان هيڪي ويڙهي
ٿوري تڪليف سان ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيان. تڏهن لڇمڻ طعنو هڻي چيو

لکيس ته سڀ آهي! اوهانجي وارثا لوڪ پرسڌ آهي جو ماتا جو سر ته اڏيءِ
ڪهاڙيءَ سان ڪاٽيو هئو. لڙائي ۾ ڪو ڀاڳ ڪري ته ڪاڏو لهو تو سمجهو. ماتا
پتا جي قرض کان چڱيءَ طرح آجا ٿيا آهيو، باقي گروءَ جو قرض رهيل اٿو
جنهنجو دل ۾ وڏو ويچار اٿو. مان ته اوهان سمجهوي ٿو ڏيڻي ڏيانو. اهي
ڪڙا وچن ٻڌي پرسرام ڪهاڙو سنڀاليو ۽ سڄي سڀا ۾ هاهاڪار مچي ويو
ٻڌڻ شري رامچندر ٻاڏيءِ واڪا ڪري نارائڻ وچن چيا هي ناٿ ٻالڪ تي
ڪرپا ڪريو، اهان هنجو ڪير ٻيالڪ مک آهي ۽ ڪاوڙ نه ڪريو جيڪڏهن
توهانجي پرتاب کي ڪجهه ڄاڻندو ته هي ها ليس اي سمجهه، واڱر ڪيئن
برابري ڪري ها جيڪڏهن ٻار ڪا اڙٻنگائي ڪندو آهي ته گرو پتا ۽ ماتا
من ۾ خوش ٿيندا آهن. هن کي ٻچو ۽ سيوڪ ڄاڻي ڪرپا ڪريو. ڇو ته اوهين
سمدرشي ڌيرجوان ۽ گياني آهيو، رامچندر جا وچن ٻڌي پرسرام ڪجهه
ٺانيو ٿيو. لڇمڻ وري ڪجهه چئي کلي ڏنو، هن کي کلندو ڏسي پرسرام کي
پيرن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڪاوڙ وٺي وئي ۽ چيائين، هي رامچندر! توهانجو
ڀاءُ ڏاڍو پاپي آهي، هن جو بدن گورو پر من جو ڪارو آهي. هن جو واسو
ڪير وارو نه آهي پر مولمار زهر سان ڀريل آهي. هي مونکي ڪال ڪري
سمجهي ٿو. لڇمڻ ٻڌي کلي چيو، "هي مني! ٻڌ ڪروڌ پاپ جو مول
آهي جنهن جي وس ٿي ڪري ماڻهو اجوڳ ڪم ڪري ٿا ۽ وجهن ۽ سنسار
جي خلاف ٿي پون ٿا هي مني مان توهانجو سيوڪ آهيان ها ٺلي ڪاوڙ ڇڏي
ديا ڪريو ڏنش ٽٽو سو غصي ڪرڻ سان ڪين ڳنڍبو اوهين وهي توهانجا پير
لڪا هوندا جي هيءَ ڏنش پيارو اٿو ته ڪا تجويز ڪريو ڪنهن وڏي ڪاريگر
کي گهرائي ڳنڍائيونس." اِها وري لڇمڻ جي ڳالهائڻ تي راجا جنڪ ٻنو
ٿي ۽ چيائينس ماف ڪر- پرسرام غصي ۾ پڇي رامچندر تي ٺڪو ٺورو رکي
ڇوڙڻ لڳو ته مون توهانجي ڪري لڇمڻجي ننڍي ڀاءُ کي ڇڏيو آهي
هنجو من ملين آهي ۽ سرير سندر اهس جڻ ته سوني گهاگهر وک سان ڀريل
آهي. لڇمڻ اهو ٻڌي وري کليو ته شري رامچندر اک جي اشاري سان منع
ڪيس پوءِ هو شڪجي اُٿو سڀتو ڳالهائڻ ڇڏي گروءَ وٽ هليو ويو. شري
رامچندر ٻئي هٿ جوڙي وينتي ڪري مٺن وچن ۾ چيو هي ناٿ! ٿڌو
توهان گياني آهيو، سو ٻالڪن جي وچن تي ڪن لاتار ڪريو، ٻالڪ اڙٻنگ
ڪندڙ جو هڪڙوئي سڀاءُ ٿيندو آهي سنت هنن کي ڪڏهن ڏوهه نٿا
ڏيندا آهن هن ته ڪو به ڪم نه بگاڙيو آهي، هي ناٿ! مان ئي توهان جو
گنهگار آهيان، هي سائين! ڪرپا ڪريو! ڪروڌ ڪريو! ماريو يا جيڪي به

ڪريو سو مونکي پنهنجو داس سمجهي ڪريو، جيئن اوهانجو غصو لهي، ڇالاءِ
پڌارو؟ نه اهو اپاءُ ڪجي. پرشرام چيو ته هي رام ڪاوڙ اسان ڪئن وڃي.
اڃان به تنهنجو ڀاءُ حرڪتي اهڙي نهاري رهيو آهي، هن جي ڳچيءَ تي
ڪهاڙو نه هڻيم ته مون ڪروڌ ڪيو ڇا لاءِ جنهن ڪهاڙي جي ڀڻڪر ڪرائي
جو پڌي راجائن جي راڻين جا ڳرڀ ڪري پوندا آهن ان ڪهاڙي جي
هوندي مان دشمن راجڪمار کي جيئرو پيو ڏسان. هٿ به هلڻي اٿو ڇاتي
ڦٽي ڪروڌ ۾ سڙي ۽ ڪهاڙي جي ڌار به مڏي ٿي پيئي آهي سڀاءَ پڌائي
پيو اٿم ته ته مهنجي اندر ۾ دِيا ڪٿان اچي. اهو پڌي لڇمڻ سر نوائي چيو
ته اوهين جهڙي ڳالهايو ٿا سا ڄڻ گلن جي ورکا ٿي ٿئي جيڪڏهن ڪريا
ڪرڻ سان مٽيءَ جو من جلي ٿو ته ڪروڌ ڪرڻ سان ته ڀڳوان ان سوار کي
رکي وٺي ٿو. پرشرام چيو ڏس جنڪ! هن ٻالڪ جو هٺ هسـ مورک جي
جم پريءَ ۾ گهر ڪرڻ ٿي مرضي آهي. هن کي ڇو نٿا مهنجي اکين کان
پاسيرو ڪريو! لڇمڻ کلي مٽيءَ کي چيو ته اکين بند ڪرڻ سان ڪو به ڪٿي
نظر نه ايندو. پرشرام هيڪاري ڏاڍو ڪروڌ ڪري رامچندر کي چوڻ لڳو
هي مورک شوچيءَ جو ڌنش ڀڃي هاڻ مونکي سمجهائڻ آيو آهين تنهنجي ني
ڪري ڪڙا وچن پيو ڳالهائي ۽ تون وري ڪهڙي هٿ جوڙي ٿو وينتيون
ڪرين هاڻ لڙائي ڪري مهنجو من شانت ڪر نه ته رام چوائڻ ڇڏي ڏي.
هي شو جا ڌوهي! ڪپٽ ڇڏي جنگ ڪر نه ته ڀاءُ سميت توکي ماريندس
پرشرام ڪهاڙو کڻي اڪ ڪري رهيو هو شري رامچندر سر نوائي اندر
۾ پڻي کلي ۽ دل ۾ چيائين اپراڌ لڇمڻ جو ۽ غصو مون تي؟ ڇا سڌين سڌي
هلڻ ۾ به وڏو ڏوهه آهي؟ ڏنگي کان سڀڪو ڊڄي ٿو، هي مهور غصو نه
ڪريو هٿ ۾ ڪهاڙو اٿو ۽ اڳيان هيءُ سر آهي جهڙيءَ طرح اوهانجي ڪاوڙ
لهي تيئن ڪريو. ڀلا ڪڏهن سوامي ۽ داس جي پاڻ ۾ ٻڌ ڪيئن لڳندي؟
اوهانجو ايڪو ڏسي هن ڪجهه چيو آهـي؟ ڇوڪري جو ڏوهه ڪونه آهي،
اوهان کي ڌنش ٻاڻ ۽ ڪهاڙو ڪلهيدو ڏسي ۽ سورمو سمجهي ڇوڪري کي
ته ڪاوڙ آئي؟ اوهان کي نه سڃاتائين، پنهنجي ڪتري سڀاءَ موجب هن جواب
ڏنو آهي، جيڪڏهن اوهين مٽيءَ وانگر اچو ها ته هي گسائين، هي ٻالڪ
اوهانجي پيرن جي ڌوڙ مٿي تي رکي ها. هاڻ اڻڄاڻ جي ڀل معاف ڪريو،
براهمڻ جي هردي ۾ ڇهجهي ڪريا هئڻ گهرجي، هي ناٿ! مهنجي ۽ اوهان
جي برابري ڪيئن ٿي سگهندي؟ پڌارو ته ڪٿي پير ۽ ڪٿي مٿو. مهنجو ته
ننڍو ننڍو نالو رام آهي ۽ اوهانجو پرش سان مليل وڏو نالو پرشرام آهي.

هي ديوتا مون ۾ ته رڳو هڪڙو گڻ ڌنش هلائڻ جو آهي پر اوهان ۾ نؤ گڻ
آهن سڀ ڪنهن طرح مون اوهان کان هارايو آهي. هي براهمڻ مهڻا
اترا ڪهيا ڪريو. تڏهن پرسرام ڪاوڙجي چيو ته تون به پاڻ وانگر آهين،
تون تنهنجي واڪي برهمڻ ڪري ٿو ڄاڻين مان ڪهڙي قسم جو براهمڻ آهيان سو
توکي ٻڌايان ٿو منهنجو ڌنش کهوي وانگر ۽ تيرن کي آهوتي ڪري سمجهه
منهنجو ڪروڌ تمام ڀڙڪندڙ باهه آهي ۽ سمنڊ سيما بڻي جن ڪاليون
آهن ۽ وڏا راجائون اهي پسو وانگر بليدان ٿيا آهن، مون هن کهاڙي
سان ڪيترا ئي ڪيئي هل جهاڙهيو آهي اهڙا لڙائي روپي ايڪي مون سنسار ۾
ڪروڙن ڪيا آهن منهنجي مهما جي توکي خبر ڪانهي جهڙي ڪري تون
بي ڌيان ٿي براهمڻ سڌي رهيو آهين ڌنش ڀڳو اٿئي ته وڏو تڪبر وڌي
ويو اٿئي ڄڻ دنيا فتح ڪري ويٺو آهين. تڏهن ته رامچندر چيو هي مني
وچار ڪري ڳالهه منهنجي چڪ ٿوري پر توهانجو غصو گهڻو وڏو آهي
هي پراڻو ڌنش ته ڇهڻ سان ئي ٽٽي پيو پوءِ ڇا لاءِ ايمان ڪريان هي
رگوناٿ سچ ٻڌو ته جيڪڏهن مون براهمڻ جي توهانجو نراد ڪيو آهي
ته پوءِ سنسار ۾ اهڙو ڪهڙو سورمو آهي، جنهن کي ڀؤ کان سواءِ سر نمايان
جيڪو ٻه اسان کي جنگ لاءِ للڪاري ته پوءِ انهيءَ سان سولائيءَ سان لڙائي
ڪريون ته انهيءَ ايڇ ڪي ڪل جو ڪلنڪ ڄاڻڻ کهرجي اهو مان سياوڪ ٿو
چوان ۽ نه ڪي ڪل جي انهيءَ ۾ ساراهه ٿو ڪريان ته جنگ ۾ رگهونسي ڪال
کان به ڪين ڊڄندا آهن، برهمڻ ڪل جي اهڙي وڏائي آهي جو انهن کان
جيڪو ڊڄي ٿو سو ڪي ڊپ ٿئي ٿو. اهڙا گوڙها منا وچن ٻڌي پرسرام
جي ٻڌيءَ جا پڙدا ڪاڻ پيا ۽ چوڻ لڳو هي شري رامچندر هي لڇميءَ جا
پتي هي وشنو ڀڳوان جو ڌنش هٿ ۾ وٺ هن کي چڪ ته منهنجو سنسو
لوڙهه ٿئي، ڌنش ڏيڻ سان ئي پاڻ مرادو چڙهي ويو ۽ پرسرام کي من ۾
حيرت لڳي! پوءِ رامچندر جي مهما ڄاڻي هٿ جوڙي چوڻ لڳو! هي ديتن
کي ڀسم ڪرڻ وارا اگني روپ هي ديوتائن برهمڻن ۽ ڳائن جو ڀلو ڪندڙ
توهان جي جئه هجي هي تڪبر اگيان ڪروڌ کي ۽ ڀرمن جا ناس ڪندڙ
توهانجي جئه هجي هي نمرتا جا شيل ديا ۽ گڻن جا ساگر ڀڳتن کي سک
ڏيندڙ توهانجي جئه هجي. مان هڪڙي مک سان توهانجي کهڙي وڏائي
ڪريان جو مون اڻ سمجهائيءَ کان گهڻوئي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي سو هي
ڪميا جا ڀنڊار ٿي پائر موتي ڪميا ڪريو.

## رامچندر ۽ سندس ڀائرن جو وواهه

هي رگهوڪل جا چنڊا شري رامچندر توهانجي جئه هجي، جنهن هڪڙي
انهين چئي پرسرام ان ڏانهن تپسيا ڪرڻ هليو ويو انهيءَ وقت ڪوڙا راجائن
پنهنجي ٻپ ۾ ٻڌي ويا ۽ ڪانئر هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. انهيءَ وقت
ديوتائن نغارا وڄائي پرڀوءَ تي گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا شهر جا نر ناريون
سڀئي پرسن ٿيا. راجا جنڪ جي خوشيءَ جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي
سيتا ۽ ٻپ ڇڏي ڏاڍي خوش ٿي. راجا جنڪ وشوامتر کي پرڻام ڪري
چوڻ لڳو ته توهان جي ڪرپا سان عزت سان رهجي آهي ۽ مهنجو ڪند
مٿي ٿيو هاڻي جيڪا مناسب ڄاڻي سٺي صلاح ڏيو. وشوامتر مڻيءَ چيو ته
راجا وهانءُ جو مدار ڌنش ڀڃڻ سان ٿي چڪو، ته به هاڻي ڪل ريت موجب
وڃي ڪر ۽ ايوڌيا قاصد موڪلي راجا دشرٿ کي گهرايو ته جيئن وٺي اچي.
راجا جنڪ قاصد سڏائي کيس چٺي ڏيئي ايوڌيا موڪليائين. راجا شهر ۾
حڪم ڪيو ته بازارون، چانڪون، مندر ۽ شهر کي چئني طرفن کان سينگاريو.
راجا پوءِ پنهنجي عملدارن کي سڏايو ۽ چيائين هڪ سهڻو پنڊال تيار ڪرايو،
حڪم ملڻ شرط ڪاريگرن کان هڪڙو سهڻو من موهيندڙ منڊپ تيار ڪرايو
واو جنهن جي سونهن ڏسڻ وٽان هئي. هيڏانهن قاصد پنڌ ڪندو اچي راجا
دشرٿ جي دربار ۾ پهتو ۽ راجا جنڪ جي چٺي آڻي ڏنائين. دشرٿ چٺي
پڙهي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ اهو شڀ سماچار سڀني درٻارين کي پڙهي ٻڌايو جي
ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا. هيڏانهن ڀرت ۽ شتروگهن مترن سان جتي راند ڪري
رهيا هئا اتي کين خبر پئي جي ڪپڙن ۾ نه پيا ماپن. راجا قاصد کان پڇڻ
لڳو ته ٻئي ٻار خوش ته آهن. قاصد تڏهن کلي چيو توهان جا پٽ ته ڀڃڻ کان
ٻاهر آهن جو شيدهن جهڙا مڙس آهن جو سيتا جي سوئمبر ۾ هڪ ٻئي کان
وڏاڪ ٻهادر راجا به هارائي ويا. شو شنڪر جو ڌنش ڪوبه ٽوڙي ڪو نه
سگهيو ۽ جيڪي هٺيلا پرڏا هئا تن سڀني جي طاقت ڌنش ڀڃي ڇڏي.
پڪو جڏهن هائي گل جي ڏانديءَ کي ڀڃي پوءِ ڌنش جي ڀڃڻ جو آواز ٻڌي
پرسرام ڪاوڙجي آيو ۽ گهڻن ئي نمونن سان اکيون ڏيکاريائين، پر رامچندر جو
ٻل ڏسي پنهنجو ڌنش ڏنائينس. رامچندر جي استتي ڪري گهر ڏانهن هليو
واو. پوءِ راجا دشرٿ آئي وشسٽ مڻيءَ کي چٺي ڏني ۽ سڄي
ڳالهه گروءَ کي ڪري ٻڌائي جو ٻڌي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ راجا کي وواهه جي
تياري ڪرڻ لاءِ آگيا ڏني. جڃ تيار ڪرائي جلدي هلو اهي گروءَ جا وچن

لڳي. جڏهن گهوڙي تي شري رامچندر براجمان ٿيو ته انهيءَ چال ڏسي گرڙ به لڄي ٿي پيو. مٿس زين ٻڌي هئي جنهن تي موتين مڻين ماڻڪن جي جڙت چمڪاٽ پئي ڪيو ۽ من موهيندڙ گهنگهرن ۽ سهڻي لغام کي ڏسي ديوتائون ۽ منيءَ به ٺڳجي ٿي ويا. پوءِ ديوتائون خوش ٿي رگهوڪل مڻي شري رامچندر جي جئه هجي جئه هجي جئه هجي چئي گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. اهڙي طرح ڄڃ کي ايندو ڏسي گهڻائي ٻاجا وڄڻ لڳا ۽ راڻيون سهاڳڻين کي گهرائي آرتيءَ واسطي منگلڪ شيون ٺاهي هاٿيءَ جي چال وارين اٻلا استرين آرتي ڪرڻ لڳيون. آرتي ڪري هٿن تلڪ ڏنو ۽ پوءِ شري رامچندر کي منڊپ ڏانهن وٺي وڃي آسڻ تي ويهارڻ لڳيون. ان وقت حجام ٻڌائي ڀٽ ۽ ناچو شري رامچندر جون گهوريون وٺي خوش ٿي مٿن نمائي آسيسون ڏيڻ لڳا. راجا جنڪ ۽ راجا دشرٿ پاڻ ۾ ڏاڍي سڪ پيار سان گڏيا پوءِ راجا جنڪ راجا دشرٿ کي به منڊپ ۾ وٺي وڃي سنگهاسن تي ويهاريو ان کانپوءِ ٻنهي گروءَ وشسٽ جي پوڄا ڪري وينتي ڪئي جنهن تي گروءَ آشيرواد ڏني. راجا جنڪ ساري ڄڃ جو دل سان وينتي ۽ منيءَ واڻيءَ سان آدر ڪيو. برهما وشنو مهيش دگپال سورج ۽ ٻيا ديوتائون رامچندر جي پرتاب کي ڄاڻو ٿي ٿي برهمڻن جو ڪوٽ ويس ڌاري تمام چپ چاپ ۾ رونشو ڏٺو ٿي، راجا جنڪ ديوتائن کي برابر ڄاڻي پوڄيو ٿي ۽ انهن سڀاڻ جي سندر آسڻ ڏنائين. وقت ڏسي وشسٽ منيءَ شتانند (راجا جنڪ جي پروهت) کي آدر سان گهرايو. هو سڌ ٻڌي آيو وشسٽ منيءَ جي چرڻ تي ته هاٿي وڃي ڪنوار کي وٺي اچو. پروهت آگيا مڃي خوش ٿي راجا جنڪ جي ڏهر وار ۽ اچي راڻيءَ کي چيو ته سيتا جي وٺي اچڻ جي آگيا ملي آهي سو سيتا کي جلد تيار ڪرايو. پوءِ شري رامچندر جو وواهه ڏسڻ لاءِ ديوتائن جون استريون به ويس بدلائي پريوءَ جو درشن ڪرڻ لاءِ رنواس ۾ سندر وڳا پائي سڀني زالن جي وچ ۾ سوڀيا ڏيئي رهيون هيون ۽ انهن سڀاڻپ جي ڪنهن آدر پاڻ ڏنو ويو. واڻي پروهت شتانند جا وچن ٻڌي ڪل جي استرين ۽ سهيلين سان سندر منگليڪ شين جا ساج ٺاهي سورهنئي سينگار ڪرائي سيتا کي آدر سان وٺي هليون مست هاٿيءَ جي چال وارين سڀني سندرن سان گڏ سيتا منڊپ ۾ آئي. منيشور خوش ٿي منتر اچارڻ (ـ؟ـ) ۽ ٻنهي ڪلن جي گرن ريتيءَ انوسار وهنوار آچاريه ٻڌو ڪري ٻڌسن لڳا ۽ گوري پواڻي ۽ گڻيس جي پوڄا ڪرائڻ لڳا ديوتائون ظاهر ٿي پوڄا وٺڻ لڳا ۽ آشيرواد ڏيئي خوش ٿيا. پوءِ گهوٽ ڪنوار جو هٿ هٿ ۾ ڏيئي

رگهو ڪل جي گرن وڏي ٻڍڙي گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٻاهر ڦيرا ڏياري سڀ رسمون پوريون ڪيون. پوءِ وشسٽ منيءَ جي آگيا سان گهوٽ ۽ ڪنوار سنگهاسن تي اچي ويٺا. پوءِ راجا جنڪ وشسٽ منيءَ جي آگيا وٺي وهانءُ جو سڀ ساج ٺاهي مانڊوي، شرت ڪيرت ۽ ارملا انهن ٽنهي ڪنيائن کي گهرائي ورتو. ڀرتانين ڪش ڪيتوءَ جي ڌيءَ مانڊوي سهڻي سندر جا سڀني گڻن جي کاڻ پرت سان پرڻائي. ۽ سيتا جي ننڍي ڀيڻ ارملا جا سندر سروپ سهڻي اها لڇمڻ سان پرڻائي ۽ ٽين جنهنجو نالو سرت ڪيرتي هئو جا سندر ۽ گڻن جو ڀنڊار هئي سا شتروگهن سان پرڻائي، جيڪا شري رامچندر جي وهانءَ جي ريت پڌائي وئي آهي ساڳي ريت سڀني راجڪمارن جو وهانءُ ٿيو ۽ راجا ايڏو وڏو ڏاجو ڏنو جو ڪنهن ڇئي نٿو سگهجي. سون ۽ جواهرن سان منڊپ ڀرجي ويو هو. گرم ڪپڙا ڪيترن ئي قسمن جا قيمتي ريشمي ڪپڙا، هاٿي گهوڙا رٿ داس ۽ داسيون ڪامڌينوءَ جهڙيون ڳائيون سينگاريل ڪيتريون شيون جنهنجو بيان ئي نٿو ڪري سگهجي. پوءِ راجا جنڪ پاءِ سان گڏ هٿ جوڙي منٿ واڻيءَ ۾ چيو ته هيءَ ڪنيا دان مان نمرتا ۽ وڏائي ڏيڻ سان راجا دشرٿ ۽ سڀني جنج جو آدر ڪري خوش ٿي مها منين جي منڊلي کي پريم سان نمسڪار ڪري سر نوائي ديوتائن کي ياد ڪري راجا جنڪ سيني کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو ته ديوتائون ۽ سڀڻ پرش منهنجي پريم ڀاو کي ڏسن ٿا ته جيڪي مونکان ڀل مٿ پئي آهي ۽ جيڪو ڏنو اٿم سو سڀ پترپشپ سمجهجو. هاڻي هن سڀني راڄ ڀاڳ سوڌو توهين مونکي پنهنجا ملهه ورتل شيوڪ ڄاڻو. هي ڪرپالو راجا دشرٿ هنن ڪنيائن کي پنهنجون شيوڪائون ڄاڻي پالجو. راجا دشرٿ به جوڳي وراڻي ڏنس. پوءِ راجا دشرٿ موڪل گهري جا جنڪ گهڻي وينتيءَ ڪانپوءِ مس مس قبول ڪئي. سيتا به ماءُ کان موڪلائڻ لڳي. ماڻس آشيرواد ڏئي هن ريت اپديش ڏيڻ لڳي. شل سدائين پنهنجي پتيءَ کي پياري هجين شل سهاڳ جڙيو هجيئي سس سهري ۽ گروءَ جي شيوا ڪج پتيءَ جو رخ ڏسي ان موجب آگيا تي هلج ائين چئي ڇاتيءَ سان لائي سيني ڪنوارن کي پريم سان سمجهايو. پوءِ ڪين پالڪين تي چاڙهي داسين ۽ نوڪرن سان روانو ڪيائون. جنج نغارا وڄائيندي هلي وچ وچ ۾ سنيون منزلون ڪندا ۽ رستي جي ماڻهن کي سک ڏيندا هڪ ڀيرو ڏينهن تي جنج ايوڌيا جي ويجهو پهتي. سڀ ايوڌيا پريءَ جا ماڻهو جنج جي اچڻ جو ٻڌي خوش ٿيا ۽ سيني پنهنجا پنهنجا گهر هٽ رستا چونڪ ۽ شهر جا دروازا سينگاريا سيني گهٽين ۾ سگنڌ ڇڻڪائي

وٺي ۽ جتي ڪٿي سهڻا چونڪ ٺاهيا ويا ۽ بازار اهڙي نه سينگاري وئي جو چوڻ کان ٻاهر آهي منجهس دڙن اڳيان ڪمانون جهنڊا جهنڊيون ۽ لٽڪ لڳي ويا ڪيترا اپڙيا پريءَ جا واسي راجا جي آجيان ڪرڻ آيل هئا ۽ حرب ڏام ڏوم سان راجا کي شهر ۾ وٺي آيا راڻيون ٻن جي ڪنوارن سميت اچڻ جو ٻڌي ڏاڍيون خوش ٿيون محلات ۾ اچڻ سان ڪل جي رسمن موجب سات سوڻ ڪري گهوٽن ۽ ڪنوارن کي اندر آنديون ۽ آرتي وغيره ڪري مٿائن گهورون گهورڻ لڳا. غريب غربا ٻاچڪي پيا جي راجا ۽ راڻين کي آسيسا ڪندا پئي ويا برهمڻن جي پيرڻ ڏسي راجا راڻيون خوش ٿيون ۽ پنهنجو وڏو ڀاڳ سمجهڻ لڳا راجا سڀني براهمڻن کي آدر ستڪار ڪري وهاري سڀني جا پير ڌوئي پوڄا ڪري پرچن ڪارايو ۽ من گهريو دان دڪشڻا ڏنائون جو هو ٻرسن ٿي آسيسائون ڪندا هليا ويا. پوءِ راڻين آيل مهمانن مٽ مائٽن سهاڳڻين ڀاڄاڻين پٽيءَ ۽ ٻين وارن کي گهرايائون ۽ سڀڪن مرضي موجب ڪپڙا ڏنائون لاڳ وارن پنهنجي لائقيءَ موجب سڀ لاڳ ورتو ۽ شرومڻي راجا سڀ ڪنهن سڀڪن مرضيءَ موجب لاڳ ڏنا هئا تنهن ڪانپوءِ هرڪو پنهنجي پنهنجي گهر روانو ٿي ويو.

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي تون ڌنيه آهين جو شري رامچندر جو چرتر من ڏئي ٻڌي رهي آهين.

اهڙي طرح شري رامچندر روپي مانسروور جو ڪلجڳ جي سڀني پاپن جو ناس ڪندڙ ۽ نرمل گيان، ويراڳ ۽ سنتوش ڏيندڙ آهي تنهنجو شري گوسوامي تلسيداس جو ٺاهيل ٻال ڪانڊ روپي پهرين ڏاڪو پورو ٿيو.

١- ڪام ڪروڌ مد لوڀ کي، جب لڳ من ۾ کان،
تب لڳ پنڊت مورک، تلسي ايڪ سمان.
٢- تلسي يا سنسار ۾ سڀ سي ملي گيان،
نا جاني ڪا ويش ۾ نارائڻ مل جاءِ.
٣- رام رام دشرٿ جا ڪي لڪن داهني اور،
ڏيان سڪل ڪلياڻ ۾، سر تر تلسي تور.



# ايوڌيا ڪانڊ (٢)

ٻولي لاءِ شوق جي ساڳي ٻاسي ۾ وهنل ٻارولي مٺي لي ڪنڪاجي،



مستڪ تي پيچ جو چنڊ، گلي ۾ نانگ جون وڏ ڦل مالهائون ڪهڙي نه سوڀيا ڏيئي رهيا آهن، سيا ۾ سينگاريل ديوتائن ۾ سراشت، سيڌي جو سواءِ سدا هڪ رس سرو وياپڪ ۽ چندرما جهڙو صاف ڪلياڻ روپ شنڪر ڀڳوان گيان ورتا ۾ چئو هئي ٻارولي! هڪ ڏينهن شري رامچندر پنهنجي محلات جي اڱڻ ۾ رتن جڙيل سنگهاسن تي آنند سان ويٺو هو ۽ سيتا جواهرن سان جڙيل چئور جهولائي رهي هئي، آنند ۽ خوشيءَ ۾ نسري رهيو هئو، اهڙي طرح آنند ۽ خوشين ۾ ڪافي وقت گذري ويو. جڏهن سيتا ارڙهن سالن جي ۽ رامچندر ستاويهن سالن جو ٿيو تڏهن رامچندر من ۾ خيال ڪيو تہ هاڻي ديوتائن جو ڪم ڪرڻ گهرجي اچا انهيءَ ويچار ۾ هئو تہ ان وقت ڀڳوان جو درشن ڪرڻ لاءِ ديورشي نارد آڪاش مان لٿو، ڀڳوان اوچتو ديو مورتي نارد کي اچي ڏسي، رامچندر سيتا سميت اٿي ٻنهي پيرين سان هٿ جوڙي پرڻام ڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ هي منيور! مون جهڙي گرهستي ۽ سنساري منش کي توهان جو درشن ملڻ ڏکيو آهي سو اڄ ڪروڙ جنم جي پنج ڪلڻ ڪري مونکي توهانجو درشن ٿيو آهي چاڪاڻ تہ پنج ڪلڻ ڪري سنساري پرش کي ستسنگ پراپت ٿئي ٿو. مان اڄ توهانجو درشن ڪرڻ سان ئي پرسن ٿيو آهيان. هاڻ آگيا ڪريو جو منهنجي لائق ڪم هجي تہ بنا ڪنهن شڪ جي پورو ڪندس، تڏهن نارد منيءَ چوڻ لڳو، هي ڀڳت وتسل ڀڳوان! هي رام! توهان ٻاڻ کي منش جي اوتار ڪري مونکي ڇو حيران ڪري رهيا آهيو، هي پڀو! توهانجو انهن چيو تہ مان سنساري آهيان سو ٺيڪ ئي آهي ڇو تہ توهان سڄي سنسار جو مول ڪارڻ آهيو اها مايا توهانجي گرهڻي آهي. هي پڀو! توهانجي ڏري مائو ٿي ان مايا مان برهما ۽ سڀ پرجا اتپن ٿئي ٿي ۽ ستو رجو تمو ٽنهي گڻن جي مايا توهانجي سهاري سان ڏيکاري ڏيئي ٿي، سڀا گڻ بي مثال

روپ اڇا ڳاڙها ۽ ڪارا رنگ ورڻ پرجا الون ڪري ٿي، ھنن ٻنھي لوڪن
جا روپ وڏي گھر جو گرھستي توھان کي ڇيو وار آھي، توھان ڀڳوان وشنو
آھيو ۽ جانڪي لڇمي آھي، توھان شو آھيو ۽ جانڪي پاروتي آھي، توھان
برھما آھيو ۽ جانڪي سرسوتي آھي، توھان سورج ديو آھيو ۽ جانڪي پرڀا
آھي، توھان چندرما آھيو سلڇڻي سيتا روھڻي آھي، توھان اندر آھيو ۽
سيتا پلوم جي ڪنيا سوچي آھي، توھان اگني آھيو ۽ سيتا سواھا آھي،
توھان سڀ جا ڪال روپ جم آھيو ۽ سيتا سنمدي آھي، ھي جڳت ناٿ
توھان سالوڪي آھيو ۽ جانڪي تامسي آھي، ھي رام توھان ورڻ ديو آھيو ۽
سلڇڻي جانڪي پرگــوء جي ڪنيا واروڻي آھي، توھان ھوا آھيو ۽ سيتا
سداگتي آھي، ھي رام توھان ڪبير آھيو ۽ سيتا انجي سڀ سمپتي آھي،
توھان لوڪ جـو ناس ڪرڻ وارا رودر آھيو ۽ سيتا رودر راڻي سڏائي ٿي،
ان ۾ شڪ نہ آھي ھي ڀڳوان ٽنھي لوڪن ۾ توھان سڀني کــان وڏا آھيو
پيو ڪوبہ نہ آھي. توھانجي شڪتيءَ مان پرگھٽ ٿيل اگيان مايا سان ڍڪيل
آھي انھيءَ مان وڏو لنو، وڏي لنو مان سوتر آتما (ھرڻيہ گرڀ) ۽ سوتر آتما
کان سرو آتما لنگ ديھ الون ٿئي ٿي، اھنڪار پنج پنج پراڻ ۽ ڏھ اندريون
انھن سڀني کي گياني پرش جنم مرليو ۽ سک دک ۽ پيا ڌرم وارا لنگ ديھ
بڌائين ٿا اھي لنگ ديھ ايماني چيتن آتما جڳت ۾ ٿن منجھہ رھندڙ جيو
نالي سان ظاھر آھي ۽ نہ چوڻ جھڙا وچن. موورڪھڙو ھن جيو جـو ڪارڻ
اپادي آھي، شڌھ چيتن جو استول سوکيم ۽ ڪارڻ اھي ٽي اپاڌيون آھن
انھن اپاڌين سان مرھت ھئڻ ڪري جيو سڏائي ٿو ۽ انھن کان چڙل پرميشور
چيو وڃي ٿو، ھي رگھنندن! جاڳرت، سپن سوشپت، اھڙي جا ٽن قسمن جي
ساکـي آھيو. ھيءُ سڀو جڳت توھان مان ئي پيدا ٿيو آھي ۽ توھان ۾ ئي
قائم آھي ۽ توھان ۾ ئي ليـن ٿي وڃي ٿو انھيءَ ڪري توھان ئي سڀني جو
ڪارڻ آھيو. نوڙيءَ ۾ نانگ ڀرم ڪري پاڻ کي جيو مڃڻ ڪري مدش کي
دپ ٿئي ٿو ۽ جڏھن الين سمجھي ٿو تہ مان پرماتما آھيان تڏھن سڀني دپن
۽ دکن کان ڇٽي وڃي ٿو چاڪاڻ تہ نشان مالو جولي سروپ پاڻ ئي سيدي
جي ھردي ۾ قائم ٿي ڪري انجي ٻڌيءَ کــي روشن ڪري رھيو آھي،
انھيءَ ڪري توھان ئي سڀني جي آتما آھيو. نوڙيءَ ۾ نانگ ڀـرم وانگر
اگيان ڪري ٿي ڀــاڻ ۾ سڄي جڳت جي ڪلپنا ڪئي ويندي آھي سو
برھمچر گيان ليڻ ڪري اھو سڀ ليہ ٿي وڃي ٿو، ...

گيان جو اپياس ڪرڻ گهرجي توهانجي چرڻ ڪملن جي ڀڳتي. ڪندڙ پرش کي ٿي گيان جي پراپتي ٿئي ٿي. جو پرش توهانجي ڀڳتيءَ ۾ لين آهي اهو ئي حقيقت ۾ مڪتيءَ جي لائق آهي. هي پرڀو! مان توهانجي ڀڳتن جو ڀڳت ۽ انهنجي ڀڳتن جو داس آهيان توهان مونکي نرمل ڪري ديا ڪريو. هي پرڀو! توهانجي ناڀي ڪمل مان پيدا ٿيل برهما مهنجو پتا آهي، تنهن ڪري مان توهانجو پوٽو آهيان، مون ڀڳت جي رکيا ڪريو اهڙي طرح چئي وار وار نمسڪار ڪري اکين ۾ پريم جا آنسون آڻي چوڻ لڳو هي رگهنندن مونکي برهما توهان وٽ موڪليو آهي، توهان جو اوتار راوڻ جي مارڻ لاءِ ورتو آهي، ليڪن توهانجو پتا دشرٿ توهان کي راڄ تلڪ ڏيڻ وارو آهي. جيڪڏهن راڄ ۾ موهت ٿي توهان راوڻ کي نه ماريندا ته ڌرتيءَ جو بار لاهڻ لاءِ جو توهان پرتگيا ڪئي آهي، انجو ڇا ٿيندو؟ تنهن ڪري هي ڀڳوان توهان ان کي سچو ڪندا. ڇاڪاڻ ته توهان ستيه پرتگيا تي هلندڙ آهيو. نارد جا اهي وچن ٻڌي رامچندر کلي چوڻ لڳو، هي نارد! ٻڌ. ڇا اهڙي ڪائي ڳالهه آهي جنهن کي مان نٿو ڄاڻان. اهوئي جو ڪجھ مون پرتگيا ڪئي آهي سا ٻيا ڪنهن ڪارڻ جي پوري ڪندس، ليڪن ڪرم انوسار جنهجي پراربڌ ڪمزور ٿيندي ويندي، انهن دشمنن ۽ ديتن کي ماري ضرور ڌرتيءَ جو بار لاهيندس. راوڻ کي ناس ڪرڻ لاءِ مان سپاٽي ڏنڊ جو ڪارڻ بڻائي چوڏهن ورهين لاءِ مني ويس ڌاري ان ڏي هليو ويندس ۽ ان دشٽ کي سيتا هرڻ جي واس ۾ ماڻ ڪٽنب سوڌو ناس ڪندس. رامچندر جي اهڙي طرح پرتگيا ڪرڻ ڪري نارد مني ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ ڏنڊوت پرڻام ڪري ڀڳوان کان آگيا وٺي آڪاش رستي برهم لوڪ هليو ويو.

هڪ ڏينهن راڻي ڪيڪئي جو ڀاءُ ڀڌاجيت راجا دشرٿ وٽ آيو ۽ اچي چيائينس ته منهنجي پتا ڪيڪئي جي ديس ۾ هڪڙي وڏي راڪش گرمک ناڻي راڄ ۾ تباهي مچائي ڏني آهي جنهن ڪري لاچار ٿي ڪو چارو نه ڏسي مونکي مدد وٺڻ لاءِ پتا توهان وٽ موڪليو آهي ٻوءِ وشسٽ منيءَ ڳالهه ويچاري راجا کي هٿيايو. پوءِ راجا دشرٿ پنهنجي ٻنهي پٽن ڀرت شترگهن کي لشڪر ڏيئي مامي سان گڏ موڪليو جن وڃي لڙائي ڪري راڪش کي ماري ڇڏيو ۽ ناني کي راڄ وٺي ڏنو ۽ ديس ۾ شانتي قائم ڪرڻ لاءِ ڪجهه وقت اتي رهي پيا.

## راجا دشرٿ جو رامچندر کي راڄ گدي ڏيڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! هڪ ڏينهن اڪانت ۾ ويٺل راجا دشرٿ من ۾ ويچار ڪري ڏٺو ۽ پرسن ٿي ٿيو ته سامهون لٽڪيل آرسيءَ ۾ پنهنجي نظر وڃي پئي ان وقت ڇا ٿو ڏسي ته وار سڀ اڇا ٿي ويا اٿس جو ڄڻ ته ٻڍاپڻ جو اپديش ڏيئي رهيا آهن. ته هي راجا تون هاڻي ٻڍو ٿيو آهين تنهن ڪري هيءَ راڄ گدي پٽ رامچندر کي ڏيئي ٻاقي زندگي ايشور جي ڀڄن ۾ گذار. اهو ويچار ڪري پنهنجي گروءَ وشسٽ کي محل ۾ گهرائي چيو هي گروجي! سڀئي نگرواسي ويدن جي واکياڻ ڪندڙ ٻڍا ٻڍا ۽ منتري رام جي پراڪرم ۽ گڻن جي واکاڻ پيا ڪن انهيءَ ڪري هي گروجي! منهنجي مرضي آهي ته پنهنجي پراڪرمي ۽ گڻوان وڏي پٽ ڪمل نين رام کي جيئري ئي راڄ گدي ڏيئي ڇڏيان ڇاڪاڻ ته هن وقت منهنجي اوستا به وڏي آهي ۽ ڀرت به شتروگهن سان گڏ ناناڻي ويل آهي تنهن ڪري مان چاهيان ٿو سڀاڻي رام جو راڄ تلڪ ڪرڻ چاهيان ٿو، انهيءَ باري ۾ توهان آگيا ڏيو. راجا دشرٿ جا اهي وچن ٻڌي مني وشسٽ پرسن ٿي چوڻ لڳو، هي راجن! منهنجي به اهائي مرضي آهي ته جلد ئي جلد مهاپراڪرمي ۽ گڻوان رامچندر کي راڄ گديءَ تي ويهاريو وڃي ۽ راڄ تلڪ جي سامگري اڄ ئي ڪٺي ڪرايو. راجا، گروءَ جي اها راءِ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گروءَ کان مهورت ڪڍائي راڄ تلڪ ٻئي ڏينهن لاءِ مقرر ڪيائين. رامچندر جي راڄ تلڪ جو ٻڌي ايوڌيا ۾ وڏي زور سان ٻاجا وڄڻ لڳا، رامچندر ۽ سيتا جي سرير جا شڀ آنند ڏيندڙ انگ ڦڙڪڻ لڳا اهي سوڀ ڀرت جي اچڻ جي خبر ڏيئي رهيا هوا، راجا وشسٽ کي گهرائي سکيا ڏيڻ لاءِ رامچندر وٽ موڪليو. اوڏي مهل راجا سمنتر وزير کي گهرائي آگيا ڏني ته سڀاڻي رگهناٿ کي راڄ تلڪ ڏينداسين ان جي لاءِ مني وشسٽ جيڪا به سامگري چوي اها سڀ آڻي گڏ ڪرايو.

راجا دشرٿ جي آگيا ٻڌي سمنتر پرسن ٿي مني وشسٽ کي چيو ته مان ڇا ڪريان؟ تڏهن گياناوان مهاتيجسوي وشسٽ چيو سڀاڻي سوير وڃين دروازي وٽ سون ٿالهن ۽ سٺن ڪپڙن سان سينگاريل سونهن ڪيالون اڀاريون وڃن ۽ سون ۽ رتن جواهرن سان جڙيل پالڪي ۽ ايراوت هاٿي چئن ڏندن وارو ۽ سڀني تيرٿن جي جل سان ڀريل هڪ هزار سونا ڪلش گهرايا وڃن ٿي نئون هرڻ جون کلون آڻي رکو ۽ مکتامڻي سهڻو رتن جڙيل هڪ اڇو ڇت ڪٺي اچو ۽ انيڪ عجيب مالائون

ڇوڙ ولي آڻي رکو. راڄ تلڪ ڏيڻ واري جاءِ تي انيڪ رشي مني (ڪٿا)
ٻڌي کڻي بيهن انيڪ ناچ وارون مکيه مکيه ڳائڻ وارون، سرندا ساز وڄائيندڙ
۽ سريلا باجي وڄائڻ وارا مهراج دشرٿ جي اڱڻ ۾ اچي ڳائين وڄائين ۽ راڄ
تلڪ جي باهران هاٿي گهوڙا رٿ ۽ چترنگي سينا هٿيارن بندوارن سان تيار
ٿي بيهي ۽ نگر ۾ جيڪي مندر آهن انهن سڀني ۾ انيڪ قسمن جي پوڄا
ڪڍي اچن. سمنتر کي اهڙي طرح آگيا ڏئي شريمان وشسٽ پاڻ رٿ تي
چڙهي شري رامچندر جي محل ۾ ويو جتي ڏاڪا چڙهي وري هيٺ لهي
آيو پر گر ڀرمڻ هٿ ڪري بنا روڪ ٽوڪ جي اندر هليو ويو. ان وقت
گروءَ کي ايندو ڏسي شري رامچندر اٿي آدر ستڪار ڪيو ۽ ڀڳتي ڀاو سان
ڏنڊوت پرڻام ڪيو، ان وقت سيتا سوني ٿالهه ۾ پاڻي کڻي آئي تڏهن شري
رامچندر گروءَ کي رتن جڙيل سنگهاسن تي ويهاري ان جا چرڻ ڌوتي سيتا
سميت ان چرنامرت کي پريم سان پنهنجي سر تي رکي چيو ته هي مني
توهانجي چرنامرت وٺڻ ڪري مان ڌنيو ۽ خوش ٿيو آهيان، شري رامچندر
جي. انهن چرڻ ڪري مني وشسٽ ڪلي چوڻ لڳو، هي رام! توهانجي چرنا
امرت کي مستڪ تي لڳائي پاروتي حيرت ۾ پئجي ۽ شنڪر ڌنيه ٿيو هو
۽ منهنجو پتا برهما به توهانجي چرنامرت جي پيئڻ سان نشپاپ ٿي ويو.
هن وقت فقط توهان سنسار کي اهو اپديش ڪرڻ لاءِ ته گروءَ سان ڪهڙي
طرح وهنوار ڪجي سو توهان هن طرح سڀ اپديش ڪري رهيا آهيو، مان
چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو ته توهان لڇمڻ سميت ڀرگهت تي ساکيات پرماتما وشڻو
آهيو هي رگهنندن مان ڄاڻان ٿو ته پنهنجي ديوتائن جو ڪارج سڌ ڪرڻ
لاءِ ڀڳتن جي ڀڳتي سڦل ڪرڻ لاءِ ۽ راڪشسن کي ناس ڪرڻ لاءِ مان هن
ڳجهي ڀيد کي ظاهر نٿو ڪريان. هي پڀو! جهڙي طرح مايا آسري توهان
سڀئي ڪارج ڪندا تهڙي طرح توهين شش ۽ مان گرو آهيان انهيءَ سبب ته
موجب مان به وهنوار ڪندس، ليڪن هي ٻئي حقيقت ۾ توهان تي گرن جا
گرو آهيو، هي رامچندر سڀاڻي مهراج دشرٿ توهان کي راڄ تلڪ ڏيڻ جو
فڪر ويچار ڪيو آهي اڄ توهان سيتا سميت وڌيءَ موجب اپواس رکي
ساوڌان رهجو، رامچندر اهو ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ان وقت رامچندر ڏٺو
ته پاسي کان لڇمڻ هٿ جوڙي بيٺو آهي تڏهن کي ڳراٺڙي پائي شري رامچندر
چوڻ لڳو هي ڀائي تون ته منهنجو سچو شيوڪ آهين تون مونسان گڏ هن
پرٿويءَ تي راڄ ڪر منهنجو جيئن ۽ راڄ پنهنجو ئي ڪري سمجهه، مونکي
ارمان فقط اهو آهي ته پيارا ڀائر ڀرت شتروگهن هتي نه آهن اسان ڇئي

ٻالڪن جو جنمڻ، ڪاڻ پيٽڻ، سمهڻ ۽ جهٽيا پالڻ ۽ وواهه سڀ ڳالهه ۽ هڪ ئي وقت ٿيل ٿيا آهن. تنهن ڪري اهو نيڪ نه آهي ته ٻين ٻالڪن کي ڇڏي رڳو مڙني کي راڄ گديءَ تي ويهاريو وڃي ٿو، پر رامچندر وشسٽ جي چوڻ موجب صبوح جو جلدي اٿي پتا جي محل ۾ ويو ۽ هيڏانهن مني وشسٽ ۽ راجا دشرٿ وٽ اچي جو ڪجهه ڪيو هئو سو سڀ ٻڌايو، جڏهن وقت مهراج دشرٿ وشسٽ کي رامچندر جي راڄ تلڪ لاءِ چيو ٿي ان وقت ڪنهن پرش اهو سماچار ٻڌي سڄي نگر ۾ ٻڌائي ڇڏيو ۽ رام جي ماءُ ڪوشليا سمترا کي ۽ اها خبر ڏني ٻنهي مائرون اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍيون خوش ٿيون ۽ قيمتي هار لاهي ان کي ڏنائون، تنهن ڪانپوءِ رام جي ماتا ڪوشليا اشٽ سڌيءَ لاءِ لڇمي ديويءَ جو پوڄن ڪيو. سنيوادي راجا دشرٿ جنهن جي ڳالهه مشهور آهي ۽ هو پنهنجي پرجا جو پالن ڪري ٿو، ليڪن هو ڪامي ڪيڪئي جي پريم وس ۾ آهي سو اهڙي اوستا ۾ ڇا هو هن پرجا کي پورو ڪري سگهندو.

## منٿرا ۽ ڪيڪئي

انهيءَ چنتا ۾ وياڪل ٿي هوءَ درگا ديويءَ جي پوڄا ڪرڻ لڳي، انوقت ديوتائن سرسوتي ديويءَ کي سمجهائي ڇڏيو ته ديوي تون ڪوشش ڪري مرتيولوڪ ۾ ايوڌيا ۾ وڃ ۽ الي برهما جي آگيا سان رامچندر جي تلڪ ڏيڻ ۾ وگهن وجهڻ جو اپاءُ ڪر. ڀڳواتين ته تون منٿرا ڪٻڙيءَ جي من ۾ واسو ڪر ۽ پوءِ ڪيڪئي جي من ۾ واسو ڪج هي ديوي اهڙي طرح وگهن پوڻ کان پوءِ تون وري سرڳ لوڪ ۾ موٽي وڃج تنهن تي سرسوتي تمام چڱو چئي اٿين ئي ڪيو. ڀڳواتين منٿرا ۾ وڃي واسو ڪيو، تڏهن ليڏي اها ڪٻڙي منٿرا محلات ۾ مٿي چڙهي هن ڏٺو ته نگر سڀني پاسن کان سينگاريو پيو آهي انهن ۾ انيڪ نمونن جون رنگارنگي جهنڊيون جواهرن سان جڙيل جهالرون چمڪي رهيون آهن هڻون لي رهيون آهن اهو ڏسي عجب ۾ پنهنجي هيٺ لهي آئي ۽ سڀني پاسن کان خوشيون اچي پڇيائين هي پڻ اڄ نگر کي ڇو سينگاريو ويو آهي ۽ ايءَ داسيءَ کان ۽ انيڪ نمونن جون خوشيون ملهائي رهي آهي ۽ مهاراڻي ڪوشليا ڪهڙا زيور دان ڇو ڏئي رهي آهي ۽ پرسن چت سان برهمڻن کي. تڏهن اها داسي چوڻ لڳي هي منٿرا ڇا توکي خبر نه آهي سڀاڻي سري رامچندر جو راڄ تلڪ ٿيندو انهيءَ ڪري اڄ سڀني پاسي نگر سينگاريو ويو آهي. اهو ٻڌي منٿرا جلدي ڪيڪئيءَ

وقت آئي، ان وقت ڪيڪئي ايڪانت ۾ پلنگ تي ويٺي هئي، ان کي منٿرا اچي چوڻ لڳي ته هي مهاراڻي، ايا ڪا! مورک ڪيئن سمهي پئي آهين تنهنجي لاءِ وڏو ڀاري سنڪٽ اچڻ وارو آهي، هي منٿرا چال واري توکي پنهنجي سندرتا جو گهمنڊ آهي. انهيءَ ڪري توکي ڪنهن ڳالهه جي سڌ ڪانه ٿي پوي. ڏس مهاراج جي ڪرپا سان رام جو راڄ تلڪ ٿيڻ وارو آهي، اهو ٻڌي پريم ۾ مگن ٿي ڪيڪئي اٿي ويهي رهي ۽ منٿرا کي هيرن جواهرن سان جڙيل سونو هار ڏئي چوڻ لڳي اڙي چري اها ته وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي، ان ۾ سنڪٽ اچڻ وارو ڪيئن چئي رهي آهين، رام ته مونکي ڀرت کان وڌيڪ پيارو آهي، جنهنجي مٺڙي مڌر واڻي آهي ۽ ڪوشليا توڙي مونکي هڪ سمان ڀاءُ سان ڏسي ٿو ۽ سدائين منهنجي سيوا ڪندو رهي ٿو اڙي مورک تون ٻڌاءِ توکي رام مان ڪهڙو ڀئو لڳو آهي؟ اهو ٻڌي ايما سبب جي وار ڪرڻ واري منٿرا مڪر ڪري چوڻ لڳي! هي ديوي منهنجي ڳالهه ٻڌ. تنهنجي لاءِ وڏي مصيبت اٿي آهي. راجا توکي دلداري ڏيڻ لاءِ سدائين مٺيون ۽ ٺڳيون ڳالهيون ٻڌائي رجهائي خوش ٿو ڪري، هو وڏو ڪامي ڪوڙو ٺڳ ڪرادي آهي توکي اهڙي طرح ڳالهين ۾ ٿي دل خوش ڪري رام جي ماءُ جو ئي ڀورو ڪم ٿو ڪري. هن پنهنجي من ۾ ويچاري تنهنجي ٻنهي پٽ شترگهن سان گڏ ڀرت کي ته ناناڻي موڪلي ڇڏيو انهيءَ ڪري سمترا جي لاءِ ته سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو ڇاڪاڻ ته لڪشمڻ رام جو ساٿي آهي انهيءَ ڪري اهو راڄائي ماڻيندو ليڪن ڀرت کي يا ته رام جو داس ٿي رهڻو پوندو يا ته هن کي نگر مان جلدي ڪڍيو ويندو ته ته انهيءَ کي ماري ڇڏيندو ۽ توکي داسي ٿي ڪوشليا جي سيوا ڪرڻي پوندي. اهڙي طرح ماٽيلي ماءُ جي اي عزت ٿي رهڻ کان مرڻ ڀلو آهي. انهيءَ ڪري هاڻ تون جلدي ڀرت کي راڄ تلڪ ۽ رام کي چوڏهن سال بنواس ڏيڻ جو اپاءُ ڪر. هي راڻي اٿين ٿيڻ ڪري تنهنجو پٽ ڀيا ڪنهن ڪوٽ جي راڄ گديءَ تي ويهندو، انهيءَ لاءِ جو مون ٻهرائين سوچي ڇڏيو آهي اهو اپاءُ توکي ٻڌايان ٿي. گهڻو وقت اڳي ديوتائن ۽ دئيتن جي لڙائي جي وقت پاڻ اندر اچي مهاراڻي راجا دشرٿ کي سهائتا لاءِ ٻه ورڏنا ڪئي هئي- هي ساٿڻ! ان وقت سيتا سان گڏ راجا توکي اوڏانهن وٺي هليو هئو. جنهن وقت مهاراجا دشرٿ راڪشن سان يڌ ڪرڻ ۾ مشغول هئو ان وقت نه معلوم رٿ جي ڌريءَ مان ڪلي پڃي ڪري پئي. تڏهن تمام ڌيرج ڌاري، تو پنهنجو هٿ ڪليءَ واري ٿنگ ۾ وجهي ڇڏيو هو. هي

راڻي پنهنجي پراڻن جي رکيا ڪرڻ ڪري تون تمام گهڻي ڏيوتا ائين ڏک سهي ۽ ان سوراخ مان هٿ ٻاهر نه ڪڍيو جڏهن سڀني ديتن کي ماري ڇڏڻ کان پوءِ مهاراج دشرٿ توکي ڏٺو. اهڙي طرح توکي ڪندو ڏسي الڪي ڏاڍو عجب لڳو ۽ ڏاڍو خوش ٿي توکي گلي لڳائي چيو ته مان توکي ور ڏيڻ چاهيان ٿو، توکي جيڪا اڇا هجي سا گهري وٺ. راڻي اهي ٻه ور هن وقت وٺي سگهين ٿي. راڃا جي ائين چوڻ تي تو چيو هو- راجن! جيڪڏهن مون کي سک ۽ پريم سان ٻه ور ڏيڻ چاهيو ٿا ته هي ٻئي ڏيو هين وچن کي توهان فلال ٻاڻ وٽ امانت ڪري رکو جڏهن وقت موقعو ڏسنديس تڏهن وٺڻ اهي ٻئي ور ڏئي ڇڏجو. تڏهن راڃا تمام چڱو چئي توکي چيو هي راڻي ٺاڻ گهر هلون- هي مهاراڻي اها سڄي ڳالهه مون اول توکان ٻڌي هئي، جا هن وقت مونکي ياد آئي آهي- هي راڻي تون جلدي ڇل ول ڪري پنهنجا سڀئي زيور لاهي هيڏانهن هوڏانهن ٽڪيڙي ڇڏ ۽ وار ڇوڙي غصي ۾ رهج جيستائين راڃا وچن جو پالن نه ڪري تيستائين چپ چاپ ڌرتيءَ تي پئي رهج- ڪيڪئي منٿرا جي ڳالهه ٻڌي ڪسنگ وس عقل گم ٿي وڃڻ ڪري دشت ڪيڪئيءَ ان وقت منٿرا جي ڪيل رچيل سڀ سچ ڪري سمجهيو ۽ منٿرا کي چيو ته تو ۾ اهڙو عقل ڪٿان آيو اڙي ٻانڪي سندري مان توکي اهڙي سياڻي نه سمجهندي هيس- جڏهن منهنجو پيارو پٽ ڀرت راڃا ٿيندو ته مان توکي مالامال ڪري ڇڏينديس، تون ته مونکي پراڻن کان به پياري آهين. ائين چئي ڪيڪئي ڇل ڪري ڪوپ ڀون ۾ وئي ۽ پنهنجا سڀ زيور لاهي هيڏانهن هوڏانهن ٽڪيڙي ڇڏيا ۽ ميرا ڪپڙا پائي وار کولي ٻرو حال ڪري زمين تي اونڌي پئجي رهي ۽ چوڻ لڳي اڙي ڪبڙي ٻڌ جيستائين رام ان ۾ نه ويندو هيءَ پراڻ پلي نڪري وڃن تيستائين مان اهڙي طرح پئي هونديس تڏهن منٿرا اهو ڄاڻي چيس ته هي ڪلياڻي تون بيشڪ ائين ئي ڪج انهيءَ ۾ اوس تنهنجو ڪلياڻ ٿيندو. منٿرا پنهنجي گهر هلي وئي ۽ ڪيڪئي به ائين ئي ڪيو، انهيءَ ڪري سدائين دشت پرشن جو سنگ ڇڏڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته ڪسنگي پرش جي هٿن راڄ ڪيا ڪيڪئي وانگر ٻڌ ملين ٿي وڃي ٿي.

## ڪيڪئي جو ڪوپ گهر ۾

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! جڏهن وقت مهاراج دشرٿ رامچندر جن راڄ تلڪ جي سامگري ۽ آنند منگل منائڻ جي تياري ڪرڻ لاءِ پوڄا ۽ منترين کي آگيا ڏيئي پرسن ٿي پنهنجي محل ۾ آيو ته پنهنجي پياري

ڪيڪئي کي نه ڏسي واڻڻو ٿي ويو من ئي من ۾ چوڻ لڳو! ڪهڙو سبب
آهي جو ٻهراڻين محل ۾ گهڙندي ئي سدائين ڪلندي مهنجي سامهون ايندي
هئي اها سلڇڻي اڄ ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي پهنجي چت ۾ دکي، چاٽي وچار
ڪري داسين کان پڇيو اڄ توهانجي سلڇڻي راڻي ڪٿي آهي ۽ اڄ پران پياري
مهنجي سامهون ڇو نه ٿي اچي تنهن تي داسين چيو هي ديو! ڪارڻ ته
معلوم نه آهي پر هوءَ ڪوپ ڀون ۾ ويٺي آهي توهان اتي ٻاڻ وڃي سڀ
حال معلوم ڪريو. داسين جي اها ڳالهه ٻڌي راجا ڌپ وڃان ان وٽ ويو
۽ اتي وڃي انجي سڀاءَ تي ڏاڍي ڏاڍي هٿ ڦيري چوڻ لڳو. هي پران
پياري اڄ پلنگ ۽ پيمگهن کي ڇڏي ڇو هن حالت ۾ ڌرتيءَ تي سمهين پئي
آهين! تون موسان ڳالهائين ڇو نٿي، انهيءَ ڳالهه جو مونکي عجب ٿو لڳي
جو سڀئي زيور لاهي ميرا گندا ڪپڙا پائي ڌرتيءَ تي ڇو پئي آهين! توکي
جيڪي گهرجي سو گهر مان پهنجو وچن پورو ڪندس، تنهنجو هيءُ اهو
حال ڪير ڪرڻ وارو آهي؟ اهو زال هجي چاهي مڙد مان ان کي ضرور سزا
ڏيندس ليڪن ان کي موت جي سزا به ڏئي ڇڏيندس، هي پياري جنهن ۾
تون راضي ٿين سو مونکي ضرور ٻڌاءِ ته ڪهڙو نه مشڪل ڪم هوندو تڏهن
به هڪ پل ۾ پورو ڪندس تون مهنجي سڀاءَ کي ڄاڻين ٿي، مان توکي
پرانن کان پيارو تنهنجي پريم جي وس ۾ آهيان پوءِ تون مونکي ڇو حيران
ٿي ڪرين، تنهنجو اهو خيال اجايو آهي. ٻڌاءِ توسان ٻيو ڪرڻ واري ڪنهن
ڪنگال کي مان ڌنوان ڪري ڇڏيان ۽ تنهنجو ٻيو حال چاهيندڙ ڪنهن
ڌنوتيءَ کي هڪ پل ۾ ڪنگال ڪري ڇڏيان هي پياري هن ٻاري ۾ وڌيڪ
ڇا چوان مان توکي پهنجي جان به ڏيڻ لاءِ تيار آهيان شري رامچندر مونکي
پرانن کان وڌيڪ پيارو آهي مان انهيءَ جو قسم کائي ٿو چوان ته تون جيئن
چوندينءَ مان تيئن ڪندس.

## دشرت جو ڪيڪئي کي ور ڏيڻ رامچندر کي بنواس ڏيڻ

مهاراج دشرت جڏهن رام جو قسم کائي اهڙي طرح چوڻ لڳو تڏهن
ڪيڪئي ڏاڍي پهنجا آنسون اگهي راجا کي چيو- راجن! جيڪڏهن
توهان سچي دل سان رام جو قسم کائي چئو ٿا ته جو ڪجهه گهران ٿي اهو
ڪم پورو ڪرڻ گهرجي. ياد اٿو گهڻو وقت اڳي ديو ۽ دئيتن جي لڙائيءَ ۾
مون توهان جي رکيا ڪئي هئي. ان وقت توهان پرسن ٿي مونکي ٻه ور ڏيڻ
لاءِ چيو هئو ۽ مون اهي ٻئي ور توهان وٽ امانت ڪري رکيا هئا. هاڻ ان
مان هڪ ور جلدي مهنجي پياري ڀرت کي هن ڪئي

ٿيل سامگريءَ مان راڄ تلڪ ڏنو وڃي ۽ ٻيو ور جلدي رام ڏنڊ
ڪارڻ بن ڏي هليو وڃي ۽ اتي جٽائون ڌارڻ ڪري ڪند
مول ڦل کائي منيءَ جي ويس ۾ چوڏهن ورهيه بن ۾ رهي
اُن کان پوءِ پنهنجي مرضيءَ سان چاهي ايوڌيا ۾ موٽي اچي
يا سندس مرضي بن ۾ رهي، پر شري رامچندر سڀاڻي سوير
ئي ضرور بن ۾ هليو وڃي، پر جيڪڏهن هن ڳالهه ۾ ڪجهه
دير ڪندؤ ته مان پنهنجو پاڻ کي ماري ڇڏينديس، توهان
پنهنجا وچن سچا ڪريو، بس اهوئي منهنجو پيارو ڪم آهي.
ڪيڪئيءَ جا اهڙا دل ٽوڙيندڙ ڪنور وچن ٻڌي مهراج دسرٿ مورڇا ئي
ڪري پيو، جڏهن هوش ۾ آيو پوءِ ڏاڍي ڏکري اکيون کولي آنسون اگهي
من ۾ چوڻ لڳو ته ڇا؟ مون هي دک سپني ۾ ڏٺو آهي يا منهنجي من ۾ ڀرم
ٿي پيو آهي هن وقت پنهنجي سامهون شينهڻ وانگر ويٺل ڪيڪئي کي
ڏسي چوڻ لڳو! هي دشت! منهنجي پراڻن کي ناس ڪرڻ واري تون اڄ
ڪهڙا وچن چئي رهي آهين، شري رامچندر تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو
آهي. تون ته منهنجي سامهون رام جا گڻ ڳائيندي هئينءَ تون ته اڳي
چوندي هئينءَ ته رام مونکي ڪوشليا جي سمان ڄاڻي سدائين منهنجي سيوا
پيو ڪري، پوءِ هن وقت تون اهڙي اُلٽي ڳالهه ڪيئن چئي رهي آهين،
تون پنهنجي پٽ جي لاءِ راڄ وٺ پر رام کي گهر ۾ ئي رهڻ ڏي. هي
راڻي تون مونتي دايا ڪر. رام مان توکي ڪوئي ڏک ڪونهي اهين چئي
دشرٿ اکين ۾ آنسون آڻي ڪيڪئي جي پيرن تي ڪري پيو، تڏهن
ڪيڪئي ڪروڌ ۾ ٻرجي چيو هي راجن ڇا تون پنهنجو وچن ڪوڙو ڪرڻ
چاهين ٿو ياد رک جيڪڏهن پنهنجي وچن جو ڀنگ ڪندين ته توکي نرڪ
ڀوڳڻو پوندو. پر جيڪڏهن سڀاڻي سوير اداسي ڪپڙا پائي رام بن ۾ نه
ويندو ته مان پنهنجي سامهون ڦاسي لڳائي يا زهر کائي مري وينديس. تون
سنسار ۾ سڀني راجائن ۾ ستيوادي آهين ۽ تو چيو هو ته منهنجي ست پرگيا
آهي، اهين چئي ماڻهن کي دوکي ۾ رکڻ چاهين ٿو، هاڻ تون رام جو قسم
کائي وچن ڪوڙو ڪري رهيو آهين اهڙي ڪري توکي نرڪ ۾ ئي وڃڻو پوندو.
پنهنجي پياري ڪيڪئي جا اهڙا ڪنور وچن ٻڌي مهراج دشرٿ دک جي
سمنڊ ۾ ٻڏي ويو ۽ مورڇا ئي ڪري پيو، انهيءَ دک جي ڪري اُن لاءِ
هڪ رات به ورهيه سمان ٿي گذري!

هيڏانهن سڀ ايندي لئي راڄ تلڪ جون سڀ تياريون ٿي ويون، پر راجا اڃا ڪونه آيو. ان وقت منتري سمنتر اهو ويچار ڪري راجا جي محل ۾ ويو، پرڻام ڪري راجا کي ڏکي ڏسي ڪيڪئي کان پڇيو، هي ديوي! ٻڌاءِ ته مهراج اڄ غمگين ڇو ٿو ڏسجي ۽ اچي لهنتي ڪيڪئي چيو- هي منتري! اڄ مهراج کي رات جو ننڊ نه آئي سڄي رات رام جو چنتن ڪندي رام رام جپي رهيو هو. اهڙيءَ طرح جاڳڻ ڪري ننڊ ۾ غلطان ۽ سست ڏسڻ ۾ اچي ٿو، مهاراج دشرٿ رام کي هتي ڏسڻ چاهي ٿو، جنهن ڪري تون جلدي رام کي ڪوٺي اچ لهنتي منتريءَ چيو ته مهراج جي آگيا ٻنا مان ڪيئن وڃان، منتريءَ جو اهو وچن ٻڌي راجا دشرٿ چيو هي سمنتر مان منوهر مورتي رام کي ڏسندس تون ان کي جلدي وٺي اچ، راجا جي انهن چوڻ ڪري ٻنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي اندر وڃي رام کي چيو ڪمل نين رام تون جلد مونسان گڏجي پتا وٽ هل مهراج توکي ڏسڻ ٿو چاهي اهو ٻڌي رام عجب ۾ پئجي هڪدم رٿ تي چڙهي هليو سارٿي ۽ لڇمڻ سان ڀڳوان رام وڃين دروازي وٽ براجمان گرو وشسٽ جو فقط درشن ڪري آدرستڪار ڪري جلدي پتا وٽ پهچي انجي چرڻن ۾ سر نوائي پرڻام ڪيو ان وقت رام کي گلي لڳائڻ لاءِ جيئن ئي اٿي هٿ وڌائين ايئن انهيءَ وچ ۾ دک مان هاءِ رام چئي ڪري پيو ٻڌهن رامچندر هاهاڪار ڪري جلدي ان کي گلي لڳائي پنهنجي گود ۾ وهاريو. مهراج کي بيهوش ڏسي محل جون رانيون روئڻ لڳيون اهو رودن ٻڌي وشسٽ به اندر هليو آيو. ڀڳوان رام ڪيڪئي کان پڇيو ته مهراج جي دک جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ رام جي پڇڻ ڪري ڪيڪئي چيو هي رام مهراج جي دک جو ڪارڻ تون ئي آهين، توکي انجي دک کي شانت ڪرڻ لاءِ انجي وچن کي پورو ڪرڻو پوندءِ. تون ست وچن پاليندڙ آهين مهراج کي ستيوادي ٻڌاءِ هن پوسن تي مونکي ٻه ور ڏنا آهن جنهنجي سڦلتا تنهنجي هٿ وس آهي ۽ مهراج توکي چوڻ ۾ حجاب ٿو ڪري پر تون ستيه لئي قائم رهي پنهنجي پتا جي ضرور رکيا ڪر، ڇاڪاڻ ته پتر لفظ جو ارٿ اهوئي آهي، جو پتا کي نرڪ کان بچائي، ڪيڪئي جي ڳالهه ٻڌي رام چوڻ لڳو هي ماتا مونسان اهڙي ڳالهه ڇو ٿي ڪرين؟ پتا جي لاءِ مان هيءَ جان به ڏئي سگهان ٿو ليڪن زهر به چوان ته پتا جي خاطر زهر به پي سگهان ٿو ۽ سيتا ڪوشليا سميت سڄو راڄ ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان.

**جو پٽ پتا جي آگيا ٻنا ئي اُنجو مشڪل ڪم ڪري ٿو اهوئي اُتم سپاتر آهي- جو پتا جي چوڻ تي ڪري ٿو اُهو وچولو سپاتر**

آهي جو چوڻ تي به نه ٿو ڪري اُهو پٽ وشٽا جي سمان آهي.

ته پتا جي ڪڇ به مون لاءِ آڳيا ڪئي آهي ان کي مان ضرور پورو ڪندس تون سچ ڪري ڄاڻ رام ٻه ڳالهيون ڪڏهن به نه چوندو. رام جا اهڙا وچن ٻڌي ڪيڪئي هن طرح چوڻ لڳي هي رام! جيڪا سامگري تنهنجي راڄ تلڪ لاءِ گڏ ڪئي وئي آهي سا ڀرت کي ئي راڄ تلڪ ڏنو ويو (اهو منهنجو هڪ ور آهي) ٻيو ور موجب پتا جي آڳيا سان اڄ مني ويس ۾ جٽا ڌارڻ ڪري ٻن ۾ هليو وڃ، اتي رشين منين جي لائق ڀوڄن کائي چوڏهن ورهين تائين بن ۾ رهه (اِس تنهنجي پتا جو اهو ٻيو ور آهي) جو توکي ڪرڻ گهرجي ليڪن راجا هنن سڀني ڳالهين لاءِ توکي چوڻ ۾ شرمائي ٿو. تنهنتي شري رامچندر چيو ماتا ڀرت ڀلي آنند سان هيءُ راڄ ڪري ۽ مان به هاڻي ڏنڊ ڪارڻ بنواس وڃان ٿو ليڪن انهيءَ جو سبب معلوم نٿو ٿئي ته مهاراج مونکي چو نه ٿو چوي. رام جا وچن ٻڌي ۽ رام کي ماٿون وانگر ڏسي دک ۾ ڀرپور دکي دشرٿ چوڻ لڳو. "هي رام!" مون ستري پروس ٿي اڄي رستي پاپ آتما کي ٻڌي هي راڄ ور ڏنو انهيءَ ۾ رکي ڪوئي پاپ نه لڳندو. هي رگهنندن اهين تيڻ ڪري مونکي ڪرڙو پٽو نه هوندو اهين چئي راجا دکي ٿي وراپ ڪرڻ لڳو. هاءِ رام، هاءِ ڪرناٿ، هاءِ پراڻ پيارا، مونکي ڇڏي تون گهور بن ۾ وڃڻ ڪيئن ليک سمجهي رهيو آهين؟ اهين چئي رام کي گلي لڳائي روئڻ لڳو، تڏهن رام ست ۾ پاڻي ڪٽي پتا جا آنسون اگهيا ۽ ڪيس پاڻي ڏيئي دلداري ڏيئي ٻولڻ لڳو، هي پتا جيڪڏهين منهنجو ننڍو ڀاءُ ڀرت راڄ ڪندو ته ان ۾ دک جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ مان به هن وچن جو پالن ڪري وري توهان وٽ اوڌيا موٽي ايندس، هي راجن! ان ۾ رهڻ ڪري مونکي راڄ کان به ڪروڙن سک ٿيندا، هن ۾ توهان جي ستيه جي رکيا ٿيندي ديوتائن جو ڪارج پورو ٿيندو ۽ ڪيڪئي جو به ڀلو ٿيندو تنهن ڪري هي پتا! ان ۾ رهڻ ڪري هر طرح جو لاڀ آهي.

## رام جو ماتا ڪوشليا کان موڪلائڻ

هي پتاجي مونکي خوشيءَ سان آڳيا ڏيو ته مان توهان جي ڏنل وچن کي سچو ڪريان چگو مان هاڻ جلدي وڃڻ چاهيان ٿو. ڪيڪئيءَ جو ڪروڌ شانت ٿي ويندو. راڄ تلڪ جي سامگري الڳ رکي وڃي، مان ماتا ڪوشليا کي دلداري ڏيئي ۽ جانڪيءَ کي سمجهائي هينئر اچان ٿو پوءِ

توهان جي چرڻ وندنا ڪري پرسن ٿي اُن ۾ وڃان ٿو. ائين چئي ماتا ڪوشليا وٽ ويو، اُن وقت ماتا ڪوشليا رام جي راڄ تلڪ جي خوشيءَ ۾ شري وشنو ڀڳوان جي پوڄا ڪري رهي هئي پورائڻ هوَن ڪري براهمڻن کي گهڻو ئي دان ڏيئي ڀڳوان جي ڌيان ۾ لين ٿي ويئي ۽ رامچندر کي ٻه ٽي ڏينهن ابا سڌ ۾ ڪانه رهيس.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! تڏهن مهاراڻي سمترا رام کي آيو ڏسي مهاراڻي ڪوشليا کي مٺي آواز سان چيو، "هي ڀيڻ! رام آيو آهي. رام جو نالو ٻڌنديئي ڪوشليا پرسن ٿي اٿي رام کي اڳيان ايندي ڏسي گلي لڳائي گود ۾ وهاريو ۽ چيو هي رام! بک لڳي هوندءِ ڪجهه مٺائي کاءُ؟" تڏهن رام چوڻ لڳو ماتا مونکي ڀوڄن ڪرڻ جو وقت ڪونه آهي ڇاڪاڻ ته اڄ مون هن وقت اسان ۾ وڃڻ جي ساعت پڪي ڪئي آهي ڇو ته پتا، ماتا ڪيڪئيءَ کي ٻه ور ڏيئي ڀرت کي راڄ ڏياريو ۽ مونکي بنواس ڏنو آهي، اُتي منيءَ جي ويس ۾ چوڏهن ورهيه رهي، هي ماتا! مان جلدي موٽي ايندس، تون ڪنهن به قسم جي چنتا نه ڪج. ههڙي خوشيءَ جي وقت ۾ اهڙي اچانڪ ڳالهه ٻڌي ماتا ڪوشليا جي اکين ۾ آنسون ڀرجي آيا ۽ ٿر ٿر ڏڪڻ لڳي، پوءِ ڌيرج ڌاري رام ڏي نهاري چوڻ لڳي- هي رام راجا توکي پيارو پٽ ڄاڻي ڪري راڄ تلڪ ٿي ڏنائين پوءِ ٻيو راجا ۽ ڪيڪئي جو ڇا بگاڙيو آهي؟ راجا راڄ ڀلي وڃي ڀرت کي ڏئي ليڪن تو جهڙي پياري پٽ کي بنواس جي آگيا ڇو ٿي ڏني وڃي- پوءِ هيءَ ڪهڙي ڏوهه جي سزا آهي؟ ماتا ڪوشليا ڏاڍو من ۾ دکي ٿي چوڻ لڳي هڪ پاسي ڌرم ۽ ٻيو وڇوڙو ٻنهي مت مونجهائي ڇڏيس، جي هٺ ڪري موڪل نٿي ڏيان ته ڌرم جو ناس ٿئي ۽ جي موڪل ٿي ڏيان ته وڇوڙو وڏو ڏک ٿو ڏئي نيٺ سياڻي گيانوان هئي سو استرين جو ڌرم وچاري ڀرت ۽ رامچندر کي هڪ سمان ڄاڻي هردي سان ڀيڙو ڪري چوڻ لڳي هي رام! آءٌ قربان وڃان توتان، تو تمام چڱو ڪم ڪيو آهي، جو پتا جي آگيا سر تي رکي سويڪار ڪئي. راجا توکي راڄ ڏيڻو ڪري وري اُن تان موڪلي سو مونکي ذرو به خيال ڪونهي- پر توکان سواءِ تنهنجا پيئر ۽ پرجا ڪيئن رهي سگهندي؟ راجا جي هن وقت ٻڍ اوستا آهي تنهن ڪري تنهن کان سٺيائيو ڪونه ٿيندو، هاڻ ايترو ڪجهه مونکي وساري نه ڇڏج. ائين چئي من جهلي نه سگهي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيس ۽ روئڻ لڳي پوءِ شري رامچندر ماتا کي

دلداري ڏيئي سمجهائي ڀيري پئي موڪلايو ماتا ڪوشليا آشيرواد ڏيئي چيس ته تنهنجي اٿندي وهندي گهمندي ۽ سمهندي گندرو سميت برهما وشنو ۽ مهيش ۽ ٻيا سڀيئي ديوتائون تنهنجي سدائين رکيا ڪندا رهندا ائين چئي هردي سان لڳائي ماتا ڪوشليا رام کي موڪل ڏني .

## رام لڇمڻ سنواد

لڇمڻ جڏهن ٻڌو ته رام بن ۾ وڃڻ جي تياري ڪري رهيو آهي سو ڏاڍو وياڪل ٿي ڊوڙندو اچي رامچندر جا چرڻ پڪڙي اٿهي رهيو ۽ اکين مان پريم جا آنسون وهڻ لڳس ۽ من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هاءِ ڇا ٿيڻو هو ۽ ڇا ٿي پيو هاڻي رامچندر ونئي هلندو پيا ته. جيڪڏهين مونکي ڇڏي ويندو ته منهنجو جيئڻ هت مشڪل ٿي پوندو. شري رامچندر هن جي من جو حال ڄاڻي گلي سان لڳائي مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳس پيارا لڇمڻ! ڏسُ ته، چوڏهن سال ڄاڻ لاءِ، گذريا سو منهنجي صلاح مڃي ماتا پتا جي سيوا ڪندو رهج جيڪو ماتا پتا، گروءَ ۽ سواميءَ جي آگيا مڃي ٿو سو سدائين سکي رهي ٿو، هن وقت پتا جي اوڏ اوستا آهي ۽ گهر ۾ ڀرت شتروگهن به ڪينهن ۽ وري منهنجي وڃڻ ڪري سڀ ڏکي ٿيندا جيڪڏهن لوڪي ٻاڻ سان ونئي هلندس ته اجوڌيا سڄي ۽ اي آرام رهندي جڏهن راجا جي پرجا ڏکي آهي اهو راجا نرڪ ۾ وڃي ٿو تنهن ڪري تون سمجهه رکُ ۽ ائيئي رهي پئو. رامچندر جا اهي وچن ٻڌي اکين ۾ آنسون آڻي لڇمڻ مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳو- هي رام مان توهان جو داس ۽ توهين منهنجا سوامي آهيو نيو اچي جي سچ پچو ته، آءٌ مورکه جو ڪجهه سمجهه ۾ ٿي توهان کي ٿي سڀ ڪجهه ڪري ڄاڻان ٿو. مان توهان جي سيوا ڪرڻ لاءِ ٻنيان ٻليان هلندس توهان انهيءَ لاءِ آگيا ڏيو- هي ڀرڀر مونتي ڪرپا ڪريو ڇو ته توهان کان سواءِ منهنجو جيئڻ مشڪل ٿي پوندو. پاءُ جا اهڙا ٻولر پيال وچن ٻڌي رامچندر کٽي ڪنت لڳايس ۽ چيس ته جلدي ماتا کان موڪل ونئي اچ ته هلون. رامچندر جا اهي وچن ٻڌي لڇمڻ خوش ٿيندو ماتا وٽ آيو ۽ ڀيري پئي سڄي حقيقت ڪري ٻڌائي- لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي ماتا سمترا مٿان جڻ ڪا آفت اچي پيئي ۾ وري به ڌيرج ڌاري چوڻ لڳي پٽر جيڪڏهن تنهنجي به اها مرضي آهي ته پڻي وڃ ۽ سيتا کي ماتا سمان ۽ رامچندر کي پتا سمان ڄاڻي سيوا ڪندو رهج اهڙي طرح پٽر

ڪي اپديش ڏئي آشيرواد ڏني ۽ وڃڻ جي موڪل ڏنائين.

## رامچندر جو سيتا کي بن ۾ وٺي وڃڻ کان روڪڻ

لڇمڻ ڪالهه ڀڳوان رام سيتا کي سمجهائڻ لاءِ هليو ۽ سڌو پنهنجي محل ۾ آيـو لڇمڻ ڪلمک سيتا پتي ديو کي آيل ڏسي هڪ سوني ٿالهه ۾ جل کڻي ڀڳتيءَ ڀاءُ سان ان جا چرڻ ڌوئـي سواميءَ ڏانهن نهاري چيو، هي ديو! هن وقت سيدا کـان سواءِ توهان ڪيئن آيا آهيو توهان صبوح جـو سوير ڪيڏانهن ويا؟ توهان جو اڇو چٽ ڪٿي ۽ اڄ جو وڃڻ ڇو بند ٿي ويو آهي.

اهڙيءَ طرح سيتا جي اچڻ تي سري رامچندر کلي چوڻ لڳو، هي سيتا! پتا مونکي بنواس جو سڄو راڄ ڏنو آهي تنهنڪري جلدي ان جو پالڻ ڪرڻ لاءِ اوڏانهن ويندس مان اڄ ئي ان ان ڏي راجائي ڪرڻ لاءِ ويندس. تون پنهنجي سس سهري وٽ رهي ان جي سيوا ۾ رهه رامچندر جي اها ڳالهه ٻڌي سيتا ترپ وچان چيو، ”توهان جي مهاتما پتا توهان کي ان جو راڄ ڇو ڏنو آهي؟“ لڇمڻ رامچندر چيو هي سيتا مهاراج پرسن ٿي ڪيڪئي کي ور ڏئي ڀرت کي راڄ ۽ مونکي بنواس ڏنو آهي. ڪيڪئي منهنجي لاءِ چوڏهن ورهين تائين بن ۾ رهڻ لاءِ ور گهريو سو ستيوادي ديالو مهراج ڏيڻ قبول ڪيو، تنهنڪري مان جلدي اوڏانهن ويندس. پتيءَ جا اهي وچن ٻڌي سيتا پرسن ٿي چيو ته مان به توهان سان گڏ هلنديس هي سوامي مونکي ڇڏي توهانکي ان ۾ وڃڻ مناسب نه آهي لڇمڻ رامچندر پرسن ٿي چيو، ”مان توکي انيڪ شينهن ۽ جهنگلي جانورن سان ڀريل ان ۾ ڪيئن ساڻ وٺي هلان اتي ماڻهن کي کائڻ وارا خوفناڪ راڪش رهن ٿا ۽ سيئي پاسي شينهن اگهڙ ۽ ٻيا ڪيئن قسم جا جيو ڦرن ٿا. اتي ڀوڄن جي لاءِ ڪوڙا ۽ ڪنا ڦل ملن ٿا، پر اهي ڦـل به سدائين ڪونه ٿا ملن، ڪڏهن ڪڏهن وقت ڪٿي ملن ٿا، انهيءَ ان ۾ ڪٿي ڪٿي تـه ڌوڙ ۽ ڪنڊن سان ڀريل رستو به ڏسڻ ۾ نٿو اچي ان ۾ انيڪ غفائون ۽ ندا آهـن، اتي ان ۾ ٿڌي هوا ۽ گرميءَ جي وقت اُس ۽ ٻوران پند به هلڻو پـوي ٿو. مونکي شڪ آهي تـه لهجندو ان ۾ راڪشن جي خوفناڪ شڪل ڏسي ساهه نڪري ويندءَ انهيءَ ڪري سيتا تون چوڻ مڃي گهر ۾ رهي رهه. مان وري جلد ئي موٽي ايندس. رام جا اهي وچن ٻڌي سيتا وياڪل ٿي ڪجهه ڪروڌ مان چپ ڏکندي چيو ته مون پتورتا ڌرمپتنيءَ کي توهان گهر ۾ ڇو ڇڏي وڃڻ چاهيو ٿا؟ هي پراڻ پتي بن ۾ به توهان سان گڏ رهڻ ڪري منهنجو ڪرني جا ٻگاڙي سگهندو؟ جـو به ڦل مول کند

توهان جي ڪائڻ ڪانوءَ پيدا ٿيئي مونکي لاءِ امرت سمان ٿيندا آهن، پر ڪي سنتوش جاڻي آنند سان رهندس انهيءَ ۾ ڪجهه شڪ نه. آهي توهان سان گڏ گهمندي ڦرندي مونکي لاءِ دپ ڪيندا ۽ گلن جي سيجا اوهان آهن مان توهانکي ڪڏهن به ڪسر جو ڪشٽ نه ڏيندس. هي ايشور! توهان ته رم وڪيڪ ديالو آهيو پر پنهنجي نردوش پتنيءَ کي ٻاڻ سان گڏ ڇڏ نه ٿا وٺي هلو. هي پراڻ ناٿ! توهان کان سواءِ مونکي سرڳ جا سک به نرڪ سمان آهن، هيءُ سنسار دک روپ آهي. هي ناٿ! جيئن پراڻ بنا سرير ۽ جل بنا ندي آهي تيئن پرش بنا استري آهي. هي سوامي اوهان جي چرڻن کي ڏسي رستي جو ٿڪ پلائي ڇڏيندس ۽ اوهان جي شيوا ڪرڻ جو چڱو وجهه ملندم ۽ وڻن جي ڇانوَ هيٺان ويهي اوهان کي هوا ڪري آرام ڪرائيندس ۽ اوهان جي چرڻن کي زور ڏيندس پنهنجا هٿ سڦلا ڪندس ۽ توهان جو ٿڪ ڀسم دور ڪندس تنهن ڪري اهو وچاري مونکي ٻاڻ سان وٺي هلو، پر جيڪڏهن مونکي ڇڏي هليا ويندا ته مان توهان جي سامهون پنهنجا پراڻ تياڳ ڪندس. اهڙيءَ طرح سيتا جو پڪو نشچو ڏسي رامچندر چوڻ لڳو هي سيتا! جيڪڏهن تنهنجي به هلڻ جي مرضي آهي ته جلدي تيار ٿي هل (ان ۾) پتي دير جا اهي وچن ٻڌي سيتا من ۾ پرسن ٿي سس کي پيري پئي موڪلائڻ لڳي جنهن آشيرواد ڏنس، هيڏانهن لڇمڻ پنهنجي ماءُ سمترا کي ڪوشليا سان گڏ رهائي ٻاڻ هٿ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي رام جي سامهون اچي اٿي رهيو تڏهن رام لڇمڻ ۽ سيتا موڪلائڻ لاءِ پنهنجي پتا دشرٿ جي محل ۾ آيا.

## رام جو بن ۾ وڃڻ

محل ۾ اچي رامچندر بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي پتا جي محل ۾ آيو ۽ لڇمڻ سيتا سميت اچي ڪيڪئي کـي ڇيو ماتا توهان جي چوڻ موجب اسين تيئي ڄڻا ان ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿي آيا آهيون هاڻي جلدي پتا اسانکي آگيا ڏئي، رام جي اهڙي چوڻ تي ڪيڪئي ٻاڻ اچي رام لڇمڻ ۽ سيتا کي الڳ الڳ ٻنواسي ڪپڙا ڏنا، تڏهن رامچندر راجائي ڪپڙا لاهي ٻنواسي ڪپڙا پاتا لڇمڻ به ائين ڪيو ليڪن سيتا انهن کي پائي نه ڄاڻندي هئي تنهن ڪري اهي ڪپڙا هٿ ۾ کڻي اچ وچان رامچندر ڏانهن نهارڻ

لڳي تڏهن رامچندر ان ڪپڙن کي ڪٺي سيتا جي ڪپڙن مٿان وجهي ڇڏيو.
تڏهن مهراج دشرٿ سمنتر کي چيو هو سمنترا! رٿ وٺي اچ، اچ ٻڌواسين
جو پيارو رام لڇمڻ ۽ سيتا رٿ تي چڙهي ان ڏانهن ويندا راجا دشرٿ اهين
چئي سيتا ۽ لڇمڻ کي رام سان گڏ ڏسي دک ۾ وياڪل ٿي زمين تي ڪري
پيو ۽ اکين ۾ آنسون آڻي روئڻ لڳو، تڏهن رامچندر ڏسندي ڏسندي جلدي
سيتا رٿ تي چڙهي ۽ رام ماتا پتا کان موڪلائي رٿ ۾ چڙهيو ۽ ان جي
پٺيان ٻه ڌنش ۽ ترڪش ڪٺي لڇمڻ اچي رٿ ۾ چڙهي ويٺو ۽ سارٿيءَ کي
رٿ هڪلڻ لاءِ چيو! تڏهن راجا دشرٿ چوڻ لڳو سمنتر ترسو! ترسو!
ليڪن رامچندر چيو هلو هلو چئي جلدي هڪلڻ لاءِ چيو انهيءَ ڪري سمنتر
رٿ هڪلي ڇڏيو، رام جي ٻڌي نڪري وڃڻ ڪري مهراج دشرٿ مورڇت
ٿي زمين تي ڪري پيو، تنهن ڪانپوءِ نگرواسي ٻالڪ ٻڍا جوان وٺي مٿي
هي رام ترسو ائين وڃو انهيءَ طرح پڪاريندا رٿ جي پٺيان ڪاهي پيا،
راجا دشرٿ گهڙي گهڙي ٿائين روئندو رهيو پوءِ ٻڌڃي شوڪن کي چيو
مونکي رام جي ماتا ڪوشليا جي گهر وٺي هلو.

هيڏانهن سري رامچندر تمسا نديءَ جي ڪناري وٽ پهچي اچي رهي
پيا ۽ رات جي ٻئي ڪاڻ جي جل پي سيتا سان گڏ وڻ جي هيٺان سمهي
پيو ۽ سمنتر سان گڏ لڇمڻ ڌنش ٻاڻ ڪٺي انهن جي رکيا لاءِ پهرو ڏيئي رهيا
هئا ۽ انهن جي پويان نگرواسي اچي سمهي پيا ۽ ٿڪ سببان ننڊ ڪٺي
ويا. هنن پڪ ڪري ڇڏي هئي ته اسين يا ته رام کي ايوڌيا موٽائي وٺي
هلنداسون نه ته اسين به اُن ۾ هليا هلنداسون. سري رامچندر هنن جي دل
جو حال ڄاڻي ويچاري من ۾ چيو ته مان ايوڌيا موٽندس هرگز ڪين هنيءَ
اڄاڻو ٻن ۾ دک سهندا تنهنڪري ڀڳوان مايا ڦهلائي، هنن کي گهريءَ ننڊ ۾
ڏسي سمنتر کي گهرائي چيو ته سمنتر تون رٿ وٺي اچ مان هيٺئر هلندس-
سري رامچندر جي آگيا پٽي سمنتر رٿ ۾ گهوڙا جوٽي ڇڏيا تڏهن رام سيتا
لڇمڻ رٿ ۾ چڙهي هلڻ لڳا ۽ سج اڀرڻ کان اڳ ڪٿي جو ڪٿي وڃي رسيا،
صبح جو سوير اٿڻ بعد جڏهن نگرواسي جاڳيا، رامچندر کي نه ڏسي رام رام
ڪري پڪارڻ لڳا، جڏهن پتو ڪونه پيو تڏهن افسوس ڪندا ايوڌيا موٽي ويا.

## سري رامچندر ۽ راجا گهه

رام لڇمڻ سيتا رٿ ۾ ويٺل ديس پرديس ڏسندا سرنگ پور جي پرسان
گنگا نديءَ جي ڪناري وٽ پهتا، گنگا نديءَ ڏسي ان کي پرنام سان نمسڪار

ڪري سنان ڪيو ۽ پوءِ رامچندر وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي اک پٽيائين، ان وقت
نشادراج گھه ماڻهن جي واتان رام جي اچڻ جو پتو لڌو. سو ٻڌي، سوامي رامچندر
کي ڏسڻ لاءِ پرسن ٿي پهتو ۽ پاڻ سان ڦل ماکي پشپ اهي کڻي آيو ۽ اهي
ڀيٽا رکي پرڻام ڪري رامچندر جي چرنن ۾ ڪري پيو، تڏهن سري رامچندر
ان کي اٿاري گلي لڳايو ۽ خوش خبري پڇڻ لڳو، گھه هٿ جوڙي چيو،
هي ڀڳوان مهنجا ڌن ڀاڳ آهن جو اڄ مهنجو نماڻي ذات ۾ جنم وارن سنڀال
لي ورتو، هي رگھونندن توهان جي سنگ ڪري مونکي وڏو آنند مليو آهي
هي پرڀو توهان جي داس جو هي نشاد راج توهان جو ئي آهي، اوهين
ڪري هي ڀڳوان توهان هيت رهي اسان جيون جي رکيا ڪريو. ۽ مهنجي
گھر هلي پوتر ڪريو. هي پرڀو توهان جي لاءِ مون جو ڪجھ ڦل مول
گڏ ڪري رکيا آهن انهن کي سوئيڪار ڪريو. هي رام مان توهان جو داس
آهيان موتي ڪرپا ڪريو. تڏهن رامچندر پرسن ٿي راجا گھه کي چيو هي
مترا پتا مان چوڏهن ورهين تائين ڪنهن به گھر يا ڳوٺ ۾ وڃي نٿو سگھان
۽ نه ڪنهن جا ڏنل ڦل کائي سگھان ٿو هي متر تنهنجو هي سڀ راڄ
مهنجو ئي آهي ۽ تون مهنجو پيارو سک آهين، تنهن ڪري چوڏهن ورهيه
ان ۾ رهي مان هت وري ايندس، مان جو ڪجھ چوان ٿو سو سچ ٿو چوان.
رام جي ڳالهه ڪڏهن ڪوڙي نه ٿيندي، ائين چئي رام گھه کي دلداري
ڏيئي ان کي گلي لڳائي روانو ڪيو، تڏهن گھه ڏاڍي مشڪل سان گھر موٽيو.
تنهن کانپوءِ رامچندر اسڙ جو کير گھرائي انهن سميت چڱيءَ طرح جٽائون
ٺاهي ڇڏيون، جو ڏسي سمنتر سهي نه سگھيو ۽ اکين ۾ آنسون آڻي چوڻ
لڳو! سوامي راجا مونکي اوهانکي ان کهائي ڦيرائي وٺي اچڻ لاءِ چيو هئو
سو توهين هي ڪهڙو انڌير ٿا ڪريو؟ تنهن تي رامچندر چوڻ لڳو، تسم
شبيءِ ددڌيچ رشيءَ ۽ هرشچندر ڌرم لاءِ ڪيترا ڏک سٺا ۽ رنتي
ديو ۽ بلي راجا بي شمار سنڪٽ ڀوڳيا، سنيم سمان ٻيو ڌرم
ڪونهي جنهن جي تياڳڻ ڪري ٽنهي لوڪن ۾ بدنامي ٿئي
ٿي، تنهن ڪري تون پتا کي هٿ جوڙي وينتي ڪجانءِ ته مهنجي ڪا
چنتا نه ڪري، تنهن تي سمنتر وري چيو هي رام! جنهن نموني سيتا موٽي
ايوڌيا هلي ائين ڪرڻ گھرجي نه ته آءٌ ڪهڙي منهن سان موٽي ويندس ۽
راجا کي ڪهڙو جواب ڏيندس، پوءِ سيتا کي جتي وڻيس اتي رهي. ڪڏهن
پيڪي رهي، ڪڏهن نه ساهري، پتا جو نياپو رامچندر سيتا کي ٻڌائي چڱيءَ

طرح سمجھايو جنھن تي ھوءَ چوڻ لڳي، ھي پراڻ ناٿ! توھين تہ وڏا گياني مھاپرش آھيو، ڀلا! سنسار ڪي ڇڏي پاڇو ڪيئن جدا ٿي سگھندو؟ مان اوھان کان جدا رھي ڪين سگھندس ۽ سمتر ڏي نھاري چوڻ لڳي! اوھين تہ پتا ۽ سھري سمان آھيو! توھين ھاڻ سمجھي سگھو ٿا ۽ مان بہ ڄاڻان ٿي، تہ پيڪي پتا جي گھر ۾ سڀ جا سک موجود ھجن ۽ سھري وٽ پڻ سڀ سنسار جا سک موجود ھجن. پر انھن سڀني کي مان پتيءَ بنا تچ ڪري سمجھان ٿي ۽ ھن بن جا ڏک ڏاکڙا سڀ پتيءَ جي ھوندي مونکي مٺا پيا لڳن. تنھن ڪري منھنجي پاران سھرن کي پيري پئي دلداري ڏيئي چئجوس تہ منھنجي لاءِ ڪابہ چنتا نہ ڪري ڇو جو آءٌ ھت ھن بن ۾ ڏاڍي خوش آھيان، سمتر گھڻي ڪوشش ڪئي ليڪن سڀ اجائي ويئي. لاچار ٿي پنھنجي موٽيو.

## سري رامچندر ۽ (ڪيوٽ) مھاڻو

ھيڏانھن لڇمڻ ٻن ۽ بن جي سيجا ناھي جنھن تي فقط سيتا سميت شري رامچندر وڃي ٿي سگھيو. ڀرپاسين جنھن ايوڌيا پوريءَ جي محل ۾ سيتا سان گڏ پلنگ تي سمھيو ٿي تنھنجيءَ طرح ٻڌان ۽ بن جي ٿھيل سيجا تي سمھي پيو ۽ لڇمڻ ڌنش ٻاڻ کڻي ساري رات پھرو ڏيڻ لڳو، جڏھن صبح ٿيو تڏھن رامچندر اٿي ڪريا ڪرم ڪري واندو ٿي سيتا لڇمڻ کي ساڻ وٺي گنگانديءَ جي ڪناري وٽ آيو ۽ اتي اچي (ڪيوٽ) مھاڻي کان ٻيڙي گھري، پر ھن ڏاڍ کان انڪار ڪيو ڇو جو ھن چيو تہ مون ٻڌو آھي ۽ اھا ڳالھ ظاھر آھي تہ توھانجي چرڻن جي رج ۾ اھڙي ڪا شڪتي آھي جو فقط ڇھڻ سان ئي اھا شيءِ منش ٻڻجو پوي. ڀلا! جنھن جي پير لڳڻ سان پٿر جي شلا (چٽ) بدلجي سھڻي سندر استري ٿي پيئي، پوءِ ھن ڪاٺ جي ٻيڙيءَ ۽ پٿر جي شلا ۾ ڪھڙو فرق آھي، ٻيڙي تہ پٿر کان ڪيترا ڀاڱا نرم آھي پوءِ جيڪڏھن ھيءَ ٻيڙي بہ استري ٿي پوي تہ پوءِ مون غريب جي ڪمائي ڪٿان ٿيندي ڇو تہ انھيءَ ٻيڙيءَ جي آسري تہ سڄي ڪٽنب جي پالنا ٿو ڪريان ھي پريو! توھان ھرو ڀرو ٻيڙيءَ ۾ چڙھي پار وڃڻ چاھيو ٿا تہ چڙھڻ کان اڳ ڀرپاسين پنھنجا چرڻ ڌوئڻ ڏيو، مان اوھان کان ڀاڙو ڪونہ وٺندس، پڻ تہ لڇمڻ ڪاوڙجي ماري ڇڏيم پر مونکي توھان جو قسم آھي اوھين ڪرڻ ڪانسواءِ ڪڏھن بہ پار نہ وٺي ھلندس. مھاڻي جا اھڙا مٺا پريم ڀريل وچن ٻڌي سري رامچندر سيتا لڇمڻ ڏي نھاري مرڪي ۽ مھاڻي کي چيائين ڇڱو پيارا! جئن تون چڱو سمجھين تئن

پر چلدي پار ٻيڙياءَ جو ته ڌار لي وڃي آهي." آها! جنهنجو نار هڪ گهڙي سان مٿش سمسار ساگر پار ٿيو وڃي ۽ جڏهن وقت وانس اولار ڏاري ليٽي اوڪ پير کان نديا ڪري ڇڏيا هئا سو ٻالاو ڀڳت وس اٿي ٻيڙين پيرن ڌاوڻ جي راهه ڏسي رهيو هو. شري رامچندر جنا اهي وچن ، مهاڻو پاڻي کڻي آيو ۽ تمام سڪ پريم سان ڀڳوان جا اُٽي چرڻ ڌوئاڻين و چرناامرت سڀني ڪٽنب کي پياري آيو ۽ پوءِ انهن سيتا کي چاڙهيائون شري رامچندر چڙهيو ۽ لڇمڻ کانپوءِ لڇمڻ چڙهي ويٺو ۽ ٻيڙيءَ جو لو چڙهي ٻيڙي هلائڻ لڳو جنهن وقت ۾ ٻيڙي گنگانديءَ جي وچ ۾ آئي ن سيتا گنگا کي پرارٿنا ڪئي هي ديوي گنگا مان توکي پرڻام ڪريان ٿي بنواس مان موٽندي مان لڇمڻ سميت تنهنجي جا ڪنديس هي ماتا مهنجو منورٿ پورو ڪجانءِ سيتا جا ڙا مها وچن ٻڌي جل مان آواز آيو هي پياري سيتا تنهنجو ورٿ اوس پورو ٿيندو. شري رامچندر کي پار پهچائين، رامچندر هنجي دل ۾ خيال ڪيائين ته هن کي ڪجهه ڏيڻ گهرجي. پوءِ سيتا پنهنجي ي من جي پاونا ڄاڻي هٿ مان منڊي لاهي رامچندر کي ڏني رامچندر ا منڊي کڻي مهاڻي کي ڇنو هان وٺ هيءَ ننهنجو ڀاڙو، ليهڻي مهاڻو ن هڪڙي چرڻ لڳو، هي ڀڳوان! اڄ مونکي اهڙي شيءِ ڪهڙي اڻي، ا ته ملي. اڄ مهنجا سڀ پاپ دک ۽ غريبپڻو دور ٿي ويو گهڻو وقت محنت ري لڪر هوس سو اڄ اهو ٿڪ مهنجو توهان مٽائي ڇڏيو، سو هي دياڙا هان جي ديا سان ٻيو ڪجهه به نه گهرجي، موٽي اچڻ وقت جيڪي ـــ وهان ڏيندو سو اکين تي رکندس. رام ۽ لڇمڻ گهڻوئي زور ڪيس پر الڪل ، ورتائين ٿڌهن ڀڳوان کيس ڀڳتيءَ جو ور ڏئي روانو ڪيو.

## والميڪ ۽ ڀاردواج آشرم ۾

شري رامچندر اها رات اتي ئي گذاري صبوح جو گنگاجيءَ ۾ سنان ڪري شو جو پوڄن ڪري نمسڪار ڪيو ۽ اڳتي هلڻ لڳا، ٻئي ڏينهن پرياگ ۾ آيا شهر جي رونق ڏسي رام سيتا لڇمڻ ڏاڍو پرسن ٿيا، تنهنکان پوءِ ڀاردواج منيءَ جي آشرم وٽ پهچي ٻاهر ويهي رهيا، اتي هڪ برهمچاري ڏسي شري رامچندر ان کي چيو هي پيارا منيشور کي وڃي چئه ته دشرٿ

جو پت رام لڇمڻ سيتا سان گڏ ٻاهر بيٺو آهي رگھنات جو اهو وچن ٻڌي برهمچاري هڪدم مني ۽ وٽ وڃي پرڻام ڪري چيو ته ڀڳوان رام سيتا لڇمڻ سميت آيا آهن ۽ آشرم جي ٻاهران بيٺا آهن، رام جي اچڻ جو ٻڌي مني ڀاردواج پرسن ٿي اٿيو ۽ رام وٽ اچي ڏنڊوت پرڻام ڪيو. شري رامچندر سيتا لڇمڻ کي ڏسي وڏي ۽ موجب چرڻ وندنا ڪري پوڄا ڪئي ۽ چوڻ لڳو، هي رام! هي ڪمل نين رگھنندن اڄ اچي پنهنجي چرڻن جي درشن سان منهنجي ۽ ڪتيا کي پوتر ڪرائو ائين چئي تنهي کي پنهنجي ڪتيا ۾ وٺي آيو ۽ انهن کي آسڻ ڏيئي وهاريو ۽ ڪارائي ڀيٽاري آدر ستڪار ڪري منيور چوڻ لڳو هي رام. اڄ توهان جي درشن ڪرڻ سان منهنجي تپسيا پورن ٿي وئي. هي ڀڳوان توهان کي ڄاڻان ٿو ته توهين ساڪياٽ پرماتما آهين ۽ ڪارڻ سڌ ڪرڻ لاءِ مايا سان منش جو روپ ڌاريو اٿو جنهن جي ڪري اوهان کي بنواس مليو آهي ۽ جو ڪجھ اڳتي ڪندا سو سڀ توهانجي ڀڳتيءَ ۽ ڌارن گيان درشٽي سان ڄاڻان ٿو منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان ساڪياٽ ڀاڻ اچي درشن ڏنو آهي. ڀڳوان منيءَ جا وچن ٻڌي پرسن ٿيو ۽ اهو ڏينهن اتي رهي ٻئي ڏينهن اٿان سيتا لڇمڻ رامچندر منيءَ کي پرڻام ڪري هلڻ لڳا. شري رامچندر جي وڃڻ ڪري رشين منين جي ٽهيل پوڙيءَ ۾ چڙهي جمنا ندي پار ڪئي ۽ منيور جي ٻڌائڻ موجب اهو رستو چترڪوٽ جبل ڏانهن وٺندڙ هو، جتي والميڪ جو آشرم هئو ان ۾ رشي گڏن سان ڀريل انيڪ هرڻ ۽ پکين سان ڏٺيل ۽ سهڻي ڦلن ۽ گلن سان ڀريل والميڪ آشرم ۾ اچي سري رامچندر ڏٺو ته مني والميڪ ويٺو آهي تڏهن رام لڇمڻ سيتا سميت سر نوائي منيءَ کي پرڻام ڪيو تڏهن شري والميڪ سندر ڪمل جي سمان جنا مڪٽ ڌاري ترلوڪ موهن لڪشمي پتي سري رامچندر کي سيتا لڇمڻ سان گڏ ڏسي مني اٿي بيهي رهيو ۽ ڀڳتي ڀاءُ سان آشرم ۾ آڻي آسڻ ڏيئي وهاري پوڄا سان آدر ستڪار ڪري مٺا مٺا ڦل مول ڪند کڻي ڪارائي ڀيٽاري ڪشل منگل پڇڻ لڳو تڏهن تي شري رامچندر نمرتا سان هٿ جوڙي شري والميڪ کي چيو، "ماتا پتا جي آگيا مڃي ان ۾ آيو آهيان توهين سڀ ڪجھ ڄاڻو ٿا، پوءِ مان توهان کي هنجو ڪارڻ ڇا ٻڌايان هاڻ توهين مونکي ڪوئي اهڙو آستان ٻڌايو جتي مان آنند سان رهي سگھان توهان جي ٻڌايل استان ۾ سيتا سان گڏ ڪجھ وقت گذاريان." رگھنات جي اهڙي طرح چوڻ ڪري منيور کلي چوڻ لڳو، هي رام! سهڻي جيون ۽ پراڻين جو تو ۾ ڏسي رهڻ جو اُم آستان آهي هي رگھنندن اهڙيءَ طرح مون توهانکي رواجي

استان ٻڌايو آهي. ليڪن توهان جو خاص روپ ۾ سيتا سان گڏ رهڻ جو استان ٻڌيو آهي. سو هي پريو! مان توهان کي جو مندر لائق گهر آهي سو ٻڌايان ٿو، جو ڌرم ۽ اڌرم ٻنهي کي ڇڏي جو هميشه، انهيءَ ڀڄن ڪري ٿو، هي رام! ان جي هردي مندر ۾ سيتا سان گڏ توهان آنند پوروڪ رهو ٿا، جو شانت روپ سمدرشي سڀني جيون سان پريم پاڻ ۽ اما اچا جي ڀڄن ڪري ٿو، ان جو هردو توهان جو مکيه رهڻ جو استان آهي، جو توهانجي منتر جو جاپ ڪري ٿو ۽ توهانجي شرڻ ۾ شانت چت سان پرسن رهي ٿو ان جو هردو توهان جو سندر مندر آهي. جو دک ۾ ڪڏهن رنج نٿو ٿئي ۽ سک ۾ ڪڏهن خوش نٿو ٿئي (اهو پرپنچ سڀ مايا ڪري ٿئي ٿو) اهين نشچو ڪري جو توهانجو ڀڄن ڪري ٿو، ان جو من ئي توهانجو گهر آهي. جو ندين سمان نديون هميشه، سمنڊ کي پرينديون رهن ٿيون سو توهان الي وڃي پراپت ٿيو انهن ڀڳتن جي هردن ۾ جن جا ڪن هجن سمنڊ سمان جي منجهان توهان جي ڪٿا روپي ندين پوڻ سان به نه پرجن. نه ته چترڪوٽ پربت تي وڃي رهو، اهين چئي ششن سان ويندل منيور والميڪ لڇمڻ سميت گنگا نديءَ ۽ چترڪوٽ پربت جي وچين پاسي ۾ وڃي ڀڳوان رام جي رهڻ لاءِ سندر وڏي شالا تهرائي انجي اوپر، اولهه ۽ اتر ڏکڻ اهڙا ته سندر گهر ٺهرايا ويا انهيءَ پوءِ ۾ جانڪيءَ سان گڏ سري رام لڇمڻ آنند سان رهڻ لڳا.

## سمنتر جو دشرٿ کي رام جو احوال ٻڌائڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! هيڏانهن شام جي وقت سمنتر ڪوڙي سان منهن ڍڪي اکين ۾ آنسون آڻي اجوڌيا پوريءَ ۾ آيو، رٿ کي ٻاهر بيهاري راجا کي ڏسڻ لاءِ محل ۾ اچي راجا کي پرڻام ڪيو. سمنتر کي پرڻام ڪندو ڏسي راجا دک ۾ وياڪل ٿي چيو سمنتر سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ رام ڪٿي آهي؟ تو رام کي ڪٿي ڇڏيو؟ مون پاپيءَ لاءِ انهن ڇا چيو؟ سيتا لڇمڻ به مون نردئي لاءِ ڇا چيو آهي؟ هاءِ رام! هاءِ لڇمڻ! هاءِ سيتا! ڇا مونکي دک جي سمنڊ ۾ ٻڏندو نه ڏسندو! اهڙيءَ طرح تمام دير تائين ورلاپ ڪندي راجا دک جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويو، مهراج کي اهڙي طرح روئندو ڏسي منتري هٿ ٻوڙي چوڻ لڳو، مهاراج! مان رام سيتا لڇمڻ کي رٿ ۾ وهاري وٺي آيس اهي سرنگپور جي ويجهو گنگا نديءَ جي ڪناري تي وڃي لٿا، اتان نشاد راج گهه ڪجهه ڦل ڦول ڪٺي آيو ليڪن

اهي ڪري، ڪاڏا فقط پرپر سان هٿ لڳائي ڇڏي ڏنا، تنهنڪانپوءِ رگهنات راجا گهه کان بڙ جو کير گهرائي پنهنجون جٽائون مڪٽ ٺاهيون ۽ مونکي پاڻ چيائين سمنترا، ماتا ۽ پتا کي چئجانءِ ته منهنجي لاءِ چنتا نه ڪري اسانکي ان ۾ اجوڌيا کان به وڌيڪ سک آهي مهراج کي دلداري ڏج. تنهن کانپوءِ اکين ۾ آنسون آڻي ڪجهه رام ڏي نهاري سيتا دک ۾ پريال پرسن ٿي مونکي چيو! پيءُ سس جي چرڻ ڪملن ۾ منهنجي نمستي چئج ائين چئي ڪجهه سر جهڪائي روئندي اتان هلي وئي. ان کان پوءِ نيتر ۾ جل ڀريل ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا جيئن گنگا پار ڪن تيئن مان اتي بيٺو هوس، پوءِ اتان هلي تمام دک وچان هت پهتو آهيان. تڏهن ڪوشليا راجا کي روئندو ڏسي چوڻ لڳي پراڻ ناٿ توهان جڏهن پرسن ٿي ڪري پنهنجي پياري ڪيڪئي کي ور ڏنو ته ڀاءِ هن پنهنجي پٽ کي راڄ ڏنو ليڪن منهنجي پٽ کي ديش نيڪالي ڇو ڏنو؟ ۽ پنهنجو پاڻ سڀ ڪرتوت ڪري پوءِ رئو ڇو ٿا؟ ڪوشليا جا اهي وچن ٻڌي راجا دشرٿ جي اهڙي حالت ٿي جڻ ته زخم تي پاهه لڳي هجي، تڏهن مهراج دشرٿ اکين ۾ غم جا آنسون آڻي ڪوشليا کي چيو ته مان پاڻ ٿي دک ۾ مري رهيو آهيان پوءِ ائين چئي دل ڇو ٿي دکائين، انهيءَ مان ڪهڙو فائدو، شايد منهنجا هاڻ پراڻ جلد نڪرڻ وارا آهن.

## ڪٿا شروڻ ڪمار جي

گهڻو وقت اڳي منهنجي مورکتائي جي ڪري مونکي هڪ منيشور سراپ ڏنو هو، اها ڪٿا هن ريت آهي.

هڪ ڏينهن جوانيءَ جي مستيءَ ۾ رات جو شڪار ڪرڻ لاءِ ڌنش پاڻ ڪڻي هڪ گهوڙو ان ۾ سرجو نديءَ جي ڪناري تـي گهمي رهيو هوس. ته آڌيءَ رات جي وقت ڪنهن نوجوان ڇوڪري جنهنجو نالو **شروڻ ڪمار** هيو ۽ ان جا ماتا پتا انڌا هوا جنکي اڃ لڳڻ ڪري پاڻيءَ جو گهڙو ڪڻي نديءَ تي ڀرڻ آيو هو جيئن ئي گهڙو پاڻيءَ ۾ اندر وجهي ڀرائين ٿي لڳو ان وقت ان جو آواز وڏو ٿيو، تڏهن مون ويچار ڪري سمجهيو ته هن اونداهي رات ۾ ڪوئي هاٿي پاڻي پي رهيو آهي، پوءِ مون ان آواز طرف باڻ چاڙهي ڇوڙي ڇڏيو ۽ جلدي منش جو آواز ٻڌم، **هاءِ مارجي ويس! مون ته ڪنهنجو به ڏوهه ڪونه ڪيو هو پوءِ مونکي ڪنهن ماريو؟ هاءِ منهنجو انڌو ماتا پتا اڃايل پاڻيءَ جي آڻڻ لاءِ راهه ڏسي**

رهيا هوندا، اهڙ مڻش جو آواز ٻڌي مان ٻپ ۾ وياڪل ٿي ڏوڙي ڏوڙي
وڃي ان کي ڇيم هي ڏيکاريو! مان **دشرٿ** آهيان مون اڻ ڄاڻائي کان هي
ٻاڻ ڇڏيو آهي هي مئور منهنجي رکيا ڪريو! اهين چئي مان ان جي چرڻن
۾ ڪري پيس، تڏهن شروڻ ڪمار مونکي چيو هي راجا ٻچ نه اوکي ار ٿم
هتيا ڪان لڳندي ڇاڪاڻ ته مان تپسيا ڪندڙ ويش آهيان منهنجا ماءُ ۽
پيءُ بک ۽ اڃ جي ڪري منهنجي واٽ ڏسي رهيا هوندا، تون ڪري ڪاڻ
ٻئا ڪنهن ويچار جي جلدي انهن کي پاڻي ڏئي اچ ته ڇو ته جيڪڏهن منهنجا
ماءُ پيءُ ڪروڌ ۾ آيا ته توکي ڀسم ڪري ڇڏيندا، تون انهن کي پاڻي ڏئي
نمسڪار ڪري پنهنجو سڄو حال ڪري ٻڌائج مونکي تمام تڪليف ٿي رهي
آهي ۽ منهنجي سيني مان ٻاڻ ڪڍ ۽ مان پراڻ ڇڏيندس، شروڻ ڪمار جي
اهين چوڻ ڪري مون جهٽ هٽ وجهي ان جي سيني مان ٻاڻ ڪڍي پاڻيءَ
جو گهڙو کڻي جتي شروڻ جا ماءُ پيءُ هوا اتي ويس، ان وقت هو ٻئي
چنتا ۾ وياڪل ٿي رهيا هوا ۽ اهين چئي رهيا هوا ته اسان تمام ٻڍا ۽
اکين کان لاچار آهيون ۽ بک اڃ کان لاچار ٿي رهيا آهيون، ڪهڙو سبب
آهي جو رات جي وقت اسانجو پٽ اڃان تائين پاڻي کڻي ڪونه موٽيو آهي،
اسانجو ٻيو ڪوئي سهارو نه آهي، هو هنن منهنجي پيرن جو آواز ٻڌي
شروڻ جي پتا چيو پٽ اڄ تو ايڏي دير ڇو لڳائي؟ سگهو جل کڻي آءُ
جلدي پاڻي پيار ۽ تون به پيءُ، ان جي اهين چوڻ تي مان ڏڪندو ڏڪندو
انهن وٽ ويس ۽ چرڻن ۾ پرڻام ڪري نمرتا ڀاو سان چيم، مان توهان جو
پٽ نه آهيان پر ايوڌيا جو راجا دشرٿ آهيان مان پاپي رات جي وقت
جانورن جي شڪار لاءِ ٻيلي ويس جيئن ته مان ان وقت پاڻيءَ جي ڪناري
کان پري هوس پر پاڻيءَ ۾ آواز ٻڌي جانور سمجهي ان کي مارڻ لاءِ ٻاڻ
وهائي ڪيام جڏهن مون مڻش جو آواز ٻڌو هاءِ مارجي ويس! اهو ٻڌي مان
ڏڪندو اتي آيس جڏهن مون شروڻ ڪمار کي ڄنگهون پکڙيل زمين تي پيل
ڏسي ٻپ کان ان جا چرڻ پڪڙي چيم رکيا ڪريو! رکيا ڪريو! اهين چوڻ
لڳس تڏهن ان تپسويءَ مونکي چيو ٻچ نه توکي برهم هتيا نه لڳندي، تون
منهنجي ماءُ پيءُ کي پاڻي ڏئي پرڻام ڪري جيون دان وڃي گهر - مڃي
ڪمار جي اهين چوڻ تي آءٌ گهاتڪ توهان جي شرڻ آيو آهيان توهان منهنجي
رکيا ڪريو. اهڙي دک ڀري ڪهاڻي ٻڌي پٽ جو ڏاڍو دک ٿين ۽ روئندي
روئندي زمين تي ڪري پيا ۽ چوڻ لڳا ته جتي اسان جو پٽ آهي اتي
اسان کي وٺي هل. تڏهن جتي اهو شروڻ ڪمار پيو هئو اتي ٻنهي کي وٺي

سڀئي جيان چيڻ لڳا ۽ ڪاوڙ ۾ ڀرجي جلدي چيو ”اڙي پاپڻ! توسان ڳالهائڻ ۾ ڌرم نه آهي، اڙي هتياري تون پنهنجي پتيءَ جي هتيا ڪرڻ واري آهين! ور گهرڻ مهل تنهنجي هيءَ جيڀ ڇو نه سڙي؟ ۽ تنهنجي وات ۾ ڪينئان ڇو نه پيا؟ راجا تو ڪپٽڻ تي وشواس ڪيئن ٿي ڪيو؟ اڙي پاپڻي! تنهن جي گرڀ مان پيدا ٿيڻ ڪري مان به مهاپاپي ٿيس مان پاڻ کي يا ته باهه ۾ جلائيندس يا زهر کائي آپ گهات ڪندس، هي دشٽڻ! هي ڀرت جي گهاتڻ تون به گهور نرڪ ۾ پوندينءَ!“

اڃا ايترو چئي بس ڪيائين ته هوءَ ڪٻڙي منٿرا ٺهي جڙي ڪپڙا لٽا پائي آئي جنهن کي ڏسي ڀرت ڪاوڙ ۾ ڀرجي منٿرا کي اهڙي لت هنيائين، جو هوءَ ٻڙٻون ڪندي ٻوٿ ڀر وڃي زمين تي ڪري، مٿو ڦاٽي پيس ۽ ڏندن ڀڄي پوڻ ڪري وات مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳس ۽ ڇوٽڻ لڳي ته هي ور ڏاتا! مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو، جو هيءَ ڏک ٿي سهان؟ ڇا ڀلائيءَ جي بدلي ايائي ٿي ملي؟ شتروگهن هن کي چوٽيءَ کان وٺي گهلڻ ٿي چاهيو، پر ڀرت ان تي ديا آڻي ڇڏي ڏنو.

## ڪوشليا ۽ ڀرت

## وشسٽ ۽ ڀرت

انهيءَ وقت ڀرت جي اچڻ جو ٻڌي منترين سميت گرو وشسٽ راڄ ڀاڳ ۾ آيو ۽ ڀرت کي روئندو ڏسي ڌيرج ڏيئي چيو ته مهاراج دشرٿ وڏو گياني ۽ ستيوادي ۽ پراڪرمي هئو، هو مڙش جنم جا سڀئي سک ڀوڳي اشوميڌ يگيه ڪري براهمڻن کي گهڻي دکشنا ڏئي ۽ ڀڳوان جو ڀڄن ڪري شري رامچندر روپ ۾ ساڪيات وشنو ڀڳوان کي پت روپ ۾ حاصل ڪري انت ۾ سرڳ لوڪ ۾ ويو، مهاراج اندر جي اڌ آسڻ جو اڌڪاري ٿيو، اهو سچ پچ موکه جي لائق آهي، انهي لاءِ توهان اجايو شوڪ ڪري رهيا آهيو، آتما ته نت ابناسي ۽ جنم مرڻ کان رهت آهي، هيءُ سرير جڙ گندو ۽ ناشوان آهي. جيڪڏهن ڪوئي پتا يا پت مري وڃي ٿو ته مورک ٿي ان جي لاءِ ڇاتي پٽي روئن ٿا. جڏهن جڳت ۾ جنهن جنم ورتو آهي ته انهي مرڻو به ضرور ٿيندي. پنهنجي ڪرم انوسار سڀئي پراڻين جو جنم مرڻ ٿئي ٿو. جهڙي طرح مڙش پراڻا ڪپڙا لاهي وري نوان ڪپڙا پائي ٿو، انهيءَ طرح ديهه ڌاري مڙش پراڻي سرير کي ڇڏي نئون سرير ڌاري اچي ٿو، اهڙي طرح آتما جو سچو گيان حاصل ڪري ڀرسن ٿي ڪاريه ڪرم ڪر، هي ڪل ٻڌڻ ڀرت پنهنجي پتا جو سرير تيل سڳنڌ ۾ مان ڪڍي منترين ۽ اسان سڀني رشين سان گڏ ان جو وڌيءَ انوسار انت ۾ سنسڪار ڪرايون، ٻڌهن گروءَ جي چوڻ موجب اول راجا جي سرير کي ويد وڌيءَ سان سنان ڪرائي هڪ سهڻو چوڏول ٺهرايائين ۽ ماڻهن کي ستي ٿيڻ کان روڪيائين. پوءِ اگني هوتر جو انت ۾ سنسڪار ڪرائي سوين هزارين براهمڻن کي ڀوڄن ڪرائي ۽ گهڻوئي ڌن وستر ۽ هيرا رتن گايون دان ڏيئي ڀرسن ڪري روانو ڪيو، پوءِ سري رامچندر جو سمرڻ ڪندي گرو وشسٽ ۽ ڀرت ڀاءُ شترگهن ۽ منترين سان گڏ پنهنجي گهر ۾ رهڻ لڳا.

## ڀرت جو رامچندر وٽ بن ۾ وڃڻ

گهر ۾ رهڻ ڪري من ئي من ۾ ڀرت ويچار ڪرڻ لڳو، ته جنڪ نندڻي مهاراڻي سيتا ۽ لڇمڻ سميت شري رامچندر جي پيدل بن ۾ وڃڻ ڪري

ماتا ڪيڪئيءَ جي درشن ڪرڻ ڪري راڪشڻيءَ جي سمان منهنجي هردي ۾ ڌڪو وڌو آهي، تنهنڪري هاڻي مان شايد جلدي راڄ ڀاڳ ڇڏي ان ڏانهن ويندس جنهنجي مٺي مڌر واڻي ٻڌڻ سان مَن ٻوسڻ پيو لڳي ان رام ۽ سيتا جي نت پريت سان وڃي مان شيوا ڪندس.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هڪ ڏينهن برهما جي سمان منترن سان آسڻ تي ويٺل مني وشسٽ ۽ شتروگهن سميت ڀرت کي راڄ تلڪ جي باري ۾ چيو هي راجن! توهانجي پتا جي چوڻ موجب اڄ اسين توکي راڄ گدي ڏيڻ چاهيون ٿا؟ ڇو ته ڪيڪئيءَ تنهنجي لاءِ راڄ تلڪ گهريو هو، جو راجا ستيوادي هئو، جنهن ڪري ستيه وچن ڪرڻ لاءِ هن انهن تي ڪيو تنهن ڪري مهين جي منتر اچارڻ دوارا اڄ تنهنجو راڄ تلڪ ٿيڻ گهرجي؟ اهو ٻڌي ڀرت چوڻ لڳو، هي مني ناٿ! راڄ سان منهنجو مطلب آهي! راجا ته مهاراج شري رامچندر آهي، مان ته ان جو داس آهيان سڀاڻي صبوح جو رامچندر کي وٺي اچڻ لاءِ مان جلدي ان ۾ ويندس، مان ۽ توهان سڀئي ۽ ڪيڪئي راڪشڻيءَ کان سواءِ ٻيون سڀ ماتائون ان ۾ هلنداسون، مان ڇا ڪريان؟ مان هن ڪالي ماتر ماتا ڪيڪئي کي هيٺ جو هيٺ تي ماري ڇڏيان؟ پر شري رامچندر مون عورت هتياري کي معاف ڪين ڪندو، تنهن ڪري ڪجهه به ٿي پوي سڀاڻي صبوح نيڪلندي توهان هلو يا نه هلو مان ته شتروگهن سان گڏ پيرين پيادو ئي ان ۾ ئي هليو ويندس، هي مني! جهڙي طرح رامچندر ويو آهي، تهڙي طرح جيسين رامچندر نه موٽندو تيسين مان به شتروگهن سميت مني وس ڌاري جتائون ٻڌي ڪندمول ڦل کائي زمين تي ئي سمهي پوندس. اها ٻڌي ڪري ڀرت چپ چاپ ڪري ويهي رهيو، تڏهن سڀيئي ماڻهو هنجي ساراهه ڪرڻ لڳا، پوءِ ڀرت منترن کي گهرائي چيو ته راڄ تلڪ جي سڀ سامگري تيار ڪرائي ان ۾ ڪٺي هلو ته مهين جي هٿان رامچندر کي تلڪ ڏيون. فقط آگيا ڪرڻ جي دير هئي جيئن ته سڀ ڪجهه تيار ٿي ويو، صبح ٿيڻ کان پوءِ ڀرت تياري ڪرڻ وقت هاٿي گهوڙن سان سجي سينا ان سان گڏ هاي مني وشسٽ پنهنجي استري ارنڌتي سان گڏ هو، پٺيان برهمڻ جون ٽوليون هيون انهن جي پٺيان نگرواسي انيڪ رٿ سينگاري هليا، ۽ سڀ کان پٺيان رائيون هيون، جن جي پٺيان ڀرت ۽ شتروگهن پيرين پيادا هليا، ڪوشليا جڏهن اهو حال ڏٺو سو ان کين سمجهائي رٿ ۾ چاڙهيو پوءِ ته هلندا هلندا ٻئي ڏينهن شرنگ پور جي واڄهو گنگانديءَ جي ڪناري تي ترسي پيا ڀرت جي اچڻ جو ٻڌي

نشاد راج کي خبر پيئي تہ ڀرت وڏي سينا وٺي آيو آهي! شڪ آهي متان رامچندر کي لڇمڻ سميت مارڻ لاءِ ويندو هجي؟ مونکي ان وقت وڃي ان جي خبر لهڻ گهرجي تہ ڪهڙي ڀاونا سان آيو آهي، جيڪڏهن انجي ڀاونا سٺي آهي، تڏهن تہ ڀلي پار لنگهي وڃي، نہ تہ ان جي خلاف اپاءُ ڪرڻا پوندو، منهنجي سينا هٿيار پنهوار ڪٽي هوشياري سان ڇنڊي پاسن کان اوڙو ڏيئي رهي آهي ۽ سڀني ٻيڙين کي ڇڪي گنگا نديءَ جي وچ ۾ اماري ڇڏيو، اهڙي طرح سڀني کي آگيا ڏيئي ڇڏي پاڻ نشاد راج الڪ قسم جي ڀيٽا ڪٽي هٿيار بند ذات ڀائرن سان ڀرت وٽ آيو، اتي سڀ سامگري رکي هيڏانهن هوڏانهن نهاري ڏٺو تہ شيام ورڻ ڀرت چير وستر ۽ جٽائون ٻڌي نديءَ پاڻ ۽ متران سان گڏ وٺو آهي ۽ رام رام جو جاپ ڪري رهيا آهن اهو ڏسي سر نوائي ڀرت کي پرڻام ڪري چيو تہ مان نشاد گهه آهيان. ڀرت گهه جو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ آسڻ ڏيئي وهاريو ۽ آنند ڪشل پڇي مٺي واڻي سان چوڻ لڳو! ڀائي تون هتي سري رامچندر سان گڏ رهيو هئين ۽ نرمل هردي واري شري رام نيترن ۾ جل آڻي تنهنجو آدر ڀاءُ ڪيو هو؟ تو سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ڪمل نين رام سان والاورڻ ڪيو آهي. تنهنڪري تون ڌنيہ آهين، تنهنجو جيون سڦلو آهي هي نشاد مونکي اتي وٺي هل، جتي هو سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ترسيو هئو؟ اهو ئي هنڌ هلي ڏيکار، تون رام جو پيارو شيوڪ ۽ ڀڳت آهين، اهڙي طرح وار وار رام جي نالي ڳجهوڻ سان ڀرت جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا، ۽ اهو ۾ وياڪل ڀرت گهه سان گڏجي انهيءَ استان تي آيو جتي رات جي وقت سري رام ترسيو هئو، اتي وڃي ڪشن ۽ ٻين جي سيڄا وارو آستان ڏسي ڀرت جي من ۾ دک ٿيو ۽ چوڻ لڳو! اوهو! جا ڪل واري جانڪي دلاري سيتا راج محل ۾ رتن جڙاءُ پلنگ تي نرم بستري تي سري رگهونات سان گڏ سمهندي هئي، اها ني منهنجي دوش کان سري رامچندر سان گڏ ڪشن ۽ ٻين جي سيڄا تي ڪيئن نہ ڏکيو سمهي هوندي! مونکي ڌڪار آهي جو مان پاپ ٻج سمان ڪيڪئي جي گرڀ مان پيدا ٿيو آهيان، هاءِ منهنجي ڪري ئي ڀڳوان رام کي اهو دک سهڻو پيو، آها! مهاتما لڇمڻ جو جنم سڦلو آهي، جو ڀڳوان رام جي ٻن ۾ رهڻ وقت بہ سدائين ترسن چت سان انهيءَ جي شيوا ڪري ٿو، جو ڀڳوان رام جي مدش رام جا داس آهن انهن جي داسن جو داس بہ جيڪڏهن ٿي وڃان تہ منهنجو جنم سڦلو ٿي پوي، انهيءَ ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي. ڀائي جيڪڏهن توکي معلوم هجي تہ اهو مونکي ٻڌاءِ تہ رام ڪٿي آهي؟ هو جتي ڪٿي بہ

هوندو مان ان کي جلدي وٺڻ لاءِ ايندس.

## ڀرت ۽ مني ڀاردواج

نشاد راج چيو، اجهو هن ٻوهڙ ڏسي مٿي ٻاٽيءَ ۾ چيو، هي راڄن! توهان جي سري رام سيتا ۽ لڇمڻ ۾ اهڙي سچي ڀڳتي آهي جنهنڪري توهان ڏٺن آهين، شري رامچندر سيتا لڇمڻ سان گڏ چترڪوٽ پربت جي پرسان مداڪني نديءَ جي وڇهو مڻين جي آشرم ۾ رهي ٿو، اسين جانڪيءَ سميت ڀڳوان رام آنند ۽ سک سان براجمان آهي، هلو! جلدي اسين به اوڏانهن هلون، ٻهرين هتان توهين سڀيئي گنگاجي پار ڪرايو، انهن چيئي سيدا سميت ڀرت کي مها ندي گنگا پار ڪرڻ لاءِ پنج سؤ ٻيڙاون گهرايون ۽ ٻاڻ هڪ راڄائي سندر ٻيڙي وٺي آيو ۽ ان ۾ ڀرت شتروگهن رام جي ماتا ڪوشليا ۽ وشست کي چاڙهيو ۽ ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ سمترا ۽ ڪيڪئي ۽ ٻين عورتن کي وهاريو، اهڙيءَ طرح جلدي گنگاجي پار ڪري ڀاردواج منيءَ جي آشرم ڏانهن هليا اتي پهچي وڏي سيدا کي آشرم کان ٻري ترسائي ٻاڻ ڀرت شتروگهن سان گڏ آشرم ۾ ويو، اتي رشي ڀاردواج کي آشرم ۾ ويٺل ڏسي ڀڳتي ۽ پريم سان پرڻام ڪيو، رشي ڀاردواج کي جڏهن معلوم ٿيو ته هو دشرٿ جا پٽ ڀرت ۽ شتروگهن آهن تڏهن رشيءَ هنن جو پريم سان آدرڀاءَ ڪيو ۽ انهنکي مني ويس ۾ جٽائون ٻڌل ڏسي آنند ڪشل پڇڻ لڳو ڀائي ڀرت چئو راڄ حڪومت ڪندي به اڄ هيءَ مني ويس ڌاريو اٿو ۽ هٿ رشين منين وٽ ان ۾ ڇاجي لاءِ آيا آهيو؟ ڀاردواج جا اهي وچن ٻڌي ڀرت اکين ۾ آنسون آڻي چيو، مني ناٿ! توهان سڀ ڄاڻو ٿا، ڇو ته توهان سرو انترجامي آهيو، وري به توهان جو پڇي رهيا آهيو، اهائي مونتي توهان جي ڪرپا آهي، ڪيڪئي سري رامچندر جي راڄ تلڪ ۾ وگهن وڌو، ۽ بنواس جي ٻاري ۾ جو ڪجهه ڪم ڪيو هئو، هي مني سرشٽ! توهان جي چرڻن کي ساکي ڪري چوان ٿو ته مونکي ان جي ٻاري ۾ ڪجهه به خبر نه هئي. انهن چئي ڀرت منجهيل من سان دکي ٿي منيءَ جا چرڻ جهلي چرڻ لڳو هي مهيور! توهان ٻاڻ ڄاڻي سگهو ٿا، ته مان دوشي آهيان يا نردوش؟ هي مهاتما! مهراج رامچندر جي رهڻ ڪري مونکي راڄ سان ڪهڙو مطلب؟ مان ته سدائين شري رامچندر جو داس آهيان، تنهن ڪري هي مني ناٿ! سري رامچندر وٽ وڃي ان جا چرڻ ڪمل جهلي هيءَ ساري راڄ تلڪ جي سامگري ان کي سونپي ڇڏيندس ۽ گرو وشست ۽ ٻين

ڏنو پرواسين سان ملي ان جو راڄ تلڪ ڪري اجوڌيا واپس وڃي ۽ ٻڌس ۽ داسن
جو ٻه داس ٿي ان لڇمڻ ڀيٽ جي سيوا ڪندس. مهيشور ڀرت جا اهڙا
رام ڀڳتي وچن ٻڌي ڀرت کي گلي لڳائي ان جي ساراهه ڪرڻ لڳو ۽ چيائين
ڀڳو هي ڀاءُ! مون ٻهڳي گيان وارن نيترن سان مان اهين سمجهو ٿي، اوهين
سوڪ نه ڪريو، توهان لڇمڻ جي اوهو رام جو ڀڳت آهيو، هي ٻڌي ڀرت سان
سيتا سميت لڇمڻ آدر ڀاءُ ڪرڻ چاهيان ٿو، توهان اڄ سيتا سميت هتئي
پوڄن ڪريو، سياڻي رام وٽ وڃو. لڇمڻ لي ڀرت چيو ته جيڪا اوهان جي
آگيا هوندي اهين ٿي ڪندس. تڏهن مهيشور آچمن ڪري شاسترن جي سان
يگيه شالا ۾ ويٺو، آسي واهي مهيشور سيني ڪامنائن کي پورن ڪرڻ
واري ڪامڌينو جو سمرڻ ڪيو، تڏهن ان ڪامڌينوءَ مرضي موجب انيڪ
قسمن جا مال تيار ڪري ڇڏيا، انهيءَ سيتا سميت ڀرت جي سيني مدرن
کي اهڙيءَ طرح پورائي ڪئي جو سيئي ڪائي پرسن ٿي ويا، پوءِ ان اوڳمراج
شاستر نيتيءَ موجب اول مني وشسٽ جي پوڄا ڪئي ۽ لڇمڻ کان پوءِ سيتا
سان گڏ ڀرت کي به پرسن ڪيو، اهڙي طرح ان سرگ سمان آشرم ۾ هڪ
ڏينهن رهي صبوح جو مهيشور کي پرڻام ڪري ان جي آگيا وٺي سيتا
سميت ڀرت شتروگهن رامچندر ڏانهن هلڻ لڳا.



## ڀرت جو رامچندر وٽ اچڻ

**چترڪوٽ** جي واجهو ڀهچي سيتا کي ٻڌي اڀهاري ڀرت شتروگهن کي
ساڻ وٺي رام جي درشن ڪرڻ لاءِ اڳتي هليا هيڏانهن ڀرت شتروگهن سمتر
۽ گهه سان سيني تپسوان جا آشرم ڳولي ڳولي وري موٽي آيا، پر انهن کي
**سري رامچندر جي ڪٽيا هٿ نه آئي،** تڏهن انهن رشي منڊليءَ
کان پڇيو ته سيتا ۽ لڇمڻ سميت رگهنات ڪٿي رهندو آهي، انهن چيو ته
سامهون واري پربت جي پاسي کان مداڪنيءَ نديءَ جي ڪناري اتر پاسي
ٽڪاڻ **رام جي سندر رمڻيڪ ڪٽيا آهي** جا ڦلن سان ڀريل انبن جا
وڻ ڦٽس ۽ ڪدلي ڦل ۽ ڪيلي جي وڻن جي قطارن سان ڀريل انهن جي
چوڌاري پاسي ڪيترا چمپڪ ڪچنار ۽ ناگ ڪيسر جا وڻ به سوڀيا ڏيئي
رهيا آهن، مٿن جي اهڙي قدر ٻڌائڻ ڪري ڀرت پرسن ٿي مترن کي ساڻ
وٺي سيني کان اڳ ۾ رگهنات جي ڪٽيا ڏانهن هليو، اڳتي هلڻ وقت پاڻ
سان گڏ ڀرت ٻري کان ڏٺو ته وڻ جي ٽاريءَ ۾ مني جا وستر ۽ مرگ ڇالا
ٽنگيل هوا جو رامچندر جي رهڻ لاءِ سندر رمڻيڪ پرڻ هو.

## سيتا جو سپنو ڏسڻ ۽ ڀرت جو ماتائن سميت پهچڻ

هيڏانهن سيتا رات جو جيڪو سپنو لڌو هو سو رامچندر کي ٻڌائڻ لڳي، ته هي ناٿ! ڏسان ٿي ته ڀرت سينا وٺي آيو آهي ۽ سندس سرير، توهان جي وڇوڙي ڪري ڳري ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ نِنگرواسي به سڀيئي اداس آهن ۽ سسن کي ته ماڻهين وڌوائن جي ويس ۾ ٿي ڏسان، رامچندر سيتا جي سپني واري ڳالهه لڇمڻ کي ٻڌائي چوڻ لڳو ته اڄ ڪلياڻ ڪونهي- ضرور ڪو اچي ٻري خبر ٻڌائيندو، اها ائين چئي وچار ڪيائون.

## لڇمڻ جو ڀرت بابت اجايو وهم

ايتري ۾ ڪي ماڻهو اچي پهتا، جن ڀرت جي اچڻ جي اچي خبر ٻڌائي، جنهن ٻڌي رامچندر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ من ۾ وچار ڪرڻ لڳو ته سينا سميت هت ڇو آيو آهي؟ اها انهيءَ وچار ۾ هئو ته لڇمڻ وينتي ڪري چوڻ لڳو، هي پڀو! مان ڪجهه چوڻ چاهيان ٿو، تنهن لاءِ معاف ڪجو، توهين جيتوڻيڪ سرو وياپڪ انترجامي آهيو ۽ سڀني جي دل جو حال ڄاڻو ٿا ۽ سڀ توهان سمجهو ٿا ته جيئن توهين شڌ ۽ پوتر آهيو، ليڪن هرڪو هوندو- پر ڪي مورک ماڻهون موهه ۾ ڦاسي نه ڪرڻ جهڙا ڪرم ڪري ٿو، جيتوڻيڪ ڀرت ڌرم نيتيءَ ۾ پورو ۽ سياڻو آهي ۽ توهان سان تمام پريم اٿس، پر تنهن هوندي به راڄ پد حاصل ڪرڻ لاءِ ڌرم جي نيتي مريادا ٽوڙي آيو هجي، هو من ۾ ڪپٽ رکي وقت ڏسي اسان کي بن ۾ اڪيلو ڄاڻي راڄ قائم ڪرڻ لاءِ سينا وٺي آيو آهي، ڀلا! من ۾ دغا نه هجيس ها ته پوءِ جيڪر هيترا گهوڙا هاٿي ۽ رٿ وٺي اچڻ جو ڪهڙو ضرور؟ سچ آهي، ته وڏائي ملڻ ڪري جڳت جي ماڻهن کي ايمان ٿيو پوي، پوءِ انهيءَ ۾ ڀرت جو ڪهڙو قصور؟ راجا نهش براهمڻن کان ڏولي کڻائي پاڻ ان ۾ چڙهي ويٺو ۽ چندرما پنهنجي گروءَ جي پتنيءَ سان ڀوڳ ڪيو، وين راجا لوڪن ۽ ويدن کان ابي مک ٿي ويو، جنهن جهڙو نيچ دنيا ۾ نه ٿيو، سهسر باهو اندر ۽ ترشنڪو ڏسو راڄ جي لالچ ڪري ڪنهن کي ڪلنڪ ڪين لڳايو؟ واهه، جنهن پرڀ اپاءُ سوچيو آهي، چوٽي آهي ته دشمن ۽ قرض کي هڪ پل به وڌڻ ڏيڻ نه ڏجي، ڀلي آيو. فڪر نه آهي ڏس ته پاڻيهي لڙائيءَ ۾ اها ڪارا ظاهر ٿي پوندا- ائين چئي ڀڳوان کي چوڻ لڳو، هي ديا جا ساگر! منهنجو چوڻ دل ۾ نه ڪجو- ڀرت پنهنجي مارڻ لاءِ ڪر گهٽ اپاءُ ڪري، سوچيو آهي پر جيسين توهان ساڻ آهيو ۽ ڌنش منهنجي هٿ ۾ آهي، پوءِ ڪيستائين سن

ڪي روڪي اها ڳالهه سهندس، آءٌ ڪتري رگهونش ۾ ٻڌا ليل ڪيئن ٿيس رهان؟ آءٌ رامچندر جو قسم کائي چوان ٿو ته ٻلي مهادير مدد ڪران ته به انهن ٻنهي ڀائرن کي سيتا سميت لڙائيءَ ۾ ماريندس. ايئن الهن چئي ڪياليس ته آڪاش واڻي ٿي ته، هي ناٿ! تنهنجي شڪتي ۽ ٻرياءِ ڪ ڪير ڄاڻي، پر ٻرو يا ڀلو جيڪو به ڪم ڪجي سو ٻڌي سوچي ويچاري ڪجي ته فائدو ٿيندو، جيڪڏهن تڪڙ ڪري ڪم ڪبو ته پوءِ پڇتا پوندو. اها آڪاش واڻي ٻڌي لڇمڻ ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ ماٺ ڪري و رهيو. سري رامچندر ۽ سيتا لڇمڻ کي مايوس ڏسي ان جي ساراهه ڪر چوڻ لڳا هي لڇمڻ تو جو ڪجهه به چيو آهي، سو سڀ سچ آهي. راڄ مد ۾ مدش سڀ ڪجهه ڀلائي ٿو ڇڏي پر هي لڇمڻ! آءٌ ڀرت جهڙو ڀاءُ ٻرلوڪ ۾ نه ڪو ڏٺو ۽ نه ڪو ٻڌو آهي. هي راڄ ته ڇڏيو پر برهما و مهيش جو ڪٺي پد ملي تڏهن به مونکي وشواس آهي ته هن کي ڪڏهن ايمان نه ٿيندو ۽ ڪڏهن به ڪوڙو قدم نه کڻندو. ڀرت کي ڌرم مارڳ پوري ڄاڻ آهي، هو ودوان آهي! ڌرماتما آهي!! اهڙيءَ طرح لڇمڻ شڪ کي نرورت ڪرڻ لاءِ سري رام هن کي گيان ڏنو ته جيئن لڇمڻ من مان سنسو ۽ شڪ مٽجي وڃي.

ڌرماتما ڀاءُ سري رام جي اها وارتا ٻڌي لڇمڻ شرم ۾ شانت ٿي و هيڏانهن ڀرت سينا سان ڊاري ڊاري هلندو اچي شري رامچندر جي آشرم وٽ پهتو، اتي ڀرت اندر وڃي ڏٺو ته شيام سرير ۽ وشال نيڻ جٽا جو مڪٽ ۽ مني ويس ۾ سورج سمان تيج روپ سري رامچندر اراجه آهن جو سيتا ڏي نهاري رهيو هو ۽ لڇمڻ جنهنجي چرڻن ڪملن جي ش ڪري رهيو آهي. ان کي ڏسي ڀرت ٻوڙي خوشيءَ ۽ غم ۾ ڀرپور وڃي ر جي چرڻن تي ڪري پيو، وڏن ٻانهن واري سري رامچندر پنهنجي ٻنهي ٻانهن سان ان کي اٿاري هردي سان لڳايو ۽ ان کي گود ۾ ويهاري ٻريم آنسون وهائي ڀرت کي پنهنجي گلي سان لڳايو، تنهن کانپوءِ جيئن پياس ڳئون جهڙيءَ طرح ڀاڪيءَ طرف ڊوڙندي آهي، اهڙيءَ وانگر ڪوشليا ۽ ٻين ماتائون رگهنات کي ڏسڻ لاءِ تمام جلدي آيون، شري رامچندر پنهنجي ماءُ کي ڏسي ان کي چرڻ وندنا ڪئي. ماتا تمام دک وچان اکين مان آنسون وهائي پٽ کي هردي سان لڳايو، اهڙي طرح شري رامچندر ٻين ماتائن کي به پرڻام ڪيو ۽ مني وشسٽ کي ايندو ڏسي ان کي پرڻام ڪيو ۽ چرڻ لڳو ته، اوهان ڌنيه آهيو! اوهان ڌنيه آهيو! ٻوءِ رگهنات سڀني کي

آدريا ڏيئي وهاري آنند ڪشل پڇڻ لڳو، هي مهيور! ٻڌايو تہ منهنجو پتا خوش تہ آهي؟ ان منهنجي ويوگ ۾ تمام دکي ٿي منهنجي لاءِ ڪهڙي آگيا ڏني آهي؟ تنهن تي وشسٽ منيءَ چوڻ لڳو، هي رگهنندن! تنهنجي پتا تنهنجي ئي ويوگ ۾ تمام دکي ٿي، هي رام! هي سيتا! هي لڇمڻ! اهڙيءَ طرح تنهنجو ئي چنتن ڪندي پنهنجا پراڻ تياڳيا.

گروءَ جي مک مان ڪنن ۾ تير جهڙا ۽ ڏک ڀريا وچن ٻڌي، سري رام ۽ لڇمڻ هاءِ پتاجي هاءِ پتاجي ڪري روئي زمين تي ڪري پيا، تڏهن سڀيئي ماتائون ۽ ٻيا سڀ وياڪل ماڻهو روئڻ لڳا. شري رامچندر چوڻ لڳو، هي پتا! هي ديالو! توهان مونکي ڇڏي ڪيڏانهن وياؤ؟ هي مهاٻاهو! مان اناٿ ٿي پيس هاڻ مونکي ڪير پيار ڪندو، اهڙيءَ طرح سيتا ۽ لڇمڻ بہ ڏاڍيا ورلاپ ڪري روئڻ لڳا، تڏهن منيءَ وشسٽ سڀني کي ڌيرج ڏيئي شانت ڪرايو، پوءِ سڀيئي ماڻهو منداڪني نديءَ ۾ وڃي سنان ڪري پوتر ٿيا، انهيءَ ڏينهن مهاراج دشرٿ کي جل انجلي ڏني، ۽ لڇمڻ سان گڏ سري رامچندر پنڊ دان ڪيو جو اسانجو ان آهي، اهوئي ان اسانجي پترن کي پيارو لڳندو آهي. انهيءَ سمرتي جي آگيا آهي ائين چئي نيترن ۾ غم جون آنسون وهائي وري سنان ڪري آشرم ۾ آيو، اهڙيءَ طرح سڀئي روئي الٽ ۾ سنان ڪري آشرم ۾ موٽي آيا، ان ڏينهن سڀني اپواس ڪيو ٻئي ڏينهن منداڪني نديءَ جي نرمل جل ۾ سنان ڪري ڀرت آشرم ۾ وڃي رامچندر وٽ اچي چيو، هي رام! هي ڀاڳيوان! توهان پنهنجو راج تلڪ ڪرايو، هيءَ پتا جو راج توهان جو ئي آهي، توهان ئي هن جو پالن ڪريو، توهين ئي منهنجو وڏو ڀاءُ پتا سمان آهيو هي مهاراج پرجا جو پالڻ ڪرڻ اهوئي ڪشترين جو مکيہ ڌرم آهي، تنهن ڪري توهان انيڪ يگيہ ڪري ونش جي وڌائڻ لاءِ پتر اتپن ڪريو ان جي وڏي ٿيڻ بعد راج سنگهاسن تي وهاري تڏهن بن ۾ وڃجو، هي پرڀو! هاڻ بنواس جو وقت نہ آهي، توهان مرتي پرسن ٿيو، منهنجي ماتا جو جو ڪجھ اپراڌ آهي ان کي ٻاجهي وڃو، ۽ منهنجي رکيا ڪريو. ائين چئي ڀاءُ سان سري رامچندر جي سامهون مستڪ چرڻن تي رکي زمين تي ڪري پيو. رامچندر ڀرت کي اٿاري پريم سان هردي لڳائي گود ۾ وهاريو ۽ مٺي ٻاڻيءَ ۾ چوڻ لڳو، ڀائي! مان جو ڪجھ چوان ٿو، سو بلڪل ٺيڪ آهي، ليڪن پتا مونکي آگيا ڏني هئي، چوڏهن ورهيہ بنواس ۾ رهي، وري ايوڌيا ۾ اچج، هن وقت سڄو راج مان ڀرت کي ڏيان ٿو. تنهن ڪري منهنجي هوندي پتا هي راج توکي ئي ڏنو هيو ان جو راج مونکي ڏنو اٿيءَ

ڪري اسان ٻنهي کي پتا جي وچن کي سچو ڪرڻ گهرجي، جو شخص پتا جي وچن کي ڪوڙو ٿو ڪري اهو جيئرو هوندي به مئل سمان آهي ۽ مرڻ کان پوءِ نرڪ ۾ وڃي ٿو. تنهنڪري تون راڄ حڪومت ڪر ۽ مان ان جي رکيا ڪندس، تنهن تي ڀرت سري رام کي چيو ته، جيڪڏهن پتا ڪامي مورک ٿي ستريءَ جي وس ٿي موهه ۾ چت سان اها ڪدهن وچار جي اٿين چئي ته ڇڏيو هجي، تڏهن به ان کي سچو نه سمجهڻ گهرجي، جهڙي طرح اڏيان پرش موهه ۾ پرش جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏيندو آهي.

سري رام چوڻ لڳو- پتا استري وس ڪام وس يا مورک ٿي اٿين نه ڪيو! پر ان سنيواديءَ ٻنهي پرلڳا جي پڪ ڏيڻ جي ڪري ڪان اهي ور ڏنا هئا! مهاپرش کي ڪوڙ ڪري نرڪ کان به وڌيڪ ڀو ٿيندو رهي ٿو، مان به اٿين ڪندس! ۽ مان سنيه پرلڳيا ڪري چڪو آهيان ۽ وري رگهونش ۾ جنم وٺي پنهنجي وچن کان ڪين هٽندس، شري رامچندر جو اهو وچن ٻڌي ڀرت چوڻ لڳو، هي پڀو! پتا جي چوڻ موجب مان توهان وانگر چوڏهن ورهيه مني ويس ڌاري بن ۾ رهندس ۽ توهان سک سان وڃي راڄ ڪريو- سري رام چوڻ لڳو، پتا توکي راڄ ۽ مونکي بنواس ڏنو آهي، هاڻي جيڪڏهن مان ان جي وچن جو پالن نه ڪريان ته اها ڳالهه ليڪي مريادا کان ٻاهر آهي. ڀرت چوڻ لڳو، چڱو جڏهن توهان بن مان موٽڻ نٿا چاهيو ته مونکي آگيا ڏيو ته مان به بن ۾ اچي لڇمڻ وانگر توهان جي سيوا ڪريان نه ته مان ان جل کاڌ ڇڏي سڀاءَ جو تياڳ ڪندس، ڀرت اهو چئي نشچو ڪري اس ۾ اوپر طرف منهن ڪري زمين تي ويهي رهيو.

## گرو وشسٽ جو اُپديش

ڀرت جو اهڙو هٺ ڏسي عجب ۾ پئجي سري رامچندر گرو وشسٽ کي اشاري ۾ چيو، تڏهن گيانين ۾ سريشٽ مني وشسٽ ڀرت کي ايڪانت ۾ وٺي وڃي چيو، هي ڀرت! مان توکي هڪ ڳوڙهي ڀيد جي ڳالهه ٻڌايان ٿو جا ڌيان ڏئي ٻڌ- هيءَ ڀڳوان رام ساکيات نارائڻ آهي، گهڻو وقت اڳي برهما جي پرارٿنا ڪرڻ ڪري هي راوڻ کي مارڻ لاءِ دشرٿ وٽ پتر روپ ۾ جنم ورتو آهي ۽ اهڙيءَ طرح يوگ مايا جنڪ نندنيءَ سيتا جي روپ ۾ اوتار ورتو آهي ۽ شيش جي لڇمڻ جي روپ ۾ اوتار ورتو آهي جو ان جي سيوا ڪري رهيو آهي، هو راوڻ کي مارڻ چاهي ٿو، انهيءَ ڪري بن ۾ ٿي ويندو، ڪيڪئيءَ جو ڪجهه به ودان يا ڪوئي ڏنڊڪي جهڙو ڪم ڪيو

هٿو، سو سڀ ديوتائن جي مرضيءَ موجب ٿيو آهي ۽ نه ته اهڙو وچن ڪيئن چئي سگهي ٿي، ڪيڪئي جو هن ۾ ڪوئي قصور نه آهي ۽ نه ڪو راجا جو ئي قصور آهي جو نه هوڻ هاري ائين هئي جو ٿي چڪي، تنهنڪري هي ڀرت تون انهيءَ ڳالهه جو شوڪ نه ڪر ۽ رام کي موٽائي وٺي وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏ، ۽ جلدي ماتائن ۽ سيتا سميت تون ايوڌيا موٽي وڃ ۽ شري رامچندر راوڻ کي ڪل سميت ناس ڪري اتان جلدي موٽي ايندو.

## ڪيڪئي رام جو سنواد

انهيءَ وقت ڪيڪئي ايڪانت استان ۾ نيترن ۾ جل آڻي هٿ جوڙي شري رامچندر کي چوڻ لڳي- هي رام! مايا کان هيڻ چت ٿي وڃڻ ڪري مون ڪبڙيءَ جي چوڻ موجب توهان جي راڄ تلڪ ۾ وگهن وجهي ڇڏيو سو منهنجي ڪنورتائي ۽ انرپٽي ڪرڻ ڪري مونکي معاف ڪريو- ڇاڪاڻ ته ساڌو مهاتما جي سدائين ڪميا شيل ٿيندا آهن، توهان ساکيات وشنو ڀڳوان اويڪت پرماتما ۽ سناتن پرش آهيو، پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري سڄي جڳت کي موهت ڪري رهيا آهيو، ۽ توهان جي ئي مايا سان ماڻهو چڱا ۽ خراب ڪرم ڪن ٿا، سڄو جڳت توهان جي آڌار آهي- هنن شترن کي ناس ڪرڻ وارا، ديوتائن جي ڪارج سڌ ڪرڻ وارا توهان جي ڌارن مون پاپڻ پنهنجي دشٽ ٻڌ سان هي پاپ ڪرم ڪيو آهي- اڄ مون توهان کي ڄاتو ته توهين ديوتائن جي ۽ من ۽ واڻيءَ کان واقف آهيو- هي وشويشور! هي اي انت! توهان منهنجي رکيا ڪريو، هي جڳناٿ! توهان کي نمسڪار آهي، هي پرڀو! توهان جي شرن آهيان، توهان پنهنجي گيان اگني روپ ٻل سان منهنجي پٽ ۽ منهنجي رکيا ڪريو ۽ سڀني ٻڌي ڏيو.

ڪيڪئي جا اهڙا پريم ڀريل وچن ٻڌي، شري رامچندر کلي چوڻ لڳو، ته هي ماتا! تو جو ڪجهه به چيو آهي، اهو نيڪ ئي آهي، ڪوڙ نه آهي. منهنجي ئي مرضيءَ سان ديوتائن جو ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ تنهنجي مکان اهي شبد نڪتا هوا، انهيءَ ۾ تنهنجو ڪوئي دوش نه آهي. هاڻ تون وڃ ۽ سدائين پنهنجي هردي مندر ۾ سچي ڀاونا رکڻ ڪري تون هميشه سڀ بندن کان ڇٽي جلدي مڪتي حاصل ڪندينءَ مان سڀني ڀاسي سمدرشي آهيان، جو پرش جهڙي طرح منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، مان به اهڙي طرح انجو ڌيان رکان ٿو، هي ماتا! منهنجيءَ مايا ۾ موهت ٿي منش لوڪ سڪ.

۽ ڀرت جي سچي حقيقت ڪري ٻڌائي ڇو ته لڳو، هي راجا! هاڻي اهو ڪي ڪريو جنهن ڪري ڌرم نه وڃي ۽ سڀني جو ڀلو ٿي پوي، هي گياتوان ڌرم رکيڪ راجا! هن وقت توهان کان سواءِ ٻيو ڪير آهي جو هن مونجهاري کي مٽائي؟ منيءَ جا اهي وچن ٻڌي راجا جنڪ ويچار ۾ پئجي ويو، ته هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي. انهن جيءَ دل ۾ چورڻ لڳو ته هتي اچي ماڻهن مونجهاري ۾ ڦاٿس، راجا دشرٿ رامچندر کي ان ۾ موڪلي پنهنجي پرتگيا پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي پياريءَ جي پرڻ نباهڻ لاءِ ٿي ڪيو، تنهن ڪري مان هاڻي رام کي ان ڏانهن موڪلي ان مان خوش ٿي موٽنداسون ٻيءَ راجا جنڪ ڀرت سان صلاح ڪئي ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟ تنهن ڪري ڀرت وري رامچندر کي وينتي ڪئي، پر رامچندر گهڻي قدر نصيحت ڏئي سمجهائي ڀرت کي ايوڌيا موٽڻ لاءِ ۽ راڄ ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ليڪن جيئن تيئن ڪري اها ڳالهه ڀرت کي مڃڻي پيئي پر ٻيا آڌار جي هن جي من ۾ سنتوش نه آيو وري هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! توهان موٽڪي راڄ حڪومت هلائڻ لاءِ پنهنجون جڳت پوڄڻ وارين چرڻن جون چاکڙيون نشاني ڏيو جيستائين توهان نه موٽندا تيستائين مان انهن جي شيوا ڪندو رهندس. ائين چئي ڀرت ان جي پيرن ۾ سندر چاکڙيون پائي ڇڏيون. شري رامچندر ڀرت جو پڪو ڀاو ڏسي اهي چاکڙيون لاهي ڀرت کي ڏنيون، ڀرت اهي رتن جڙيل سندر چاکڙيون کڻي سري رامچندر کي وار وار نمسڪار ڪري ڀڳوان کي گڏ گڏ واٽيءَ ۾ چيو هي رام جڏهن چوڏهن ورهين پورا ٿيڻ بعد توهان پهرين ڏينهن ٿي نه پهچندا ته مان پنهنجو پاڻ کي اگنيءَ ۾ جلائي ڇڏيندس، تڏهن تمام چڱو چئي ڀرت کي موڪل ڏني. جنهن وقت اها ڳالهه ڦهلجي ويئي ته رامچندر موٽي نٿو هلي تنهن وقت سڀني کي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر ڇا ڪن لاچار ٿي سڀني موٽي هلڻ جون تياريون ڪيون ٻنهي ڀائرن لڪشمڻ ۽ رام ڪان موڪلايو ۽ سيتا کي پيرين پيا ۽ ان جي رشين منين کان آشيرواد وٺندا ڀرت سڀني سينا سميت گرو وشسٽ شتروگهن سڀني مائٽن ۽ منترين سان هلڻ جي تياري ڪئي، هيڏانهن رام ۽ لڪشمڻ راجا جنڪ کي پيري پئي وينتي ڪئي ته معاف ڪجو جو ايترو ڪري هيترو ڏک سهي مائٽن سميت آيا آهيو، هاڻي جيڪو وقت اسين هتي رهون اولري وقت لاءِ آشيرواد ڪجو ته سک سان وچن پورو ڪري وري اچي اوهانجو درشن ڪريون پوءِ راجا جنڪ ڏک وچان موڪلائي روانو ٿيو راجا جنڪ ۽ ڀرت به پنهنجي مائٽن سميت تين ڏينهن ايوڌيا ۾ پهتا اچي راجا جنڪ سڀ ڪم نظر مان ڪڍي

ڀرت کي راڄ سونپي پاڻ جنڪ پور روانو ٿيو.

ڀرت مترن ۽ سيوڪن کي چڱيءَ طرح سمجهائي چڏاو جي آگيا مرجب هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو ۽ پوءِ ننڍي ڀاءُ شترگهن کي گهرائي سڀني مائن جي سيوا ڪرڻ لاءِ سکيا ڏيئي پوءِ گروءَ ۽ برهمڻن ۽ نگرواسين کي گهرائي شڀ مهورت ڪڍائي شري رامچندر جون پاڪڙيون سنگهاسن تي استاپن ڪيائين ۽ روزانو پاڪڙين جي پوڄا ڪري انهن جي آگيا وٺڻ سان سڀ راڄ جو ڪاروبار پيو هلائڻ، پوءِ پاڻ سڀني مائن ۽ گروءَ کان سر نمائي پاڻ ننڍي ڳوٺ ۾ ڪٽيا ٺاهي مٽي کڻي جٽائون مُکٽ ٺاهي مني ويس ۾ رهڻ لڳو ۽ ڪند مول ڦل کائي وقت گذارڻ لڳو ۽ سدا ۾ رام نام جو جاپ جپڻ لڳو. اهڙي طرح شري رامچندر جي اچڻ لاءِ ڏينهن ڳڻيندي رام ۾ ئي من لڳائي ساڪيات برهم وشيءَ جي سمان رهڻ لڳو.

هري اوم تت ست شري تلسي ڪرت رامائڻ
شري شو پاروتي سنواد جو اروڌيا ڪانڊ
سنسار ساگر روپي ٻيو ڏاڪو سماپت ٿيو.

## ( ڀڄن راڳ ڪاسي )

ٽُڪ- ٻوليو رام- ڀولهيو ناسان رام ڀولهيو
رام ٻان ٻيو نا ٻوليو ري- ٻوليو رام ٻدا

(١) رام نام ٻن جيڪي ڦرندا- ڪانگن وانگي لڙندا
رام نام جي چوندا رهندا- سو نه ڪڏهن سڙندا
اٿندي ۽ رام ٻوليو- وهندي ۽ رام ٻوليو رام ٻدا

(٢) رام سکن جو ڏاتار سدائين- تنهنکي صاف سڃاڻو
رام ٻن روئندو ويندو- راڻي ٿوڙي راڻو
گهمندي ۽ رام ٻوليو- سمهندي ۽ رام ٻوليو رام ٻدا

(٣) رام نام سنسار ساگر ۾- ٻيڙي وانگر تاري
رام نام ٻن ٻيڙي تنهنجي- ڪوئي نه پار اڪاري
کائيندي ۽ رام ٻوليو- سمهندي ۽ رام ٻوليو رام ٻدا

(٤) رام ڏوره پهلاجم جيئو- تڏي پاهم ڪان پار اچي ويا
اندر ٻاهر رام نام جي- رنگ ۾ خوب رچي ويا
مرندي ۽ رام ٻوليو- سڙندي ۽ رام ٻوليو رام ٻدا.

# آرڻيه ڪانڊ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! مون توکي ايوڌيا ڪانڊ جنهن ۾



ڀرت جي پريم سندي ڪٿا ٻڌائي، هاڻ مان توکي اِها ڪٿا ٻڌايان ٿو! ته ڌيان ڏيئي ٻڌ، ته رامچندر ان ۾ رهي ڇا ڇا ڪيو؟

راجا جنڪ ۽ ڀرت ۽ ايوڌيا واسين جي وڃڻ کانپوءِ رامچندر سيتا لڪشمڻ سميت سک ڀرو ڪ چترڪوٽ پربت تي رهڻ لڳا، هڪ ڏينهن شري رامچندر سهڻا سندر گل چني گلن جا هار ڪنگڻ ٻاجو بند ۽ ٻيا آڀوشڻ ناهي پنهنجي هٿن سان سيتا کي پهرائي آنند ۾ ويٺا هوا ته اوچتو اندر جو پٽ مها مورک ٿي ڪانءُ جو روپ ڌاري شري رامچندر جو بل شڪتي آزمائڻ لاءِ چاڪيائين جو سيتا جي پير ۾ چهنب هڻي جنهن ڪري سيتا کي پير مان رت وهڻ لڳو. اهو ڏسي شري رامچندر تير ڌنش تي چاڙهي ان ڪانءُ ڏانهن هنيو مورک ٻيا اپراڌ جي ڇل ڪٽي پکيڙيو، ڪانءُ تير کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي اٿي اڏامڻ ٻر تير پٺ نه ڇڏيس، جٿي جٿي وڃي پڄندو ڏٺي لٺي رامچندر جو ڇڏيل تير ٻه سندس پٺيان ڊوڙندو وڃي ٻر ان تير پٺ نه ڇڏيس تنهن تي جينت ڏکي پنهنجي پتا اندر، برهما ۽ شو جي شرڻ ويو پر هن کي رامچندر سان ڪيل دوکو ڏسي ڪنهن به شرڻ نه ڏني، تڏهن نارد جينت کي وياڪل ڏسي مٿس ديا آڻي چيائينس ته جلدي رامچندر وٽ وڃ ۽ وڃي ڪميا گهري چئينس ته هي ديالو! منهنجي رکيا ڪريو تڏهن هو موٽي اچي رامچندر جي چرڻن تي پيو، شري رامچندر هن تي ديا آڻي پراڻ نه ورتائين پر نصيحت ڏيڻ لاءِ هنجي هڪ اک ڪڍي ڇڏي ڏنائين.

## ستي آنسويا جو سيتا کي استري ڌرم ٻڌائڻ

هنڌانهن شري رامچندر رشين منين جي بستيءَ ۾ رهي سيتا ۽ لڪشمڻ سان چترڪوٽ پربت تي ڪجهه ڏينهن گذاري انيڪ چرتر ڪيا، رام ۽ سيتا لڪشمڻ سان چترڪوٽ ۾ رهڻ جو ٻڌي آس پاس جا نگرواسي ان جي

درشن جي اڇا سان ٻئي آيا، رامچندر انهن ماڻهن جي پريم سبب رشين منين جي تپسيا ۾ ويگهه پوندو ڏسي، اتي رهڻ واجب نه سمجهي هڪ ڏينهن سيتا ۽ لڪشمڻ کي ساڻ وٺي چترڪوٽ ڇڏي هلڻ لڳو، اتان هلندا پنڌ ڪندا سيتا لڪشمڻ سميت سري رامچندر اتري منيءَ جي اتر رمڻيڪ آشرم ۾ آيوان ۾ هر طرح جو آنند ۽ رهڻ جي لائق هــو ان سندر آشرم ۾ مهرشي پنهنجي ڌرم پتني انسويا سميت گهڻي وقت کان وٺي تپسيا ڪندو هو، رامچندر اندر آشرم ۾ وڃي مهرشي اتري کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو، مهرشي رام سيتا ۽ لڪشمڻ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اڳيان وڃي انهن جــو آدر ستڪار ڪيو ۽ ٿنهي کي آسڻ ڏئي ويهاريو ۽ انهن کـي پيئڻ لاءِ جل ۽ کاڌي لاءِ مٺا مٺا ميوا ڏئي کارائي پرسن ڪيو ۽ هن کي ساکيات پار برهم ڄاڻي پريم جا آنسون آڻي هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هــي رام ڀڳت وتسل! مان توهان کي نمسڪار ٿو ڪريان، هي پريو! توهان ڏنش ٻــاڻ ڌارڻ ڪندڙ ٽرلوڪي ناٿ! سورج ونش جا ڀوشڻ! مهاديو جـــي ڌنش ڀڃڻ وارا! منين ۽ سنتن کي سک ڏيندڙ! دئيتن جي نـاس ڪرڻ وارا! هـــي لڪشمي پتي! شڪتي روپ شري سيتا ۽ ننڍي ڀاءُ لڪشمڻ سميت مان توهانجو ڀڄن ٿو ڪريان، هي پرٿوي پتي! هي جانڪي ناٿ! هي ديون جا ديو! مان توهان کي پرڻام ٿو ڪريان، موتي پرسن ٿيو، هي پريو مـان توهان کي نمسڪار ٿو ڪريان، مونکي پنهنجي چرڻ ڪملن جي ڀڳتي ڏيـو، شري رامچندر اتري منيءَ جي استوتي ٻڌي پرسن ٿـي کيس ڀڳتيءَ جو وردان ڏنو.

اتري منيءَ جـي ڌرم پتني ستي انسويا وڏي اوستا ودوان تپسڻ ڌرم جو تتو ڄاڻندڙ هئي، سيتا هن کي ماتا سمان ڄاڻي پرڻام ڪيو ۽ کانئس آنند ڪشل پڇڻ لڳي، انسويا سيتا کي آشيرواد ڏئي کيس پرسان وهاري استري ڌرم جو اپديش ڏيڻ لڳي ۽ هي راجڪماري! مان ڏاڍو خوش ٿي آهيان جو تو سڀ ڪجهه تياڳي پتيءَ جي پٺ وٺي پئي سهين پنهنجو پتي شهر ۾ رهي يا ٻاهر جيتوڻيڪ اهي سک ڏيندڙ آهن، ٻر ”پتي“ هڪڙو ئي انيڪ سک ڏيندڙ ٿيو، ڌيرج، ڌرم، مٽر ۽ ناري انهن چئني جي پرک مصيبت جي وقت ۾ ٿئي آهـي، پلي ڪهڙو به پتي ٻـڍو، روڳي، مورک، انڌو، ٻـوڙو، ڪروڌي، ڪنگال هجي، جـا استري

اهڙي پتنيءَ جو آپمان ڪري ٿي سا نرڪ ۾ وڃي ٿي ۽ انيڪ دک ڀوڳي ٿي، استريءَ لاءِ اهوئي ڌرم ورت نيم آهي جو هوءَ سدائين پتيءَ جي چرنن ۾ پريم رکي تن من ۽ وچن سان پتيءَ جي سيوا ڪري- ويدن ۽ پراڻن چئن قسمن جون پتورتائون ڄاڻايون آهن (١) اتم (٢) مڌيم (٣) نيچ (٤) ادم، اتم پتورتائون اهي آهن جن کي سپني ۾ به پنهنجي پتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو پرش ڏسڻ ۾ نٿو اچي، ٻيو مڌيم پتورتائون اهي آهن جيڪي ٻين پرشن کي پتا، ڀائن ۽ پٽن سمان ڪري ڄاڻن ٿيون، ٽيون پتورتائون اهي آهن جيڪي ڌرم کي ويچاري ادرم جي ڀپ کان ڪل مريادا جو خيال رکي شانت ۾ رهن ٿيون، چوٿيون ادم پتورتائون اهي آهن جيڪي موقعو نه ملڻ ڪري وڏن جي ڀپ کان رکيل آهن، پر جيڪي استريون پتيءَ کي دوکو ڏيئي پرائي پرش سان وشيه ڀوڳ ڪن ٿيون سي ڪل کي ڪلنڪ ڏيڻ واريون سوين ڪلپ نرڪ ۾ وڃي دک ڀوڳين ٿيون ۽ جيڪي پتيءَ سان دشمني رکن ٿيون سي ٻئي جنم ۾ جوانيءَ ۾ ودوائون ٿين ٿيون، هڪ گهڙيءَ جي سک لاءِ ڪئين جنمن ۾ دک ڀوڳڻ ڪيڏي وڏي مورکتا آهي! جيڪي ڪپٽ ڇڏي پتيءَ جي سيوا ڪن ٿيون اهي هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سڀ سک پائين ٿيون هي ڄاڻڪي ڪئين استريون تنهنجو نالو مثال وٺي پتورت ڌرم پالن ڪنديون ۽ تو وانگر پتيءَ سان دک سک ۾ شامل ٿي پنهنجو جس ناموس ڪڍائينديون هي اپديش مون رڳو سنسار جي استرين لاءِ چئي ٻڌايو آهي.
انسويا جو اهو اپديش ٻڌي سيتا کيس پرڻام ڪري موڪلايو ۽ رامچندر مني کان پڇي ان ۾ وڃڻ جي آگيا وٺي هلڻ جي تياري ڪئي ۽ چوڻ لڳو هي مهيور مان ڏاڍ ڪارڻ ان ۾ وڃڻ چاهيان ٿو تنهن ڪري موکي آگيا ڏيو ۽ رستو ڏيکارڻ لاءِ ڪجهه شش ساڻ ڏيو، شري رامچندر جو اهو وچن ٻڌي مهرشي اتري کلي چوڻ لڳو ته هي رام! ديوتائن جا عجيب سروپ سڀني کي رستو ڏيکاريندڙ توهين آهيو؟ پوءِ توهان کي رستو ڏيکاريندڙ ٻيو ڪير هوندو؟ پر هن وقت لوڪ وهنوار جي ڪري ائين چئي رهيا آهيو، تنهن ڪري منهنجا شش رستو ڏيکارڻ لاءِ ضرور توهان سان هلندا، پوءِ ششن کي آگيا ڏني ۽ پاڻ به ڪجهه پند رامچندر سان گڏ هليو.

## رامچندر جو ..اڌ راڪش کي مارڻ

هڪ ڪوهه پند ڪرڻ کان هڪ وڏي ندي ڏسي اتري رشيءَ

جي ششن کان ڇپيو، هي ارهچاري نديءَ کي پار ڪرڻ لاءِ ڪو اپاءُ ڪندا؟ تڏهن ششن چيو هي ڀراوا هتي هڪ ٻيڙي آهي اسين ان ۾ اوهان کي چاڙهي هڪ پل ۾ پار پهچائينداسين تڏهن ارهچاران سميتا رام لڪشمڻ کي چاڙهي ٻيڙيءَ ۾ پهچائي آڳيا وٺي الري رشيءَ جي آشرم ۾ موٽي آيا. تڏهن ٻين سان پرال شينهن بگهڙ چيتا ماس کائيندڙ جانورن جي ڀيانڪ گوڙ ٻن ۾ ٻتو ۽ ڀيانڪ روپ ڌاريندڙ راڪشن واري ان ۾ گهڙي رامچندر لڪشمڻ کي چيو ته هتان اسان ٻنهي کي تمام هوشياريءَ سان هلڻ گهرجي. مان ڌنش تي ٽمچو چاڙهيان ٿو ۽ ٻاڻ هٿ ۾ کڻي اڳيان اڳيان هلان ٿو ۽ تون ڌنش ڌاري پٺيان هل ۽ جيو ۽ پرماتما جي وچ ۾ رهڻ واري مايا جي سمان سيتا اسان جي وچ ۾ هلي، هي لڪشمڻ سڀني پاسي ڌيان رکي خبرداريءَ سان هلو، جوڻ جيئن ڀرپائين پدو هو انهيءَ موجب هو ان ۾ راڪشن جو تمام ئي ڏيکاري ڏٺي تــو اهڙي طرح ڳالهائيندي ٻولهائيندي چند ڪوهه ٻري نڪري ويا اتي هڪ ڪمل جي گلن سان سونهيا ڏسندڙ پسڪرڻي لاءِ هتو، هو ڪمل ان ۾ اتي پاڻيءَ سان سندر ڏسڻ ۾ اچي آيو. هدن السي واڇهو وچي پاڻي پيتو ۽ ٿوري دير لاءِ وڻ جي ڇانو هيٺ ويهي رهيا، ان وقت هن هڪ مها بلوان ۽ ڀيانڪ راڪش ايندو ڏٺو ان جو مهون لکين ڏاڻن سان پورن هئو ۽ هن جي گوڃڻ سان ڦٽ ڦٽي ليو، ان جي سڄي ڪلهي تي هڪ ترشول رکيل هو. جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو پڊل هئس. هـو تمام جهنگلي جانور هاٿي، شينهن ۽ مهن کي کائيندو هئو، ان کي ڏسي رامچندر ڌنش کڻي لڪشمڻ کي چيو، ڀائي ڏس اسان جــي سامهون ماڻهن کي ٻچارڻ وارو ڀيانڪ روپ ۾ پيرو راڪاس اچي رهيو آهي، تون ڌنش لــي ٻاڻ چاڙهي هوشيار ٿي اٿه، جانڪي! تون ڇو لڇين؟ ائين چئي رامچندر ڌنش تي ٻاڻ چاڙهي پهاڙ جــي سمان اٿي رهيو لنهنکاپو ان راڪش رام لڪشمڻ ۽ جانڪيءَ کي ڏسي وڏو هٽ ڪري چوڻ لڳو، اڙي ٻالڪو! ڌنش ٻاڻ ۽ جٽائون ٻڌل مني ويس ۾ توهين ڪير آهيو؟ تو ساڻ هڪ استري آهي ۽ تون وڏو ٻڌيمت ڏسڻ ۾ اچين ٿو، تون تمام سندر آهين ۽ منهنجي مک ۾ رچڻ لاءِ هڪ گرهه جي ٻرابر آهين، افسوس جــو ان ۾ ماڻهن کي کائيندڙ جانورن سان پرال هن گهور ٻن ۾ ڇاجي ڪري آيو آهين؟ راڪش جا اهي وچن ٻڌي رامچندر ان کي مشڪي چيو ته منهنجو نالو رام آهي، ۽ هي منهنجو ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ آهي ۽ هيءَ وٽي منهنجي پراڻ پياري آهــي. ماتا پتا جي آڳيا سان تو جهڙن کي سکيا ڏيڻ لاءِ هن اسـن ۾ آيو آهيان،

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي راڪش نٿوائي ڪري ڪلڻ لڳو ۽ پنهنجو مٿهن ڦهلائي جهٽ هٿ ۾ ترشول کڻي چوڻ لڳو، رام! ڇا تون مونکي ننڍو سمجهين مان جڳت ۾ مشهور **وراڌ نالي راڪش آهيان**، منهنجي ڀپ کان سڀئي رشي مني هن ان کي ڇڏي هليا ويا آهن، جيڪڏهن توکي جيئڻ جي اڇا آهي ته سيتا کي ڇڏي ٻنا هٿيارن جي هٿان هليو وڃ نہ تہ مان هيئنئر توهان ٻنهي کي کائي ڇڏيندس. ائين چئي اهو راڪش سيتا کي کڻڻ لاءِ ان ڏانهن ڊوڙيو، تڏهن رامچندر مشڪندي پنهنجي ٻاڻ سان ان جون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيون، جنهن ڪري هو تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي وڏو واڪو ڦاڙي رامچندر ڏانهن ڊوڙيو، تڏهن شري رامچندر ٻاڻ ڏانهن ايندو ڏسي راڪش جا ٻئي پير ڪاٽي ڇڏيا. اها تہ وڏي اچرج جهڙي ڳالهہ ٿي پيئي، تنهن کان پوءِ ناڳ وانگر پنهنجي مک سان ٿي رام کي کائڻ لاءِ ان ڏانهن وڌيو، تڏهن رام پنهنجي هڪ ئي ٻاڻ سان راڪش جو وڏو سر ڪاٽي ڇڏيو، تڏهن هو رت ۾ ڀرجي ڌڙڪي زمين تي ڪري پيو، اهڙي طرح هن کي مئل ڏسي شري سيتا شري رامچندر جو سمرن ڪري ان جي ساراهہ ڪرڻ لڳي، ان وقت آڪاش مان ديوتائون سري رامچندر جي مٿان گلن جي ورکا ورسائڻ لڳا. ان وقت وراڌ راڪش جي مئل سرير مان آڪاش ۾ اينڊل سورج سمان سندر وسترن سان سوڀيا ڏيندڙ مٿش پرگهٽ ٿيو انهيءَ مهل شري رامچندر کي پرڻام ڪري چيو، هي رام! مان اڳئين جنم ۾ تيجسوي وديادر هوس، مون کي گهڻو وقت اڳي ابدا ڪنهن ڪارڻ جي ڪروڌ ڪرڻ واري رشي دروسا مونکي سراپ ڏنو جنهن سراپ کان هاڻ توهان مونکي مڪت ڪيو، هاڻ توهان اهڙي ڪرپا ڪريو تہ توهان جي چرڻن ڪملن جو ڌيان رهي، منهنجي وائي سدائين توهان جو نام ڪيرتن ڪندي رهي ۽ مٿهن جا ڪن توهان جي ڪٿا امرت ٻڌندا رهن ۽ هٿ توهان جي چرڻ ڪملن جي پوڄا ڪندا رهن، اهڙي طرح مستڪ توهان جي چرڻ ڪملن ۾ نمسڪار ڪندو رهي، هي شڌ گيان سروپ ڀڳوان توهان کي نمسڪار آهي توهان پنهنجي سروپ رهڻ ڪري رام آهيو، توهان جي مايا سان گڏ براجمان هئڻ ڪري سندر مورتي شري سيتا رام آهي ۽ سنسار کي رچڻ وارو آهيو، توهان کي نمسڪار آهي هي رام! مان توهان جي شرن آيو آهيان، توهان منهنجي رکيا ڪريو جنهن ۾ توهان جي مايا مونکي موهت نہ ڪري. وراڌ جي اهڙي طرح پرارٿنا ٻڌي رگهوناٿ پرسن ٿي هيءُ ور ڏنو، هي وديادر هاڻ تون وڃ تو سيدي مايا جي گڻن کي جيتي ڇڏيو، تون گيانين ۾ سريشٽ آهين.

منهنجي درشن جي پرڀاو سان تون جلدي مُڪت ٿيو آهين سنسار ۾ منهنجي ڀڳتي ملڻ تمام ڪٺن آهي ڇاڪاڻ ته هوءَ انهن ٿئي ٿي ته اوس هوءَ مُڪتي ڏيڻ واري آهي تون منهنجي ڀڳتيءَ ۾ ڀورن آهين، انهيءَ ڪري منهنجي آڳيا سان تون ڀرم ڌام ڏي وڃ. اهڙي طرح شري رامچندر ڀڳتن راڪش کي ماري ان کي سراپ کان مُڪت ڪيو ۽ ان کي وڏان ڏنو، جو اهڙي طرح شري رامچندر جي استوتي ڪري ٿو سو ضرور سڀئي من گهريا مطلب پائي ٿو.

## شرڀنگ رشيءَ جي رامچندر ۾ پريت

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! وراڌ جي سرڳ لوڪ وڃڻ کانپوءِ شري رامچندر لڇمڻ ۽ سيتا سان گڏ شرڀنگ منيءَ جي سڀ سڪ. ڏهند ۾ آيو بن ۾ واڙ، شريمان شرڀنگ رشي شري رامچندر کي سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ ايندو ڏسي هڪدم اٿي اڳتي وڌيو ۽ واجهه وجهي ڏنڊوت پرڻام ڪري آسڻ ڏيئي وهاريو، ۽ ڪند مول ڦل کارائي مهمان نوازي ڪئي تنهن کانپوءِ منيءَ شرڀنگ ڀڳت وتسل رام کي منٺي واڻيءَ ۾ چيو، هي رام! مان گهڻي وقت کان وٺي توهان جي درشن جي پياس کان تپسيا ڪرڻ جو پڪو وچار ڪري هتي ئي رهان ٿو. هي رام! توهان ساڪيات پرميشور آهيو. مون کي تپسيا جي ڪري جو تمام گهڻو پنج حاصل ٿيو آهي اهو سڀ اڄ توهان کي ارپڻ ڪري مان موکيه پد کي پراپت ڪندس انهن چئي اوگيشور شرڀنگ پنهنجو وڏو پنج جو ڦل سري رامچندر کي ارپڻ ڪري سيتا سان گڏ رام کي پرڻام ڪري پاڻ چکيا تي چڙهي ويٺو، ان وقت من ئي من ۾ سري رامچندر سيتا ۽ لڇمڻ جو گهڻو وقت ڌيان ڪندو رهيو ۽ من ۾ چوڻ لڳو، اهو هن سنسار ۾ وگهنات کي ڇڏي سمرڻ ڪرڻ ڪري ڪامنائن کي ڀورو ڪرڻ وارو ٻيو ڪير ديالو آهي. مان ته نشڪام ڀاو سان ان جو نتيه سمرڻ ڪندو هوس تنهن منهنجي دل جو حال ڄاڻي خود پاڻ هت هليو آيو. هي ديو! سيتل دشرت نندن ڀڳوان رام ڏانهن نهاريندا رهو مان پنهنجو سرير جلائي هاڻ نشپاپ ٿي پرم لوڪ ۾ وڃي رهيو آهيان، منهنجي هردي ۾ سدائين اوڌپاپتي شري رامچندر پراجمان رهي. اهڙي طرح شري رامچندر جو گهڻي دير تائين ڌيان ڪندي پنهنجي سامهون رام جي سروپ کي پراجمان ڏسندي مني شرڀنگ يوگ اگني سان اگني پيدا ڪري پنهنجو پنجن تتن جو سرير جلائي ڇڏيو ۽ اي سندر ديهه ڌاري پرم لوڪ هليو ويو. تنهن کانپوءِ ڏنڊڪ بنواسي

سپيڙي رشي مني وگهنات جو درشن ڪرڻ لاءِ شرڀنگ منيءَ جي آشرم ۾ آيا انهن مني سماج کي ڏسي مايا روپي منشن روپ ۾ شري رام سيتا ۽ لڇمڻ هڪدم اٿـــي مستڪ نوائي پرڻام ڪيو، انهن منيشورن سرو انترامي ڀڳوان رام کي آشيرواد ڏيئي هٿ جوڙي چوڻ لڳا هي رام! توهان برهما جـــي پرارٿنا سان پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي، اسين اهو سڀ ڄاڻون ٿا، ته توهان ساکيات شري هري آهيو ۽ ڄانڪي لڪشمي آهي ۽ شيش جي لڇمڻ آهي ۽ ڀـــرت ۽ شترگهن توهان جو سنک چڪر آهي انهيءَ ڪري هتي سڀ ڪان ڀوراان رشين جو دک دور ڪريو، هي وگهندن اچو سيتا ۽ لڇمڻ سميت تـــوهان اسان سان گـڏ ڪريا ڪري منيشورن جـــي سپڻي آشرمن کي ڏسڻ لاءِ هلو. انين ڪرڻ سان تـوهان کي اسان تي وڏي ديا ٿيندي. اهڙي طرح هٿ جوڙي وينتي ڪرڻ تي ڀڳوان رام منين سان گڏ انهن جي تپو ٻن کي ڏسڻ لاءِ هليو، سري رامچندر اتي سپڻي ٻاسي گهڻيون کوپرا-ون ٻيل ڏٺيون جو ڏسي شري رامچندر منين کـــان پڇيو، هي هڏيون ڪنهن جون آهن ۽ هيءُ تپو ٻن جي پرٿويءَ تـي ڪيئن پيون آهن تڏهن منيشورن چيو هي رام! هيءُ سڀ رشين منين جا مستڪ آهن هي سمرٿ پرڀـــو! انهن کي راکشن کائي ڇڏيو آهي- اهي راکش منين کي سماڌي ۾ مگن ڏسي وجهه وٺي رشين کي کائڻ لاءِ جتي ڪٿي گهمندا رهـن ٿا، منين جا تپ ڏيندڙ ۽ دک ۾ پيل وچن ٻڌي شري رامچندر سپڻي راکشن کـــي مـارڻ لاءِ پرتگيا ڪئي اهڙي طرح منيشورن جا آشرم ڏسندي ٻر پر وگهنات نواسي منين جــــي دک دور ڪرڻ لاءِ سيتا ۽ لڇمڻ سان گـــڏ اتي ڪجهه ورهيه رهي پيو.

## مني سنيڪشڻ جي رام ۾ پريت

شري رامچندر ڪجهه وقت رهي تنهن کان پوءِ اگستيہ منيءَ جـــي شش سنيڪشڻ منيءَ جي آشرم ۾ واو جـو رشين سان پيل هئو ۽ سپڻي موسمن ۾ قلن قولـن سان ڀرپور ۽ سدائين آنند ڏيندڙ سک دائڪ هئو، سنيڪشڻ جي سري رامچندر ۾ ڏاڍي ڀـريت هئي، ان وقت سنيڪشڻ جا نماڻـا نيڻ پڪيتي وس ڀڳونت درشن لاءِ واجهائي رهيا هوا سو رامچندر جي اچڻ جـو ٻڌي ڀوڙندو آيـــو ۽ مستڪ نوائي هٿ جوڙي وينتي ڪري چـــوڻ لڳو، هي ڀـي انت! سيتاپتي! مان توهان جو ئي سمرن ڪريان تـــو، هي رام! شو، برهما کي به توهان جي چرنن جو سهارو آهي، توهان جا چرڻ سنسار ساگر

پار ڪندڙ مضبوط جهاز آهي، هي ناٿ! مان سدائين توهان جي داسن جو داس آهيان. توهين سڀني سنساري اندرين جا سوامي آهيو ۽ مڪمل عين سان موڙ جي پتلي (سوتر) کي موهه جي جار ۾ جڪڙي جو من قابو پيو آهي پڌوڙجي ني مايا سان موهت ڪري ڇڏيو. پتر، ڪٽنب، گهر جي الڪ ڪوپ ۾ ڦاسل ڏسي توهان پاڻ مون کي پنهنجو ڄاڻي ڪري درشن ڏيڻ لاءِ آيا آهيو، توهان سڀني پراڻين جي هردي ۾ براجمان آهيو، جو منش توهان جي منتر جاپ کان ري مک آهي، ان کي توهان پنهنجي مايا سان موهت ڪريو ٿا جو منش توهان جي ڀڳتيءَ ۾ لين آهي، ان کي توهان جي مايا موهت نٿي ڪري. هي ايشور! هڪ ڪري توهان ئي هن جڳت جي اُتپتي، استتي ۽ پرلي جو ڪارڻ آهيو نرگڻي مايا جي ڪري برهما، وشڻو، مهيش جي روپ ۾ پرڪيه آهيو. سُتيڪشڻ جي اهڙي طرح استوتي ٻڌي، شري رامچندر ڪلي چوڻ لڳو، هي مني مان اهو ڄاڻان ٿو ته تنهنجو چت منهنجي اپاسنا سان نرمل ٿي ويو آهي جو لوڪي مون لاءِ ٻيو ڪوئي به سادن ڪرڻ جو ضرور نه آهي تنهن ڪري مان توکي ڏسڻ لاءِ آيو آهيان. سنسار ۾ جو منش منهنجي منتر جو جاپ ڪري ٿو ۽ منهنجي شرن ۾ اچي ٿو ان کي مان نت پرتيه سان درشن ٿو ڏيان، تون نه فقط منهنجي اپاسنا سان جيئري ئي سدائين لاءِ مڪت ٿي وئين ۽ سرير ڇڏڻ کان پوءِ به اوس موڪش جي پراپتي ٿيندءِ. هاڻ مسان تنهنجي گروءَ اگستيه منيءَ سان ملڻ چاهيان ٿو مون ان وٽ ڪجهه ڏينهن رهڻ لاءِ من ۾ ويچار ڪيو آهي. ستيڪشڻ چيو، هي راگهوَ! تمام چڱو، اوڏانهن سڀاڻي هلنداسون، مون کي به گروءَ کي ڏٺي گهڻو وقت ٿي ويو آهي، تنهن ڪري مان به توهان سان گڏ اوڏانهن هلندس، صبوح ٿيڻ سان سيتا ۽ لڇمڻ سميت رامچندر ستيڪشڻ منيءَ کي ساڻ وٺي اگستيه منيءَ سان ملڻ لاءِ ڏاري ڏاري ان جي ننڍي ڀاءُ اگن جيوهه منيءَ جي آشرم ڏي هليا.

## سري رام اگستيه منيءَ جي آشرم ۾

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ان ڏينهن منجهند جي وقت سري رامچندر ستيڪشڻ سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ اگستيه منيءَ جي ننڍي ڀاءُ اگستن جيوهه منيءَ جي آشرم ۾ آيا. اهو آشرم سڀني موسمن ۾ ڦل ڦول ميون سان ڀرپور هئو ۽ خطرناڪ جانورن ۽ انيڪ پکين سان ڀريل دلڪش ان جي سمان سوڀيا ڏيئي رهيو هئو، جو برهم رشين ۽ ديو رشين سان ڀريل هئو ۽ ان جي چئني پاسن رشين جا سندر شوڀيڪ آشرم هئا. اهڙي طرح جڳه سا ڪياس

پرهم لوڪ ڏسڻ ۾ پئي آيو، آشرم جي ٻاهران رهي ڪري شري رامچندر ستيڪشڻ منيءَ کي چيو تہ تون جلدي اگستيہ منيءَ وٽ وڃي ان کي سيتا ۽ لڇمڻ سميت منهنجي اچڻ جي خبر ڏي، تڏهن ستيڪشڻ چيو تہ، وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. ائين چئي جلدي گروءَ جي آشرم ۾ ويو ائي وڃي ستيڪشڻ ڏٺو تہ مني اگستيہ خاص طور رام ڀڳتن سان گڏ ويٺو آهي ۽ تمام ڀڳتي ڀاو سان پنهنجي شش کي رام منتر جي وياکيان ڪري رهيو آهي، اهو ڏسي ستيڪشڻ ان وٽ ويو ۽ پرڻام ڪري وينتيءَ سان چيو گروجي! دشرٿ ڪمار سري رام سيتا ۽ لڇمڻ سميت توهان جي درشن لاءِ آيا آهن ۽ هٿ ٻڌي ٻاهر بيٺا آهن. تنهن تي اگستيہ منيءَ چيو بيٺا تنهن جو ڪلياڻ ٿئي تون جلدي منهنجي هردي ۾ وسندڙ ڀڳوان رام کي وٺي آءِ مان ان جي درشن جي اڇا سان انهيءَ جو ڌيان ڪندو هئس رهان تو، ائين چئي جلدي مني سان گڏ جي ٻاڻ سري رامچندر وٽ آيو ۽ ان کي تمام ڀڳتي ڀاو سان چرڻ لڳو، هي رام! اچو توهان جو ڪلياڻ ٿئي، اڄ وڏي ڀاڳ سان توهانجو اچڻ ٿيو آهي، جنهن ڪري اڄوڪو ڏينهن سڦلو آهي. اڄ مون وٽ پيارا مهمان آيا آهن. منيشور کي ايندو ڏسي، سري رامچندر پرسن ٿي لڇمڻ ۽ سيتا سميت ان کي ڀيٽي پرڻام ڪيو، تڏهن مني راج رام کي هردي سان لڳايو ۽ خوشيءَ وچان ان جي نيترن ۾ جل ڀرجي آيو تنهن کانپوءِ اگستيہ منيءَ هڪ هٿ سان شري رگهنات جو هٿ پڪڙي ان کي پرم سان پنهنجي آشرم ۾ وٺي آيو ۽ آدر ڀاءَ سان آسڻ ڏيئي وهاري هٿ جوڙي چرڻ لڳو هي رام! پراچين سمي ۾ جنهن وقت کير سمندر جي وچهر پرهما توهان سان ڌرتيءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ راوڻ کي ناس ڪرڻ جي پرارٿنا ڪئي هئي، تڏهن کان وٺي توهان جي درشن جي اڇا سان مان تپسيا ڪريان ٿو ۽ توهان جو چنتن ڪندو توهان جي اچڻ جو انتظار ڪندو منين سان رهان ٿو.

هي جگديشور! وقت ۽ ڪرمن جي ڪري توهان ٿي منش ديهہ ۽ ٻين جيونين ۾ سمايل آهيو، پنهنجي گڻن جي ڀيد سان توهان رجو گڻ ڌاران جڳ جو ڪرتا پرهما، ستو گڻ ڌاران جڳت جي رکيا ڪرڻ وارو وشڻو، ۽ تمو گڻ سان ان جو ناس ڪرڻ وارو رودر شنڪر ڀڳوان آهيو، ودوان پرش ائين چون ٿا، هي رام! ٻڌيءَ موجب ستو، رجو، تمو انهن ٽنهي گڻن سان پراڻيءَ جون اهي ٽن قسمن جون اوستائون ٿين ٿيون، توهان ٽنهي گڻن کان پري آهيو، انهن جو ساکي چت سروپ آهيو ٻيا وڪار آهيو، توهان جي ڀڳتيءَ روپي امرت کان سواءِ سڀني ۾ بہ، موکہ نہ، ٿو ٿي

سکهي. سنسار ۾ ساڌن جو سنگ ئي موکہ ڏيندڙ آهي ۽ ساڌن جي سنگ مان گيان حاصل ٿئي ٿو ۽ گيان مان ئي ويراڳ ٿئي ٿو ۽ ويراڳ مان ڀڳتي حاصل ٿئي ٿي. هي ناٿ! اڄ توهان جي درشن ڪرڻ سان منهنجو جنم سڦلو ٿي ويو ۽ منهنجا سڀئي ڀڳيہ بہ سڦل ٿي ويا، مون ڪهڙي وقت کان وٺي سچي ڀاونا سان تپسيا ڪئي آهي، هي رام! انهيءَ تپسيا جو هي ڦل مليو آهي، هي راگهو! مون تي ڪرپا ڪري سدائين منهنجي من مندر ۾ سيتا سميت واسو ڪريو ۽ مون کي هلندي ڦرندي سدائين توهان جو منهنجي من ۾ ڌيان رهي.

لڪشمي پتيءَ شري رگهناٿ جي اهڙي طرح استوتي ڪري مني اگستيہ اڳيئن وقت جو ڏنل اندر وارو ڌنش ڀاڻن سان ڀريل ڪڏهن بہ خالي نہ ٿيڻ وارو ٻہ ترڪس ۽ هڪ رتن جڙيل ڪنڊڪ، رامچندر کي ڏيئي چوڻ لڳو، هي راگهو! پرٿويءَ جو ڀار لاهڻ لاءِ راڪشن کي ماري ناس ڪريو، جنهن ڪري توهان پنهنجو مايا سان منش روپ ۾ اوتار ورتو آهي، هتان کان ٻہ اوجن پري گوتمي نديءَ جي ڪناري تي پوتر ڏنڊ ڪارڻيہ ۾ سندر سوڀيا ڏيندڙ پنچوٽي نالي آشرم آهي هي رگهناٿ! توهان پنهنجو باقي وقت اتي رهي گذاريو، هي سيتا پتي! اتي رهي توهان ديوتائن جا ڪشٽ دور ڪريو ۽ ڪارج سڌ ڪريو.

جنهن کانپوءِ جاڻي جاڻڻ هار ڀڳوان منيءَ کان آگيا وٺي ان جي چوڻ موجب پرسن ٿي ان جي ڏنل ڏس طرف اڳتي هلڻ لڳا.

## پنچوٽي ۾ نواس لڇمڻ کي اُپديش جٽايو سان ملڻ

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! شري رامچندر سيتا ۽ لڇمڻ سميت پنڌ ڪندي ڪندي رستي ۾ سري رامچندر هڪ گڌ پکين جو راجا جٽايو کي ويٺل ڏٺو، ان کي ڏسي عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو تہ هي ڇا آهي ڪڏهن رامچندر لڇمڻ کي چيو هي لڇمڻ منهنجو ڌنش کڻي اچ ڏس سامهون راڪش ويٺو آهي، رشين جي کائڻ واري هن دشٽ کي مان هيئر جو هيئر پورو ڪندس، رام جا اهي وچن ٻڌي گڌ راج ڀؤ کان وياڪل ٿي چوڻ لڳو هي رام! مان تنهنجي هٿان مارجڻ جي لائق نہ آهيان، مان تنهنجي پتا جو پيارو شش جٽايو نالي گڌ راج آهيان. توهان جو ڪلياڻ ٿئي، مان بہ توهان جو ڀلو ڪندڙ آهيان، توهان کي ٿي لاڀ ڏيندڙ ڪامنائن ڪري مان پنچوٽي ۾ رهندس، جنهن وقت جڏهن لڇمڻ بہ هرڻ جي ڪري ان ۾ هليو ويندو

۽ مان جنڪ نندنيءَ سيتا جي تن من سان رکيا ڪندس، ڳيڌ راج جا اهي وچن ٻڌي رامچندر ٻرسن ٿي چوڻ لڳو هي ڳيڌ راج! ٺيڪ آهي تون هن پاسي واري ٻن ۾ رهي ساڌن ڪج. انهن چئي رامچندر ڀاءُ سيتا لڇمڻ سميت پنچوٽي ڏانهن ويو. گوتميءَ گنگا جي ڪناري وٽ پهچي، ان ٻڌيمان لڇمڻ کان پنچوٽيءَ ۾ هڪ سندر وڏي ڪٽيا ٺهرائي، اتان سڀ گوتمي گنگا جي ڪناري جي الڳ پاسي ڪند مول، ڦلن، انب ۽ ٻيا وڻ ميون سان ڀريل هئا اتي ايڪانت استان ڏسي رهڻ لڳا، شري رامچندر ٻڌيمان لڇمڻ سان گڏ ۽ سيتا کي ديولوڪ سمان سک ڏيندو اندر جي سمان سندر استان ۾ رهڻ لڳا، رام جي سيوا ۾ لڇمڻ جو چت لڳل هو، جو هر روز ڏينهن جو نت پوڄا سان ڪند مول ڦل آڻي سيتا رامچندر کي ڏيندو هو ۽ رات جو ڌنش ٻاڻ کڻي چار ئي پاسا گهمي پهرو ڏئي جاڳندو هو ۽ ٽيئي نت پرڀات سان گوتمي گنگا ۾ سنان ڪندا هوا. ان وقت سيتا انهن ٻنهي جي وچ ۾ رهي ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ لڇمڻ پرڀات سان نت روز جل کڻي ايندو هيو. ڀڳتي ڀاءُ سان انهن جي سيوا ڪندو هو، اهڙي طرح ٽيئي اتي سک سان رهڻ لڳا، هڪ ڏينهن لڇمڻ سري رامچندر کي ايڪانت ۾ ويٺل ڏسي نمرتا ڀاءُ سان پڇڻ لڳو، هي ڀڳوان! مون کي گيان ويراڳ ۽ مايا جو سروپ ٻڌايو ۽ جيؤ جو ڀيد سمجهائي ٻڌايوم ڇو جو توهان کان سواءِ هن ڀاري ۾ اپديش ڪرڻ وارو ٻيو ڪوئي ناهي، لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي شري رام چوڻ لڳو- هي لڇمڻ! ٻڌ مان توکي ٿوري ۾ ڳجهو پرم گيان ٻڌايان ته جنهن جي ڄاڻڻ ڪري مڙش جلدي سنساري ڀرمن کان مڪت ٿي وڃي ٿو، پهريائين مان توکي مايا جو سروپ ٻڌايان ٿو تنهن کانپوءِ گيان ساڌن ٻڌائيندس پوءِ وگيان سميت گيان جو ورڻن ڪندس- هن کان سواءِ ڀڳوان پرماتما جو به سروپ ٻڌائيندس- جنهن جي ڄاڻڻ سان مڙش سنسار جي ڀؤ کان مڪت ٿئي ٿو.

## ڀڳتيءَ جو ورڻن

مان ۽ منهنجو، تون ۽ تنهنجو، اهائي مايا آهي، جنهن سڀني جيو پراڻين کي موهه جار ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي، جن پدارٿن تائين من پهچي سگهي ٿو ۽ جن کي ڏهه اندريون ڄاڻي سگهن ٿيون انهن سڀني کي مايا سمجهه، هن مايا جا ٻه ڀيد ڄاڻايل آهن، هڪ وديا ۽ ٻي اوديا، پهرين جيڪا وديا مايا آهي اها سنسار کي اتپن ڪري ٿي ۽ سڀيئي ڳڻ ان جي آڌار آهن ۽ ٻي اوديا مايا- تمام ڏکدائڪ ڏک روپ آهي، جنهن جي موهه ۾ ڦاسي هيءُ

جيو سنسار روپي کوهه ۾ ڪري ٿو. اهي ٻئي مايائون ڀڳوان جي سهاري سان اٿين ڪن ٿيون. ان ۾ ڪنهن جو ٻل هلي نٿو سگهي، گيان اهو آهي جنهن کي ذاتي ڀاسي جو ڀيد پاڻ نٿو رهي ۽ سڀ ۾ ايشور روپ ڏسي ٿو ۽ ٻرم ويراڳي جنهن ٽنهي گڻن ۽ انهن سڌين کي اڃ ڇاڏي تياڳ ڪيو آهي، جا مايا ايشور ۽ پاڻ کي ڀڄ نٿو سڃاڻي ان کي جيو چوڻ گهرجي، جو ٻنڌن ۽ موکش ڏيڻ وارو آهي سڀ کان پري مايا جو پريرڪ آهي. اهوئي ايشور آهي. ڌرم مان ويراڳ ۽ يوگ مان گيان ٿئي ٿو، گيان موکش ڏئي ٿو، ويد ائين چون ٿا. هي لڇمڻ! جنهن تي مان جلدي پرسن ٿي وڃان ٿو، اهائي سک ڏيڻ واري منهنجي ڀڳتي آهي، اهائي سوتنتر ڀڳتي آهي جنهن کي ٻيو ڪوئي سهارو نه آهي، گيان وگيان ان جي آڌين آهي، هي ڀائي! ڀڳتي سک جي کاڻ آهي، پر اها تڏهن ملي ٿي جڏهن سنتن جي ديا درشٽي رهي ٿي، هاڻ ڀڳتيءَ جو ساڌن ورنن ڪريان ٿو، جنهن ڪري مڪش مون کي سولائيءَ سان حاصل ڪري ٿو، پهرائين ته براهمڻن جي چرنن ۾ وڏيڪ پريت رکي، ۽ ويد جي ريت سان پنهنجي ڌرم ۾ لڳو رهي، پوءِ هن کي وشين مان ويراڳ ٿئي ٿو ۽ ان جو مون ۾ پڪو وشواس ٿئي ٿو، ۽ منهنجي ڪٿا چرتر ٻڌڻ سان ان کي نو ڀڳتيون حاصل ٿين ٿيون ۽ من ۾ منهنجي ليلائن ۾ گهڻي پريت وڌي ٿي جنهن جو سنتن جي چرنن ۾ وڏيڪ پريم آهي. من، ڪرم ۽ وچن سان ڀڄن ڪرڻ جو پڪو نيم آهي، گرو، ماتا، پتا، ڀائي، سوامي، ۽ ديوتا سڀ ڪجهه مون کي ئي سمجهي سچيءَ دل سان منهنجي سيوا ٿو ڪري منهن جا گڻ ڳائيندي جنهن کي سرير جي سڌ نه ٿي رهي واڻي. مٺي ٿو ٻولي ۽ پريم جا آنسون ٿو وهائي، ڪام ڪروڌ ڀائي ايمان ۽ پاپ جنهن جي من ۾ نه آهي، هي لڇمڻ! مان سدائين ان جي وس ۾ رهان ٿو، جو وچن، ڪرم ۽ من سان منهنجي شرن ۾ اچي ٿو، جو بنا ڪنهن ڪامنا جي منهن جو ڀڄن ڪري ٿو، ان جي ڪمل روپي هردي ۾ مان سدائين آنند ڪريان ٿو. هن ڀڳتي يوگ کي لڇمڻ ٻڌي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پرڀوءَ جي چرنن ۾ سر نوائي چوڻ لڳو هي پرڀو! هيئڙو منهنجو سنسو دور ٿي ويو ۽ گيان حاصل ٿيو، اهڙي طرح ويراڳ گيان ۽ ڀڳتي يوگ ۽ نيتيءَ جي گڻن جي واکاڻ ٻڌندي ڏاڍي آنند ۾ پنچوٽيءَ ۾ رهڻ لڳا.

## شورپڻکا جي ڪٿا

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ان وقت گهور ٻن ۾ رهڻ واري ناگڻ سمان شورپڻکا راوڻ جي ڀيڻ پنهنجي مرضي موجب روپ ڌارڻ

واري راڪشڻي گهمندي ڦرندي هڪ ڏينهن پنچوٽيءَ جي پرسان نديءَ جي ڪناري تي اچي نڪتي، اتي هنن ٻنهي ڀائرن کي ڏسي موهت ٿي پيئي، منوهر پرش کي ڏسي شورپڻکا جهڙي استري وياڪل ٿي پيئي ۽ پنهنجي من کي روڪي نه سگهي جا سهڻو سندر روپ ڌاري رامچندر وٽ آئي ۽ مشڪي چوڻ لڳي! تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ڪنهن جو پٽ آهين؟ هن آشرم ۾ جٽائون ٻڌي ڇو ٿو رهين، **مان راوڻ جي ڀيڻ شورپڻکا راڪشڻي آهيان** مان پنهنجي ڀاءُ کر سان گڏ هن بن ۾ رهندي آهيان- راجا راوڻ مونکي هيءُ بن سونپي ڇڏيو آهي تنهن ڪري مان رشين منين کي کائيندي هت رهان ٿي هي منوهر پرش مان انهيءَ ساري ۾ ڳولڻ چاهيان ٿي، تنهن ڪري توهين مونکي پنهنجو نالو نيشان ٻڌايو، تڏهن شري رامچندر چوڻ لڳو، مان اجوڌيا جي راجا دشرٿ جو رام نالي پٽ آهيان، هيءَ سندري سيتا منهنجي استري آهي. هو سهڻو ڪمار منهنجو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي، هي ترلوڪ سندري ٻڌاءِ تنهن جو ڪهڙو ڪم آهي.

شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ڪام وس شورپڻکا چوڻ لڳي هي رام توهان جي سمان نه ڪوئي پرش آهي ۽ نه منهنجي سمان ڪائي سندري آهي وڌاتا هيءُ سنجوڳ ويچار ڪري رچيو آهه. منهنجي لائق سنسار ۾ پتي نه آهي مون ٽيئي لوڪ ڳولهي ڏٺا آهن انهيءَ ڪري مان اڃا تائين ڪنواري رهي آهيان ۽ هاڻ توهان کي ڏسي منهنجو من موهت ٿي پيو آهي تنهن ڪري منهن جي گهر هلي مون سان آنند خوشيون مڃايو هن وقت مان ڪام وس آهيان تنهن ڪري مان توهان کي ڇڏي نٿي سگهان، تڏهن رامچندر سيتا ڏانهن نهاري مرڪي چوڻ لڳو، هي سندري! مون کي نه هيءَ استري موجود آهي تنهن کي ڇڏڻ مشڪل آهي هن جي رهڻ ڪري عمر ڀر ڀاڄ ٿي سڙندي ڀڄندي ڪيئن رهي سگهندينءَ، ٻاهر منهن جو سهڻو نوجوان ننڍو ڀاءُ لڇمڻ ويٺو آهيئي، اهو تنهن جي لائق پتي ٿيندو تون ان سان گڏ بن ۾ وڃي آنند ڪر، رامچندر جا اهڙا وچن ٻڌي ڪام ۾ موهت ٿيڪر راڪشڻي شورپڻکا لڇمڻ وٽ وڃي چيو، هي سندر ڪمار! تون ٻنهن جي ڀاءُ جي آگيا مڃي منهنجو پتي ٿي مون سان هلي آنند خوشيون مڃاءِ دير نه ڪر- راڪشڻ جي اها ڳالهه ٻڌي، لڇمڻ چوڻ لڳو، هي سندري! مان ان ٻنهي ڀائرن جو داس آهيان، مون کي پنهن جي پتي ٺاهڻ ڪري توکي ڀي ان جي داسي ٿي رهڻو پوندو! تنهن جي لاءِ وڌيڪ دک جي ڪهڙي

ڳالهه ٿيندي؟ تنهن جو انت ۾ ڪلياڻ آهي تون ان وقت وچ ۾ مهاراج سڀ جو سوامي آهي، اهو ٻڌي هوءَ دشت چت واري راڪشڻي وري رگهناٿ وٽ آئي ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳي ته هي رام! تون وڏو چنچل چت وارو آهين مونکي هيڏانهن هوڏانهن جو گهمائي رهيو آهين، مان هينئر تنهنجي سامهون ئي سيتا کي کائي ٿي وڃان ائين چئي ڀيانڪ روپ ڌاري جانڪيءَ کي کائڻ لاءِ ڊوڙي، تڏهن لڇمڻ رامچندر جي آگيا سان هن کي اگهڙي ڏاڍي ڦڙتيءَ سان خنجر کڻي ان جو نڪ ڪاٽي ڇڏيو، تنهن کان پوءِ هوءَ راڪشڻ ڀيانڪ آواز ڪندي رت ڳاڙهيندي روئندي ڪٺور لفظ ڳاليندي جلدي اچي کر جي سامهون ڪري پيئي، هن کي ڏسي کر چوڻ لڳو، هي ڀيڻ! ڇا ڳالهه آهي؟ ڪهڙي دشت موت جي منهن ۾ وڃڻ واري هيءَ تنهنجي حالت ڪئي آهي؟ تون ٻڌاءِ ته سهين! هو ڪال جي سمان ٻلوان ۽ ڪٿي هجي تڏهن به مان ان کي هڪ پل ۾ ماري ڇڏيندس. تڏهن شورپڻکا ڀاءُ کي چوڻ لڳي ته هتي سيتا ۽ لڇمڻ سميت رام ڏنڊڪارڻيه بنواس ڦرندو گوداوريءَ جي ڪنڌيءَ وٽ رهي ٿو، ان جي آگيا سان انجي ڀاءُ لڇمڻ منهنجي هيءَ حالت ڪئي آهي، جيڪڏهن توهان وڏو ور بهادر آهيو، ته انهن ٻنهي دشمن کي ماري ڪاٽي ڇڏ، مان انهن ٻنهي جو خون پيئندس نه ته پنهنجا پراڻ تياڳي جم لوڪ هلي ويندس. شورپڻکا جا اهي وچن ٻڌي کر ڪروڌ ۾ ڀرجي يڌ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي هليو، ۽ رام کي مارڻ لاءِ وڏا ور بهادر چوڏهن هزار راڪش ان وقت موڪليا. کر، دوشڻ، ترشيرا، اهي سڀيئي انيڪ قسمن جا استر شستر کڻي رام وٽ آيا انهن جو شور ٻڌي شري رامچندر لڇمڻ کي چيو ڏس لڇمڻ وڏو گهمسان ٻڌڻ ۾ اچي رهيو آهي، ائين معلوم ٿئي ٿو ته ڪي راڪش اچي رهيا آهن. ضرور اڄ مون سان انهن جي گهور يڌ ٿيندي تنهن ڪري هي مهاٻلي! تون سيتا کي وٺي ڪنهن پهاڙ جي غفا ۾ هليو وڃ اڄ مان هنن سڀني ڀيانڪ راڪشن کي مارڻ چاهيان ٿو، توکي منهنجو قسم آهي هن اداري ۾ تون ٻيو ڪجهه به نه چئج. تڏهن لڇمڻ رامچندر جي آگيا مڃي سيتا کي وٺي هڪ غفا ۾ هليو ويو، تڏهن شري رامچندر پنهنجي ڪمر ڪشي ڪٺور ڌنش ٻاڻ وارو ترڪس ٻڌي يڌ لاءِ تيار ٿي بيٺو. تنهن کان پوءِ راڪش سڀيئي اچي رام جي متان انيڪ قسمن جي هٿيارن ۽ پٿرن جي برسات وسائڻ لڳا، شري رامچندر هڪ پل ۾ پنهنجي شڪتيءَ سان انهن هٿيارن ۽ پٿرن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڪاٽي ڇڏيو. وري هزارن ٻاڻن سان انهن سڀني راڪشن

کي ماري، کر دوشڻ ۽ ترشرا کي پڻ ماري ڇڏيو، اهڙي طرح شري رامچندر اڪيلي سر ئي انهن سڀني راڪشسن کي قتل ڪري ڇڏيو. تڏهن لڇمڻ غفا مان نڪري سيتا کي وٺي شري رگهنات وٽ آيو. ان وقت سڀني راڪشن کي مئل ڏسي ڏاڍي عجب ۾ پئجي ويا. شري سيتا شري رامچندر جي واکاڻ ڪئي ۽ ان جي سرير تي لڳل هٿيارن جي گهاون تي هٿ ڦيرڻ لڳي.

## شورپڻکا ۽ راوڻ

انهن سڀني مکيه راڪشن کي مئل ڏسي، راڪشن جي راجا جي ڀيڻ شورپڻکا ٻوڙندي لنڪا ۾ پهتي ۽ راج سڀا ۾ پهچي روئندي راوڻ جي پيرن تي ڪري پيئي، پنهنجيءَ ڀيڻ کي اهڙي طرح دک ۾ وياڪل ڏسي راوڻ پڇڻ لڳو، اڙي ڀيڻ اٿي ويهه، ٻڌاءِ ته سهڻن لوڪي ڪنهن اها صورت بگاڙي آهي، هي ڀيڻ! اهو اندر جو ڪم آهي يا ڌرم راج، ورڻ يا ڪبير انهن مان ڪنهن ڪيو آهي؟ سچ ٻڌاءِ مان ان کي هڪ پل ۾ ڀسم ڪري ڇڏيندس، تڏهن شورپڻکا راوڻ کي چوڻ لڳي، تون ته وڏو مورک شراب ۾ مست استريءَ جو غلام ڏسڻ ۾ اچين ٿو، پنهنجو ڇئي طرف ڌيان نه آهي پوءِ تون راجا ڪيئن ٿي رهندين. هيڏانهن پڌ ۾ ڪر، دوشڻ ۽ ترشرا ۽ چوڏهن هزار مکيه مکيه راڪشسن کي رام هڪ پل ۾ ماري ڇڏيو، ۽ ساري ٻن ۾ منيشورن کي سدائين لاءِ ڀي ٻاهو ڪري ڇڏيو اتري قدر گوڙ گهمسان هوندي به اجا تائين توکي ڪجهه خبر ئي ڪانه پئي آهي. انهيءَ ڪري مان چوان ٿي ته تون مورک آهين، تنهن تي راوڻ چوڻ لڳو هي ڀيڻ! تون ٻڌاءِ ته اهو رام ڪير آهي جنهن ڇاجي ڪري راڪشن کي ماريو، تون سمورو حال کولي ٻڌاءِ ته مان ان کي ماري ڇڏيندس، تڏهن شورپڻکا چوڻ لڳي- هڪ ڏينهن مان گهمندي گوامي نديءَ جي ڪناري وڃي رهي هيس اتي گهڻي وقت کان وٺي منيشورن هڪ پنچوٽيءَ نالي آشرم آهي، ان آشرم ۾ ٻن مني ويس ۾ جٽائن سان سونهيا ڏينڌڙ ڌنش ڌاري سونهن سونهيا جي ڌام شري رامچندر کي ڏٺو ان جو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ به ان وانگر روپوان آهي ۽ ان جي استري روپ ۾ ساکيات لڪشمي جهڙي سهڻي سونهاوان آهي، هي راجن! گنڌرو ۽ منش، ديوتائن ۽ ٻين ذاتين ۾ مون اهڙي استري خوبصورت نه ڏٺي آهي نه ٻڌي آهي، هي راجن! ان کي پنهنجي پتني بڻائڻ لاءِ وٺي اچڻ جي ڪوشش ٿي ڪيم انهيءَ ڪري رام جي ڀاءُ لڇمڻ منهنجو نڪ ڪاٽي ڇڏيو تڏهن مان دکي ٿي روئندي کر وٽ

واپس پوءِ ڪو نه پهتا راڪشس. سيتا ولي رام سان ملي ڪئي ڀيرا ڪن پاران
رام هڪ ڪن ۾ ئي سڀئي راڪشن کي ماري ڇڏيو. هي راجا مون کي ته
اِئين معلوم ٿئي ٿو ته جيڪڏهن رام چاهي ته ٽنهي لوڪن کي ڀسم ڪري
سگهي ٿو. جيڪڏهن هن جي استري تنهنجي پتني ٿي ويڃي ته تنهن جو
جنم سڦلو ٿي پوي، تنهن ڪري هي راجن! تون اهڙي اٽڪل ڪر، جيئن
سيتا تنهنجي پتني ٿي رهي ۽ سنسار ۾ تنهنجي ناموس ٿي پوي. پر اهي
رام جي سامهون اچي نه سگهندا، ان رگهناٿ کي ڪيئن به ڪري مايا
جي جال ۾ موهت ڪري پوءِ ان کي پراجت ڪري سگهندين، شورپڻکا جي
اها ڳالهه ٻڌي راوڻ ان کي ڌيرج ڏيئي روانو ڪيو ۽ من ئي من ۾ ويچار
ڪرڻ لڳو ته وڏي عجب جهڙي ڳالهه اها آهي ته اڪيلي منش روپ ۾
رگهونشي رام شڪتي ٻل سان منهنجي پاڪر کي سيتا سميت ڪيئن ماري
ڇڏيو شايد هيءَ رام منش نه آهي ساڪشات پرماتما ٿي آهي گهڻو وقت اڳي
برهما جي پراٿنا سان منهنجي سيتا ۽ مون کي ٻاندر سيتا سان مارڻ لاءِ هن
وقت رگهونش ۾ منش روپ ۾ اوتار ورتو آهي. جيڪڏهن مان رام جي هٿان
مارجي ويندس ته مان ونڪنٺ جو راڄ ڀوڳيندس ۽ نه ته ڪجهه وقت راڪشن
جو راڄ ڀوڳ ڪندس، تنهن ڪري ضرور رام وٽ ويندس.

## راوڻ ۽ ماريچ جو سنواد

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! سڄي رات ويچار ڪندي جڏهن
صبوح ٿيو تڏهن پڌمان راوڻ رٿ ۾ چڙهي من ۾ ويچار ڪندو سمنڊ جي
ڪناري تي ماريچ جي گهر وڃي ڏسي ته ماريچ مني واس ۾ جٽاڌارن
ٻدل ڪڻن کي پرڪاش ڪندڙ نرگڻ ڀڳوان جو ڌيان ڪري رهيو آهي، سماڌي
لٿڻ ڪانپوءِ هن راوڻ کي پنهنجي گهر آيل ڏٺو، راوڻ کي ڏسندئي ماريچ
اٿي اٿي رهيو ۽ ان کي آدرستڪار ڪري آسڻ ڏيئي وڌاري پڇڻ لڳو
هي راوڻ هن وقت تون اڪيلو رٿ ۾ چڙهي ڪيئن آيو آهين؟ ڪهڙو سبب
آهي؟ تنهنجو مک ملين ۽ من چنتا ۾ وياڪل ٿو ڏسجي؟ تنهن تي راوڻ
چوڻ لڳو ته ايوڌيا پوريءَ جي راجا دشرٿ پنهنجي پٽ رام کي لڇمڻ ۽
سيتا سميت بنواس ڏنو آهي سو هن وقت اهي پنچوٽي نالي آشرم ۾ رهن
ٿا، ٻڌو اٿم ته ان جي استري سيتا ڏاڍي سندر آهي جا ٽنهي لوڪن کي
موهت ڪرڻ واري آهي، هن رام اڪيلي سڀئي راڪشن ۽ منهنجي پاڪر کي
ماري ان ان ۾ اڇلائي ڇڏيو آهي. انهن سان وڙهي تون ۽ منهنجي ڀيڻ شورپڻکا جو اهو قصور

نڪ ڪاٽي ڇڏيو اٿس، انهيءَ ڪري منهنجي سهائتا ڪر ۽ هرڻ جو روپ ڌاري رام ۽ لڇمڻ کي آشرم کان پري وٺي وڃ. ان وقت مان سيتا کي کڻي هليو ويندس. اهڙي طرح راوڻ جا وچن ٻڌي ماريچ عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو، هي راوڻ! هيءَ سرو ناس ڪرڻ وارين ڳالهيون توکي ڪنهن ٻڌايون آهن، هن طرح سان ڪوئي تنهن جو ناس ڪرڻ چاهي ٿو ته سچ پچ تنهن جو دشمن آهي ۽ مارڻ جوڳو آهي. هي راوڻ ان جي حال اوستا جي وبرتا کي ياد ڪري جڏهن وشوامتر جي يگيه جي رکيا ڪرڻ لاءِ آيو هئس ۽ ان وقت هڪ ئي ٻاڻ سان مون کي سؤ يوجن پري سمنڊ جي ڪناري اچي ڪٽي ڦٽو ڪيو هئائين، تڏهن کان وٺي مان ڀؤ کان وياڪل ٿي رهان ٿو ۽ سدائين ان ڳالهه جي ياد پوڻ ڪري مونکي ڇنڊي پاسن کان رام ئي رام ڏيکاري ڏيئي رهيو آهي پر جنهن وقت مان سمهان ٿو ته ان وقت من ئي من ۾ رام جو سمرڻ ڪندو رهان ٿو، اهڙي رگهناٿ کي سپني ۾ ڏسي جڏهن ننڊ مان ڄاڳان ٿو تڏهن به ڳالهه نٿي وسري، تنهن ڪري هي **راوڻ ! تون شري رامچندر سان هٺ ڇڏي پنهنجي گهر هليو وڃ ۽ وڃي پنهنجي راڪش ونش جي رکيا ڪر. شري رامچندر سان وير نه ڪر، اُن سان وير ڀاءُ رکڻ ڪري سڀ ڪجهه نشٽ ٿي ويندو. تنهن ڪري تون پڪ ڄاڻ ته رام منش نه آهي- هو ساکيات ڀڳوان نارائڻ آهي مايا سان منش روپ ڌاري پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ بن ۾ آيو آهي، تنهن ڪري تون پنهنجو پلو ڇاڏي موٽي هليو وڃ.**

ماريچ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو جيڪڏهن برهما جي پرارٿنا سان پرماتما رام منش روپ ۾ مون کي مارڻ لاءِ هتي آيو آهي ته ضرور الئين ٿي ڪندو، تنهن ڪري مان ضرور شري رامچندر وٽ وڃي سيتا کي کڻي ايندس، جيڪڏهن ٻڌ ۾ ان جي هٿان مرندس ته پرم پد پائيندس، پر جيڪڏهن مون ان کي ٻڌ ۾ ماري ڇڏيو ته پوءِ اي ٻئو ئي سيتا کي کڻي ايندس، تنهن ڪري هي ماريچ! اُٿ ۽ جلدي سهڻو وچتر روپ ڌاري رام ۽ لڇمڻ کي آشرم کان ٻاهر وٺي وڃ: پوءِ مونئي پنهنجي آشرم ۾ اچي رهه. پر جيڪڏهن منهنجو چوڻ نه مڃيندين ته هن تلوار سان توکي به ماري ، راوڻ جا اهي وچن ٻڌي ماريچ من ئي من ۾ ويچار ڪيو ته

جيڪڏهن شري رامچندر مون کي ماريندو ته مان سنسار ساگر کان پار پئجي ويندس پر جي هيءَ دشٽ ماريندو ته پڪ مون کي نرڪ پهچائيندو، ائين مَن ۾ سوچي شري رامچندر جي هٿان مرڻ جو پڪو ويچار ڪري جلدي اٿي راوڻ کي چوڻ لڳو، هي راوڻ مان توهان جي آگيا جو پالن ڪندس. ائين چئي هو راوڻ جي رٿ تي چڙهي شري رامچندر جي آشرم وٽ آيو ۽ چانديءَ جي بوند سان سچو سوار سونو پٽالي هرڻ جو وچتر روپ ڌارڻ ڪيو. ان جا سڱ رتن سان جڙيل ۽ کُر مٺين جهڙا ۽ اکيون نيلي رتن جهڙيون اجليءَ وانگر چمڪندڙ ۽ منوهر مکه وارو اهو هرڻ رامچندر جي آشرم جي ويجهو سيتا جي سامهون بن ۾ گهمڻ لڳو ڪڏهن ورقس ٽپال پيو ماري، ڪڏهن پرسان وڃيو اڀو پيو رهي، ڪڏهن پڇڙ پيو وهي، اهڙي طرح هو مايا روپي هرڻ سيتا کي موهت ڪرڻ لاءِ اتي گهمڻ لڳو.

## رامچندر جو سوني هرڻ ڏانهن ڀوڙڻ

سيتا اهو مايا روپي هرڻ ڏسي رامچندر وٽ اچي نمرتا سان مرڪي چوڻ لڳي، هي رام! هي رتن جڙيل شوڀيڪ وچتر سونو هرڻ ته ڏسو هن جي سرير تي عجب جهڙي بوند چٽيل آهي ۽ ڪيڏن اي ڀلو ٿي گهمي رهيو آهي، هي پريو! توهان هن کي ماري مون کي کل آڻي ڏيو، هن جي چمڙي گهڻي نه سندر آهي، تڏهن رامچندر تمام چڱو چئي پنهنجو ڌنش کنيو ۽ وڃڻ وقت لڇمڻ کي چيو، هي لڇمڻ! تون سيتا جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪج چو ته بن ۾ مايا روپي ڀينڪر راڪش گهمي رهيا آهن تنهن ڪري تون سيتا جي ساوڌانيءَ سان رکيا ڪج، تڏهن لڇمڻ چوڻ لڳو، هي ديو! شايد هيءَ هرڻ روپ ۾ ماريچ راڪش آهي، ڀلا هرڻ ڪڏهن اهڙو ٿي سگهندو؟ لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي شري رامچندر چوڻ لڳو، جيڪڏهن ماريچ آهي ته ان ۾ ڪو شڪ نه آهي مان هن کي ضرور ماريندس ۽ جي سچ پچ هرڻ ٿي آهي ته سيتا جي دل خوش ڪرڻ لاءِ پڪڙي وٺي ايندس. مان هينئر وڃي تمام جلد هن هرڻ کي ٻڌي وٺي ٿو اچان ايستائين تون سيتا جي سنڀال ڪندو ساوڌان ٿي رهج.

هن جڳت جي پيدا رواي موهني مايا جنهن جي سهاري آهي، اهوئي رامچندر ائين چئي ان مايا روپي هرڻ جي پٺيان ويو، هو هرڻ ڪڏهن ته ويجهو پيو ڏسڻ ۾ اچي ڪڏهن پري ڀڄي هڪ کن ۾ لڪي ٿي وڃي ۽ وري پري کان پيو ڏيکاري ڏئي اهڙي طرح هو رامچندر کي گهڻو پري وٺي ويو

تڏهن رامچندر کي پڪ ٿي ته هيءَ راڪش آهي ڀوءِ ڏنش ۾ ٻاڻ چاڙهي ڪشي ڇڏيو. ٻاڻ لڳڻ شرط ماريچ پنهنجو اصل روپ ڌاري رت ۾ ٻڏل مک سان پرٿويءَ تي ڪري پيو ۽ رام جي ٻوليءَ ۾ چوڻ لڳو، هاءِ لڇمڻ! هاءِ لڇمڻ! مان مارجي ويس، مرڻ وقت جنهن جي نام سمرڻ سان اگيانيءَ ۽ مڪت ٿي وڃن ٿا. ان هوريءَ کي ڏسندي ڏسندي ان جي سرير مان نڪتل تيج سري رام ۾ سمائجي ويو جو سري رام جو سمرڻ ڪندو سرير ڇڏي ٿو اهو پرمڻ هجي يا راڪش، پاپي هجي يا ڌرمي، پرم پد کي پائي ٿو. تڏهن رامچندر ويچار ڪرڻ لڳو ته هن راڪش مرڻ وقت منهنجي ٿي ٻوليءَ ۾ هاءِ لڇمڻ چئي پراڻ ڇو ڇڏيا؟ هيءَ منهنجي ٻوليءَ جا لفظ ٻڌي سيتا جي ڪهڙي حالت ٿي هوندي هن طرح چنتا ڪندي گهڻو پري کان موٽڻ لڳو. هيڏانهن سيتا جو ”هاءِ لڇمڻ“ جو آواز ٻڌو سا دک ۾ وياڪل ٿي لڇمڻ کي چوڻ لڳي هي ڏيور! تون جلدي وڃ پنهنجي ڀاءُ جي سڌ لهي اڄ تنهنجي ڀاءُ جي متان ڪا مصيبت آئي ٿي ڏسجي تون پنهنجي ڀاءُ جو ”هاءِ لڇمڻ“ جو آواز نٿو ٻڌين؟ تنهن تي لڇمڻ چوڻ لڳو، هي ديوي! اهو آواز شري رامچندر جو نه آهي، ڪنهن راڪش مرڻ وقت اهي لفظ چيا آهن. جو شري رامچندر ڪروڌ ۾ اچڻ ڪري هڪ ڪڻ ۾ ٽنهي لوڪن کي ناس ڪري سگهي ٿو، سو اهو ديونندن ٻريو ڀلا! اهي دان دکي لفظ ڪيئن چئي سگهندو؟ تڏهن سيتا اکين ۾ پاڻي آڻي ڪروڌ مان لڇمڻ ڏي نهاري چوڻ لڳي هي لڇمڻ! ڇا تون پنهنجي ڀاءُ کي مصيبت ۾ پيل ڏسڻ چاهين ٿو؟ مان ڄاڻان ٿي ته تنهنجي من ۾ مندي آهي؟ ڇا رام جي مرڻ کان پوءِ مونکي وٺي وڃڻ لاءِ آيو آهين؟ پر تون مون کي حاصل نٿو ڪري سگهين؟ سيتا جا اهڙا ڪئور وچن ٻڌي لڇمڻ اٿي ڪن کٽي بند ڪيا.

پرالبڌ ڏاڍي ڪئور ۽ نئر ٿيندي آهي نه ته سيتا جهڙي ساڌوي ۽ پوتر ناري اهڙا ڪئور وچن ڪيئن چئي. هن جا اهڙا اشد ۽ اجوڳ لفظ ٻڌي لڇمڻ نراس ۽ نا اميد ٿي ويو. ماتا سيتا جي لفظن سري لڇمڻ کي گهائي ڇڏيو. هن جي ڪنن ۾ لفظ گونجڻ لڳا:

ڀاءُ کي تون ڇالين نٿو،
ڀانا اجايا ٻڌائين ٿو،
پسي سرس سوپيا ۽ نازڪ بدن،
مرتي تون شاهد شڪن. (سائل)

زهريلن ٻاڻن جيان، ماتا سيتا جا وچن چڀڻ لڳا. لڇمڻ چيو، ماتا! توکي اهڙا وچن چوڻ واجب نه آهي، مان ڀاءُ جو ٻالڪ آهيان، اهڙا لفظ شوڀا ڪون ٿا ڏين. ماتا سيتا جي گهڻي چوڻ تي لڇمڻ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، وڃڻ وقت چوڻ لڳو، ”ماتا! مونکي ڀوُ آهي ته ڪٿي ڀاءُ جي مٿان آپدا نه اچي. هي ٿيءَ ان راڪشن سان ڀرپور آهي، هت سک ۽ شانتي ڪونه آهي.

ماتا! تون سنتوش ڪر، اجايو نه جلدي جاءِ جوش ڪر.

هت ديو راڪشس گهڻا ٿا گهمن، سگهي ٿي نه ماڻهو ڪڏهن سمهن (سالل)

”شل ڀڳوان تنهنجي رکيا ڪري- مان وڃان ٿو ڀرانا سري رام ڏانهن.“ ائين چئي ڪري لڇمڻ ماتا سيتا کي پرڻام ڪيو ۽ دکي ۽ وياڪل ٿي هلندو ويو، کي ان ۾ اڪيلو ڇڏي ويو. اترو چئي لڇمڻ ڪٽيا جي ٻاهران ليڪ ي ۽ سيتا کي تاڪيد ڪري ويو ته هن ليڪي کان ٻاهر نه نڪرجان، رامچندر کي ڳولهڻ لاءِ نڪري پيو.

## راوڻ جو سيتا کي ڀڄائڻ

راوڻ کي نه اهڙو سندر موقعو گهربو هو، پنهنجي شڪتيءَ سان هن روپ ۽ ساڌو مهراج جو ويس ڪري ڪمنڊل هٿ ۾ کڻي سيتا وٽ آيو، هن کي ساڌو سمجهي پرڻام ڪيو ۽ ڪند مول ڦل آڻي آدرستڪار ي چوڻ لڳي هي مهور! هي ڦل ڪند مول کائي وشرام ڪريو، هيٺر ي ديو ۾ منهنجو پتي ديو اچي ويندو اهو توهان جي وڏڪ شيوا ڪندو، ن ڀيکاري چوڻ لڳو، هي ڪمل لوچني! تون ڪير آهين؟ تنهنجو پتي ر آهي؟ هي ديوي! هن راڪشن سان ڀريل بن ۾ تون ڇو رهين ٿي؟ ڪلياڻي اهو سمورو حال ٻڌاءِ پوءِ مان توکي پنهنجو حال ٻڌايان، تڏهن سيتا چوڻ لڳي، هي مهراج! شريمان مهراج دشرٿ ايوڌيا جو راجا هو ان سڀ کان وڏو پٽ رام آهي. مان جنڪ نندني سيتا ان جي ڌرم پتني آهيان، ان ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي. اسان ٽنهي سان گڏ شري رامچندر، جو پتا جي ا سان چوڏهن ورهيه ڏنڊڪارڻيه ان ۾ رهڻ لاءِ آيا آهيون. هاڻي توهان کي پنهنجو سماچار ٻڌايو. تڏهن ڀيکاري چوڻ لڳو، مان پلستيه نندن وا جو پٽ راڪشن جو راجا راوڻ آهيان مان توکي وٺي وڃڻ لاءِ آتو رهيو ز س، تڏهن ڪري هن وقت پنهنجي راجڌاني ۾ توکي وٺي وڃڻ لاءِ هت آهيان، توکي هن مدي ويس ڌاري رام مان ڇا ملندو تون مون سان

پرلم ڪر ۽ بنواس جي ڏکن کان ڇٽي تون مون سان گڏ جــي انيڪ قسمن جا ڀوڳ ڀلي ڀوڳي، راوڻ جا اهي وچن ٻڌي سيتا ڏپ وچان چوڻ لڳي، اڙي پاکنڊي! تون ساڌو آهين يا دشٽ؟ ٿورو ترس ڀڳوان اچو آيو ڪي آيو، پوءِ تنهنجي خبر پوندي، اڙي ڪپٽي! ڇــا شينهن جي پتنيءَ سان ڪڏهن گڏهه به پل آزمائي سگهندو آهي؟ ڪڏهن ڪانگ به هنس سان ٽڪر هڻي سگهندو، سو جيڪڏهن پنهنجو ڀلو چاهين ته وڃ گهر جو رستو نه ته شري رامچندر جي ٻاڻ سان اڄهو هينئر ٿي ٽڪر ٽڪر ٿي زمين تي ڪري پوندين .

## راوڻ ۽ جٽايوءَ جي يڌ

سيتا جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ پرجي پنهنجو ڀيانڪ روپ سيتا کي ڏيکاريو جنهن جا ڏهه مکه ۽ ويهه ٻانهون ۽ سريو جنهن جو ڪاري بادل وانگر هئو، اهڙي ڀينڪر روپ کي ڏسي ان ديوتـــون به ڏڪڻ لڳيون، پوءِ راوڻ سيتا جي پيرن هيٺان زمين ٽهن سان کوٽــي ليڪو مٿان سيتا کي پنهنجي هٿن سان کڻي رٿ ۾ وهاري هڪدم آڪاش ۾ هلڻ لڳو، ان وقت سيتا ڏپ ۾ وياڪل ٿي نماڻا نيڻ ڪيو پرٿويءَ ڏانهن نهاري هاءِ رام! هاءِ لڇمڻ! ائين چئي روئڻ لڳي .

اهڙو دکدائڪ آواز ٻڌي هڪدم ٽڪيءَ ڇهنب وارو جٽايو پکي پهاڙ جي چوٽيءَ تان آيو ۽ سهي ڪيائين ته هيءَ رگهونشي شري رامچندر جي استري آهي جنهن کي نيچ راڪش راوڻ کنيو ٿو وڃي، ويچار ڪيائين ته جيتوڻيڪ اڳي جهڙو بل ڪونهيم ته به هڪوار هن دشٽ سان مقابلو ڪندس سو پڪاري چوڻ لڳو هي راوڻ! دشٽ تون منهنجي سامهون سيتا رگهنات جي استريءَ کي سڃي ان مان کڻي وڃڻ وارو تون ڪير آهين؟ ائين چئي جٽايو پنهنجي ٽڪيءَ ڇهنب سان راوڻ جي رٿ کي چوُر چوُر ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿن جــي پنجي سان گهوڙن کي ماري ان جو ڌنش ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيـــو تڏهن راوڻ سيتا کي ڇڏي پنهنجي تلوار ڪڍي جٽايو کي پکڙي ڪٽي ڇڏيا. پر ڪٽجڻ ڪري جٽايو اڌ مئو ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو، پوءِ راوڻ سيتا کي ٻئي رٿ تي چاڙهي هليو ويو، ان وقت سيتا ڪنهن بـه سهائتا ڪندڙ کي نه ڏسي رام کي پڪاري روئـــي چوڻ لڳي، هاءِ رام! هاءِ جگر ناٿ! ڇا توهان مون دکيءَ کي نٿا ڏسو هي راگهوا! توهان جي پياري سيتا کي راڪشس کنيو ٿو وڃي، هي ديالو! ديا ڪري اچي ڇڏايو، هاءِ لڇمڻ! مون اپراڌڻ جي اچي رکيا ڪر، هي ڏيـــرم! مون تنهنجي ڳالهه

نه مڃي جنهن جو هيءُ پولڪش ڦل پاتم. اهڙي طرح سيتا روئندي ڪندي رام جي اچڻ جي آشا ڪندي هلي، راوڻ ان کي وڃي هوا جي سمان تيزيءَ سان هلڻ لڳو. اهڙي طرح آڪاش رستي ويندي ويندي هيمڪ ڏسندي سيتا هڪ پهاڙ جي چوٽيءَ تي پنج بانَر ويٺل ڏٺا انهن کي ڏسي پنهنجا زيور لاهي ساڙهيءَ جي ٽڪر ۾ ٻڌي (هيءُ رام کي منهنجو سماچار ڏيندا) انهيءَ پاران سان پهاڙ تي ڦٽا ڪيا تنهن کان پوءِ راوڻ سمنڊ پار ڪري لنڪا ۾ پهچي سيتا کي آڻي اشوڪ واٽڪا ۾ ڇڏيائين ۽ گهر وڃي نه وس سو انهيءَ کري جو کيس سراپ مليل هئو نه جيڪڏهن هو ڪنهن به استريءَ سان زبردستيءَ ڀوڳ ڪندو ته سندس مستڪ هڪ سؤ ٽڪر ٿي ويندو انهيءَ ڪري کيس سراپ مليل هو. انيڪ ڪوشش ڪندي ۽ ڀؤ ڏيکاريندي به جڏهن سيتا راوڻ جي هڪ ڳالهه به نه مڃي تڏهن کيس اشوڪ وڻ جي هيٺان ڪٽي وهاريائين ان استان ۾ سيتا سڀني هار سينگار ڇڏي دک جي کري هاءِ رام! هاءِ رام! الين ورلاپ ڪندي راڪشن جي وچ ۾ رهڻ لڳي. برهما کي جڏهن اها خبر پيئي تڏهن اندر کي گهرائي چيائين تـه سيتا وٽ اهڙي انگل سان وڃ جو راوڻ کي خبر نه پوي ۽ هيءُ کير سيتا کي پياري اچ، جنهن جي پيئڻ کري هزارين ورهيه بک اچ نه لڳي، اندر "تمام چڱو" چئي روانو ٿيو ۽ اتي اچي اهڙي مايا پکيڙيائين جو سڀ پهريدار سمهي رهيا پوءِ سيتا وٽ کير کڻي آيو ۽ کيس سمجهائي کير پياري پنهنجي لوڪ ڏي روانو ٿيو.

## سيتا کي نه ڏسي رامچندر جا ورلاپ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! هيڏانهن شري رامچندر مايا روپ هرڻ ماريچ راڪش کي ماري پنهنجي آشرم ڏانهن ٿي موٽيو ته ڏٺائين اداس مک سان لڇمڻ کي ايندو ڏٺائين، تڏهن رگهنات من ۾ سوچڻ لڳو ته لڇمڻ کي اها خبر نه آهي ته مون مايا روپ سيتا بڻائي آهي سان مثل وانگر شوڪ ڪندس. جيڪڏهن مان ائين نه ڪندس ته لڇمڻ کان اها ڳالهه لڪائي مان رواجي ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ تنهن کري لڇمڻ سان رواجي ماڻهن وانگر شوڪ ڪيا ۽ واهي رهندس ته هي ڪروڙين راڪشن کي مارڻ جو اپاءِ ڪيئن ٿيندو، جيڪڏهن مان انهي لاءِ دک ۾ وياڪل ٿي ڪامي پرش وانگر شوڪ ڪندس ته سيتا جي کوج ڪندو راڪشن جي راجا راوڻ وٽ پهچي ويندس ۽ ان کي ڪل سميت ماري پنهنجو پاڙيهو اگني ۾ ڳجهو شريش تيل سيتا کي باهر ڪڍي پوءِ جلدي اوڌيا هليو ويندس. برهما جي پرارٿنا سان مون

منش اوتار ورتو آهي، تنهن ڪري مان ڪجهه وقت پرٿويءَ تي منش ڀاونا سان ٿي رهندس. شري رامچندر اهڙي طرح ٻڪ ڪري لڇمڻ ڏانهن نهاري چوڻ لڳو، هي لڇمڻ! تون سيتا کي ڇڏي ڪيئن هليو آئين؟ هاڻ راڪش سيتا کي کائي ويا هوندا، تڏهن لڇمڻ هٿ جوڙي سيتا جي روئڻ ۽ ڪٺور وچن جي سموري حقيقت ڪري چوڻ لڳو، توهان جي ٻوليءَ ۾ راڪش جي واتان ڇيل "هاءِ لڇمڻ" اهي شبد ٻڌي سيتا هڪدم مونکي چيو ته جلدي وڃ، تڏهن مون انکي سمجهائي چيو هي ديوي! اهو رگهنات جو آواز نه آهي، راڪش جو آواز آهي، تون ڪو به خيال نه ڪر، منهنجي اهڙي چوڻ ڪري سيتا مونکي جيڪي ڪٺور وچن چيا، هي رگهنات! اهي توهان جي سامهون چوڻ ڦرگيو نه آهن تنهن ڪري مان ڪن بند ڪري اتان توهان کي ڏسڻ لاءِ آيو آهيان، تنهن تي شري رامچندر چيو لڇمڻ ليڪ آهي! پر توکي ائين ڪرڻ واجب نه هئو جو استريءَ جي ڳالهه کي سچو ڄاڻي سيتا کي ڇڏي آئين هاڻ راڪش يا ته سيتا کي کڻي ويا هوندا يا ته انکي کائي ويا هوندا. اهڙي طرح چنتا ڪندي شري رامچندر ۽ لڇمڻ جلدي پنهنجي آشرم ۾ آيا ليڪن اتي ڄانڪيءَ کي نه ڏسي دک ۾ دکي ٿي ورلاپ ڪرڻ لڳا، هاءِ سيتا! اڄ تون آشرم ۾ نٿي ڏسجين، تون ڪيڏانهن هلي وئينءَ. اهڙي طرح ورلاپ ڪندي انهن سڀ ٻن ڳوليو پر ڪٿي به ڄانڪيءَ جو پتو ڪو نه پيو ۽ رامچندر دکي ٿي چوڻ لڳو، هي ٻن ديوتون ٻڌايو ته منهنجي پران پياري سيتا ڪٿي آهي، اڙي مرگ پکيو ۽ ڀونرو (وڻ) توهان منهنجي پياريءَ جو پتو ٻڌايو اهڙي طرح ورلاپ ڪندي سيتا کي ڪٿي به نه ڏٺائين، افسوس ڀڳوان رام آنند سروپ ٿي ڪري سيتا جي لاءِ شوڪ ڪيو، پڪ هوندي به ان جي ڳولها ۾ ڊوڙندو رهيو ۽ اهنڪار کان ڇٽل اکنڊ آنند سروپ ٿي ڪري تمام دکي ٿي منهنجي مايا سيتا ائين چئي ورلاپ ڪيا.

## رامچندر جو جٽايوءَ کي مکتي ڏيڻ

اهڙي طرح سيتا جو وڇار ڪري رگهنات نرموهه هوندي به موڙهه پرش وانگر موهت ڏسڻ ۾ آيو ليڪن تتو گيانين کي اهڙو ڀرم نٿو ٿئي، اهڙي طرح لڇمڻ سميت سري رامچندر سڀ ٻن سيتا کي ڳولهيندا پند ڪندا پٺي آيا ته رستي تي رت، ڇت، ڌنش ۽ رٿ جي پڳل هڪ ڪاٺي زمين تي پيل ڏسي شري رامچندر لڇمڻ کي چوڻ لڳو، لڇمڻ! ڏس هتي

سيتا کي وٺي ويندو ڏسي ڪوئي ٻرش ٻڌ جٽئي ان کي ڪٽي ويـو آهي،
انهن چئي اڳتي هلڻ لڳا ڪجهه پنڌ ڪرڻ کان پوءِ هنن هڪ ٻهاڙ جهڙو
سرير خون ۾ ٻڏل ڏٺو جنهن کي ڏسي سري رامچندر چوڻ لڳو لڇمڻ! هـو
ڏس، شڪ نه آهي ته هيءُ ئي سيتا کي کائي ٻرس ئي هنن ايڪانت ۾
سمهيو پيو آهي، مان هن پاپيءَ کي هينئر ئي ماري ٿو ڇڏيان. هي لڇمڻ!
جلدي منهنجو ڌنش ٻاڻ کڻي اچ. رام جو اهو وچن ٻڌي جٽايو ٻڌي چوڻ
لڳو، هي ٻرڀو! مان پنهنجي ڪرم سان مري رهيو آهيان، توهان جو ڪلياڻ
ٿئي توهان مونکي نه ماريو، مان جٽايو آهيان، مون توهان جي استري کڻي
وڃڻ واري راوڻ جو پيڇو ڪيو، هي شتروڌمن! مون هن سان ٻڌ ڪئي،
مون هن جو رٿ گهوڙا ۽ ڌنش ڪاٽي ڇڏيو، هاڻ مان ان جي هٿان گهايل
ٿي پيو آهيان. هي جگرناٿ! توهين مون تي پنهنجي دٻا دوشٽي سان نهاريو
ڇو ته مان هينئر ٻراڻ ليا ڳيان ٿو. اهو ٻڌي رگهناٿ جٽايو وٽ وڃي دکي
حالت ۾ ڏسي اکين ۾ آنسون آڻي ان جي سر تي هٿ ڦيرائيندي چوڻ لڳو،
هي جٽايو پتاءُ ته منهنجي ٻراڻ پياري سيتا کي ڪير کڻي ويو، افسوس!
جو تون منهنجي ڪارڻ ڪري گهايل ٿي پيو آهين تنهن ڪري تون منهنجو
پيارو متر آهين، جٽايو دک جي پيڙا کان چوڻ لڳو، هي راما! مها پراڪرمي
راڪشن جو راجا راوڻ سيتا کي ڏکڻ طرف وٺي ويـو آهي ۽ وڌيڪ چوڻ
جي مونکي شڪتي نه آهي، هي رام مون فقط توهان جي درشن ڪرڻ لاءِ
پنهنجا ٻراڻ رکيا هوا جي هاڻ موڪلائين ٿا، تنهن تي رامچندر چوڻ لڳو،
پتا! ائين نه ڪر. تنهن تي جٽايو مرڪي چيو هي ڪرپالو اڄ وڏن پاپن سان
مون مرڻ وقت توهان جو درشن ڪيو آهي ۽ انت سمي توهان پاڻ ٻراجمان
آهيو پوءِ پتايو نه هاڻ وري ڪنهن جي لاءِ سرير رکان تڏهن شري رامچندر
چوڻ لڳو پتا! تو پنهنجي ڪرمن موجب گت پاتي آهي جنهن جو من اپڪار
سان ڀريل آهي ان لاءِ سنسار ۾ ڪجهه به مشڪل نه آهي تنهن ڪري تون
پاڻي هن سرير کي ڇڏي منهنجي لوڪ ۾ وڃ، پوءِ جٽايو رام نام اچاريندو
رام جي شيام ورن مورتي من ۾ ڌاريندو سرڳ ڌام هليو ويو ۽ رامچندر
پنهنجي هٿن سان هن جو ڪريا ڪرم ڪيو، ڀڳوان دينن جو دئيالو بنا ڪنهن
سبب جي هرڪنهن تي ڪرپا ڪري ٿو تنهن تي مانس کائيندڙ جٽايوءَ کي
اها گت ڏني جا جوڳي جن هميشه چاهين ٿا، سچ آهي اهي منش اڀاڳا آهن
جو اهڙي ست چت آنند پرماتما کي وساري وشين جي موهه ۾ ڦاٿا رهن ٿا.

## ڪبنڌ جو اُڌار

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! تنهن کانپوءِ سري رامچندر دکي حالت ۾ سيتا کي ڳولهڻ لاءِ لڇمڻ سان گڏ ٻئي ان ۾ ويا، اتي هنن هڪ وڏي شڪل وارو وچتر روپ ڀيانڪ راڪش ڏٺو، جنهن جو ڇاتيءَ ۾ ئي وڏو مک هئو جو نيترن کان رهت، جنهن جون ٻانهون هڪ هڪ يوجن تائين ڊگهيون پکڙيل هيون ، هي سيني جهڙو ٻرانهن کي کائڻ وارو ڪبنڌ نالي دئيتراج هو ان جي ٻانهن جي وچ ۾ هلندي هلندي ٻاڻ کي گهيرال رام ۽ لڇمڻ ان مها ٻلوان راڪش کي ڏٺو، تڏهن رامچندر مشڪندي چوڻ لڳو هي لڇمڻ! هن راڪش کي ڏس جو سر ۽ پيرن کان رهت آهي ۽ هن جو ڇاتيءَ ۾ منهن آهي پنهنجي ٻانهن سان هن کي جو ڪجهه ملي ٿو ان کي کائي جيئرو رهي ٿو. اسان ٻئي به هن جي ٻانهن جي وچ ۾ ڦاسي ويا آهيون، هي لڇمڻ هن جي چنبي مان نڪرڻ جو ڪوئي رستو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، تنهن تي لڇمڻ چوڻ لڳو هي راگهو! وچار ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي اسين ٻئي ساوڌانيءَ سان هيٺئين هن جي هڪ هڪ ٻانهن ڪاٽي ٿا ڇڏيون تڏهن رامچندر، تمام چڱو چئي راڪش جي ڏاڪي ٻانهن ڪاٽي ڇڏي ۽ لڇمڻ ٽڙيءَ سان ان جي ساڄي ٻانهن اڏائي ڇڏي، تڏهن دئيت عجب ۾ پئجي چيو ته منهنجي ٻانهن کي ڪاٽڻ وارا توهين ڪير سرشت ديو آهيو؟ هن لوڪ ۾ ٽوڙي سرڳ واسي ديوتائن ۾ ڪوئي به اهڙو سمرٿ هئڻ مشڪل آهي. تنهن تي سري رامچندر مشڪندي چيو ته مان راجا دشرٿ جو پٽ رام آهيان ۽ هيءَ منهنجو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آهي اسين سيتا کي ڳولهڻ لاءِ هن گهور ان ۾ آيا آهيون ته اتي ۾ تو اسانکي پنهنجي ٻانهن ۾ گهيري ڇڏيو تڏهن اسان پنهنجا پراڻ بچائڻ لاءِ تنهنجون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيونسين هاڻ تون ٻڌاءِ ته ڀيڪر روپ وارو تون ڪير آهين؟ تنهن تي ڪبنڌ چيو، هي رام! پتي اصل مان گندرو راج هوس مان پنهنجي سونهن ڪري سندر استرين جو چت چورائيندو سڀني لوڪن ۾ گهمندو رهيس هڪ ڀيري اشٽاوڪر منيءَ کي ڏسي مونکان کل نڪري ويئي، تنهن ڪري مني ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو، اڙي دشٽ! تون وڃين راڪش ٿيءُ. ان جي سراپ ڪري ڊپ ۾ وياڪل ٿي جڏهن مون ان کي وينتي ڪئي ته ان ليڪسويءَ منهنجي سراپ جي مڪت ٿيڻ جو اپاءُ ٻڌايو ته ترينا جڳ ۾ ڀاڻ نارائڻ دشرٿ جي گهر اوتار وٺي تو وٽ ايندو ۽ تنهنجون هڪ هڪ يوجن وارون ڊگهيون ٻانهون ڪاٽي ڇڏيندو، تڏهن تون سراپ کان ڇٽي اصل روپ پائيندين ، انهيءَ سراپ

ملڻ ڪري مون ٻاڻ کي راڪش روپ ۾ ڏٺو، هي رام! هڪ ٻيءَ مسان رونشو ڪري ديوراج اندر جي پٺيان ڊوڙ اس، تڏهن هن ڪروڌ ۾ اچي منهنجي مٿي تي وڄر هنيو ان وڄر لڳڻ شرط منهنجو سر ۽ پير پيٽ ۾ داخل ويا ۽ برهما کان مليل ور جي اثر سان مئس ڪونہ، مونکي مک کان ڪمزور ڏسي سڀئي ديوتائن مون تي ديا ڪري ديوراج اندر کي چيو تہ هيءُ ابا مک جي ڪين جيئرو رهي سگهندو، تڏهن ديوراج اندر مون کي چيو تہ تنهنجي پيٽ ۾ اُٿي مک ٿيندو تنهنجون ٻانهون هڪ هڪ ٻاجن ڊگهيون رهنديون، اندر جي ائين چوڻ ڪري مان هت رهي هر روز پنهنجي ٻانهن سان ٻن جي جيون کي قاسائي کائيندو رهان ٿو. هي رام! هن ٻانهن کي توهان ڪاٽي ڇڏيو هاڻي مان سراپ کان مڪت ٿيس ائين چئي گڊ گڊ ٿي ڀڳوان جي استوتي ڪرڻ لڳو، تڏهن سري رامچندر ٻڌڻ لاءِ چوڻ لڳو هي گندرو! جو برهمڻ کل سان وير رکندڙ آهي سو مورک. مون کي پيارو نہ آهي ۽ جو ٻيا ڇل ڪپٽ جي من ڪرم ۽ واڻيءَ سان برهمڻ جي شيوا ٿو ڪري ان جي وس ۾ مون سان گڏ شو برهما ۽ ٻيو ٻوي. سراپ ڏيندڙ ۽ ڪاور وچن چوندڙ هوندي بہ براهمڻ پوڄڻ جوڳو آهي ڪو شودر ڪٿي ودوان ڪتوان ۽ گياني ڇو نہ هجي تہ بہ اپوڄيہ آهي. اهڙي طرح ڀڳوان هن کي ست ڌرم جي سکيا ڏيئي چيو هي گندرو مان تنهنجي ڀڳتي ۽ استوتي دئاران ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان تنهن ڪري تون هاڻي پراڻ تياڳي پرم لوڪ ۾ وڃ. رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ڪبنڌ پراڻ تياڳيا، مرڻ وقت ان راڪش شري رامچندر کي وينتي ڪئي تہ منهن جو اگني سنسڪار ڪيو وڃي جڏهن رام ۽ لڇمڻ چڪيا ٿا هي ان ڀيانڪ راڪش جي اگني سنسڪار ۽ ڪريا ڪرم ڪيو تڏهن ان اگنيءَ مان هڪ سندر تيجسوي گندرو نڪتو جو شري رامچندر کي هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي رگهنندن سامهون واري آشرم ۾ ڀيلڻي رهي ٿي هوءَ توهان جي چرڻ ڪملن ۾ شردا ۽ پريم ڀڳتيءَ ۾ ليٽ آهي هي پريو! توهين اتي وڃو، هوءَ توهان کي سيتا جي سنبنڌ ۾ سڀ ڳالهيون ٻڌائيندي، ائين چئي ڪبنڌ پنهنجي اصلوڪي گندرو جي سندر ديہ ڌاري گندرو لوڪ پڌاريو.

## رامچندر ۽ شبريءَ جو سنواد

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪبنڌ جي چوڻ موجب شري رام ۽ لڇمڻ رشي مسرڪ ٻرات ڏانهن هلڻ لڳا، هلندا هلندا پنڌ ڪندا پمپاسر

جي ڪناري وٽ اچي پهتا ان سندر سروور جي ڪنڌي تي مهرشي متنگ جو آشرم هئو، جنهن ۾ ڀيلڻي ڀڳتڻ رهندي هئي ان آشرم ۾ آيا، شري رام ۽ لڪشمڻ کي ايندو ڏسي ڏاڍو خوش ٿي اٿي ۽ نيترن ۾ آنند جا آنسون آڻي هوءَ ڀڳوان جي چرنن تي ڪري پئي ۽ پريم ۾ اهڙي ته گد گد ٿي وئي جو وات مان ڪجهه به ڳالهائڻ نه پئي اڪليس. نيٺ ڌيرج ڌاري ڀڳوان جو آدرستڪار ڪري هڪ سندر آسڻ وڇائي وهاريو ۽ جل آڻي ڀڳتي ڀاو سان شري رام ۽ لڪشمڻ جا چرن ڌوئي پنهنجي سر کي لڳائي شرڌا ۽ پريم سان پوڄا ڪئي ۽ امرت جهڙا مٺا مٺا ڦل جيڪي هن شري رامچندر لاءِ گڏ ڪري رکيا هوا اهي ڀڳتي ڀاو سان آڻي انهن کي ڏنا سي ڀڳوان وٺي ڏاڍي پريم سان واکاڻي کاڌا، اها ڪٿا پرسڌ آهي ته پريم وس ڀيلڻيءَ جا جوٺا بير ڀڳوان کاڌا، ان ڀيلڻيءَ ڀڳوان کي چونڊي رکيو مٺا بير کارائڻ لئي چاکيا سو بيرن ڏيڻ کان اڳ ۾ پئي هاڻ چکيائين. ڀڳوان ته آهي پريم جو بکيو سو اهي بير کائيندو ويو پوءِ شبري هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي رگهو سرشت! هن آشرم ۾ ٻهراڻين منهن جو گرو مهرشي متنگ رهندو هو ۽ مان ان جي شيوا ڪندي ڪيترن سالن کان وٺي رهان ٿي، پر اهو مهرشي متنگ پرم لوڪ هليو ويو، وڃڻ وقت هن مونکي چيو ته هڪ چت ٿي ان جو ڌيان ڪندي رهه ڇو ته سدائين پرماتما راڪشن کي مارڻ ۽ رشين جي رکيا ڪرڻ لاءِ راجا دشرت جي پٽ رام روپ ۾ اوتار ورتو آهي، اهو جلد ئي هت ايندو. اڄ ڪلهه ڀڳوان رامچندر چترڪوٽ پربت جي آشرم ۾ براجمان آهي تون رگهنات جي اچڻ وقت ان جو درشن ڪري پنهنجي سرير کي جلائي تون ان جي پرم ڌام ڏي هلي وڃج. هي رام! گروءَ جي چوڻ موجب مان تڏهن کان وٺي ڪيول توهان جو ڌيان ڪندي توهان جي اچڻ جي وات ڏسي رهي هيس. اڄ گروءَ جو چوڻ سچو ٿيو. هي رام! توهان جو درشن ته منهن جي گروءَ کي به نه ٿيو ڇو ته مان نيچ ذات ۾ پيدا ٿيل مورک اڻ ڄاڻ ناري آهيان ۽ مونکي توهان جي داسي سڏائڻ جو مهانڀاڳ ڪٿي آهي. هي ديويشور! مان توهان جي استوتي ڪري نٿي ڄاڻان هينئر مان ڇا ڪريان؟ پرڀو! توهان پاڻ ئي پنهنجي ديا سان مون تي پرسن ٿيو. تنهن تي شري رام چوڻ لڳو هي ديوي! عورت مرد ۽ ذات پات ۽ ڪل ڌرم جو منهن جي ڀڳتيءَ ۾ ڪوئي ڀيد ڀاو نه آهي، ان جو ڪارڻ ته هڪ منهن جي ڀڳتي آهي، جو منهن جي ڀڳتيءَ کان ري مک آهي جو اگيه، دان، تپ، ويد پڙهڻ، پڙهڻ ۽ ڪنهن به ڪرم سان منهن جو پيچرن نٿو ڪري سو

لوڪ پرلوڪ ۾ سک نٿو پائي ۽ چوراسي لک جونين ۾ ڀٽڪندو رهي ٿو.
هي ڀامني! هاڻ مان توکي نون پرڪارن جي ڀڳتي ٻڌايان ٿو جا ڌيان ڏيئي ٻڌ! (١) ست سنگ ۽ سنتن جو سنگ ڪرڻ آهي پهرين ڀڳتي (٢) منهنجي ڪٿا ڪيرتن ڪرڻ ۽ پريم سان ٻڌڻ آهي ٻي ڀڳتي (٣) منهنجي گڻن جي واکاڻ ڪرڻ آهي ٽين ڀڳتي (٤) گيتا اُپنشد ۽ منهنجي واڪين جي واکيان ڪرڻ آهي چوٿين ڀڳتي (٥) پنهنجي گرديو جي بنا ڪپٽ ٿي ڀڳوان ڄاڻي سيوا ڪرڻ آهي پنجين ڀڳتي (٦) پويتر سڀاءَ ست نيم پالڻ ڪرڻ ۽ منهنجي پوڄا ۾ پريم رکڻ آهي ڇهين ڀڳتي (٧) منهن جي منتر جو جاپ ڪرڻ آهي ستين ڀڳتي (٨) منهنجي ڀڳتن جي مون کان به وڌيڪ سيوا ڪرڻ ۽ سڀني پراڻين ۾ منهنجي سچي ڀاونا رکڻ، اجاين پدارٿن ۾ ويراڳ ڪرڻ ۽ سڀني ۾ به پرائو دوش نه ڏسڻ آهي اٺين ڀڳتي (٩) سڀن سان سولو هلڻ، چترائي سياڻپ نه ڪرڻ هميشه من ۾ منهنجو ڀروسو رکڻ غم ۽ خوشيءَ ۾ برابر رهڻ آهي نائين ڀڳتي. هي ڀامني! انهي طرح نون قسمن جي ڀڳتين مان ڪنهن کي هڪڙي به شيءِ اچڻ ڀڳتي جو ڀاو هوندو اهو استري هجي يا پرش سو موکي پيارو آهي. ڀڳتي انهن ليڻ ڪري منهنجي سروپ جو انڀو ٿئي ٿو. هاڻ تون منهن جي ڀڳتيءَ ۾ اڪٽ آهين انهيءَ ڪري مان تو وٽ آيو آهيان هيئنر منهنجي درشن ليڻ سان تنهنجي مکتي ٿي ويندي. هاڻ جيڪڏهن توکي سڌ هجي ته ٻڌاءِ هن وقت ڪمل اکي سيتا ڪٿي آهي منهنجي پراڻ پياريءَ کي ڪير کڻي ويو آهي؟ تڏهن شبري چوڻ لڳي، هي داتا! توهان سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا تنهن هوندي به مان توهان کي ٻڌايان ٿي ته سيتا کي راوڻ کڻي ويو آهي ۽ هن وقت هو لنڪا ۾ آهي، هي رام هتان وڃهوئي رشي موڪ نالي هڪ وڏو پربت آهي اتي پراڪرمي باندرن جو راجا سگريو پنهنجي ڀاءُ باليءَ جي ڀؤ کان ڏکيو پنهنجي چئن منترين سان گڏ رهي ٿو، هي پڀو! توهان اتي وڃو ان سگريو سان مترتا رکو اهو توهان جو سڀ ڪارج سڌ ڪندو.

اهڙيءَ طرح شبري شري رامچندر سان ڀاشڻ ڪري، ڀڳوان جي چرن ڪملن جي هردي ۾ ڌارڻ ڪري يوڳ اگني سان ديهه هن کي لياڳي ڀڳوان ۾ لين ٿي وئي.

تلسيداس چوي ٿو ته هي مهيشور! تمام ڪرم، ادرم ۽ اهي هلتون هلڻ ڪري جن مان شوڪ پيدا ٿئي ٿو سو تياڳيو ۽ پڪو وشواس ڪري شري رامچندر جي چرنن جي وندنا ڪريو، ڀلا! جنهن نيچ ذات واريءَ شبريءَ ۾ ڀڳوان جي ڪرپا سان موڪش پد پراپت ڪيو سو اهڙي سکن جي ڏاتار کي جيڪو ڀلائي ڇڏي ٿو سو وڏو مورک ٿي آهي.

## رامچندر ۽ نارد سنواد

هن کان پوءِ شري رامچندر ۽ لڇمڻ اهو بن ڇڏي شبري جي ڏنل ڏس موجب اڳتي هلڻ لڳا شري رامچندر سيتا جي وڇوڙي ۾ مڻش وانگر وياڪل چت سان لڇمڻ کي انيڪ ڪٿائون ٻڌائيندو ۽ پمپاسر وٽ اچي پهتو، هن سندر سرور کي ڏسي عجب ۾ پئجي ويا جنهنجو نرمل جل هو ۽ چئني طرفن کان گهاٽ هوا ۽ چوڌاري وڻڪار ۽ پکين سان ڀريل، جيڪي انوکيون ٻوليون ڪري رهيا هوا اهڙو من موهيندڙ تلاءُ ڏسي رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ نرمل جل پي، سنان پاڻي ڪري وڻ جي ڇانو هيٺ ٻئي ڀائر ويهي رهيا تڏهن نارد وچار ڪري من ۾ چوڻ لڳو ته منهنجي سراپ ڪري رامچندر گهڻو دک سهي رهيو آهي تنهن ڪري هيٺر سائنس ملڻ گهرجي. اهڙو موقعو هٿان نه وڃائڻ گهرجي، تنهن لاءِ هڪدم هٿ ۾ وڻا کڻي اچي آيو ۽ شري رامچندر کي پرڻام ڪري استوتي ڪرڻ لڳو، شري رامچندر نارد کي ڇاتيءَ سان لائي خوش خبري پڇي پاسي ۾ وهاريو پوءِ نارد ڀڳوان کي پرسن چت ڏسي هٿ جوڙي وينتي ڪرڻ لڳو، هي ڀڳوان! مان هڪ ور گهري وٺان ٿو ڪرپا ڪري ڏيو، توهان جاڻي جاڻڻهار سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا ته پر تنهن هوندي به مان اهو ور وٺڻ چاهيان ٿو. تنهن تي شري رامچندر چيو، هي مني! تون منهنجو سڀاءُ چڱي طرح ڄاڻين ٿو پوءِ ڇو ائين چئي رهيو آهين؟ مون کي اهڙي پياري ڪهڙي وستو آهي جا مان پنهنجي ڀڳتن کي ڏيئي نٿو سگهان؟ ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي نارد پرسن ٿي چوڻ لڳو هي پرڀو! توهان جا نالا تمام انيڪ آهن ۽ هڪٻئي کان وڌيڪ آهن تنهن هوندي هي پرڀو! مان اهو ور ٿو گهران جو پاپ روپي پکين کي مارڻ لاءِ توهان جو نالو "رام" توهان جي ٻين سڀني نالن کان وڌيڪ پرڀاو وارو ٿئي ۽ اهو ئي نالو "رام" چندرما سمان ٿي ڪري توهان جي ٻين نام روپي نرمل تارن سان گڏ ڀڳتن

جي من روپي آڪاش ۾ رهي پرڪاش ڪري، شري رامچندر نارد مني جا اهي وچن ٻڌي پرسن ٿي چيو ”ائين ئي ٿيندو.“ نارد اهو وچن وٺي پرسن ٿي ڀڳوان کي پرڻام ڪري چوڻ لڳو، هي ڀڳوان! جڏهن وقت توهان مونکي پنهنجي مايا سان موهت ڪري وڌو هو تڏهن مون وواهه ڪرڻ ٿي چاهيو، پر ڇو نه ائين ڪرڻ ڏنو. تڏهن ٿي شري رامچندر چوڻ لڳو، هي نارد! ٻڌ جيڪو سڀئي آسرا ڇڏي منهنجي شرن ۾ اچي ٿو ۽ مون ۾ هڪو ڀروسو رکي ٿو، مان اُن جي سدائين اهڙي طرح رکيا ڪندو آهيان، جهڙي طرح ماتا ٻالڪ جي رکيا ڪندي آهي. جيڪڏهن ننڍو ٻالڪ اڻ ڄاڻ ٿي باهه ۽ نانگ کي ٻوڙي وڃي هٿ وجهندو آهي، تڏهن ماتا ان کي روڪي سندس رکيا ڪندي آهي ۽ وڏي هوندي ماتا پٽ کي فقط پيار ڪندي آهي، پر ٻال اوسٿا وانگر سنڀال ڪانه ڪندي آهي ڇو جو اُهي پاڻ کي پاڻيهي سنڀالي ٿا سگهن، گياني پرش منهن جي وڏي پٽ برابر آهن ۽ تو جهڙا ڀڳت مون کي ٻالڪن سمان آهن منهن جي ڀڳتن کي فقط منهن جو ئي ڀروسو ۽ ٻل آهي ۽ گيانين کي پنهنجي ٻل جو ڀروسو آهي. گياني ۽ اگياني ٻنهي کي ڪام روپي دشمن ٿڪيو بيٺو آهي.

انهيءَ ويچار سان ٻڌيمان منهنجو ڀڄن ڪندا رهن ٿا ۽ گيان پائي به ڀڳتي کي نٿا ڇڏين. ڪام ڪروڌ مد لوڀ، اهو سڀ موهه اگيان جو لشڪر آهي ان ۾ مايا روپي استري تمام دکدائڪ آهي، استريءَ جي ميلاپ ڪرڻ سان هن جهڙا جپ تپ نيم ورت ناس ٿي وڃن ٿا جيئن ارف جي پرڻ ڪري ڪملن جا گل ان ۾ ڏهجي سڙي ويندا آهن اهڙي طرح استري جي ميلاپ ڪري سڀ ڌرم ڇٽ ٿيو وڃن سو هي مني! استري اوگڻن جي جڙ ۽ پيڙائن جي ندي ۽ سڀني دکن جي کاڻ آهي. اهو ويچار ڪري مون تڏهن جو وواهه روڪيو هو شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي نارد جو من ڀرجي آيو ۽ من ۾ چوڻ لڳو تہ آها! اهڙو ٻيو ڪهڙو سوامي هوندو جيڪو ٻانهن جي شيوڪ جي ڀلي لاءِ ايتري قدر چنتا رکندو هجي، جيڪي منش اهڙي ديال ڀڳت وتسل جو ڀڄن نٿا ڪن سي سڀ پڪ مورک ۽ اڀاڳا آهن.

وري هٿ جوڙي نارد مني ڀڳوان کي چوڻ لڳو هي رگهنات! هاڻي

ڪرپا ڪري سنتن جا لڪشڻ ٻڌايو، تڏهن تلسي شري رام چرڻ لڳو، هي
مني! ٻڌ ته مان ڪهڙن گڻن ڪري انهن جي وس ۾ رهان ٿو. اهي سنت
ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار انهن ڇهن وڪارن کي جيتڻ وارا پاپ
کان ڇٽل، ٻيا مطلب، سڀ جا تياڳي، اندر ٻاهر اوجل، آنند جا اٿاهه گياناون،
لوڀ کان پري رهندڙ، ٿورو کائيندڙ، سچ تي هلندڙ يوگي ودوان، من کي
قابو رکندڙ ٻين کي عزت ڏيندڙ، ڌيرجوان، گڻن جا ڀنڊار، ڌرم جي مرم
کي ڄاڻندڙ، سنساري ٻڌڻن کان پري آهن ۽ مون کانسواءِ انهن کي سدن
گهر ۽ سرير جي ممتا نٿي رهي، هو نمرتي ۽ تياڳ ڪڏهن به نٿا ڇڏين هو نرمل
سڀاءَ هيڻن جا همراهه سڀني سان پيار پاءُ رکندڙ، هو سدائين جپ تپ ورت
۽ نيم سان ايشور جي رنگ ۾ رتا رهن ٿا. انهن جو منهنجي چرڻن ۾ شردا متر تا
دیا ڌيرج ٻيا ڪمت جي پيار رهندو آهي ۽ ڪڏهن به ٻاجي ڪمارگ ڏانهن
قدم نه کڻندا آهن. هي مني! استري دياڪ جي لاٽ سمان آهي سو تون
پتنگ ڪين ٿيءُ ڪام ۽ مدگي تياڳ ڪر. سدائين رامچندر ڀڳوان جو ڀڄن ڪر
جو نيل ڪمل جي سمان شيام ورڻ سندر شوڀيڪ ٻاوان ڌنش ڌاري وهدن
۾ مها ڪيل گڻن ۽ ٻرهمڻن جو رکشڪ مايا جي ڪري منش روپ ڌاريندڙ
سڀني جو هتڪاري آهي، ڀڳت وتسل ڀڳوان جي مک مان ڀڳتن جا گڻ ٻڌي
نارد ڏاڍو خوش ٿيو ۽ شري رامچندر جي چرڻن ۾ وار وار سر نوائي برهم
لوڪ ڏانهن هليو ويو، تلسيداس چوي ٿو ته اهي منش ڌنيا آهن جي سدائين
رام جي رنگ ۾ رتا رهن ٿا جيڪي شري رام جو ڀڄن ڪن ٿا سي وياڳ
جپ ۽ جوڳ ڪمائڻ کان سواءِ ئي ڀڳوان کي پراپت ڪن ٿا.

هري اوم تت ست شري تلسي ڪرت راماڻ شري شو ۽ پاروتي سنواد
جو ارڻيه ڪانڊ سنسار ساگر روپي ٽيون ڏاڪو سماپت ٿيو.

### ڀڄن

ٽل - جيڪو نه چوندو رام رام، تنهن کي ٿيندو ڪنگهه ڪام
١- رام چوڻ سان ڪنگهه نه کانسي،
رام چوڻ سان ڪٽجي ڦاسي، رام اندر کي ڏي آرام
٢- رام چوڻ سان اچي نه اوکي،
رام چوڻ سان ساعت سوکي، رام ڪري ٿو پورڻ ڪام
٣- رام جي نالي شبري تاري،
رام جو نالو سدا سکاري، رام ٻڌيءَ کي ڏي ٻسرام
٤- رام ڌروءَ پهلاج ڏيارو، امر ٿئي امرا پد پاڻو، نرمل جو ٻل آهي رام.

# ڪشڪندا ڪانڊ (۴)

## هنومان ۽ رامچندر جو سنواد



شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! ناري ميءَ جي وڃڻ کان پوءِ سري رامچندر ۽ لڇمڻ سرور جو ڪنارو ڇڏي وڻن جي ٿڌي ڇانو هيٺان رستو وٺي هلڻ لڳا، اهڙي طرح مني ويس ۾ جٽاڌاري پراڪرمي رام ۽ لڇمڻ هٿ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي وڻن ۽ پربتن جي سوڀيا ڏسندا رشيموک پربت جي ويجهو اچي پهتا، ان وقت پنهنجي چئن منترين سان گڏ پهاڙ جي چوٽيءَ تي ويٺل سگريو هنن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ڀي ۾ وياڪل ٿي هنومان کي چيو هي متر! تون برهمڻ جو روپ ڌاري وڃي خبر چار پڇين ۽ انهن سان ڳالهائي هت اچڻ جو ڪارڻ پڇج، ائين نه هجي متان ٻاليءَ منهنجي مارڻ لاءِ هيڏانهن موڪليا هجن، جيڪڏهن هنن جي من ۾ مندي ڏسين ته مونکي پهرائين آڱر سان اشارو ڪج ته مان هڪدم پربت ڇڏي ڀڄي وڃان ۽ تون آرام سان منهن ڳالهائي سچو ڀيد معلوم ڪري اچ، تڏهن هنومان سگريو کي "تمام چڱو" چئي برهمچاريءَ جو روپ ڌاري شري رامچندر وٽ اچي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو، هي پرش سرشٽ! توهين ٻئي نوجوان شيام ۽ گورو ورڻ ڪير آهيو؟ جو کتري روپ ۾ هن گهاٽي بن ۾ گهمي رهيا آهيو، هي سوامي! هن ڪٺور ڌرتيءَ تي ڪومل چرڻ گهمائڻ وارا توهين ڪهڙي ڪارڻ هـــن گهور بن ۾ گهمي رهيا آهيو؟ ڇا، توهان شو، وشنو، برهما، ٽي ٽنهي لوڪن کي، رچڻ وارا سنسار جي ڪارڻ منش روپ ۾ جنم ورتو آهي، توهان ڌرتيءَ جو ڀار لاهڻ لاءِ ۽ دشٽن کي ناس ڪرڻ لاءِ ۽ ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ پنهنجي مايا سان منش روپ ڌاري آيا آهيو، منهنجي ٻڌيءَ جي ويچار موجب ته توهان سيتي جي هردي ۾ براجمان آهيو ۽ سيتي تي مهربان تمام سوتنتر ڀڳوان نر نارائڻ ٿي هن لوڪ ۾ گهمي رهيا آهيو. تڏهن سري رامچندر لڇمڻ کي چيو هي ڀراتا! هي برهمچاري ڏس، هن سڀئي شاستر ڪئين وار چڱي طرح پڙهيا آهن. ڏس

ھن جيڪي ٻہ ڄاڻايون ڪيون آھن سي سڀ سچيون چيون آھن، تنھن ڪان پوءِ سري رامچندر ھنومان کي چيو ھي ٻڌو! مان دشرٿ جو پٽ رام آھيان ۽ ھيءَ منھنجو ننڍو ڀاءُ لڇمڻ آھي، مان پتا جي آگيا مڃي ٻنھني استري سيتا سميت ٻن ۾ آيو آھيان ھت ڏنب ڪارڻيم ان ۾ رھندو ھوس اتان ڪنھن راڪش سيتا کي چورائي ڪڍي ويو آھي. ان جي ڳولھڻ لاءِ اسين ھت آيا آھيون. ھاڻي ٻڌاءِ ته تون ڪير ۽ ڪنھن جو پٽ آھين؟ ھن ٻن ۾ ڇو گھمي رھيو آھين؟ شري رامچندر جا اھي وچن ٻڌي ٻنھني ٻرڀوءَ کي سڃاڻي ھنومان ان جي چرڻن تي ڪري پيو. شوڀي چري ٿيو، ھي ٻاروتي! ھو سروپ جي سندر رچنا ڏسي عجب ۾ پئجي ويو اھڙو ته خوش ٿيو جو ڪيس اھا سڌ ٻه نه رھي ته ڪھڙو جواب ڏيان، نيٺ من ۾ ڌارج ڌاري ٻرسن چت سان چوڻ لڳو، ھي ڀڳوان! توھين جاڻي جاڻھار ٿي ڪري مون کان پڇي رھيا آھيو، ھڪ ته مان مورک ۽ موھ جي وس ڪنور من ۽ اگياني آھيان، پوءِ ڇو ھي دين ٻندو! توھان ته مونکي ڀلائي ڇڏيو آھي؟ ھي ناٿ! جيڪڏھن مون ۾ اوگڻ ته آھن تڏھن ته سوامي شيوڪ کي ڪڏھن به نه ڀلائيندو آھي، ھي ٻرڀو! جيو توھان جي مايا جي موھ ۾ ڦاٿل آھي، ان جو اڌار ته توھان جي ڪرپا سان ٿي سگھي ٿو، ھي رگھوٻر! مان اچ ٻاڻ کي وڏڀاڳي سمجھان ٿو مون کي ڪاٻه سڌ ڪانه ٿي پوءِ ٻر اھترو سو ڇئي سگھندس ته ڪئين جنمن جي گڏ ٿيل پڃن جو اھو ڦل مليو اٿم. ھي ٻرڻ ٻرماتما! مان ڪيئن ڀلا توھان کي ھڪدم سڃاڻي سگھان ٿو، جڏھن سروپ کي ٻوڳيشور ٻه ڪيتري وقت ۽ ڪشالي کان پوءِ مس مس جاڻي سگھن ٿا، ھي جڳت وتسل ڀڳوان! مان ته ڪڏھن ٿيس مورک اڻ جاڻ، ٻر توھان وري مون اڄاڻ کي ھيترو وقت وساري ڇڏيو آھي، ھي ڪرپانڌان! جيڪي ٻه توھان جا ڀڳت آھن سي سڀيئي توھان جو پڄڻ ڪري توھان کي ٻرسن ڪن ٿا تنھن ڪري ھي رگھنندن! مان سوڳند کائي چوان ٿو ته مان پڄڻ جو اپاءُ ڪجھ نٿو جاڻان، جيئن شيوڪ سوامي جي آسري ۽ پٽ ماتا جي ڀروسي تي ڪنڌڪي رھندو آھي تيئن سواميءَ کي شيوڪ جي پالنا ڪرڻي آھي، ائين چئي اصلي روپ ٻرگھٽ ڪري ڀڳوان جي چرڻن تي ڪري پيو، ھنومان جو اھڙو ٻريم ڏسي، شري رامچندر ھن کي اٿاري ڪنڌ سان اڳائي چوڻ لڳو، ھي پيون پتر ھنومان! متان ڀيو ڪجھ دل ۾ سوچيندو ھجين، تون ته مونکي لڇمڻ کان به وڌيڪ پيارو آھين، مون کي ته سڀ ڪوئي سمدرشي جاڻي ٿو، ٻر شيوڪ مون کي تمام پيارا آھن ڇو ته ھنن

جي گت نياري آهي. شري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي هنومان جا ٻرم ٻرولا ٻڌ سڀيئي مٽجي ويا ۽ هٿ جوڙي چرڻ لڳو ۽ هي وشوناٿ! هن پربت تي بانرن جو راجا سگريو ناليءَ پنهنجي چئن منترين سان گڏ پربت جي چوٽيءَ تي رهندو آهي هو باليءَ دشت جو ننڍو ڀاءُ آهي، باليءَ هن جي استري ٿري سگريو کي گهر کان ٻاهر ڪيئي ڇڏيو آهي تنهن ڪري ان جي ڀپ کان هن وشي مرڪ پربت تي ٿي رهندو آهي. هي پڀو! مان هن سگريو جو منتري ۽ پون جو پٽ آهيان منهنجو جنم ماتا انجليءَ جي ڪُکِ مان ٿيو آهي ۽ مان هنومان نالي سڏجان ٿو، هي رگهنندن! توهان کي سگريو سان مترتا رکڻ گهرجي، هو توهان جي استري چورائڻ واري کي مارڻ لاءِ توهان جي سهائتا ڪندو، جيڪڏهن توهان جي مرضي هجي ته هيئر ان وٽ وٺي هلان ٿو، سري رامچندر چرڻ لڳو هي ڪيشو! مان به ان سان مترتا ڪرڻ لاءِ آيو آهيان، ان متر جو به ڪجهه ڪارڻ هوندو ته مان اهو ضرور پورو ڪندس. شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو، هي رام! اچو ٻئي منهنجي ڪلهن تي چڙهي وهو ته مٿي پربت تي هلون، جتي منهنجي منترين سان گڏ سگريو باليءَ جي ڀپ کان لڪي رهندو آهي. تڏهن رام ۽ لڇمڻ "تمام چڱو" چئي ان جي ڪلهن تي چڙهي واهي رهيا وانر راج هنومان هڪ گهڙي ۾ پهاڙ جي چوٽيءَ تي هوا ۾ اڏامي پهچي ويو، اتي رام ۽ لڇمڻ کي هڪ وڻ جي ڇانوَ هيٺان ويهاري پاڻ هنومان سگريو وٽ وڃي ان کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي راجن! هاڻ اسان جي چنتا دور ٿي ويئي ڇاڪاڻ ته هتي شري رامچندر ۽ لڇمڻ آيا آهن جلدي اٿ مسون رام سان توهان جي مترتا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي جنهن ڪري جلدي اگديءَ کي ساکي ڪري ان سان مترتا رک.

## سگريو جو رام کي سيتا جو پتو ڏيڻ

تڏهن سگريو ڏاڍو خوش ٿي رگهناٿ وٽ آيو ۽ ٻنهي کي آدر ڀاءُ ڏيئي آسڻ تي ويهاريو. ٻئي سڀئي بانر آنند پوروڪ پنهنجي پنهنجي آسڻ تي ويهي رهيا. تنهن کان پوءِ لڇمڻ مٿان کان وٺي اُن ۾ اچڻ تائين سڀ حال ڪري ٻڌايو، لڇمڻ جا اهي وچن ٻڌي سگريو رامچندر کي چيو، هي راجيسور! مان سيتا جي ڳولها ضرور ڪندس ۽ شترو کي مارڻ وقت به توهان جي سهائتا ڪندس. هي رام! الهيءَ ٻاري ۾ مون جو ڪجهه ڏٺو آهي اهو توهان کي ٻڌايان ٿو سو ٻڌو! هڪ ڏينهن پنهنجي منترين سان مان مٿي

ڏياري ۽ اهي وچڙ ڪرڻ، ان وقت مرڻ ڏنو ته ڪوئي راڪش ڪنهن استري کي آڪاش رستي وٺي پئي وڃي ۽ هوءِ رام! رام! چئي ورلاپ ڪري رهي هئي، اسان کي پربت تي ويٺل ڏسي هن جلدي پنهنجا زيور لاهي هڪ ڪپڙي ۾ ٻڌي اسان ڏانهن نهاريندي هيٺ ڪيرائي ڇڏيا هئا اري! انهيءَ طرح ورلاپ ڪندي هن ابلا کي راڪش کڻي ويو. پر پوءِ مون اوڏي مهل انهن زيورن کي کڻي غفا ۾ رکي ڇڏيو، توهان انهن کي ڪري ڏسو ۽ سڃاڻو ته توهان جا آهن يا نه. انهن چئي سگريو اهي زيور کڻي رام کي ڏيکاريا، شري رامچندر انهن کي کولي ڏٺو (انهن کي سڃاڻي کڻي) ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ روئجي مٿس وانگر وار وار هاءِ سيتا! هاءِ سيتا! چئي روڻ لڳو، لڇمڻ اڇي طرح پاڻ کي خاطري ڏيئي چيو، هي رام! وانر راج سگريو جي سهائتا سان جنڊ ۾ راوڻ کي ماري توهان جلدي سلڇڻي سيتا کي حاصل ڪندا. سگريو به چوڻ لڳو هي رام! مان توهان سان پرتگيا ڪري چوان ٿو ته راوڻ کي جنڊ ۾ ماري توهان کي سيتا ضرور وٺي ڏيندس. تنهن ڪانپوءِ هنومان ڀائي جي پرسان اڳتي پاري. نشپاپ رام ۽ سگريو ٻنهي اڳئيءَ کي ساکي ڪري هڪ پٿي ۾ متر پڻو رکيو تنهن ڪانپوءِ سگريو رامچندر جي پرسان ويهي رهيو ۽ پرام پورڪ پنهنجو حال ٻڌائڻ لڳو.

## سگريو جو سري رامچندر کي پنهنجي جنم ڪٿا ٻڌائڻ

سگريو چوڻ لڳو، هي ديانات! هڪڙي ڏينهن مهرشي برهما پنهنجي ايترن مان جل ڪڍي زمين تي کڻي ڦٽو ڪيو. ان جل مان هڪ ٻلوان ٻاندر پيدا ٿيو، جنهنجو نالو برهما رڇ راج رکيو، پوءِ ان ٻلوان ٻاندر برهما کي هٿ جوڙي چيو، هي ڀڳوان! ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مان ڪٿي وڃي رهان، تنهن تي برهما هن کي چيو هي پتر! تون ڏکڻ پاسي ان ۾ وڃي رهه اتي جيڪي به راڪش هجن انهن کي ماري ڇڏج ۽ ان جا ڦل ڦول کائي پيٽ پاليندو رهج، برهما جي آگيا ٻڌي رڇ راج خوش ٿي نچندو ڪڏندو راڪشن کي ماريندو اچي انهيءَ ان ۾ پهتو جتي ڪند مول کائي پنهنجو گذران ڪرڻ لڳو، هڪ ڏينهن جهنگل ۾ گهمندي ڦرندي هن کي پريان هڪ ڪوهه ڏسڻ ۾ آيو ۽ ويجهو وڃي پاڻي پيئڻ جي ارادي سان ان ڪوهه ۾ نهارڻ لڳو ان ۾ پنهنجو پاڇو ڏسي هن سمجهيو ته ڪو ٻيو ٻاندر آهي جنهن کي ڏسي ٻاندر ڪروڌ ڪري پنهنجي ٻل جو پراڪرم ڏيکارڻ لڳو ۽ ڏاڍي زور سان گرجڻ لڳو پر سڀ اجايو، هن انهن تي سمجهيو ته ڪوهه وارو ٻاندر مونکي ڏيڄارا

ڏٺي رهيو آهي ڇو ته جيئن مان تو ڪريان تيئن هو نه تو ڪري؛ اها حرڪت ان ٻاڙي جي ڏسي اهو ٻلوان ٻاندر ان کوهه ۾ ٿيڙي پيو، ڪوهه ۾ ٿيڙي اوڻ ڪري ان ٻاندر جي صورت مان ٻدلجي هڪ مها سندر نوجوان استري ٿي پئي - ان استريءَ جي اهڙي سونهن سوڀيا ڏسي ديوراج اندر ۽ سورج ديوتا جو ويرو ان استريءَ تي ڪري پيو، اندر جي ويري مان مهاٻلوان ٻالي پيدا ٿيو ۽ سورج ديو جي ويري مان، مان پيدا ٿيس اسان ٻنهي جي پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ هو استري مان ٻدلجي ٻاندر ٿي پيو، اهو رڇ راج ٻاندر اسان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي اسان ٻنهي کي برهما وٽ وٺي هليو اتي پهچي اسان جي پيدا ٿيڻ جو سمورو حال ڪري ٻڌايو، برهما اسان کي ڏسي پرسن ٿي چيو هي پترو! توهين ڏکڻ پاسي ڪشڪنڌا بن ۾ وڃي راج ڪريو ۽ انيڪ سک ڀوڳيو، جڏهن ترينا جڳ ۾ شري رامچندر رگهوڪل ۾ اوتار وٺي ان ۾ ايندو تڏهن توهان انجو درشن ڪري پاڻ کي ڪرتارٿ ڪجو. ڀلا! ساکيات پرماتما جو درشن ڪري اوگيشور کي به ڏاڍي مشڪلات سان ٿي سگهي ٿو تنهن جو درشن اسان کي ساکيات ٿيندو اهو من ۾ ويچار ڪري پرسن ٿي برهما کي نمسڪار ڪري اسين ٻئي ڪشڪنڌا پوري ۾ آياسين جتي مهنجو وڏو ڀاءُ ٻالي راج ڪرڻ لڳو ۽ اسان ٻنهي جو وقت ڏاڍو آنند ۾ گذرڻ لڳو. سگريو وري چوڻ لڳو، هي مترا! مون سان ٻاليءَ جو ڪجهه به ڪيو آهي اهو سڀ حال توهان کي ٻڌايان ٿو- هڪ ڀيري دانو جي پٽ مايا وي نالي دئيت ڪشڪنڌا پوريءَ ۾ اچي ٻاليءَ کي يڌ لاءِ للڪاريو، ٻالي ان جي للڪار ٻڌي سهي نه سگهيو هن جون اکيون ڪروڌ ۾ لال ٿي ويون ۽ هڪدم ٻاهر اچي هن کي ڏاڍي زور سان هڪ ٺونشو ماريو، هو ڊڪ لڳڻ شرط وياڪل ٿي مايا وي دئيت پهنجي گفا ڏانهن ڀڄڻ لڳو، تڏهن ٻالي ۽ مان ان جي پٺيان پياسين- مايا ويءَ کي غفا ۾ ويندو ڏسي ٻاليءَ کي ڏاڍو افسوس ٿيو، پوءِ هن مونکي چيو ته تون اتي ٽرس مان غفا ۾ وڃان ٿو تون هڪ مهيني تائين مهنجو انتظار ڪج، جي مان انهيءَ وچ ۾ نه موٽيس ته جاڻج ته ٻالي مري ويو، هڪ مهيني گذرڻ ڪان پوءِ مون ان غفا جي پاسي ڪان رت جي ڌارا وهندي ڏٺم ان کي ڏسي اٿين. سمجهيم ته ٻالي مارجي ويو، مون کي ڏاڍو دک ٿيو تڏهن انهيءَ دپ مان ته متان ٻاليءَ کي مارڻ وارو دئيت ٻاهر اچي مون کي به نه ماري ڇڏي پوءِ ان گفا جي منهن اڳيان هڪ پٿر رکي مان گهر موٽي آيس ۽ سڀني کي اچي سڀڙي ڳالهه ڪري ٻڌايم ته ٻالي راڪش جي هٿان مارجي ويو. اهو ٻڌي سڀني کي ڏاڍو دک ٿيو

۽ منهنجي مرضي نه هئڻ ڪري اسان سڀني ٻانڊرن ۽ منتري منڊل مونکي راڄ گديءَ تي ويهاريو. هي شترو دمن! مان ڪجهه ڏينهن راڄ مس ڪيو ته ٻالي اچي اڪيو ۽ ڪروڌ مان مون کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٺونشن سان ماري ڌن مال ۽ استري سڀ ڦري ورتي ۽ مون کي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو تڏهن کان وٺي مان ڊپ کان وياڪل ٿي نڪرو ڇڏي ڀڄي ويس. هي پرڀو! مان سڀني لوڪن ۾ گهمندو رهيس ۽ هن رشيه مڪ پربت تي اچي رهڻ لڳس ڇاڪاڻ ته رشيءَ جي ڏنل سراپ جي ڊپ کان ٻالي هن پربت تي نٿو اچي تڏهن کان وٺي منهنجي استريءَ سان هو ڀوڳ ڀوڳي ٿو ۽ مان استريءَ ۽ گهر ڦرجڻ کان پوءِ من ئي من ۾ ڏکندو رهان ٿو، اڄ توهان جي چرڻن کي ڏسڻ سان مون کي شانتي ملي آهي تڏهن ڪمل نين رامچندر سگريو کي شوڪ ڇڏائي ڏک ۾ ٻڏل ڏسي ان سان پڪو وچن ڪيو ته مان تمام جلدي منهنجي استري ڦرڻ واري شتروءَ کي ناس ڪري ڇڏيندس. تنهن تي سگريو چيو هي راجيندر! ٻالي سڀني ٻوڌن ۾ ڀي بلوان آهي هيءُ ڪوئي معمولي بلوان نه آهي ان کي ناس ڪرڻ لاءِ تمام ڪٺن آهي پوءِ توهان ان کي ڪيئن ماري سگهندا؟

## ٻاليءَ کي متنگ رشيءَ جو سراپ

هي ويرشرشٽ! مان توهان کي ان جي ٻل بابت ڪجهه ٻڌايان ٿو هڪ ڀيري دونڌڀي نالي هڪ وڏو بلوان دئيت ڪشڪندا ۾ مينهن جو روپ ڌاري آيو. هن مها ڀيانڪ دئيت راڪشس جي وقت ٻاليءَ کي اچي جنگ لاءِ للڪاريو. ان جي گجگوڙ ٻالي سهي نه سگهيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي هن مينهن کي سڱن کان پڪڙي ڦيرائي گهيرائي زمين تي ليٽائي ڇڏيو پوءِ پنهنجي هڪ پير سان ان جي سرير کي دٻائي هن جي وڏي مشڪ کي هٿن سان مروٽي سر ڌڙ کان ڌار ڪري ان لاش کي ڏکڻ ڏسا ڏانهن اڇلائي ڇڏيو. هي رام! اهو دئيت جو لاش هڪ يوجن پري مهرشي متنگ جي آشرم ۾ وڃي پيو هن جي رت سان پورال ستهي ڪٽيا ڏسي مهرشي متنگ ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو ۽ يوگ ٻل سان ٻاليءَ جي حرڪت ڄاڻي ان کي سراپ ڏنو ته هي ٻالي! جيڪڏهن تون اڄ کان وٺي ڪڏهن به هن پربت تي ايندين ته منهنجو سر ڦاٽي پوندءِ ۽ هڪدم مري ويندين. هي رام رگهونندن! مهرشي جي اهڙي سراپ ڏيڻ کان پوءِ ٻالي هن رشي مڪ پربت تي نٿو اچي سگهي، ائين ڄاڻي تڏهن مان هت اچي ڊپ کان رهان ٿو. هي رام!

جنهن کي ٻاليءَ ماريو هو ان دليل جو توهان ڌڪاري سگهو ٿا. ٻئي ڌر، جو ان مان توهان کي ٻاليءَ جي ٻل جو اندازو ٿي ويندو، جڏهن اهڙي ان مستڪ کي ڪٽي ٽڪر ڪري ڏيکاريندا ته ضرور ٻاليءَ کي ماري سگهندا ائين چئي سگريو پهاڙ جيڏو سر سري رامچندر کي ڏيکاريو ان کي ڏسي شري رامچندر مشڪندي پنهنجي پير جي آڱر سان ان کي ڌڪ ڏئي اڏامي ڪٽي پري ڦٽو ڪيو هيءَ وڏي عجب جهڙي ڳالهه ڏسي سگريو پنهنجي مِتر ان سميت ڏاڍو خوش ٿيو.

## ستن وڻن ڪري ٻاليءَ جو موت

سگريو وري ڀڳوان کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي رگهو سرشٽا! ڌرتي هي ست وڻ کڙا ته مضبوط آهن ليڪن ٻالي هنن مان هر هڪ کي اوڏاهين هڪدم پنن کان خالي ڪري ڇڏيندو آهي جڏهن توهان هنن ستن وڻن کي هڪ ئي ٻاڻ سان ڪيرائيندا ته پوءِ پڪ توهين ٻاليءَ کي ماري سگهندا سگريو جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو هي مترا! هاڻي ٻڌاءِ ته ٻاليءَ جي موت سان هنن ستن وڻن جو ڪهڙو لاڳاپو آهي. تڏهن ئي سگريو چوڻ لڳو هي ڀڳت وتسل! هڪڙي ڏينهن ٻاليءَ ان ٻر وڃي اتي تمام سندر ڦل ڦول ڏسي ست ڦل پنهنجي کائڻ لاءِ چونڊيائين پر کائڻ کان اڳ من ۾ وچار ڪيائين ته اول سنان پاڻي ڪري پوءِ هي ڦل کائيندس. اهو وچار ڪري اهي ست ئي ڦل نديءَ جي ڪپ تي رکي پاڻ سنان ڪرڻ لاءِ ويو، اتي ۾ هڪڙو نانگ انهن ستن ئي ڦلن تي زهر هاري الي ويهي رهيو، ٻالي ان کي ڏسي ڏاڍو ڪروڌ ڪري سانپ کي چوڻ لڳو، هي دشٽ! او ٻئي منهنجو ڪاڄ ڇٽ ڪري ڇڏيو؟ تنهن ڪري مان توکي سراپ ٿو ڏيان ته تنهنجي سرير مان هميشه جو هميشه ست کجين جا وڻ ٿي نڪرندا، ٻاليءَ جو سراپ ٻڌي اڪشڪ نانگ جو پيتا تمام دکي ٿي ٻاليءَ کي سراپ ڏيڻ لڳو ته ٻالي جيڪو هنن ستن ئي وڻن کي هڪ ئي ڌڪ سان ڪيرائيندو تنهن جي هٿان تنهنجو موت ٿيندو، سگريو جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر تمام چڱو چئي پنهنجو ڌنش کڻي ان تي ٻاڻ چاڙهي انهن ستن ئي کجين جي وڻن کي زمين تي ڪيرائي اهو ٻاڻ واپس موٽي ٻهران والڪر رامچندر جي ترڪش ۾ اٽڪي آيو تڏهن سگريو عجب ۾ پئجي پرسن ٿي شري رامچندر کي چوڻ لڳو هي ديو! توهين سڄي جڳت جا سوامي ساڪيات پرماتما آهيو، مهاتما پرش سنسار جي ٻنڌن کي ناس ڪرڻ لاءِ توهان جو

پڇن ٿا، پوءِ موکي ڏيندڙ پرڀوءَ کي حاصل ڪري مان سنساري پدارٿن جي ڪامنا ڪيئن ڪريان، هي ستم ٿئي! توهان آنند سروپ آهيو. جيئن مٽي کوٽيندي ڪنهن کي خزانو هٿ اچي وڃدو آهي، اهڙي طرح اڄ قسمت سان مونکي توهان جو درشن ٿيو آهي. هي پرڀو! منهنجي چت جي ورتي سدائين توهانجي چرڻ ڪمل ۾ لڳي رهي، واڻي توهان جي نام ڪيرتن ۽ ڪٿا وارتائن ۾ لڳي رهي، هٿ توهان جي ڀڳتن جي سيوا ۾ لڳا رهن ۽ مٿو جو سرير توهان جي چرڻن کي ڇهندو رهي منهنجا نيتر سدائين توهانجي مورتي ۽ توهان جا ڀڳت ۽ برهمڻ گروءَ جو درشن ڪندا رهن. ڪن سدائين توهان جي اوتارن جون ليلائون ٻڌندا رهن ۽ منهنجا پير سدائين توهان جي مندرن جون ۽ تيرٿ يا ترائون ڪندا رهن هي گروڙ ڌوج! منهنجو سرير توهان جي چرڻن جي رج سان ڀڪت تيرٿن کي ڌارڻ ڪري ۽ منهنجو مستڪ سدائين توهان جي چرڻن ۾ پرڻام ڪندو رهي جنهن جي شو ۽ برهما آدي ديو گڻ ۽ سدائين سيوا ڪن ٿا.

## رامچندر جو ٻاليءَ کي مارڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! سگريو جو اهڙو پريم ڏسي ڀڳوان چوڻ لڳو هي مترا! تو جو ڪجهه مون کي چيو آهي سو ٺيڪ آهي، جيڪڏهن اوهان راج گاديءَ لئي نه وڙهندئو ته لوڪ مونکي ئي چوندو ته رگهنات وانراج سگريو سان اگني ساکي ڪري مترتا ڪئي. ليڪن هن انهيءَ جو ڪهڙو ڪم سد ڪيو؟ اهڙي طرح لوڪن ۾ منهنجي نندا ٿيندي تنهن ڪري تنهن جي ڪلياڻ ڪري لئون هينئر وڃي ٻاليءَ کي يڌ ڪرڻ لاءِ للڪار ڪر مان لڪي وڃي تو ڏٺان ته ٻاليءَ کي هڪ ئي ٻاڻ سان ماريندس، جيتوڻيڪ اهو ٻالي برهما يا شنڪر جي شرڻ ويندو تڏهن به منهنجي ٻاڻ کان ڇٽي ڪين سگهندو. تڏهن سگريو "رام چگو" چئي ترت ئي ڪشڪندا پوريءَ ۾ وڃي گهور شبد ڪري ٻاليءَ کي يڌ لاءِ پڪاريو، ٻاليءَ جو آواز ٻڌندئي ٻاليءَ جا نيتر ڪروڌ ۾ لال ٿي ويا ۽ اوڏي مهل گهر کان ٻاهر نڪري سگريو وٽ آيو ٻاليءَ کي ايندو ڏسي ڀڙيائين سگريو وار ڪيو پوءِ ٻاليءَ ڪروڌ ۾ ڀرجي سگريو تي پنهنجي ٺونشن سان وار ڪيو ۽ وري سگريو ٻاليءَ تي وار ڪيو اهڙيءَ طرح اهي ٻئي تمام ڪروڌ ۾ هڪ ٻئي سان وڙهن لڳا انهن ٻنهي جي شڪل هڪ جهڙي هئي سري رامچندر انهن کي ڏسي عجب ۾ ... انهن مان ڪهڙو ٻالي آهي ۽ ڪهڙو سگريو، اهو من ۾ ويچار

پنهنجي گهر ۾ ڪيئن وڃي رهندو! لڇمڻ کري مان هاڻي ان کي ماري پوءِ موٽندس. لڇمڻ اي تارا چوڻ لڳي هي راجيندر! توهان مهنجي هيءَ ڳالهه ٻڌو پوءِ جيئن چڱو لڳيو تيئن ڪجو. مون کي توهان جي پٽ انگد مرڪم مايا جي وقت ان ۾ پدل هيءَ ڳالهه چئي هئي ته ايوڌيا پتي دشرت نندن ٻنهي ڀاءُ رامچندر پنهنجي ڀاءُ لڪشمڻ ۽ استري سيتا سميت ڏنڊ ڪارڻيه ۾ آيا هئا اتي ڪن جي پياري سيتا کي راوڻ چورائي کڻي ويو. هاڻي هو پنهنجي ڀاءُ سان گڏ جانڪيءَ کي ڳولهڻ لاءِ رشي موڪ پربت تي اچي سگريو سان مليو آهي اتي سگريو ان سان اگنيءَ کي ساکي کري مترتا رکي آهي، سري رامچندر ۽ لڪشمڻ سگريو سان پرتگيا ڪئي آهي ته مان پڪ ۾ باليءَ کي ماري ان کي راڄ بخشيندس. اها ڳالهه نشچي کري هو ٻئي هن سان گڏ آيا آهن. مهنجي هيءَ ڳالهه سچي جاڻ ته ته هينئر هاڻي توهان جي مار کان ٻچي وڃي سو ڪيئن موٽي اچي هان؟ انهيءَ کري توهان هن سان وير ڀاءُ ڇڏي سگريو کي کڻي راڄ گدي ڏيو ۽ توهين وڃي شري رامچندر جي شرڻ وٺو. هي پراڻ ناٿ! مهنجي ۽ انگد جي اوڙي راڄ ۽ ڪل جي رکيا ڪريو انهن چئي تارا باليءَ جي چرڻن تي ڪري پئي، ان وقت ان جي مک تي آنسن جي ڌارا وهي رهي هئي هوءَ پڻ ڪان ڏکي ٿي پنهنجي هٿن سان ان جا ٻئي چرڻ پڪڙي زار زار روئڻ لڳي لڇمڻ بالي چوڻ لڳس هي سندري! تون پنهن جي استري سڀاو کان اجايو ڊڄين ٿي مون کي ته پڪ جر کرني ته ڪارڻ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، جيڪڏهن لڪشمڻ سان گڏ رام هتي آيو آهي ته تمام خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي- هي تارا! رام ته ساکيات نارائڻ آهي هن پرٿويءَ تان پاپ لاهڻ لاءِ اوتار ورتو آهي اها ڳالهه مون اڳ ٻڌي هئي، مان ان کي چرڻن ڪملن ۾ پرڻام کري گهر وٺي ايندس. هي ديويشور! ڀڳتي کرڻ سان ملي ٿو، جو ڪري هن جو پوڄن کري ٿو پرڀو لڇمڻ جي وس ٿي پوي ٿو. جيڪڏهن اڪيلو سگريو ٿي آيو آهي ته ان کي مان هڪ ڪڻ ۾ ماري ڇڏيندس.

اهڙي طرح شوڪ ۾ آنسون وهائيندڙ تارا کي ڌيرج ڏئي بالي سگريو کي مارڻ لاءِ گرجندو هليو، باليءَ کي ايندو ڏسي پراڪرمي سگريو کي گلي ۾ پشپ مالا پيل هاٿيءَ جي سمان اڇلڻ لڳو اول سگريو پنهنجي ٿونشن سان باليءَ تي وار ڪيو پوءِ بالي ڪروڌ ۾ ڀرجي سگريو تي مڪن ٿي مڪن جو وار ڪيو اهڙي طرح هڪ ٻئي کي مارڻ لڳا، يڌ کرڻ وقت سگريو جي نظر رام ڏانهن لڳل هئي شري رامچندر ٻنهي کي اهڙي طرح وڙهندو ڏسي

پنهنجي ترڪش مان هڪ ٻاڻ ڪڍي پنهنجي اندر ڌنش تي چاڙهي وڻ
جي اوٽ ۾ لڪي ڌنش ڌاري شري رامچندر ٻاليءَ کي ڏسندي ان جي
هردي ۾ ڪٺور ٻاڻ هنيو. ٻاڻ لڳڻ شرط ٻالي ڀيانڪ آواز ڪري ابهل ڪالي
ڌرتيءَ تي ڪري پيو هن جي ڪرڻ وقت ڌرتي ڏڏڻ لڳي، جڏهن ٻالي
هوش ۾ آيو تڏهن هن پنهنجي سامهون ڏٺو ته ساڪيات پربرهم پنهنجي اکين
ڌنش ٻاڻ کنيو بيٺو آهي، پر ان هوندي به شترو وانگر ڪاوڙ مان هن وڏي
چيو - هي راما مون توهان جو ڇا بگاڙيو هو جو توهان مونکي ماريو آهي
راجنيتيءَ کي نه ڄاڻڻ ڪري ئي توهان اهڙو نندا جوڳو ڪار ڪيو آهي
اهڙيءَ طرح وڻ جي اوٽ ۾ لڪي چورن وانگر مون تي ٻاڻ هڻڻ، اهڙي
طرح ٻڌ ڪرڻ سان ڇا توهان کي جس ملندو؟ جڏهن ته توهان ڪتري
ڪمار آهيو ۽ توهان جو جنم مڙي جڳ جي پوترونش ۾ ٿيو آهي ته پنهنجي
سامهون اچي ٻڌ ڪريو ها، تڏهن توهان کي ان جو جس ۽ سرڳ ۾ رهائش
ڪرڻي ٿي ملي ها. هي راما سگريو توهان سان اهڙو ڪهڙو اپڪار ڪيو
آهي؟ ۽ مون ڇا نه ڪيو آهي؟ ٻاليءَ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر
چوڻ لڳو هي ٻالي! مان ڌرم جي رکيا ڪرڻ لاءِ لوڪ ۾ ڌنش ٻاڻ کڻي
گهمي رهيو آهيان مان ادرم ڪرڻ وارن کي ماري ڌرم جو پالن ڪريان ٿو
ڌيءَ ڀيڻ ننڍي ڀاءُ جي استري ۽ ننهن اهي چارئي هڪ سمان آهن جو
انهن مان ڪنهن به هڪ سان رمڻ ڪري ٿو ان کي مها پاپي ڄاڻڻ گهرجي،
راجا جو فرض آهي ان کي ماري ڇڏڻ. اهڙي جهنگلي تون پنهنجي حرڪت
سان ننڍي ڀاءُ جي استري سان ڀوڳ ٿي ڀوڳيو انهيءَ ظلم زوريءَ ڪري
مون توکي ماريو آهي، توکي من ۾ ايڏو ته ايمان هئو جو استريءَ جي
سمجهاڻڻ تي به پنهنجي هٺ تان نه لٿين. اهڙي دشت الڙ تون پنهنجي
ڀاءُ سان وڙهڻ آئين، ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي ٻالي ان کي ساڪيات
لڪشمي پتي نارائڻ ڄاڻي ڊپ وچان هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي راما مان
ڄاڻي ويس ته توهان ساڪيات پرماتما آهيو. اگيان وس مون جو ڪجهه به چيو
آهي ان لاءِ مونکي معاف ڪريو. هي پرڀو! توهان جو درشن ته يوگين کي
به ملڻ مها ڪٺن آهي سو وڏي ڀاڳ جي ڳالهه آهي ته مان توهان جي ٻاڻ
سان گهايل ٿي وري توهان جي سامهون پراڻ ڇڏيان ٿو. مرڻ وقت ابوس
ٿي به جنهنجو نام ڄپڻ سان رشي پرم پد کي حاصل ڪري ٿو سو توهان اڄ
هن انتم گهڙيءَ وقت ساڪيات منهنجي سامهون براجمان آهيو. هي راما!
منهنجي هردي مان پنهنجي ڪومل هٿن سان هي ٻاڻ ٻاهر ڪڍو، تڏهن

شري رامچندر ”اتام چڱو“ جنهن پنهنجي ڪومل هٿن سان ٽاري ٽاري ڪري ٻاڻ ڪڍيو، ٻاڻ نڪرندئي ٻالي ٻاندر جو سرير ڇڏي اندر روپ ٿي ويو. هي پاروتي! ٻالي رگهنات جي ٻاڻ سان مارجي ويو هئو ۽ وري انهيءَ کي ان سک روپي سيتل ۽ ڪومل هٿن جي ڇهڻ سان مڪتي ملي تنهن ڪري هو جلد ٿي ٻاندر ديهه ڇڏي ان کي پرم سرشت پد حاصل ٿيو جو ٻئي ڪنهن لاءِ تمام دُرلڀ آهي.

شري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! شري رامچندر جي هٿان ٻاليءَ جي مرڻ جو ٻڌي سڀئي ٻاندر ڏک ۾ وياڪل ٿي ڊوڙندا ڪشڪندا پوريءَ ۾ اچي تارا کي چوڻ لڳا هي ڀاڳيوان! وانرن راڄ ٻالي پڻ ڪيتر ۾ مارجي ويو. هاڻ اوهان راڄڪمار انگد جي رکيا ڪر. اسين چئني پاسن کان دروازا بند ڪري نگر جي رکيا ڪنداسون. ٻاليءَ جي مرڻ جو ٻڌي تارا پتيءَ جي دک کان مورڇت ٿي ڪري پيئي ۽ پنهنجو متو ۽ ڇاتي پٽي روئڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي ته مونکي انگد، راڄ، نگر ۽ ڌن سان منهنجو ڪهڙو ڪم آهي مان هيئر پنهنجي پتي ديو سان پران تياڳيندس ائين چئي روئندي پٽيندي ائي وئي جتي ٻاليءَ جي ديهه پيئي هئي - ان وقت غم ۾ وار کليل هئس ائي ٻاليءَ جو روپ ۽ مٽيءَ سان ڀريل سرير ڏسي هوءِ هاءِ ناٿ! ڪري روئڻ لڳي، ولاپ ڪندي تارا جي نظر وڃي رگهنات تي پيئي ان کي ڏسي چوڻ لڳي، هي رام! توهان جنهن ٻاڻ سان ٻاليءَ کي ماريو آهي، انهيءَ ٻاڻ سان مون کي به ماري ڇڏيو، جنهن ڪري مان به پتي لوڪ هلي وڃان، هو منهنجي واٽ ڏسي رهيو هوندو، ڇاڪاڻ ته هي رگهنندن! مون کان سواءِ هن کي سرڳ ۾ به سک نه ايندو تنهن ڪري مون کي به ٻاليءَ وٽ پهچايو، انهيءَ ڪري توهان کي استري دان جو ڦل ملندو، هي سگريو! توکي ٻاليءَ جي مارڻ واري رام توکي راڄ ونئي ڏنو سو تون نشڪپٽ ٿي رومان سان سک پوروڪ راڄ ڪر. اهڙي طرح تارا کي ورلاپ ڪندو ڏسي شري رامچندر ان کي اپديش ڏيئي چوڻ لڳو، هي تارا! تون پنهنجي پتيءَ لاءِ اجايو شوڪ نه ڪر، هاڻ تون وچار ڪري سچ ٻڌاءِ ته حقيقت ۾ تنهنجو پتي هيءُ سرير آهي يا هن ۾ رهڻ وارو جيو؟ جيڪڏهن هي سرير تنهنجو پتي آهي ته هيءُ جڙ پنجن ڀوتن ۽ ماس رت جو ٺهيل مٽيءَ جو پتلو آهي ڪال ڪرم ۽ گڻن سان اڳين ٺهيو آهي ته هيئر به پنهنجي سامهون پيو آهي پوءِ ان لاءِ شوڪ ڇو ٿي ڪرين؟ پر جيڪڏهن تون جيو کي پتي مڃين ٿي تڏهن به توکي شوڪ نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته هو نروڪار آهي ۽ هو نه جمي

تو نہ مري ٿو نہ قائم رهي ٿو نہ اچي وڃي ٿو، جيو سرو واپڪ آهي. اهڙي طرح سري رامچندر بالي جي استريءَ کي اپديش ڏئي شانت ڪرائي، ۽ سگريو کي بالي جي ڪريا ڪرم بابت آگيا ڏني. جڏهن وڌيءَ مرجب اگنيءَ سنسڪار ۽ ڪريا ڪرم ڪيو، تڏهن ڪان پوءِ سگريو ڀڳوان کي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! هن بانڊرن مان ڪو ڪڏهن کي يووراج ٺاهيو، مان ۽ توهان جو لڪشمڻ سمان داس آهيان، مان ۽ توهان جي چرڻ ڪمل جي سدائين شيوا ڪندو رهندس، اهو ٻڌي سري رامچندر سگريو کي سمجهائيندي چيو، هي سگريو! مان ۽ تون هڪ ئي آهيون ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي، منهنجي آگيا سان جلد وڃي تون ڪشڪندا پوريءَ جي راڄ لي حڪومت ڪر. هي مترا! مان چوڏهن ورهين تائين ڪڏهن بہ نگر ۾ وڃي نٿو سگهان تنهن ڪري راڄ تلڪ جي وقت لڪشمڻ تنهن جي نگر ۾ ايندو، انگد کي يووراج پد ڏجو هاڻي مان برسات جي ڏينهن ۾ لڪشمڻ سان گڏ هتي واچوڙ ئي پربت جي چوٽيءَ تي رهندس سو تون ڪجهہ ڏينهن نگر ۾ رهي پوءِ سيتا جي ڳولڻ جو اپاءُ ڪجو ۽ تڏهن سگريو سري رامچندر جي چرڻن ۾ ڏنڊوت پرڻام ڪري چيو هي ڀڳوان! جيئن توهان جي مرضي هوندي تيئن ئي مان ڪندس، ائين چئي سري رامچندر جي آگيا سان سگريو لڪشمڻ کي ساڻ وٺي ڪشڪندا پوريءَ ۾ ويو، اتي وڃي سري رامچندر جي آگيا موجب لڪشمڻ نگر واسي پرجا سان گڏ ڪري سگريو کي بانڊرن جو راجا ۽ انگد کي يووراج استاپن ڪري لڪشمڻ موٽي رامچندر وٽ آيو. تڏهن ڪانپوءِ سري رامچندر لڪشمڻ سان گڏ پرورشڻ پربت تي رهڻ جو ويچار ڪري اتي ويا هن کي هڪڙي سهڻي سندر غفا ڏسڻ ۾ آئي جنهن ۾ برسات هوا ۽ اس کان بچڻ لاءِ ڏاڍو سک هئو ۽ ان جي پرسان ڪند مول ڦل ڦلس ۽ ان کان سواءِ انيڪ قسمن جي ڦلن ڦولن سان ڀريل ٻوٽين جي سمان ٻاٽيءَ سان ڀريل الاءِ چتر وچتر مرگ ۽ پکين سان سونهارا هئو، سهڻي سک ڏسي سري رام ۽ لڪشمڻ اهو استان پسند ڪري اتي ئي رهڻ لڳا.

سري مهاديو چوي ٿو هي پاروتي! سري رامچندر ۽ لڪشمڻ اتي گڏ رهي پنهنجي ليلا سان سندر غفا ۾ رهڪا ۽ مٺا مٺا ڦل کائي برسات جا ڏينهن اتي آنند سان رهڻ لڳا اتي جا مرگ ۽ پکي انهن گاهہ کائڻ لاءِ جڏهن وقت هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندي شري رامچندر کي ڏٺائون ٿي تہ، ان ڏي نهاري ٽڪ ٽڪ لڳائي بيهي ٿي رهيا. هن وقت پرماتما رام کي منش روپ ۾ پراپت ۽ ان ۾ رهندڙ جاڻي تمام سٺ ڳڻ پراپتيءَ ٿي مرگن ۽ پکين جا روپ

ڌاري اچي رام جي شرڻ ۾ رهڻ لڳا.

## سلوڪ

سڀئي ڪامنائون جنڌي ٿي رام رس ۾ لين
سدا چرڻن ۾ رکيو رهي تلسي جل ۾ جيئن مين
رڳ ۾ اڪر سڀئي ورڻن ڪان آهي سرشت
تلسي رام جو نام آهه سڀ جو مٺي مڪٽ
جو نه جڳي تو مڪ سان ان جي جڀ آهه زهر سمان
تلسي رام سان جنهنجو پريم ناهه سو نر آهه پسوءَ سمان

هڪ ڏينهن ڏهان ڪندي سري رام جي سماڌي ڪلڻ بعد انکي اڪانت ۾ ڏسي لڪشمڻ ڏاڍي پريم سان هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي پڀو! مونکي جو توهان پورهاڻين اپديش ڏنو هو جنهن مان منهنجو اگيان ناس ٿي ويو، پر هي راگهو! ارگي پرش يانت پوڄا سان جهڙي طرح سنسار ۾ توهان جي آراڌنا ڪندا رهن ٿا، سو هن وقت اهو مان ٻڌڻ چاهيان ٿو ۽ جنهن ساڌن ڪرڻ ڪري سولائي سان مڪتي ملي ٿي اهو پراپڪاري ساڌن ڪرپا ڪري ٻڌايو ڇو ته مان توهان جو داس ۽ ڀاءُ آهيان. لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي شري رامچندر چوڻ لڳو، هي لڪشمڻ! منهنجي پوڄا جي وڌيءَ جو ڪرئي انت نه آهي، ڀڳتي ڀاو سان سنگرو وت وڃي ۽ ان ڪان منتر وٺي ٻڌيمان پرش کي گهرجي ته ان گروءَ جي ٻڌايل وڌيءَ سان پنهنجي هردي ۾، اگنيءَ ۾، مورتيءَ ۾، سورج ۾ فقط منهنجي شيوا ڪري، ٻڌيمان پرش کي سوجل اٿي من شد ڪرڻ لاءِ منتر اچاري سنان ڪري نت نيم موجب سنڌيا ۽ نتيه ڪرم ڪري، منهنجي پوڄا ڪرڻ وارو پرش ڪرمن جي سڌيءَ لاءِ پورهاڻين سنڪلپ ڪري پوءِ گروءَ ۾ منهنجي ڀاونا رکي ان جي پوڄا ڪري، جيڪڏهن اگنيءَ جي پوڄا ڪرڻي هجي ته ان ۾ آهوتيون ڏئي، جيڪڏهن سورج جي پوڄا ڪرڻي هجي ته هون يا هوم جي پوءِ سان سورج جي شڪل ٺائي پوڄا ڪري ۽ ڀڳتي دئاران شرڌا سان پرارٿنا ڪري، پرم سان جل ڏيڻ ڪري ۽ مان پرسن ٿيان ٿو، هر منش کي هر طرح سان جل ڪيت چڙهي شرڌا سان پرارٿنا ڪرڻ گهرجي، چاڪاڻ ته ڀڳوان شرڌا پرم جو ڀکيو آهي - منتر وڌيءَ موجب ڪري ۽ هون ڪري تنهن ڪان پوءِ ڳالهائڻ بند رکي، منهنجو سمرن ڪري جپ ڪري، سو پرش منهنجي وڌيءَ موجب پوڄا ڪري سو منهنجي ڪرپا

سان لوڪ لوڙي پرلوڪ ۾ سک ماڻي ٿو، اهڙي طرح پنهنجي ڀڪت شيش اوتار مهاتما لڪشمڻ جي پڇڻ ڪري ڀڳوان شري رامچندر هن طرح ڪيس اپديش ڏنو تنهن کان پوءِ سري رامچندر سياوڪ ماڻا ڏکاري روئي منش وانگر دک ۾ واڪل ٿيڻ لڳو ۽ هاءِ سيتا! هاءِ سيتا! ورلاپ ڪندي سڄي رات گذاري ان کي ڪنهن به طرح ننڊ نه آئي.

## سگريو جو باندر سينا گڏ ڪرڻ

انهيءَ وقت ڪشڪندا پوريءَ ۾ بدّيمان هنومان اڪانت ڏسي سگريو کي چيو ته هي راجن! مان توهان جي ڀلائيءَ لاءِ هڪ ڳالهه ٻڌايان ٿو سا ٻڌو! ڏسو ته سري رامچندر توهان لاءِ ڪيترو نه وڏو اپڪار ڪيو آهي، ليڪن توهان انهيءَ ڳالهه کي بلڪل ڀلجي ويا آهيو، تنهن جي ڪري هن ٻاليءَ کي ماري توکي راج پد وٺي ڏنو، جنهن جي ڪري سان توهان کي مشڪل سان تارا ملي آهي اهڙي بدّيمان رام پنهنجي ڀاءُ سان گڏ هن پراسرت تي رهي ٿو. هو پنهنجي هن مشڪل ڪم لاءِ انهيءَ ويچار ۾ توهان جي اچڻ جي واٽ ڏسي رهيو آهي پر توهان باندر سڀاءُ وس ٿي استريءَ جي موهه ۾ سڀ ڪجهه ڀلائي ڇڏيو آهي، توهان سيتا جي ڳولهڻ لاءِ اڃا تائين ڪو به اپاءُ نه ڪيو آهي ۽ پرتگيا ڪري به اڃا تائين ڪجهه نه ڪيو اٿو، جنهن ڪري اوهين پنهنجي وچن جو ڀنگ ڪري رهيا آهيو، تنهن ڪري توهان به انهيءَ سائڪي ڏنڊ ڀاڳي جنهن سان ٻاليءَ کي مارڻ اٿون سو ئي توکي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ تيار آهي. هنومان جا اهي وچن ٻڌي سگريو ڊپ وچان ڏڪي چوڻ لڳو، هي هنومان! تون بلڪل سچ چئي رهيو آهين، مان برابر هيستائين لهر سکن ۾ ٻڏو پيو هوس ۽ پنهنجي ڪرتب کان ڀلجي ويو هوس، اها ڪل ئي ڪانه ٿي پيم ته ڪو ٻئي ڪنهن منش جو دک سک ويچارڻو اٿم، هاڻ تون منهنجي آگيا سان جلد ئي ڏهن ڏسائن ۾ ڏهه هزار باندر روانا ڪر، اهي ستن ئي ڏيپن ۾ رهندڙ سڀئي باندرن کي وٺي اچن ۽ جيترا به مکيه مکيه باندر آهن اهي سڀئي هٿ پندرهن ڏينهن جي اندر اچي حاضر ٿين ۽ جيڪو به هڪ پکيه اندر نه ايندو ته مان ان کي پنهنجي هٿن سان ماري ڇڏيندس، اهڙي طرح هنومان کي آگيا ڏيئي سگريو وري پنهنجي گهر هليو ويو. تنهن کان پوءِ پرم بدّيمان هنومان سگريو جي آگيا موجب ان وقت تمام باندر ڏهن ئي ڏسائن ۾ موڪلي ڇڏيا جي ڳڻپ کان ٻاهر گهڻا ۽ پراڪرمي هئا، اهي هوا جي سمان تيز رفتار، پهاڙ جي سمان مضبوط هئا. انهن مکيه مکيه وانر دوڙن

کي رام جي ڪاريہ ڪرڻ لاءِ تمام ٽڪڙا ٻون نندن هنومان سميت ٻاسي
مرڪاي چڙهيا .

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هڪ ڏينهن رات جي وقت پرورشڻ پربت تي ويٺل سري رامچندر سيتا جي برهه ۾ وياڪل ٿي لڪشمڻ کي چوڻ لڳو، هي لڪشمڻ! ڏس، ته ڪيئن نه مهنجي سيتا کي راڪش زبردستي کڻي ويا آهن، هوءَ سندري جيئري آهي يا مري وئي، انهيءَ ڳالهه جي پڪ ڪرڻ لاءِ اڃا تائين اسان کي پتو نه لڳو آهي. جيڪڏهن ڪو ٻي مونکي اهو سماچار ٻڌائيندو ته هوءَ جيئري آهي ته پوءِ ڪٿي به چئي، هجي ته مان ان کي الان ضرور وٺي ايندس. هي پرانا! مهنجي پرتگيا هي، جو دشت مهنجي جانڪيءَ کي کڻي ويو آهي ان کي مان ڪٽنب ۽ سيما سميت ڀسم ڪري ڇڏيندس. هي چندر بدني سيتا! مونکي نه ڏسي تمام دک ۾ دکي ٿي راڪشن جي گهر ۾ ڪيئن جيئري رهي سگهندينءَ. افسوس! سگريو به ڪهڙو نه نردئي ٿي پيو آهي جو مون دکياري ڏانهن نهاري به نٿو، هو اشڪنڌ راڄ هٿ ڪري ڪام وس استريءَ جي موهه ۾ ڦاسي مزا ماڻي رهيو آهي. اهڙي سرد موسم آئل ڏسي هو پراڻ پياري سيتا جي کوج ڪرڻ لاءِ آيو به ڪين، اول مون ان جو اپڪار ڪيو آهي، هن دشت ڪام وس ٿي مون کي ڀلائي ڇڏيو آهي، جهڙي طرح مونکي سيتا کي کڻي وڃڻ واري کي ناس ڪرڻو آهي اهڙي طرح سگريو کي به ڪٽنب سميت ماري ڇڏيندس. اهڙي طرح سري رامچندر کي ڪروڌ ۾ ڀريل ڏسي لڪشمڻ چوڻ لڳو هي رام! توهين مونکي آگيا ڏيو ته مان هينئر وڃي دشت چت واري سگريو کي ماري موٽي اچان. انهن ڇٽي هٿ ۾ ڌنش باڻ کڻي پنهنجو پاڻيهي وينو ڏسي سري رامچندر چوڻ لڳو هي پرانا! سگريو مهنجو پيارو متر آهي توکي ان کي مارڻ مناسب، ان کي ڌمڪائي انهن ڇٽي ته توکي به ٻاليءَ وانگر ماريو ويندين، ان جو جواب وٺي موٽي هليو اچج. ره ان وقت جو ڪجهه ڪرڻو هوندو سو مان ضرور انهن ٿي ڪندس. تڏهن ها پراڪرمي لڪشمڻ "تمام چڱو" چئي جلدي ڪشڪندا پوريءَ ۾ آيو. ان قت لڪشمڻ ڪروڌ ۾ اهڙو ڀيانڪر روپ ڌاريو هو جو ڄڻ ته سڄي ٻانڌرن ي ڀسم ڪري ڇڏيندو، سري رگهنات سروگيه ۽ گيان سروپ آهي ۽ لڪشمي ندائين ان جي سيوا ۾ رهندي آهي تنهن هوندي به رواجي استري جي يوگ ۾ دک ڪندي سڀاويڪ پرش وانگر هو سيتا جي دک ۾ وياڪل ٿي هيو هيڏانهن لڪشمڻ ڪشڪندا پوريءَ وٽ پهچي سڄي ٻانڌرن کي ڀپ

ڏيارڻ لاءِ پنھنجي ڌنش سان ٽڪر ٽنڪار ڪئي، ان وقت انگد جي
مڪان مٿان ماڙيءَ تي ويٺل ٻانڊر لڪشمڻ کي ڏسي ھٿن ۾ پٿر کڻي ھڻڻ
لاءِ تيار ٿي بيھي رھيا، انھن ٻانڊرن کي ڏسي لڪشمڻ جا نيتر ڪروڌ ۾
لال ٿي ويا ۽ ڌنش تي ٻاڻ چاڙھي انھن تي وار ڪرڻ چاھيائين ايتري ۾.
ايتري ۾ ٻانڊرن جو منتري انگد اچي پھتو جنھن سڀني ٻانڊرن کي روڪي
لڪشمڻ کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو، پوءِ لڪشمڻ انگد کي ھردي سان لڳائي
چوڻ لڳو، ھي متر! تون پنھنجي ڪاڪي سگريو کي وڃي خبر ڏي ته
شري رامچندر تو تي ڪاوڙيو ويٺو آھي ۽ ان جي آگيا سان ئي مان ھتي
آيو آھيان، اھو ٻڌي انگد ”تمام چڱو“ چئي اوڏي مھل ئي سگريو کي وڃي
سارو سماچار ٻڌايو ته لڪشمڻ ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري ٻاھر بيٺو آھي. اھو
ٻڌي وانر راج سگريو کي ڏاڍو ڀؤ ٿيو ۽ ھڪدم منتريءَ ھنومان کي چيو
ته تون انگد سان گڏ وڃي لڪشمڻ کي وينتي ڪري وڃي شانت ڪراءِ ۽
آدر ڀاءُ ڏيئي ھت وٺي اچينس! اھڙي طرح ھنومان کي موڪلي سگريو
تارا کي چيو، ھي تارا تون به لڪشمڻ وٽ وڃي پنھنجي مڌر وائيءَ سان
ان کي شانت ڪراءِ جڏھن ھو شانتيءَ ۾ اچي پوءِ ان کي مون وٽ وٺي
اچ، اھو ٻڌي تارا ”تمام چڱو“ چئي لڪشمڻ وٽ آئي. ھيڏانھن انگد سان
ھنومان لڪشمڻ وٽ آيو ۽ سر نوائي ڀڳتي ڀاو سان آدرسنڪار ڪري چوڻ
لڳا ھي ڀاڳيوان وير! ڀلي آيا، ھلو گھر- ھي گھر به توھان جو آھي ھلو ھلي
مھراج سگريو سان ملو پوءِ جيڪا اوھان جي آگيا ھوندي ان موجب ڪيو
ويندو. ائين چئي ھنومان پريم سان لڪشمڻ جو ھٿ جھلي راج محل ۾ اچي
پھتا ان وقت تارا سندر سھڻا وستر ۽ ڳھڻا پائي ھار سينگار ڪري بيٺي
ھئي، لڪشمڻ کي ايندو ڏسي تارا پرڻام ڪري مشڪندي مٺي مڌر وائيءَ
۾ چوڻ لڳي، اچو ڏيور! توھين ته ساڌ سڀاءَ ۽ ڀڳت وتسل آھيو، توھان
پنھنجي ڀڳت سگريو تي ڇا جي ڪري ايڏي ڪاوڙ ڪئي آھي؟ ھن ته
گھڻن ڏينھن کان ابا ڪنھن سھاري ڏک ئي ڏک پئي ڀوڳيو ھئو ھاڻ اوھانجي
ھمت اچڻ ڪري ھن جو ڏک دور ٿي ويو، ھو نيٺ ذات جو ٻانڊر آھي،
انھي ڪري ھو ڪام جي وس ٿي رگھنات جي شيوا ۾ حاضر ڪونه ٿيو. ھي
پرڀو! ھاڻ جلدي ٻين ديسن کان تمام ٻانڊر اچڻ وارا آھن. ھي رگھو سرشٽ!
ھينئر ڏھن ئي ڏسائن ۾ وڏن وڏن زبردست لکين ٻانڊرن کي وٺي اچڻ لاءِ
اسان ڏھه ھزار ٻانڊر موڪليا آھن ۽ سگريو پاڻ وڃي سڀني ٻانڊرن سان ان
دئيت راوڻ کي ماري ناس ڪندو ۽ ھنومان اڄ ئي توھان سان گڏ رگھنات

جي شيرا ۾ حاضر ڪندو. ھاڻ ھلو، اندر ھلي ڏسو ته سگريو ڀيڻھجي پٽ ۽
زال جي موھ ۾ غلطان ويٺو آھي ان سان ملي ھن کي درشن ڏئي ۽ ڀاڻ سان
ڏنڊ ولي وجوس. تارا جا وچن ٻڌي لڪشمڻ جو ڪروڌ شانت ٿي ويو ۽ پوء
اندر جتي سگريو ويٺو ھو اتي ويو، سگريو پنھنجي زال ۽ وڻا کي گلي سان
لڳائي پلنگ تي ويٺو ھو. لڪشمڻ کي ايندو ڏسي سگريو ڏپ ۾ ڏڪندو
ھڪدم ٽپ ڏئي اٿيو ۽ چون لڳو ته موھ، مد ۾ لڳي رھيو ھيو،
ان جي اھڙي حالت ڏسي لڪشمڻ ڪروڌ ۾ ڀري چوڻ لڳو ھي دشت!
ڇا تون رگھنات کي ڀلجي وئين؟ تون ڄاڻين ٿو ته جنھن ڀاڻ سان ونو ڀاليء
کي ماريو ويو ھتي اھڙو ڀاڻ اڄ تنھنجي واٽ ڏسي رھيو آھي. مون کي
اھين ٿي معلوم ٿي رھيو آھي ته تون پنھنجي ھٿن سان مارجي ڀاليء ڏانھن
وڃڻ چاھين ٿو. لڪشمڻ جا اھڙا ڪندر وچن ٻڌي ھنومان چوڻ لڳو مھراج
اھڙين ڳالھين جو ڪا ڪرڻ؟ ھيء وانر راج سري رامچندر جو تو ھان ڪسان
۾ وڏيڪ پيارو ڀڳت آھي، ڀڳوان رام جي ڪارڻ لاء رات ڏينھن جاڳندو
رھي ٿو. سامھون ڏسو ھيء ڪروڙن ٻانڊر انھيء ڪري ئي ديس ڪسان
اچي رھيا آھن، ھيء سڀيئي جلد سيتا جي ڳولھا لاء ويندا ۽ مھراج سگريو
سري رامچندر جو سڀ ڪارڻ ڇڱيء طرح سڌ ڪندو. ھنومان جا اھي وچن
ٻڌي لڪشمڻ ڏاڍو ٺڳي ٿيو، تنھن کان پوء سگريو لڪشمڻ کي وينتي
ڪري چوڻ لڳو، شريمان! مان ته رام جو داس آھيان. ھن مھنجي رکيا
ڪئي آھي ھو ته سرو شڪتيوان آھي جو پنھنجي ڀڳتن سان ھڪ ٿي پل
سچي لوڪن کي جيتي سگھي ٿو. ھي پڙيو! مان ته پنھنجي ٻانڊرن سان
۽ سڀني ڪل فقط ان جو ٿالي مان سھائڪ رھندس. مونکان ڀلا! ان جو ڇا ڪارڻ سڌ
ليندو ھو ته سب ڪڇ ڀاڻ ٿي سمرٿ آھي. تڏھن لڪشمڻ سگريو کي
چوڻ لڳو، ھي ڀاڳيوان! مون جو ڪڇ ۾ ڪروڌ وس تو ھان کي چيو آھي،
سو مونکي معاف ڪجو، جو ته ڀڳوان رام ٻن ۾ اڪيلو ٿي آھي ۽ جانڪيء
جي وڇوڙي ۾ تمام وياڪل آھي، اسين اڄ تن تي ھلنداسون، تڏھن وانر
راج "تمام چڱو" چئي لڪشمڻ سان گڏ رٿ ۾ چڙھي ٻانڊرن سميت سري
رامچندر وٽ آيو، ان وقت ٻانڊرن جي سينا جي سوين ڏسڻ وٽان ھئي. ٻيري
مرتنگ ۽ انيڪ قسمن جا ٻاجا وڄي رھيا ھئا ۽ ان سينا ۾ ڪئين رنگ ٻانڊر
اچن ڇتن سان وچتر چير ھٿن ۾ سوڀيا ڏئي رھيا ھئا. اھڙي طرح وانر راج
سگريو وڏي ٺاٺ سان نل نيل جامبونت ۽ ھنومان مکيه مکيه ٻانڊرن سان
رگھنات وٽ ھلڻ لڳا.

منهنجي هن مشڪل ڪم جي ٻاري ۾ چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو جيئن تون ٺيڪ
سمجهين تيئن انهن کي جانڪيءَ جي ڳولها لاءِ موڪلي ڇڏ.

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي وانر راج سگريو پرسن ٿي انيڪ ٻلوان ٻاندرن
کي سيتا جي ڳولهڻ لاءِ موڪليو. اهڙي طرح سيني پاسي انيڪ ٻاندر
موڪليا، جيڪي مکيہ ٻاندر مها ٻلي انگد، جامبونت، نل، سشيڻ، شرڀ،
هنومان ۽ ٻيا ۽ انيڪ وير ٻاندر، هئا تن سڀني کي ڏکڻ ڏسا ۾ موڪلي ڇڏي
ڇڏيو ته منهنجي آگيا سان توهين سڀ هوشياريءَ سان سلڇڻيءَ جانڪيءَ
جي ڳولها ڪريو، پر هڪ مهيني جي اندر ئي موٽي اچجو. جيڪڏهن سيتا
جي ڳولهڻ بنا هڪ مهيني کان هڪ ڏينهن به ڊير سان موٽي ايندو ته هي
ٻاندرو! ياد رکجو ته توهان کي منهن جي هٿان ئي پراڻ ڏنڊ ڀوڳڻو پوندو. انهن
مهاپراڪرمي ٻاندرن کي اهڙي طرح موڪلي، سگريو سري رامچندر کي پرڻام
ڪري اچي ئي ويهي رهيو، ان وقت پون پتر هنومان کي ويندو ڏسي سري
رگهوناٿ چيو هي هنومان! تون هيءَ منهنجي انگوٺي کڻي وڃ هن ٿي
منهنجو نالو اُڪريل آهي سا هيءَ منهنجي نشاني آهي تون اڪانت ۾ سيتا کي
ڏيئي چئجانس ته تون ڪو به الڪو نه ڪر مان جاڻ ته اچي سيتا سميت اچي
پهچندس ۽ اسان جو سمورو حال کيس ڪري ٻڌائج. هي هنومان تون ئي
هن ڪم ڪرڻ ۾ سمرٿ آهين مان تنهن جو ٻيڄ ٻل چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو،
چڱو هاڻي تون وڃ، تنهن کان پوءِ اهي سيئي وير پرش سري رامچندر کي
پرسن چت سان پرڻام ڪري هوا ۾ تيز رفتار سان ڏکڻ پاسي روانا ٿي ويا
اهڙي طرح وانر راج سگريو جا موڪليل ٻاندر سيتا جي ڳولها ڪندا پنڌ ڪندا
هلندا اچي وندياچل جي پرسان گهاٽي ٻن ۾ پهتا جتي هڪ پربت سمان
ڀينڪر راڪش رهندو هو جو مرگ ۽ هاٿين کي پڪڙي کائي ڇڏيندو هو،
ٻاندرن هن کي ڏسي ائين سمجهو ته هيءُ ئي راوڻ آهي، ائين چئي ان کي
هڪ ڪڪ ۾ ماري ڇڏيائون. هن کي آسانيءَ سان مرندو ڏسي ڄاتائون ته هي
راوڻ نه آهي، ائين چئي اڳتي هلڻ لڳا، سيئي ٻاندر پنڌ ڪندا انيڪ
پرڪارن جا راڪش ماريندا جهنگل ڏوريندا هڪڙي ڀيانڪ ٻن ۾ اچي
پهتا. اهڙي ڀينڪر ٻن ۾ گهمندي ڦرندي پياس انهن کي اهڙو ته اچي
ستايو جو زبان، گلو ۽ چپ سڪي خشڪ ٿي ويا سڄو جهنگل ڳولهي ٿڪا
پر پاڻي هٿ ڪونه آين. نيٺ ڳولهيندي ڳولهيندي هنن کي اتي هڪ غفا
ڏسڻ ۾ آئي جنهن جي اندران پاڻيءَ سان پيل ڪونج ۽ هنس پکي پئي
نڪتا انهن کي ڏسي پڪ ٿين ته اندر ضرور پاڻي ملندو اهو خيال ڪري

سڀيئي غفا ۾ اندر گهڙي پيا، سڀني کان اڳ هنومان ۽ پٺيان ٻيا ٻاندر هڪ ٻئي ۾ ٻانهن ٻانهن ۾ وجهي اندر هلڻ لڳا، تمام گهڻو ٿري لاهڻ اونده. اندڪار ۾ وڃڻ کان پوءِ ٻاندرن ڏٺو ته هڪ مڪان جي سامهون صاف جل سان ڀريل سندر تلاءُ آهي ۽ ان جي پرسان ٻڪل ڦلن ڦولن کان جهڪيل سندر وڻ آهن جنهن ڪري ٻسي ٻاندر ڏاڍو خوش ٿيا، آها ڪهڙي نه عجب قسم جو اهو پاڻيءَ جو جهرڻو هئو جنڊ مٺن لاءِ امرت جو چشمو هئو، سڀني ٻاندرن اتي جا خوب ٻڪل ۽ مٺا ڦل ڦول کائي پاڻي پي دل کي ٺارائون.

## سمپاتي پکيراج ۽ انگد

سري مهادو چوڻ لڳو هي پاروتي! هيڏانهن سيتا جي ڳولها ۾ اڪل ٻاندر ان غفا جي واجهو وٽن جي ڇانو هيٺان ويهي سيتا جو پتو نه ملڻ ڪري تمام حيران ٿي پيا ان وقت انگد سڀني ٻاندرن کي چوڻ لڳو هي ڀاءُرو! اسان کي هن ئي ۾ گهمندي گهمندي هڪ مهيني جو مدو پورو ٿيندو اسر وڃي ۾ اچا تائين اسين ڪجهه به نه ڪري سگهيا آهيون. اسين وانر راج سگريو جي آگيا جو پالن نه ڪري سگهنداسين، هاڻي جيڪڏهن ڪشڪندا پوريءَ موٽي هلنداسين ته هو اسان کي ضرور ماري ڇڏيندو. خاص ڪري مان هن جي شتروءَ جو پٽ سو مون کي ته اهو ضرور هن ٻهاني سان ماري ڇڏيندو. ٻيا مون ۾ ان جو پريم ڪيئن ٿي سگهندو. مهنجي رکيا ته سري رامچندر ڪئي آهي. هاڻ مون کان شري رامچندر جو ڪم سڌ نه ٿيو آهي تنهن ڪري مهنجي مارڻ لاءِ هن دکي آتما سگريو کي ٻڪ اهو ئي سٺو ٻهانو هٿ اچي ويندو هو پاپ آتما پنهنجي وڏي ڀاءُ جي استري جا ان وانر سرشت! مان هاڻي هن وٽ ويندس ئي ڪين، ڪنهن نه ڪنهن اپاءُ سان هتي ئي جيون جو انت ڪري ڇڏيندس. ائين چئي انگد جي نيترن ۾ آنسون ڀرجي آيون. هن کي اهڙو دکي ڏسي سڀني ٻاندرن کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ انهن ته اکين ۾ آنسون آڻي انگد کي چيو ته توهان اهڙو غم ڇو ٿا ڪريو اسين سڀيئي پنهنجي پرانن جي رکيا ڪنداسين، ۽ اِي ٿيا ٿي هن غفا ۾ ئي رهنداسين هن ۾ جو نگر آهي اهو امراوتي پوريءَ جي سمان سڀني سکن ساڌنن سان ڀرپور آهي، اهڙي طرح هنن جي ڳالهين ڪرڻ جو آواز هنومان جي ڪن تي پيو، اهو آواز ٻڌي هنومان انگد وٽ اچي ان کي هردي سان لڳائي چيو، انگد تون اهڙي چنتا ڇو ٿو ڪرين توکي ڪنهن ته

قسم جي من ۾ ڪوئي ڀاونا نہ رکڻ گهرجي تون نہ تارا جو لاڏلو پٽ آهين، تنهن ڪري راجا سگريو کي بہ تون تمام پيارو آهين، ۽ رامچندر جي بہ توسان ۽ روز لڪشمڻ کان بہ وڌيڪ پريت وڌندي ٿي وڃي تنهن ڪري توکي سري رامچندر يا سگريو لاءِ ڪنهن بہ قسم جو ڪنڪو من ۾ رکڻ نہ گهرجي. مان هر طرح سان تنهنجو ڀلو ڪرڻ لاءِ تيار آهيان تنهن ڪري هي ڀاڳوان تون اهڙي ڳالهہ جي چنتا ئي نہ ڪر ۽ هنن ٻاندرن جو توکي ڇهو نہ هن غفا ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪنڪو نہ رهندو سو ترلوڪ ۾ اها ڪهڙي وستو آهي جا ڀڳوان رام کان پاڻ هٿڻ لاءِ ڳجهي هوندي. هي ڪهڙي سرشٽ! جيڪي ٻاندر توکي هيءَ ٻري صلاح ڏيئي رهيا آهن، اهي ٻنهجي استري ۽ ٻالڪن کي ڇڏي توسان گڏ ڪيئن رهي سگهندا. هي يوراج انگد! مان توکي هيءَ تمام گهٽ ڀيد ٻڌايان ٿو سو ساوڌان ٿي ٻڌ، ڀڳوان رام ڪوئي رواجي منش نہ آهي هو تہ ساڪياٽ نروڪار نارائڻ آهي ۽ ڀڳوتي سيتا جڳت موهڻي مايا آهي ۽ لڪشمڻ ترلوڪن آڌار ساڪياٽ شيش ناڳ ناٿ آهي، هيءَ سڀ برهما جي پرارٿنا سان راڪشن کي ناس ڪرڻ لاءِ مايا سان منش روپ ۾ پرگهٽ ٿي تنهي لوڪن جي رکيا ڪرڻ ۾ سمرٿ آهن، اسين سڀيئي ونڪنٽ ۾ رهڻ وارا ڀڳوان وشنو جا پارکد آهيون، جڏهن ڀڳوان ٻنهجي مرضيءَ سان منش روپ ڌارڻ ڪيو هو تڏهن اسان بہ انهيءَ جي مايا شڪتيءَ سان ٻاندر روپ ۾ اچي ٿيا آهيون. گهڻو وقت اڳي اسان تپسيا جي دئاران شري جڳديشور جي آراڌنا ڪئي هئيسين تڏهن ان جي ڪرپا سان اسين ان جا پارکد ٿيا آهيون. هاڻي بہ اسين مايا جي دئاران انهيءَ جي شيوا ڪري انت ۾ وري ونڪنٽ ۾ وڃي آنند سان انهيءَ سان گڏ رهنداسين.

اهڙي طرح انگد کي دلداري ڏيئي سڀيئي ٻاندر وندييا چل پربت تي ويا ۽ ٻيءَ ڏيري ڏاري جانڪيءَ کي ڳولهيندا ٻڌ ڪندا ڏکڻ طرف سمندر جي ڪناري وٽ مهيندر پربت جي واڌو اچي پهتا، اتي ڀهڙي ابار ۽ اٿاهہ ۽ ڀؤ ڏيندڙ سمنڊ کي ڏسي دپ ۾ پئجي هڪ ٻئي ۾ چوڻ لڳا تہ هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي، سڀيئي ٻاندر ڏاڍي چنتا ۾ پئجي سمنڊ جي ڪناري تي ويهي رهيا ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪري چوڻ لڳا، افسوس! اسين ۾ گهمندي گهمندي هڪ مهينو تہ اسان کي هن غفا ۾ ٿي گذري ويو آهي پر راوڻ ۽ جنڪ نندني سيتا کي اڃا تائين نہ ڳولي سگهيا آهيون. راجا سگريو جو تمام وڏو ڏرو مرنيو ڏنڊ آهي سو اسان کي ضرور مارائي ڇڏيندو. سگريو جي هٿان مرڻ جي بدران ان جل نہ کائي مرڻ ۾ ئي اسان جو وڌيڪ ڪلياڻ آهي، ائين

چڙهي سيني مرڻ جهڙي ڌڪ ڪري اتي ئي واهي رهيا. اهڙي وقت مهيمادار پربت جي غار ۾ وڃڻ لڳا. گيڌ راج ڀڳي پربت سمان ٻاهر نڪري شڪار ڳولهڻ لاءِ هلڻ لڳو، وڃي اچي وڏا وڏا ٻاندر وڃڻ ڏسي هن سڀني سان چورڻ لڳو ته اڄ مون کي گهڻن ڏينهن جو کڏ ڏيل کاڌو مس مس مليو آهي سڀ کائي مان هنن سڀني کي هر روز هڪ هڪ ڪري کائيندس.

گيڌ راج ڀڳيءَ جا اهي وچن ٻڌي سڀئي ٻاندر ڊپ وچان چورڻ لڳا- افسوس! هاڻ ته هي گيڌ اسان سڀني کي کائي ڇڏيندو. هي ٻاندرو! اسان کان نه ڪو ڀڳوان رامچندر جوني ڪجهه ڪارڄ ٿيو آهي ۽ نه ڪو راجا سگريو جو ۽ نه ڪو پنهنجو ئي ڀلو ٿيو، هاڻ اسان بي قصور هن جي هٿان مرڻ جم لوڪ هليا ويندا سين. افسوس! ڌرماتما جٽايو ڌنيه آهي جنهن ڀڳوان شري رامچندر جي ڪارڄ ۾ پنهنجا پراڻ ڏيئي ڇڏيا، ڏسو ان شترن کي ناس ڪرڻ واري ڀڳوان ان کي موڪيه پد ڏيئي ڇڏيو جو ٻين جوڳين لاءِ به دُرلڀ آهي. ٻاندرن جا اهي لفظ ٻڌي سمپاتي (گيڌ) چوڻ لڳو، هي ڪهڙي سرشت! توهان ڪير آهيو جو ٻاڻ ۾ امرت سمان مٺا وچن چئي رهيا آهيو ۽ منهنجي اڳيان منهنجي پياري ڀاءُ جٽايو جو نالو وٺي رهيا آهيو، هيٺر اوهين مون کان ڪنهن به قسم جو ڊپ نه ڪريو ۽ مون کي پنهنجو سمورو حال ڪري ٻڌايو. تڏهن شريمان انگد اتي گيڌ وٽ وڃي چوڻ لڳو ته، سري رامچندر ڀاءُ لڪشمڻ ۽ پراڻ پياري سيتا سان گڏ گهور ٻن ۾ ڦري رهيا هوا اتي ان جي استريءَ سيتا کي پاپي راوڻ چوريءَ کڻي ويو، جنهن وقت رام ۽ لڪشمڻ مرگ مايا جي پٺيان ويا ان وقت هو موقعو ڏسي سيتا کي زوريءَ کڻي ويو ۽ هوءَ هاءِ رام! هاءِ رام! چئي روئڻ لڳي، ان جو آواز ٻڌي مها پرتاپي پکين جو راجا گيڌ جٽايو رگهنات جي ڪري راوڻ سان گهور جُد ڪئي نيٺ انت ۾ اهو مها ٻلوان جٽايو راوڻ جي هٿان مارجي ويو. تڏهن کان پوءِ پاڻ خود سري رامچندر ان جو اگني سنسڪار ڪري ڪريا ڪرم ڪيو، ۽ هو اوڏي مهل ئي ڀڳوان رام ۾ لين ٿي ويو ۽ موڪيه پد کي پراپت ڪيو. تڏهن کان پوءِ رگهنات سگريو وٽ آيو ۽ اگنيءَ کي ساکي ڪري ان سان مترتا ڪئي ۽ سگريو جي چوڻ موجب مهاٻلي رامچندر ڊشٽ ٻاليءَ کي ماري ٻاندرن جو راج سگريو کي ڏنو، مهاٻلي سگريو اسان جهڙن انيڪ مها پراڪرمي ٻاندرن کي سيتا جي ڳولهڻ لاءِ موڪليو آهي، ۽ ائين چئي ڇڏيو اٿس ته، هڪ مهيني جي اندر ئي موٽي اچجو جيڪڏهن هڪ مهيني اندر موٽي نه ايندا ته توهان کي پراڻ ڏنڊ ڏنو ويندو. هاڻ اسين ان جي آگيا سان هن

اُن ۾ ڀٽڪندا ڦرندا هڪ غفا ۾ هليا وياسين جتي اسان کي هڪ مهينو ٻُڍو ٿي ويو ۽ اڃا تائين اسان کي نڪو سيتا جو ڪو ڏس مليو آهي ۽ نڪو راوڻ جو، تنهن ڪري هاڻ اسين ٻڪ ڪري مرڻ لاءِ هن کاري سمنڊ جي ڪناري تي ويٺا آهيون. هي گڌراج جيڪڏهن اوهان کي جانڪيءَ جي ڪجهه خبر هجي ته ڪرپا ڪري ٻڌايو.

انگد جا اهي وچن ٻڌي سمپاتي (گِڌ) من ۾ پرسن ٿي چوڻ لڳو، هي ڪپيشورا! جٽايو منهنجو پيارو ڀاءُ هئو اڄ گهڻي وقت کان پوءِ مون پنهنجي ڀاءُ جو سماچار ٻڌو آهي، هي باندرو! مان توهان کي پنهنجي زبان سان ضرور ٻڌائيندس پر پهريائين مون کي ڀاءُ لاءِ جل انجلي ڏيڻ لاءِ سمنڊ جي ڪناري تي وٺي هلو، پوءِ توهان کي ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ جيڪو مناسب هوندو اهو سڀ ٻڌائيندس. تڏهن سڀيئي ”تمام چڱو“ چئي سمپاتيءَ (گِڌ) کي سمنڊ جي ڪناري تي وٺي آيا، اتي اهو هن جل ۾ سنان ڪري ڀاءُ کي جل انجلي ڏني. تنهن کان پوءِ باندر هن کي سندس استان تي وٺي ويا پوءِ سمپاتي (گِڌ) پنهنجي وچن سان باندرن کي پرسن ڪري چوڻ لڳو ته ترڪوٽ پربت تي لنڪا نالي هڪ نگري آهي اتي جنڪ نندني سيتا اشوڪ بن ۾ راڪشن جي پهري هيٺ رهي ٿي، اها لنڪا پوري هتان هڪ سؤ يوجن پري سمنڊ جي وچ ۾ آهي، مون کي ته لنڪا پوري ۽ سيتا هتان ئي پيا ڏسڻ ۾ اچن ڇاڪاڻ ته گِڌ پکي هئڻ ڪري منهنجي نظر تمام پري تائين ويندي آهي، توهان مان جو ڪوئي ٻه سؤ يوجن سمنڊ ٽپي سگهي ته اهوئي پڪ جانڪيءَ کي ڏسي اچي سگهي ٿو، منهنجي ڀاءُ کي مارڻ واري راوڻ کي ته مان اڪيلو ئي مارڻ ۾ سمرٿ آهيان، پر ڇا ڪريان؟ مونکي پر ڪونه آهن توهان مان ڪوئي نه ڪوئي ڪنهن نه نموني ڪوشش ڪري خبر لهي اچي پوءِ ته راڪش راج راوڻ کي سري رامچندر پاڻ خود ماري ڇڏيندو. هيئنر توهان سڀني مان ايڏو وڏو ٻر شڪتيوان ڪير آهي جو سؤ يوجن رفتار وارو سمنڊ پار ڪري لنڪا ۾ جانڪيءَ وٽ وڃي خبر چار ڏئي ۽ وري سمنڊ پار ڪري موٽي اچي.

## هنومان جو جنم ۽ طاقت جو ورنن

سمپاتي جا اهي وچن ٻڌي باندرن کي سيتا جي درشن ڪرڻ جو من ۾ ڏاڍو اُمنگ ٿيو ۽ اُن جو پتو لڳائڻ لاءِ من ۾ ڏاڍو خوش ٿيا پر جڏهن تمام ڦاڪڙا ڀيانڪر ترنگن سان اڇلون ڏيندڙ آڪاش وانگر سمنڊ کي ڏسي هاڻ ۾

چوڻ لڳا ته اسين هن سمنڊ کي ڪهڙي طرح پار ڪري سگهنداسين، انڌن انگد چوڻ لڳو، هي باندر سرشٽ پڌوا توهان سڀئي تمام بلوان سورويرَ ۽ پراڪرمي آهيو، تنهن ڪري توهان مان اهڙو ڪير آهي جو سمنڊ ٽپي راجا رامچندر جو ڪارج پورو ڪري، اهڙي ريت سڀني باندرن جي پراڻن جي رکيا ڪندو، تنهن ڪري اهڙو ڪوئي به مها بلوان هجي سو منهنجي سامهون اچي حاضر ٿئي سو ئي سڀني باندرن جي ۽ سگريو جي رکيا ڪرڻ وارو ٿيندو.

يوراج انگد جي اهڙي طرح چوڻ ڪري سڀئي باندر سماپتي چپ چاپ ٿي ويهي رهيا ۽ ڪنهن جي مک مان هڪ شبد به نه نڪتو ۽ سڀئي هڪ ٻئي جو منهن تڪڻ لڳا، ڪجهه به جواب نه ملڻ ڪري وري انگد چوڻ لڳو، هي ويرو! هن ڪارج ڪرڻ لاءِ سڀئي پنهنجي پنهنجي شڪتيءَ جو ورڻن ڪري ٻڌايو ۽ انگد جي اها ڳالهه ٻڌي سڀئي باندر الڳ الڳ پنهنجو بل ٻڌائڻ لڳا. هر هڪ ڏهن يوجن کان وٺي وڌيڪ وڃڻ جي شڪتي ٻڌائي البت ۾ ان جهنگلي جانور جامبونت پنهنجي شڪتي سؤ يوجن جي اندر ٻڌائي، تڏهن انگد چوڻ لڳو ته مان مهاساگر پار ته ڪري ويندس پر وري موٽي اچڻ جي شڪتي آهي يا نه، اهو چئي نٿو سگهان. تڏهن وار جامبونت ان کي چيو هي انگد! جنهن جي هٿان هي ڪم سڌ ٿيندو اهو وير مان توکي ڏيکاريان ٿو، ائين چئي جامبونت الي ويٺل هنومان کي چيو هي هنومان! هن وڏي ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ تون اهڙي طرح اڻ ڄاڻ ٿي چپ چاپ ڪري ايڪانت ۾ ڇو ويٺو آهين؟ هي مهاوير! توهين ساکيات پون ديوتا جا پتر آهيو ۽ پتا جي سمان پراڪرمي آهيو، تنهن ڪري اچ پنهنجي شڪتيءَ جو بل ڏيکاريو. مهاتما وايوءَ رام جي ڪارج لاءِ ئي توهان کي اُتپن ڪيو آهي، شيرن جا پٽ شير ئي ٿيندا آهن. هڪڙي ڏينهن تنهنجو پتا وانر ڪيسري رڻ ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻن ۾ ويو جتي ڪيشپ نالي مهيشور واسي تپ ڪير اتي هڪ ڀيانڪ هاٿي ڪال سروپ ۾ رشيءَ جي سامهون اچي بيٺو، رشي هاٿيءَ کي ڏسي ڏکي ٿيو ۽ تنهنجي پتا کي چوڻ لڳو ته هي ڪيسري! ڪرپا ڪري تون مون کي هن ڀيانڪ هاٿيءَ جي ڪوپ کان بچاءِ ته تپسيا ۾ وگهن پوندو. مهيشور جا اهي وچن ٻڌي ڪيسري هڪدم گرجنا ڪري هاٿيءَ جي سامهون وڃي بيٺو. ڏندن کان جهلي ڦيرائي ڦيرائي ڪٽي پرٿويءَ تي قتل ڪيائين. ڪيسري جو اهڙو بل پراڪرم ڏسي مني ڏاڍو خوش ٿي چوڻ لڳو، هي ڪپي راج! مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان، هاڻ گهر جيڪي ور

گهوڙو هجيئي - تڏهن هنومان جو پتا هٿ جوڙي چوڻ لڳو، هي ميشور! جي
توهين مون تي پرسن ٿيا آهيو ته مونکي ڪرپا ڪري اهڙو ورڊان ڏيو ته
ته مون کي واءُ جهڙو پرتاپي وير ٻلوان پتر ٿئي - هنومان ٿي ميشور "ائين
ٿي ٿيندو" چئي انتر ڌيان ٿي ويو - ان ميشور جي ورڊان ملڻ ڪري تون
ائين ٿئين هاڻي تون پنهنجي جنم جي ڪٿا ٻڌ، هنومان جي ماتا انجنا ديوي
پتورت ڌرم پالڻ واري ۽ سونهن سوڀيا جي کاڻ هئي، هڪڙي ڏينهن
هار سينگار ڪري ڪنهن پربت تي واهي ان جي سوڀيا ڏسڻ لڳي ته اتي
۾ پون ديوتا (واءُ) ۾ پنهنجي چال تيڏي ڪري سندس انگ جو ڪپڙو
اڏائي سندس انگ سان سپرش ڪرڻ لڳو، اهو حال ڏسي هنومان جي ماتا انجنا
ديوي ڪروڌ ۾ اچي ٻاهر نڪري ويئي ۽ واءُ کي سراپ ڏيڻ لڳي، اهڙي
طرح انجنا ديويءَ کي سراپ ڏيندو ڏسي واءُ چوڻ لڳو ته هي انجنا! اول
منهنجي ڳالهه ٻڌ هنومان کان پوءِ تون مون کي ڀلي سراپ ڏي. هنومان جي پتيءَ
ٻاڻ ڪيشب مڻيءَ کان ور گهريو هو ته مون کي واءُ جهڙو پٽ ملي،
انهيءَ ڪري مون سوکيم روپ ڌاري توکي سپرش ڪيو آهي، مون ڪو
توکي استول شرير ڌاري سپرش ڪونه ڪيو آهي انهيءَ مان ڪو هنومان جو
پتورت ڌرم نٿو بگڙي - پوءِ تون جاڻي واڻي مون کي سراپ ٿي ڏين ان جو
مطلب ڇا؟ ائين چئي واءُ پنهنجي چال بند ڪئي ۽ انجنا ديوي ۽ موٽي
پنهنجي گهر آئي ۽ اچي ساري حقيقت پنهنجي پتيءَ ڪيسري پنهنجي پتا سان
ڪئي. هي وير پرش! هنومان جو جنم ڏاڍي شڀ گهڙيءَ ۾ ٿيو آهي، ان
وقت ديوتائون آڪاش مان گلن جي ورکا وسائڻ لڳا ۽ انيڪ باجا وڄڻ
لڳا، اهڙو ڀاڳيوان وير تيجسوي پٽ ملڻ ڪري هنومان جو ماءُ پيءُ ڏاڍو
خوش ٿيڻ لڳا. هڪڙي ڏينهن ماتا توکي هنج ۾ وهاري کير پياري رهي
هئي ۽ جنهن وقت سورج ڀڳوان اوڀر پاسي کان وڌڻ لڳو، ان وقت تو
کيس رانديڪو جاڻي هڪدم ٽپو ڏيئي آڪاش ۾ وڃي سورج ديو کي جهليو
تنهن تي ديوراج اندر توکي پنهنجو وڄر هنيو، پر تو اهو ڌڪ سهي ڪروڌ
۾ ڀرجي ڊوڙي وڃي سورج کي جهلي پنهنجي مک ۾ وجهي ڇڏيو. اس
پوءِ ته اونده اندوڪار ٿي ويو ۽ چوڌاري هاهاڪار مچي ويو. سورج نارائڻ
جي نه اڀرڻ ڪري جپ تپ يگيه سڀ شڀ ڪرم بند ٿي ويا، ديوتائون
ڏاڍو دکي ٿي شنڪر ڀڳوان جي چوڻ موجب هنومان جي پتا ڪيسريءَ وٽ
ويا ۽ کيس چوڻ لڳا ته هي ڪيسري! هاڻي ڪرپا ڪري تون پنهنجي
ٻالڪ جي مک مان سورج ڪڍاءِ نه ته اسان جي ناستي ٿي ويندي - انهيءَ

جي ٻڌران جيڪو ٻه ور گهرڙو هجيئي سو ملاشڪ گهر، انهن ڪمهري چوڻ لڳو، هي ديوتائون! توهان منهنجي پتر کي اهو ور ڏيو ته هن جو الار ورڙي ۽ ڪنهن کان به جيتجي نه سگهي ۽ مها ٻلوان شري رامچندر جن جو پرم ڀڳت رهي - تنهن تي ديوتائون (انهن تي ٻيئدو) چوڻ لڳا، ديوتائن جي آشيرواد ٻڌي هنومان تو سورج کي مک مان ٻاهر ڪيو. تڏهن سڀ ديوتائن ترس آئي وري ٻه توکي ور ڏيڻ لڳا. اگني ۽ چيو ته هي هنومان! تون ٻاهر ڪڏهن ٻه نه جلندين. ديوراج اندر چوڻ لڳو، هي پون پتر! توکي منهنجو ڪڏهن ٻه وڄر نه لڳندو. برهما چوڻ لڳو هي انجني! توکي منهنجي ڪاڻي ٻه شڪتي نه لڳندي. هي ڪپي سريشٽ! اهڙو ڪير آهي جو توهان جي ٻل جو مهاتم ورڻن ڪري سگهي - تنهن ڪري توهان ليار تي وڃو ۽ هيءَ رام جو ڪارج ڪري اسان جي رکيا ڪريو. جامبونت جا اهي وچن ٻڌي هنومان شري رامچندر جو ڌيان ڪري سڀني ٻاندرن کي دلداري ڏيئي چوڻ لڳو هي ڀاءُو! توهين هاڻ ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪريو مان شري رامچندر جي ڪرپا سان سمند سان اهو ڪم پورو ڪري سگهندس. انهن چئي پنهنجو سروپ ڪڍي وڏا ٻالين ۽ سڀني برهمانڊ کي ڏيکاري ڇڏيو، تروڪرم ڀڳوان جي سمان پربت جهڙو سرير ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو هي ٻاندرو! مان سمندر ٽپي وڃي لنڪا ڀسم ڪري ڇڏيندس ۽ راوڻ کي ڪل سميت ماري جانڪيءَ کي وٺي ايندس جيڪڏهن چئو ته راوڻ کي ڳلي ۾ ٽوڙي وجهي لنڪا کي ترڪوٽ پربت سميت ساڄي هٿ تي کڻي ڀڳوان رام جي اڳيان آڻي رکان يا فقط جانڪيءَ کي ڏسي هليو اچان - جامبونت چيو هي ڪپيشور! تون فقط جانڪيءَ جي خبر لهي اچ تنهن کان پوءِ شري رامچندر ٻاندرن جي سينا وٺي راوڻ کي ماري سيتا وٺي موٽي ايندو. انهيءَ پراوءِ جي چرترن کي ٽيئي لوڪ ڏايي پريم سان ڳائيندا.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هيءَ شري رامچندر جي ڪٿا سنسار روڳ دکن لاءِ هڪ دوا آهي جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان هيءَ جنم ٻڌ ساڳر تري پار پوندو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شري شو پاروتي سنواد جو ڪشڪندا ڪانڊ
سنسار ساڳر روپي چوٿون ڏاڪو سماپت ٿيو.






## ناڳن جي ماتا سرسا ۽ هنومان



جامبونت جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو ”هي وير ٻاندرو! مان اڄ ئي سيتا جي خبر وٺڻ لاءِ وڃان ٿو ۽ پکين جي ڏنل منڊي کڻي وڃان ٿو. من ۾ رام جو ڌيان ڪندو هن معمولي سمنڊ کي پار ڪرڻ ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي؟ توهين منهنجي موٽي اچڻ تائين ترسجو“ انهن چئي سڀني کي نمسڪار ڪري هنومان سمنڊ جي ڪناري تي اچي مها ڀينڪر سمنڊ ڏي نهاري سري رامچندر جو سمرڻ ڪري ٻانهون ڍلائي پنج کي سڌو ڪري مٿي نهاري هوا جي تيز رفتار سان اڏامي ويو. ان وقت ديوتائن آڪاس ۾ هنومان کي تيز رفتار سان ويندو ڏسي ان جي ٻل جي پريکيا وٺڻ لاءِ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ”هي ۽ مهابلي شڪتيوان ٻاندر هوا جي سمان تيز رفتار سان وڃي رهيو آهي، خبر نه آهي ته لنڪا ۾ ويندو يا نه. تنهنڪري هن جي ٻل جو آزمودو وٺڻ گهرجي.“ اهو وچار ڪري انهن ناڳن جي ماتا سرسا کي چيو ته ”سرسا! تون هينئر وڃي هن ٻاندر جو آزمودو وٺي اچ.“ ديوتائن جي چوڻ موجب سرسا، هڪدم اونڌاڻهن واٽي ۽ هن جي اڳيان ڀينڪر روپ ڌاري رستو روڪي بيهي چوڻ لڳي ”ٻاندر! مان بک کان ڏاڍي واڪل آهيان. ڀل ديوتائن مون تي ڪرپا ڪري تو جهڙو ٻاندر ڀوڄن لاءِ موڪليو آهي، سو هي ٻاندر جلدي اچي منهنجي مک ۾ پرويش ٿي.“ تڏهن هنومان چوڻ لڳو، ”هي ماتا! مان شري رامچندر جي آگيا سان جانڪيءَ کي ڏسڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان، آءٌ ان جلدي موٽي سري رامچندر کي خوش خبري ٻڌائي پوءِ مان تنهنجي مک ۾ پرويش ڪندس هي سرسا! مان توکي پرڻام ٿو ڪريان، تون مون کي وڃڻ ڏي.“ تڏهن ٻي سرسا چوڻ لڳي ”هي هنومان مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي، تنهن ڪري هڪواريءَ منهنجي مک اندر وڃي پوءِ هليو وڃ نه ته مان توکي کائي ڇڏينديس.“ تڏهن هنومان چوڻ لڳو، ”امام ڇڱو“ تون جلدي پنهنجو مک کول مان هينئر تنهن جي مک ۾ وڃي

ارت لنڪا هليو ويندس، ائين چئي هنومان پنهنجو سرير هڪ ارٻن وڏائي
واندر ساٿون تي اچي رهيو، هنومان جو اهو روپ ڏسي سرسا پنهنجو مک
پنج اوجن وڏاو تڏهن هنومان پنهنجو سرير ڏهه اوجن وڏايو، انهن سرسا
پنهنجو مک ويهه اوجن وڏايو تڏهن هنومان پنهنجو سرير ٽيهه اوجن ڪري
ڇڏيو جڏهن سرسا پنهنجو مک پنجاهه اوجن وڏايو تڏهن هنومان پنهنجو ننڍو
ننڍو سرير ڪري جهٽ ان جي مک ۾ وڃي وري ٻاهر نڪري آيو ۽ ان جي
سامهون اچي ڇوڻ لڳو، هي ديوي! مان تنهن جي مک ۾ وڃي وري ٻاهر
نڪري آيو آهيان هاڻي توکي نمسڪار آهي، هنومان کي ائين چوندو ڏسي
سرسا چوڻ لڳي هي پدمان! تون ڌنيه آهين، تون ضرور سري رامچندر جو
ڪاريه ڪندين. هي باندرا ديوتائن تنهن جو بل ڏسڻ چاهيو ٿي تنهن ڪري
انهن مون کي تو وٽ موڪليو، سو هاڻي مون کي پڪ ٿي ته تون سيتا جي
خبر لهي وري جلدي اچي رگهناٿ سان ملندين، هاڻي تون وڃ ائين چئي
سرسا ديولوڪ هلي وئي، هنومان ته گرڙ پکيءَ وانگر آڪاش ۾ هلندا اڏامندي
وقت سون ۽ موتين سان ڀريل سمندر ميناڪ پربت کي چيو هي ڀائي! ڏس
ته هي مها شڪتيوان پون پتر هنومان رام جي ڪارج لاءِ وڃي رهيو آهي
تون ان جي سهائتا ڪر. گهڻو وقت اڳي سگر جي پٽ مون کي ٻڌايو هيو
انهيءَ ڪري مان ساگر سڏجان ٿو، هو دشرٿ نندن ڀڳوان رام جي وڻش ۾
پيدا ٿيو ۽ هيءَ ڪپي راج هنومان انهيءَ جو ڪاريه سڌ ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو
آهي، تون جلد جل کان ٻاهر نڪري مٿي تي بيهه جنهن ڪري هو ڪجهه دير
تولي وشرام ڪري اڳتي وڃي، تڏهن ميناڪ پربت ”لمام چڱو“ چئي جهٽ
پنهنجي انيڪ چمڪندڙ چوٽي ٻاهيءَ منان ٻاهر ڪڍي گهڻو مٿي ٿي اچو
۽ ٻاڻ مش روپ ڌاري هنومان کي ايندو ڏسي چوڻ لڳو هي ڪپيشور!
مان ميناڪ آهيان، سمندر مون کي توهان جي وشرام ڪرڻ لاءِ آڳيا ڏني
آهي، اچو هيءَ منهنجا امرت سمان مٺا ڦل کائي ڪجهه دير هتي وشرام
ڪري اڳتي پوءِ هليا وڃو. ميناڪ جا اهي وچن ٻڌي پون پتر هنومان
چوڻ لڳو هي ميناڪ! رام جي ڪاريه لاءِ ويندي مان ڀوڄن ڪيئن ڪري
سگهان ٿو؟ ۽ مون کي جلدي وڃڻو آهي، تنهن ڪري وشرام ڪرڻ جو وقت
ني ڪٿي آهي؟ ائين چئي هنومان ميناڪ جو مان رکڻ لاءِ ان جي چوٽيءَ
کي فقط آڱر سان ڇهي اڳتي هليو ويو، هو ڪجهه پنڌ اڳيان اڳتي مس هليو
ته ان کي هڪ ڇاياگر ڪٺي پڪڙيو هوءَ شينهڪا نالي هڪ پيانڪ راڪشڻ
هئي جا سدائين جل ۾ رهي آڪاش ۾ ويندڙ جيون جي ڇايا پڪڙي انهن

ڪي ڪيتري ڪاٺي ڇڏيندي هئي ان جي ڏڪڻ کان پوءِ مها پراڪرمي هنومان سوچڻ لڳو ته هيءُ وگهن وجهڻ وارو اهڙو ڪير آهي؟ جو ڏسڻ ۾ به ڪونه ٿو اچي ائين عجب ۾ پئجي سوچيندي هن جي نظر وڃي هيٺ پيئي ڇا ڏسي ته هڪ ڀيانڪ روپ ۾ شيهڪي راڪشڻ بيٺي آهي، ان کي ڏسندي ئي جل ۾ ٽپي پيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ان کي لت سان ماري ڇڏيو. ان کان پوءِ هنومان وري اڇل ڪاٺي ڏکڻ طرف هلڻ لڳو ۽ جلد اُسي اچي سمنڊ جي ڪناري تي پهتو جتي انيڪ قسمن جا وڻ ميون سان ڀريل هئا ۽ طرحين طرحين جا پکي انهن تي مٺيون ٻوليون ٻولي رهيا هئا.

## هنومان جي وڀيشڻ سان ملاقات

اتي پهچي هن ترڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تي لنڪا پوري ڏٺي جا هر طرح سان سهڻن سندر مڪانن سان سونهيا ڏٺي رهي هئي ان کي ڏسي ويچار ڪرڻ لڳو ته مون ڪسي ڪهڙي طرح سان شهر ۾ وڃڻ گهرجي، نيٺ پڪ ڪيائين ته مان رات جي وقت سوکيم سروپ ڌاري راوڻ جي راڄڌانيءَ لنڪا ۾ ويندس. اهو ويچار ڪري اتي ترسي پيو ۽ رات جي وقت لنڪا پوريءَ ڏانهن هلڻ لڳو، جنهن وقت مها پرتاپي هنومان سوکيم روپ ڌاري نگر جي دروازي ۾ گهڙڻ لڳو اتي هڪ لنڪاپوريءَ نالي راڪشڻ بيٺي هئي، هنومان کي اندر ويندو ڏسي ڌڪائي پڇڻ لڳي تون ڪير آهين؟ جو رات جي وقت چورن وانگر نگر ۾ وڃي رهيو آهين، اڙي باندرا! اندر وڃي ڇا ڪرڻ چاهين ٿو ائين چئي ڪروڌ ۾ ڀرجي لت هڻي ڪيرايائينس، تڏهين هنومان کي لڳي جا ڪاوڙ سو نڪا ڪيائين هم نڪا ڪيائين تم پري جو زور سان مڪ هنيائينس ته رت ڳاڙهيندي وڃي پٽ تي ڪري پيئي وري ڪجهه دير کان پوءِ اٿي اچي هنومان کي چيائين ته هنومان! هاڻ منهنجو جنم سڦلو ٿيو، جو ته پتا برهما جي چوڻ موجب مونکي تنهنجو درشن ٿيو مان هاڻي ديولوڪ وڃان ٿي، هاڻ تون ڀلي وڃ ۽ وڃي پنهنجو ڪارج سڌ ڪر. لنڪا راڪشڻيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان لنڪا پوريءَ ۾ اندر ويو ۽ سوکيم سروپ ڌاري رات جو نگر ۾ سيتا پاسي گهمندو رهيو ۽ سيتا جو پتو لڳائڻ لاءِ هو راج محل ۾ گهڙي ويو سڄو محل گهمي ڏٺائين پر سيتا جو پتو ڪونه مليس ڏٺائين ته راوڻ گهريءَ ننڊ ۾ سمهيو پيو آهي، اهڙي طرح گهمندي گهمندي هنومان وڀيشڻ جي گهر وٽ اچي پهتو، ويجهو وڃي ڇا ڏسي ته انهيءَ گهر مان عجيب سڳنڌ اچي رهي آهي ۽

رام نام جي شبد جو آواز پيو ٿئي، هنومان اهو آواز ٻڌي ڏاڍو عجب ۾ پئجي
دل ۾ چوڻ لڳو ته هن دشمن جي ملڪ ۾ هي رام ڀڳت ڪٿان آيو، هن
راڪشن جي ملڪ ۾ هن ديوتا جو ڪيئن رهڻ ٿيو، هنومان من ۾ اهو ويچار
ڪري برهمڻ جو روپ ڌاري اچي وڀيشڻ جي سامهون بيٺو، وڀيشڻ برهمڻ
کي سامهون بيٺل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هٿ ٻڌي اچي نمسڪار ڪري چوڻ
لڳو ته هي مهاراج اڄ توهان مون تي ديا ڪري درشن ڏنو آهي، سو ٻڌايو
ته توهين ڪير آهيو، مان ائين سمجهان ٿو ته شايد سري رامچندر ئي مون تي
ڪرپا ڪري ساکيات پاڻ اچي برهمڻ جي روپ ۾ درشن ڏنو آهي. وڀيشڻ
جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو، هي رام ڀڳت! تون راڪشن ۾ پرهلاد
۽ سري رام جو ڀڳت آهين ۽ مان سري رامچندر جي داسن جو به داس آهيان
ائين چئي هنومان لنڪا ۾ اچڻ جو سمورو حال ڪري ٻڌايائين، ان کانپوءِ
وڀيشڻ به پنهنجو سمورو حال ٻڌائي چوڻ لڳو هنومان! ٻڌ، راوڻ جي محل
پرسان هڪ تمام اتم ڪريڙا بن آهي انهيءَ ۾ انيڪ قسمن جا وڻ آهن ان
جي وچ تي وچ ۾ تمام وڏو شيشم جو وڻ آهي اهڙي هڪ ٻي اشوڪ
واٽيڪا نالي آهي جتي سري جانڪي پنڪر راڪشن جي پهري هيٺ
رهي ٿي اتي ڪنهن کي وڃڻ جي طاقت نه آهي، اهو اهڙو ته ڳجهو استان
آهي جو ديوتائن کان به ڳوليو نه لڀندو اتي تون سوکيم روپ ڌاري وڃيندين
ته ضرور هڪ وڻ جي هيٺان سيتا کي ويٺل ڏسندين. وڀيشڻ جا اهي وچن
ٻڌي هنومان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اوڏي مهل ڀڳوان رامچندر جو سمرڻ ڪري
اشوڪا واٽيڪا ۾ آيو ان واٽيڪا جي سوڀيا ڏسي عجب کائڻ لڳو جنهن ۾
ڪلپ جي وڻن سان ڀرپور ان تي انيڪ قسمن جا پکي ويٺل جي مٺيون
ٻوليون ٻولي رهيا آهن ۽ هرڻ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا آهن ۽ سامهون
سون جا ٺهيل محل جي بجليءَ وانگر چمڪي رهيا آهن جنهن جي سوڀيا
سندر هئي ان واٽيڪا ۾ پڪل ميون جي بار کان جهڪيل ٽارن وڻن سان
گهيرل هيون اتي هرهڪ وڻ جي هيٺان جانڪيءَ کي ڳوليندي ڳوليندي
هڪ سهڻو سندر مندر ڏٺائين اهو اهڙو ته وڏو هو جو ان جي چوٽي بادلن
سان پئي ٽڪرائي جنهن ڏسي ڏاڍو عجب کائيندو اڳتي وڌيو، ڌري ڌاري
جي هيٺان اس بلڪل ڪانه ايندي هئي اهو وڻ سونهري پکين سان چمڪي
رهيو هو ان وڻ جي هيٺان هنومان ڏٺو ته جانڪي زمين تي ديوتائن سمان
ويٺي آهي ۽ راڪشڻيون ان جي چوڌاري پهرو ڏيئي رهيون آهن ۽ ان جا

وار ڳنڍيل هڪ وڻ ۾ پيئي آهي، ۽ تمام ڏٻري ۽ ڏکي حالت ۾ ڪپڙا ميرا ٿي ويا اٿس اهڙي حالت ۾ پهتوئي ٿي ويئل سيتا چنتا ۾ پئي رام رام چئي رهي آهي ان ڪري ڪوئي سندس رکيا ڪرڻ وارو ڪونه. اسو ڏسڻ ۾ اچي ۽ هوءَ اپواس رکڻ ڪري تمام نبل ۽ ڏٻري ٿي ويئي آهي.

## راوڻ جو سيتا کي سمجھائڻ

هنومان وڻ تي چڙهي ٽارين ۽ پنن ۾ لڪي ان کي ڏسڻ لڳو ۽ من ئي من ۾ چوڻ لڳو ته اڄ مان جانڪيءَ جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو آهيان آها! ڀڳوان رام جو ڪاريه منهنجي هٿان پورو ٿيو. هن اها ڳالهه پئي خيال ڪيو ته ماتا سيتا سان ڪيئن ملان ته اتي ۾ راوڻ ڪيترين زالن سان گڏ اچي نڪتو، جا ڏسي ته ڏهه مک ويهه ٻانهون ڪجل وانگر ڪارو سرير ڏسي هنومان کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ هو وڻ جي پنن ۾ لڪي ويهي رهيو، راوڻ کي سدائين اها چنتا هوندي هئي ته سري رامچندر جي هٿان جلدي ۾ جلدي منهنجو موت ٿيندو ته، جاڻ ڪهڙو سبب آهي جو اڄ تائين سيتا کي ڳولهڻ ۾ نه آيو آهي. اهڙي طرح هميشه ڀڳوان رام جي يادگيري ڪري پريشان ٿيندو هو، راوڻ رات جو سپنو ڏٺائين ته رام جو سنديشو کڻي ڪوئي ٻاندر آيو آهي ۽ سوکيم روپ ۾ وڻ جي ٽارين تي ويهي ڏسي رهيو آهي اهو اڌڀت سپنو ڏسي من ۾ چوڻ لڳو ته، شايد اهو سپنو سچو ٿي هجي ته اشوڪ بن ۾ هلي مون کي هڪ ڪم ڪرڻ گهرجي، مان جانڪيءَ کي اهڙو ڏکي ڪريان جو هن کي ٻاندر سڀ ڏسي وڃي رامچندر کي ٻڌائي، اهو ويچار ڪري جهٽ سيتا وٽ آيو. راوڻ سان گڏ زالن جو ايندو ڏسي ڪلپاٽي سيتا گهبرائجي وئي ۽ پنهنجو منهن هيٺ ڪري ويهي رهي. ان وقت اکين مان آنسون آڻي پنهنجو من ڀڳوان رام ۾ لڳائي ڇڏيو. اهڙي طرح سيتا کي ڏسي راوڻ چوڻ لڳو، هي سندري! تون مون کي ڏسي ڇو ٿي گهبرائين؟ هاڻ رام ته پنهنجي ڀاءُ سان جهنگل ۾ رهي ٿو، هو ڪڏهن ڪنهن کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ڪڏهن ته ڏسڻ ۾ به نٿو اچي. مون هن کي ڏسڻ لاءِ ڪيترائي ماڻهو موڪليا آهن پر رام کي تنهنجي يادگيري به ڪانه آهي هو جهنگل کي منگل ڪري ويٺو آهي هاڻ رام سان تنهنجو ڪهڙو ڪم آهي هو ته توکان نفرت ڪري ٿو، هو توسان گڏ رهندي به ان جي هردي ۾ تنهنجي لاءِ پيار نه آهي، رام کي تو مان جيڪي به سک حاصل ٿيا آهن ۽ تو ۾ جيترا گڻ آهن انهن سڀني سکن کي

ماٺي ٿي، لڇمڻ جي ڪائي به پرواهه نه ڪري. تنهن مان توکي ڪٿي آرام
هاڻ تون منهنجي پياري پتني ٿي رهه جنهن ڪري لڇمڻ جو ڏک دور ٿي
ويندو. هن وقت تون ڏک ۾ وياڪل ٿي رهي آهين تڏهن به راجا لاءِ اڃا وقت
نه آيو آهي، جڏهن هن جو توسان پيار ئي نه آهي ته اچي ڪيئن، هو مورک
اپماني ٻاڻ کي وڏو پڌامان سمجهي ٿو. هي سيتا توکي اهڙي پتيءَ مان
ڪهڙو فائدو، تنهن مان راڪش ٿي ڪري ٿو. توسان پيار ڪريان ٿو تنهن
ڪري تون مون کي پنهنجي پتي روپ ۾ انگيڪار ڪر جيڪڏهن تون
منهنجي پتني ٿي رهندينءَ ته گندرو ناگ ڪنس، ڪنر ۽ ٻيون جون استريون
تنهن جو جس ڳائينديون. راوڻ جا اهي ڪٺور وچن ٻڌي سيتا ڪروڌ ۾
ڀرجي چوڻ لڳي، اڙي نيچ! تون سري رامچندر کان ڊڄي ڪري ته ڀڪاريءَ
جو روپ ڌاري آيو آهين ۽ ٻيهي جي نه. هڻي ڪري ڪتو جيئن (ڪتا
خالي ڏسي ڪاڏي جي شيءِ ڪڍي ويندو آهي) رام ۽ لڪشمڻ کي نه ڏسي
مون کي چوريءَ ڪڍي آيو آهين، سو انهيءَ جو تمام جلد ئي ڪيتو لهندين.
جنهن وقت ڀڳوان رام جي ٻاڻ سان گهايل ٿي پر لوڪ ويندين ان وقت تون
رام کي ڄاڻندين. هي دشت راوڻ! توکي ٻڌ ۾ مارڻ لاءِ لڪشمڻ سان گڏ
ڀڳوان رام سمنڊ کي سڪائي ٻاڻن سان ٻل اٽائي هتي ايندو ۽ توکي پٽن ۽
سيتا سميت ماري مون کي ايوڌيا پوريءَ وٺي ويندو. جانڪيءَ جا اهي
ڪٺور وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ اکيون لال ڪري ميان مان تلوار ڪڍي
سيتا کي مارڻ ٿي چاهيائين، تڏهن مهاراڻي مندودري پنهنجي پتيءَ کي
روڪي چوڻ لڳي هي پتي ديو! هن نماڻي ابلا ۽ ڏکي آتما کي ڇڏي ڏيو
توهان کي ته ديوتا، گندرو ۽ ناگ ديوان جهڙيون انيڪ مڌر استريون
جي ڏاڍي چاهه مان توهان کي پتي ڪرڻ چاهين ٿيون. مندودري
جا اهي وچن ٻڌي راوڻ راڪشسڻين کي چوڻ لڳو، هي نشاچاريون! توهين هن
کي پيار سان يا ڀؤ سان ڀڄاري ڪنهن نه ڪنهن اپاءَ سان، جيئن سيتا مون کي
پتي ڪري مڃي اهو ئي اپاءُ ڪريو. جيڪڏهن ان مهيني اندر هوءَ مون کي
پنهنجو پتي ڪري سويڪار ڪندي ته سيٺڻي سک سمپتيءَ ۽ مون سان گڏ
راڄاڻي ماڻيندي، پر جيڪڏهن ٻن مهينن کان پوءِ به هوءَ مون کي پتي
ڪرڻ کان انڪار ڪندي ته هن کي ماري ختم ڪري ڇڏيندس. ائين چئي
راوڻ پنهنجي استرين سان گڏ محلات ۾ هليو ويو ۽ راڪشسيون سيتا وٽ اچي
ان کي پنهنجي اپاءَ سان ڀڄارڻ لڳيون. انهن مان هڪڙي چوڻ لڳي
اڙي جانڪي! تون حسين جوان ٿي ڪري ڇو پنهنجي جواني برباد ڪري

جي ڪن تي پهچي ويو، آواز ڏاڍي مٺيءَ واڻيءَ ۾ اچاريا ڪان وٺي
لڳا ۾ ٻڌڻ تائين ڪٿا ٻڌائي هنومان چپ ٿي ويو. شروع کان وٺي آخر
تائين پڌمڻي ڪٿا ٻڌي سيتا کي ڏاڍو عجب لڳو ته مون جو ڌڪاءُ آڪاش
مان آواز ٻڌو آهي ڇا هوا جو ڪيل آواز هئو، يا سپنو يا من جو ڀرم آهي،
پر دک جي هڻڻ ڪري مونکي ننڊ ته نٿي اچي، پوءِ سپنو ڪيئن اچي
سگهي ٿو؟ مان سامهون پڌري رهي آهيان تڏهن ڪري اهو ڀرم به ڪيئن
ٿي سگهندو، تڏهن جانڪي چوڻ لڳي ته جنهن ڪهاڻي ٻڌائي مونجي ڪنن
۾ امرت سمان مٺا وچن چيا آهن اهو ڀاڳيوان مونجي سامهون پرگهٽ
ٿئي، جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڏاڍي ان وٽ تان هيٺ لٿو
سيتا جي اڳيان اچي هٿ جوڙي پرڻام ڪيو. ان کي ڏسي جانڪيءَ کي اهو
ڀپ ٿيو ته مونکي ڦاسائڻ لاءِ مايا سان ٻاندر روپ ڌاري شايد راوڻ نئي
آيو هجي، اهو ويچار ڪري چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي.
تڏهن هنومان وري سيتا کي چيو، هي ديوي! تون جيڪو شڪ ڪري
رهي آهين، اهو مان نه آهيان، مونجي ٻاري ۾ جو توکي شنڪا ٿي رهي
آهي سا شنڪا من مان ڪڍي ڇڏ. هي ماتا! مان رام جو داس آهيان،
مان وانر راج سگريو جو منتري آهيان ۽ سڄي جڳت جو پراڻ روپ پون ديو
جو پٽر آهيان، اهو ٻڌي سري جانڪي هٿ ٻڌي ائين هنومان کي
چوڻ لڳي هي ڪپي راج! تون جو چوين ٿو ته مان سري رام جو داس آهيان سو
ڀلا ٻاندر ۽ منش جي مترتا ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي
ديوي شبريءَ جي چوڻ موجب ڀڳوان رام رشيه موڪ پربت تي آيو، ان
پربت تي وينل سگريو پري کان رام ۽ لڪشمڻ کي ايندو ڏسي من ۾ ڀپ
ڀيس ۽ مون کي ان جي خبر وٺڻ لاءِ موڪليائين، تڏهن مان برهمڻ جو
روپ ڌاري رام وٽ ويس ۽ ان جي شڌ ڀاونا ڄاڻي انهن کي ڪلهن تي
چاڙهي سگريو وٽ وٺي ويس تڏهن رام ۽ سگريو جي مترتا ٿي، سگريو
جي پتنيءَ کي ٻالي کڻي ويو هو تڏهن رگهناٿ ان کي هڪ ٻاڻ سان
ماري سگريو کي راڄ پد وٺي ڏنو، تڏهن سگريو تنهنجي ڳولها لاءِ وڏا وڏا
وير ٻاندر چئني پاسي موڪليا آهن.

## هنومان جو سيتا کي رامچندر جي ڏنل منڊي ڏيڻ

ان وقت هلڻ مهل رگهناٿ مون کي پريم سان چيو، هي پون نندن!
مونجي ڪم جو تنهنجي ڀروسو آهي، تون سيتا کي اسان ٻنهي جي خرش اضيءَ

جي خبر ٻڌائج ۽ دلداري ڏيڻ لاءِ هيءَ منهنجي انگوٺي جنهن تي رام نالو اُڪريل آهي سا سيتا کي ڏيئي چئجانءِ ته تون ڪڏهن به ڪنهن قسم جو خيال نه ڪر مان هينئر بانڊرن جي سينا وٺي جلد ايندس ۽ راوڻ کي ماري توکي وٺي ويندس، ائين چئي اها انگوٺي پنهنجي آڱر مان لاهي مونکي ڏني. هي داري! هيءَ انگوٺي ڏس! ائين چئي اها انگوٺي جانڪيءَ کي ڏيئي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري ٻري تي اچڻ، ان مهليءَ تي رام جو نالو اُڪريل ڏسي ۽ سڃاڻي ڏاڍي خوش ٿي هردي سان لڳائي ٻنهي جا آنسون وهائڻ لڳي ۽ گد گد ٿي مٺيءَ واڻيءَ ۾ چوڻ لڳي هي ڪپيشور! تون منهنجي پراڻن جو رکشڪ ۽ وڏو ٻڌيمان رام جو ڀڳت آهين هاڻي مونکي پڪ ٿي ۽ هن جو ۾ ٿولي پورڻ وشواس هئڻ جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته تو ٻرائي پرش کي مون وٽ ڪين موڪلي ها. سيتا جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو هي داري! جنهن وقت رگهناٿ کي تنهن جي هٿ هئڻ جي خبر پوندي ان وقت هن راڪش معبل لنڪا کي هو هڪ پــل ۾ ڀسم ڪري ڇڏيندو، تڏهن جانڪي چوڻ لڳي هي هنومان توهان تمام سوکيم سرير وارو آهين تنهن ڪري تــون راڪشن سان ڪيئن لڙي سگهندين ۽ ٻيا ٻاندر به تنهن جــي برابر هوندا. جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان سيتا کي پنهنجو اصل روپ ڏيکاريو جــو تمام وڏو ۽ راڪشن کــي ڀــو ڏيڻ وارو هو. هنومان جــو اهڙو وڏو سرير ڏسي سيتا ڏاڍي پرسن ٿي ۽ چوڻ لڳي، هي وانر! مونکي هينئر پڪ ٿي ويئي ته تون وڏو ٻلوان آهين. سيتا جا اهي وچن ٻڌي پرسن ٿــي هنومان چوڻ لڳو، هي جنني! هاڻ مونکي آگيا ڏي تــه مــان هــن واٽيڪا جا ڦل ڦول کائي پيٽ ڀران ڇو ته ڏاڍي بک لڳي اٿم. سيتا چوڻ لڳي هي پتر! مان توکي ڪابه روڪ ڪانه ٿي ڪريان، تــون ٻلاشڪ کائي پيٽ ڀر. پر اهو خيال رکج متان راڪش تــه توکي نقصان رسائين. تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي ماتا! مون کي توهان جي ڪرپا سان ڏئيتن جــو ذرو به ڀــو ڪونهي، جيستائين سري رامچندر جــن جي مون تي ڪرپا آهــي تيستائين منهنجو ڪوئي به وار ونگو نٿو ڪري سگهي، ائين چئي هنومان مٺا ۽ پڪل ڦــل جهڪي هــٿ آيس خــوب پيٽ ڀــري کاڌائين. پــوءِ هنومان من ۾ وچار ڪري چوڻ لڳو ته پنهنجي سواميءَ جي ڪارج لاءِ ڪرڻي وڃڻ ۽ وڃي راوڻ کي نصيحت ڏيئي پوءِ رگهناٿ جي شيوا ۾ وڃي حاضر ٿجي، من ۾ ائين وچار ڪري مها ٻلي هنومان وڻن کي ڀڃ سوڙ ڪري ڦٽو ڪندو ويو، جنهن وڻ هيٺان سيتا ويٺي هئي فقط ان وڻ کي ڇڏي ٻيا سڀيئي ڀاڄر

ڪيئي سچي اشوڪ واٽيڪا اجاڙي ڇڏي. راڪشس اس کي اجاڙ ڏسي
جانڪيءَ کان پڇيو ته جانڪي هي باندر وڪٽ ۽ ڪير آهي؟ تڏهن تي
جانڪيءَ چيو ته هي راڪشي مايا کي توهان ٿي ڄاڻو ته مان ڏکي ابلا اهيان
ڳالهه مان ڇا ڄاڻان، جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي ٻو ڪسان وڏڪ وياڪل
ٿي راڪش راوڻ وٽ ويا ۽ هنومان جي ڪرتوتن جي سموري ڳالهه ڪري
ڇوڻ لڳا، هي راجا! هڪ وڏي پراڪرمي باندر سيتا سان ڳالهائي هڪ
ڪڻ ۾ اشوڪ واٽيڪا اجاڙي ڇڏي آهي ۽ مدد ڪسي ٻڌي سڀئي پهريدارن
کي ماري هاڻ اتي ئي ويٺو آهي.

## هنومان جو اکيه کي مارڻ

اشوڪ واٽيڪا جي اجڙڻ جو سماچار ٻڌي راوڻ اوڏي مهل ڏهه لکه
راڪشن کي موڪليو، هيڏانهن پربت جيڏي سرير هنومان لوهه جي ٿنڀي
کي هٿيار وانگر هٿ ۾ کڻي پڪل ٿل مندر جي پاسي ۾ واهي رهيو ان جو
پڇ ٿورو ٿورو لڏي رهيو هئو ۽ مک ان جو ڀيانڪ هئو، راڪشن کي سامهون
ايندو ڏسي هنومان شينهن وانگر گجڻ لڳو جنهن کي ٻڌي راڪشن جو هردو
ڏڪڻ لڳو. هنومان کي ڏسي راڪش انيڪ قسمن جا هٿيار هلائڻ لڳا، تنهن
کان پوءِ هنومان (جيئن پکڙا ٿيءَ ۾ پڇندا آهن تيئن) مدگر کڻي سڀني کي
هڪ ڪڻ ۾ ماري ڇڏيو، پنهنجي سينا جي ناس ٿيڻ جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ
۾ ڇراڻ ٿي پيو پوءِ هن وڏا پنج سيناپتي سينا سميت موڪليا، ۽ هنومان
پنهنجي لوهه جي ٿنڀي سان انهن سڀني کي ماري ڇڏيو، تڏهن راوڻ
ڪروڌ ۾ ٻرجي وري ستت سيناپتي سينا سميت موڪليا، تڏهن پون نندن
هنومان هنن کي سامهون ايندو ڏسي پهاڙ وانگر لوهه جي ٿنڀي سان سڀني
کي هڪ کن ۾ ماري وري ساڳي هنڌ ويهي پيو راڪشن جي اچڻ جي
وات ڏسڻ لڳو، تڏهن مهاٻلوان پرتاپي راجڪمار اکيه آيو ان کي ڏسي هنومان
مدگر کڻي آڪاش ۾ اڏامي ويو ۽ تمام زور سان اچي مدگر ان جي مستڪ
تي وهائي ڪيائين اهڙي طرح اکيه کي ماري ان جي سينا جو نالو نشان
مٽائي ڇڏيو.

## ميگهنات جو هنومان کي برهم ڦاس ۾ ٻڌڻ

راجڪمار اکيه جي موت جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي (انڊر جيت)
ميگهنات کي چيو هي ابا! جتي مهنجي پٽ جي مارڻ وارو شترو آهي
اُن اوڏانهن وڃ توهان هن کي ماري يا جيئرو ٻڌي وٺي اچيس، تڏهن ٿي

ميگهناد (اندرجيت) پتا کي چيو، هي پتاجي! چنتا نہ ڪريو منهنجي هوندي توهان اهڙا ڏکي وچن ڇو ٿا چئو. مان هن ٻاندر کي هڪ ڪڻ ۾ برهم ڦاس ۾ ٻڌي وٺي ٿو اچان، ائين چئي اندرجيت رٿ تي چڙهي ايڪ راڪش ٻاڻ سان وٺي هنومان جي سامهون ٿيو، تڏهن وير هنومان يڪدم شير وانگر رِهڪ ۾ ٿيو ڪٽي ڪرڙ سمان آڪاش ۾ اڏامي ويو ان کي آڪاش ۾ اڏامندو ڏسي اندرجيت اٺ ٻاڻ ان جي سرير ۾ ماريا ڇهہ ٻاڻ ان جي هردي ۾ ۽ چرڻن ۾ ۽ هڪ پيچ ۾ هڻي شينهن وانگر گرجڻ لڳو، تڏهن مهاٻلوان هنومان ڏاڍي جوش سان اوهر جو ٿيو ڪٽي هڪ ڪڻ ۾ ان جي سارٿين کي ماري ڇڏيو ۽ گهوڙن سميت ان جي رٿ کي چورڻ ڪري ڇڏيو، تڏهن مهاٻلي ميگهناد ٻئي رٿ تي چڙهي جهٽ برهم ڦاس ٻاڻ سان هنومان کي ٻڌي راڪش راج راوڻ وٽ وٺي ويو.

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! برهم ڦاس ۾ ٻڌل هنومان کي جڏهن شهر مان ٻئي وٺي هليا ان وقت هن کي ڏسڻ لاءِ ڪيچ نگرواسي ان جي پٺيان هلندي ان کي ڪروڌ مان مڪون هڻڻ لڳا، برهما جي پرڀاو سان برهم استر هنومان جي سرير کي ڇهندي اوڏي مهل ئي هليو ويو انهي ڳالهہ کي جاڻندي بہ هنومان خاص رام جي ڪاريہ ڪرڻ لاءِ معمولي ٿوڙان ۾ ٻڌل راوڻ وٽ هليو.

## هنومان ۽ راوڻ جو سنواد

جڏهن (اندرجيت) ميگهناد ان کي سڀا ۾ ويٺل راوڻ جي سامهون وٺي ويو ۽ چوڻ لڳو، هي پتاجي! مان هن ٻاندر کي برهما جي ور ڪري ٻڌي وٺي آيو آهيان جنهن اسان جا وڏا وڏا وير راڪش ماريا آهن. هي مهاراج! توهان منترين جي صلاح ڪري جا ڳالهہ مناسب سمجهو ائين ڪريو، هي ۽ ڪوئي رواجي ٻاندر ڪونہ آهي. تڏهن راوڻ ڪلي چوڻ لڳو تہ هن ٻاندر کان پڇو تہ سهين هتي آيو ڇو آهي، هٿ هن جو ڪهڙو ڪم آهي ۽ آيو ڪٿان آهي، هن منهنجو سڄو ان جو اجاڙي ڇڏيو آهي ۽ منهنجي وير راڪشن کي ڇو ۽ زبردستي ماريو انس؟ ائين چئي هنومان کان پرم سان پڇڻ لڳو! هي ٻاندر! توکي ڪنهن موڪليو آهي، تون ڀڄ نہ هٿ اچڻ جي سچي ڳالهہ سچ سچ چئي ٻڌاءِ، پوءِ مان توکي ڇڏي ڏيندس، تڏهن هنومان راڪش راج راوڻ کي ڏسي من ۾ سري رامچندر جو ڌيان ڪري تمام خوش ٿي چوڻ لڳو، هي ديوتائن جا شترو راوڻ تون صاف صاف ٻڌ، جهڙي طرح ڪاڏي

جي شيءِ کي ڪتو چورائي کڻي ويندو آهي اهڙي طرح اسون ۽ پنهنجي ناس ڪرڻ لاءِ ڀڳوان رام جي استري چورائي کڻي آئين. مان ان سڀ انترجامي ڀڳوان رام جو دوت آهيان، انهيءَ رگهناٿ متعلق پرڀو لي اچي اڳيءَ کي ساکي ڪري سگريو سان مترتا ڪئي ۽ هڪ ئي ٻاڻ سان باليءَ کي ماري سگريو کي باندرن جو راجا ٺاهيو هي راوڻ! هن وقت اهو مهاراءِ باندر راج ۽ ٻيا به ڪروڙين سورويرَ باندر ٽولين جون ٽوليون رام ۽ لڇمڻ سان گڏ ڪروڙ ۾ پرال پرورشڻ پربت تي براجمان آهن. هن ئي جانڪيءَ کي ڳولهڻ لاءِ سڀني پاسي وڏا وڏا وير باندر موڪليا آهن انهن ۾ هڪ باندر مان پوڻ جو پٽ آهيان. مان سيتا کي ڳوليندو ڳوليندو هتي اچي نڪتو آهيان. مان سيتا جو درشن ڪري چڪو آهيان. پوءِ پنهنجي باندر سڀاءَ ڪري مون ان کي اجاڙي ڇڏيو، جڏهن مون راڪشن کي ٻاڻ ڏانهن ڌنش ٻاڻ کڻي آمدو ڏٺو تڏهن مون انهن کي ماري پنهنجي سراو جي رکيا ڪئي ڇاڪاڻ ته هي راجن! پنهنجو ساهه ته سڀني کي پيارو آهي، پوءِ ميگهناٿ مون کي برهم ڦاس ۾ ٻڌي هتي وٺي آيو، هي راوڻ جڏهن مان چاهيندو ۽ هوس ته برهما جي ور سان اها برهم ڦاس مونکي ڇهڻ سان هلي وڃي ئي تڏهن ۽ توکي نصيحت ڀري ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ مان ٻڌجي هت آيو آهيان. هي راوڻ! وواڪ موجب سنسار جي گتيءَ جو ويچار ڪرڻ ۽ راڪش ٻڌيءَ جو تياڳ ڪري ڇڏيو، تون برهما جي اُتم ونش ۾ اُتپن ٿيو آهين، پولستيه ممدن وشروا جو پٽ ۽ ڪبير جو ڀاءُ آهين تڏهن ڪري ڏس ته اسون ڌهه، ٻڌ ڪري ۽ راڪش نه آهين، پوءِ آتم ٻڌ سان ۽ راڪش نه آهي. ٻيو مونکي چوڻو ڇا آهي؟ سو مان ٻڌايان ٿو ته تون سڀ ڪجهه نروڪار آهين. پون پٽ هنومان جا اهي وچن ٻڌي راڪش راج راوڻ سهي نه سگهيو ۽ ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري من ئي من ۾ جلندي چوڻ لڳو اڙي دشٽ باندرا تون وڏو مورک آهين منهنجي سامهون اي ٻڌسو ئي اهڙي وارتالاپ ڪري رهيو آهين اهو رام ۽ جهنگلي سگريو ڪهڙي شيءِ آهي؟

## هنومان جي پڇ کي باهه ڏيڻ

سگريو کي ته مان سيتا سميت ماري ڇڏيندس، هي باندر! اول ته اڄ توکي ئي مارڻو آهي پوءِ جانڪيءَ کي ماريندس تڏهن کانپوءِ لڇمڻ سميت رام کي ماريندس. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڪروڌ سان ان کي جلائيندي چوڻ لڳو، اڙي دشٽ! منهنجي ٻاهري ته ڪروڙين راوڻ ۽

نتا ڪري سگهن، سڃاڻين نٿو؟ مان رام جو داس آهيان، منهنجي پراڪرم جي ٻل جو ڪوبه انداز نه آهي. هنومان جا اهڙي وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ راڪش کي حڪم ڏنو ته هي پرچنڊ! تون هن بانڊر کي ماري ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏ، جڏهن پرچنڊ راڪش هٿيار کڻي هن کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن وڀيشڻ هن کي روڪي چوڻ لڳو، هي راڄن! ٻڌي ڪنهن به راجا جي دوت کي ڪڏهن به مارڻ نه گهرجي، اهو سرويرن جو ڪم نه آهي جيڪڏهن هن بانڊر دوت کي ماريو ويندو ته ان رام کي هيءَ سماچار ڪير ٻڌائيندو، تنهن ڪري هن بانڊر کي ڪوئي ڏنڊ ڏيڻ گهرجي، جنهن جي نشاني کڻي هيءَ بانڊر ويندو ۽ ان کي ڏسي سگريو سميت رام جلد هت ايندو، پوءِ ان سان توهان جي ٻڌ ٿيندي. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ به انهن چيو ته بانڊرن جو پڇ تي وڏو موهه ٿيندو آهي تنهن ڪري هن جي پڇ کي خوب ڪپڙو ويڙهي تيل لڳائي ان کي باهه لڳائي سڄو نگر گهمائي ڇڏي ڏجي جنهن ڪري سڀئي بانڊر هن جي دردشا ڏسي واڪاڻ ڪن. تڏهن راڪشن "تمام چڱو" چئي هنومان جي پڇ کي اڳڙون ٻڌي تيل ۾ ٻسائي ڏاڍيون سخت ٻڌي ٽوري باهه لڳائي انکي مضبوط رسن ٻڌي ڪجھ ٻلوان راڪش هن کي ماريندا انهن چوندا ٿي ويا ته هي چور آهي اهڙي طرح چوندا سڄو نگر گهمائڻ لڳا، هنومان به ڪجھ تماشو ڪرڻ جي اڇا سان سڀ ڪجھ ٿي سٺائين. جنهن وقت ڏکڻ دروازي وٽ پهتا ان وقت هنومان جهٽ سوڪيم روپ ڌاري انهن جي ٻنڌڻ کان نڪري ويو پوءِ پرات جيڏو سرير ڪري اچل ڏئي لنڪا جي محلن مٿان چڙهي ويو، اتان هڪ ٽپو اکيڙي هڪ ڪڻ ۾ سڀئي راڪشن کي ماري ڇڏيائين، پوءِ پنهنجو ضروري ڪارج ڪرڻ لاءِ ان باهه لڳل پڇ سان هڪ گهر کان ٻئي گهر مٿان ڪڏندو ٽپا ڏيندو پنهنجي پرنڊ وڏي پڇ سان مڪان محلات جلائيندو اڏامڻ لڳو، هنومان پنهنجي پڇ کي ڇنڊيندو ان مان باهه جا الا ڪيڏندو هڪ محل جلائيندو ۽ ڪيرائيندو ٿي ويو، تان جو ساري شهر کي اچي باهه لڳي. محلن ۾ ويٺل دئيتن جون استريون باهه ۾ جلڻ لڳيون محلات جلي ڪرڻ لڳا، نگر جي جلڻ ڪري راڪش اهڙا ته اچي پريشان ٿيا جو هاءِ پتر! هاءِ نات! هاءِ هاءِ ڪار مچي ويو. اهڙي طرح هنومان وڀيشڻ جو گهر ڇڏي باقي سڀئي گهرن ۽ محلن کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيو تنهن کان پوءِ هنومان سمنڊ ۾ ٽپو ڏئي پڇ واري باهه وسائي ڇڏي، سيتا جي

پرارٿنا ڪري ۽ وايوءَ جي پياري مٿو ھيٺ ڪري اگني ديو ھنومان جو لاءِ
نہ جلايو، انھيءَ ڪري اھو تمام سيتل ٿي پيو. جنھن جي نام سمرڻ سان
منش سڀئي پاپن کان ڇٽي اگنيءَ کي پار ڪري وڃن ٿا سو ھن رگھناٿ
جي خاص دوست کي اگنيءَ جو تاءُ ڪيئن پھچي سگھندو، تنھن کان پوءِ
ھنومان سيتا وٽ اچي پرڻام ڪري چيو ھي ديوي! ھاڻ اوھان مون کي
آگيا ڏيو تہ مان رگھناٿ وٽ وڃي سندس شيوا ۾ حاضر ٿيان. ھي
ديوي! مون کي اوھان ڪا اھڙي نشاني ڏيو جنھن کي ڏسي رگھناٿ
مون تي وشواس ڪري، تڏھن ڪمل لوچني سيتا ويچار ڪري پنھنجي وارن
مان چوڙامڻي ڪڍي ھنومان کي ڏيئي چوڻ لڳي ھي ڪپيشور!
ھن کي ڏسي رام ۽ لڪشمڻ توتي وشواس ڪندا، ھن وقت! انھن کي
وشواس ڏيارڻ لاءِ ھڪ ڳالھہ پڻ تہ ٻڌائڻ تي جا ٻڌي انھن کي خاطري
ٿي ويندي. ائين چئي سيتا اندر جي پٽ جيمنت جي سڄي ڳالھہ ڪري
چوڻ لڳي، ھنومان! ھن جيمنت واري وارتا جي خبر ڪنھن ۽ مونکان سواءِ
ٻئي ڪنھن کي بہ نہ آھي. ھي ھنومان! منھنجي دک ۽ درد ڀريون جيڪي
بہ تو ڳالھيون ڏٺيون آھن سي سڀئي ڳالھيون رام کي ڪري ٻڌائج تہ ھن
کي ٻڌي مون لاءِ من ۾ ديا اٿي پوندي، ھي ھنومان! ھاڻي منھنجي
زندگي باقي بہ مھينا آھي جيڪڏھن انھيءَ وچ ۾ رگھناٿ نہ آيو تہ ھيءُ
دشٽ مون کي ماري ڇڏيندو. تڏھين ھنومان چوڻ لڳو ھي ديوي! مون
ھٿ جيڪي ڪجھہ ڏٺو آھي ۽ ٻڌو آھي اھا سموري حقيقت وڃي سري
رامچندر کي ٻڌائيندس. چڱو مان ھاڻي رگھناٿ وٽ وڃان ٿو ھو جلد ئي
لڪشمڻ سميت توسان ملڻ لاءِ ايندو. ائين چئي ھنومان پرڻام ڪري چوڻ لڳو،
ھي ديوي! مان وڃان ٿو تون جلد ئي ڪروڙين باندرن سميت ھت رام ۽
لڪشمڻ کي ڏسندينءَ. تڏھن جانڪي چوڻ لڳي ھي ھنومان! توکي ڏسي
مان پنھنجو دک ڀلجي وئي ھيس ھاڻ تون وڃي رھيو آھين ھاڻ سري رامچندر
جي سماچار ٻڌڻ بنا مان ڪيئن رھي سگھندس، تنھن تي ھنومان چوڻ
لڳو ھي ديوي! جيڪڏھن اھا ڳالھہ آھي ۽ تون منھنجي ڪلھي تي چڙھي
ھاڻ منظور ڪرين تہ مان ھڪ گھڙيءَ ۾ توکي رامچندر سان ملائي ڇڏيان، تڏھن
سيتا چوڻ لڳي جيڪڏھن رامچندر سمنڊ کي سڪائي يا ان تي پاڻ سان
پل ٻڌي ھتي باندرن سان گڏ اچي راوڻ کي اتي ماري مون کي واپس
وٺي وڃي، تہ ان ۾ ھن جو جس ۽ نالو امر رھندو، تنھن ڪري تون وڃ
مان ڏکيو سکيو ڪري وقت گذاريندس.

## لنڪا ساڙي هنومان جو واپس موٽڻ

سيتا جا اهي وچن ٻڌي هنومان موڪلائي هليو ۽ مهاساگر پار ڪرڻ لاءِ پهاڙ جي چوٽيءَ تي چڙهي ان کي پيرن سان دٻائي هوا جي زور سان هلڻ لڳو هنومان آڪاس ۾ وڃڻ وقت زور سان آواز ڪيو، اهو آواز ٻڌي ٻاندرن سمجهيو ته هنومان ڪارج سڌ ڪري موٽي رهيو آهي - هي ٻاندرو! ڏسو، هو هنومان اچي رهيو آهي - اتري ۾ هنومان پرت تان لهي هيٺ آيو ۽ اچي چوڻ لڳو هي ٻاندرو! مون وڃي ڏٺو ته سيتا اشوڪ واٽيڪا ۾ وڻ جي هيٺان ويٺي آهي مون ان وڻ کي ڇڏي سڄي واٽيڪا اجاڙي ڇڏي ۽ راوڻ سان به ڳالهائي آيو آهيان ۽ لنڪا کي جلائي سڌو هتي آيو آهيان هينئر اسان کي هن وقت رام ۽ سگريو وٽ هلڻ گهرجي، هنومان جا اهي وچن ٻڌي سڀيئي ٻاندر ڏاڍو خوش ٿيا هنومان کي ڳلي لڳائي ان جو پيچ چمڻ لڳا ۽ ڪي پيرن تي نچڻ لڳا. پوءِ سڀيئي ٻاندر هنومان سان گڏجي پورشڻ پرت ڏانهن هلڻ لڳا هلندي هلندي رستي ۾ هنومان جي نظر وڃي مڌوان تي پيئي، ان کي ڏسي انگد کي چوڻ لڳو هي وير! مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي تنهن ڪري موڪلي آگيا ڏيو ته هن ٻن جا ڦل ڦول کائي پيٽ ڀريان، ۽ پوري دير وڃي نه پهچي پوءِ رام ۽ لڪشمڻ جو هلي درشن ڪريون - انگد چوڻ لڳو، هي هنومان! تو ته رام جو ڪارج سڌ ڪيو آهي تنهن ڪري هي ڪپيشور! تون رام جي ڪرپا سان جلدي مول ڦل کائي پيءُ ۽ ڪر. انگد جي آگيا وٺي هنومان ۽ ٻيا ٻاندر مڌو ٻن ۾ گهڙي خوب مزي سان ڦل پٽي کائڻ لڳا، جڏهن ته ٻيچ جي پهريدارن هنن کي ڦل پٽي کائيندو ڏسي انهن کي گهڻو ئي سمجهايو پر ٻاندرن اڻٻڌو لتن ۽ مڪن سان هنن کي ماري ڀڄائي ڪڍيو تڏهن ته ٻيچ سگريو جي مامي پهريدارن سميت سگريو وٽ اچي دانهن ڏيئي چوڻ لڳا، هي راڄن! انگد، هنومان ۽ ٻين جي سڀني ٻاندرن مڌو ٻن جا ڦل ڦول کائي ناس ڪري ڇڏيا آهن، تڏيءَ جي مک مان اها ڳالهه ٻڌي سگريو من ۾ پرسن ٿي چوڻ لڳو، شايد پون ڪمار سيتا جي خبر وٺي آيو آهي نه ته مڌوبن جي ڀلا! ڪنهن کي ڏسڻ جي به همت نه آهي شايد اهو ڪم هنومان پورو ڪيو آهي، سگريو جا وچن ٻڌي ڀڳوان رام پرسن ٿي چوڻ لڳو هي راڄن! اها سيتا جي ٻاري ۾ تون ڪهڙي ڳالهه ڪري رهيو آهين، تڏهين سگريو چوڻ لڳو ڀڳوان معلوم ٿئي ٿو ته جانڪيءَ جو پتو پئجي ويو آهي ڇاڪاڻ ته هنومان ۽ ٻيا ٻاندر مڌوبن ۾ گهڙي ڦل ڦول کائي ۽ مڌوبن جي پهريدارن کي مار ائين، سو ٻيا توهان جي ڪارڻ ڪان سواءِ

مڌوبن ۾ گهڙي نٿا سگهن، انهن ڪري معلوم ٿئي ٿو ته شايد هنومان
جانڪيءَ سان ملي آيو آهي تڏهن پهريدار ڪين سگريو چيو توهين ٻ چو ته
۽ انهن کي وڃي منهنجي آڳيا ٻڌاءِ ۽ انگد ۽ ٻين ٻاندرن کي مون وٽ وٺي
اچ. سگريو جي آڳيا ٻڌي پهريدار مڌوبن ۾ پهچي چوڻ لڳا، هي ٻاندرو!
مهراج جي آڳيا آهي ته جلد اچو، هي مهاوار ڪڻ! توهان کي ٻ ڀرابر ٻووڪ
راجا سڏايو آهي ڇاڪاڻ ته رام ۽ لڪشمڻ سميت سگريو توهان سان ملڻ لو
چاهي ٿو. تڏهن اهي ٻاندر "تمام چڱو" چئي آڪاش ۾ چڙهي هلڻ لڳا، اهي
سڀيئي ٻاندر يوراج انگد ۽ هنومان کي پنهنجو اڳوان ڪري هلڻ لڳا ۽ جلد
ئي اچي سگريو جي سامهون پرٿويءَ تي اچي لٿا.

## هنومان جو سيتا جو حال ٻڌائڻ

هنومان ٻهرانئين رگهناٿ کي ۽ سگريو کي پرڻام ڪري سري رامچندر
کي چوڻ لڳو، هي پرڀو! ماءُ سيتا کي ڏسي آيو آهيان. هي ڀڳوان! مون
کي جانڪيءَ پنهنجو درد ڀريو حال توهان کي ٻڌائڻ لاءِ چيو آهي ته هوءَ
اشوڪ واٽيڪا جي وچ شيشم جي وڻ هيٺان ويٺي آهي ۽ سدائين راڪشڻين
جي ڀري هيٺ رهي ٿي، ان جل ڇڏي ڏاڍي جي ڪري هوءَ نبل ٿي
ويئي آهي ۽ نت روز هاءِ رام! هاءِ رام! چئي دک ۾ دکي رهي ٿي ۽ ڪيڙا
۽ مترا ۽ ملين ٿي ويا اٿس ۽ وار ٻ ڳنڍجي هڪ وڙهي ٿي ويا اٿس،
ماءُ سيتا کي ڏسي ٻهرانئين سوکيم روپ ڌاري وڻ تي چڙهي ٽارن ۽ پنن
۾ لڪي توهان جي ڪٿا شروع کان وٺي آخر تائين چئي ٻڌايم، اهو سڀ
ٻڌائي وري مون چيو ته سگريو جي آڳيا سان سيتا جي ڳولڻ لاءِ وڏا ٻلوان
پراڪرمي وچ ڪروڙ ٻاندر سڀني پاسي موڪليا آهن جن مان سگريو جو
منتري ۽ رگهناٿ جو داس مان هنومان آيو آهيان اڄ مون قسمت سان جانڪيءَ
جو درشن ڪيو، منهنجا اهي وچن ٻڌي سيتا جا نيتر کلي پيا ۽ چوڻ لڳي
ته مون کي هيءَ امرت سمان مٺا وچن ڪنهن ٻڌايا. جيڪڏهن هي سڀ
سچ آهي ته هيءَ ڪٿا ٻڌائڻ وارو منهنجي اڳيان اچي حاضر ٿئي. هي پرڀو!
تڏهن مان سوکيم روپ ڌاري ٻاندر شڪل ۾ ان جي سامهون وڃي بيٺس
۽ پيري کان ئي پرڻام ڪري بيٺي رهيس تڏهن جانڪيءَ مون کان پڇيو ته
تون ڪير آهين؟ گهڻيون ئي ۽ ڳالهيون پڇيائين مون به ان کي سموري
ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽ تنهن کان پوءِ توهان جي ڏنل منڊي ڏيکاريمانس تڏهن
منڊي مون تي اعتبار ۽ وشواس ڪيو ۽ موڪلي چيائين ته جيئن ٿو منهنجو دک

۽ درد ڀريو حال ڏٺو ۽ ٻڌو آهي تيئن ئي ڪري ٻڌائج تڏهن مون ۾ ڇهو ماس ته هي داتا! رگھناٿ ته تنهنجي خبر نه ملڻ ڪري رات ڏينهن چنتا ۾ لڳو رهي ٿو، مان هينئر وڃي ڪيس تنهنجو سڄو حال ٻڌائيندس ۽ رگھناٿ ان کي ٻڌنديئي سگھارو، لڪشمڻ ۽ باندرن سميت تو وٽ ايندو ۽ راوڻ کي ڪٽنب سميت ماري توکي پنهنجي راڄڌاني ايوڌيا ۾ وٺي ويندو، هي داتا! تون مون کي اهڙي ڪا نشاني ڏي جنهن کي ڏسي ڀڳوان مون تي وشواس ڪري، منهنجي ائين چوڻ ڪري سيتا پنهنجي وارن مان چوڙامڻي ڪڍي ڏني ۽ پي هڪ ڳالهه ڪري ٻڌائي ته ديوراج اندر جي پٽ جينت جو ڪجھ ڪيو هو، اهو حال ٻڌائي نيترن مان جل آڻي چوڻ لڳي ته رگھناٿ کي منهنجو پرڻام ڏج ۽ لڪشمڻ کي چئجانءِ ته لڪشمڻ مون توکي اڳ ۾ جيڪي ڪجھ ڪٺور وچن اگيان وس ٿي چيا هئا انهيءَ لاءِ مون کي معاف ڪج. ائين چئي سيتا تمام دک ۾ ڀرجي روئڻ لڳي، مان ته ان کي توهان جو سڄو حال ٻڌائي دلداري ڏيئي پوءِ ان کان موڪلائي هت هليو آيس. اڄ وقت مون راوڻ جي اشوڪ واٽيڪا اجاڙي هڪ ڪڻ ۾ سپاهي راڪشن کي ماري ۽ راوڻ جي پٽ کي ته ماريم ۽ راوڻ سان وارتالاپ ڪري سڄي لنڪا کي جلائي پوءِ هت هليو آيس. هنومان جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر پرسن ٿي چوڻ لڳو، هي هنومان! تو جيڪو ته ڪم ڪيو اهو ديوتائن کان ته ڏاڍو مشڪل آهي مان انهيءَ جي بدلي ۾ تنهنجو ڪهڙو اپڪار ڪريان سو مان نٿو ڄاڻي سگھان، هان وٺ! مان هينئر توکي پنهنجو سڀ ڪجھ ڏيئي ٿو ڇڏيان، ائين چئي هنومان کي ڀاڪر پائي ڳلي لڳايو ۽ ان جي نيترن ۾ جل ڀرجي آيو ۽ هردي ۾ پريم پرلم ٻڙڪڻ لڳو، تڏهن ڀڳت وتسل رگھناٿ هنومان کي چيو ته هن سنسار ۾ مون پرماتما جو اهڙو پريم ڀريل ڀاڪر پائي ڳڏجڻ مشڪل آهي توکي ڀاڳن سان هيءُ حاصل ٿيو آهي تنهن ڪري تون منهنجو پرم پيارو ڀڳت آهين.

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! منهنجي چرن ڪملن جي تلسيءَ جي ڏل سان پوڄا ڪري، ڀڳت پرمي وشنو پد کي پراپت ڪن ٿا، انهيءَ رام کي ڀاڪر پائي ڳڏجڻ سان پوتر ڪرم ڪرڻ واري پون پتر هنومان جي ڀاڳ ۾ ڇا چوڻ گھرجي.

هنومان جو جيئن جو تيئن ڪيل سماچار ٻڌي رامچندر پرسن ٿي چوڻ لڳو ته هنومان! تو جو ڪم ڪيو آهي ان وانگر ڪرڻ ديوتائن کي ته تمام ڪٺن آهي. ڀلا! اهڙو ڪير آهي جو سؤ يوجن تيز رفتار سان سمندر اڪاهي

وڃڻ، راڪشن کي مارڻ ۽ لنڪا کي جلائڻ ڪنهن کي اهڙي همت آهي هنومان سگريو جي (سيوڪ) ٽولي کي خوب نباهيو، سمسار ۾ ڪوئي اهڙو ٻيو آهي نه ڪوئي ٿيندو. هنومان جانڪيءَ کي ڳولڻ لاءِ ڪم ڪيو. ٻالڪل ٽيڪ ڪري چڙهيو ۽ سمنڊ جي پار اچي ڪري منهنجو من گهرائجي وڃي ٿو، ماڳر ۽ مڇين سان ڀريل سؤ ٻوجن ٻگهو سمنڊ لنگهي مان دشمن کي ڪيئن ماريندس ۽ جانڪيءَ کي ڪيئن ڏسي سگهندس؟ سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو چوڻ لڳو هي پرڀو! مان وڏي ۾ وڏو ماڳر مڇين سان ڀريل سمنڊ لنگهي ويندس ۽ جلدي لنڪا کي ناس ڪري راوڻ کي به ماريندس. هي پرڀو! توهان چنتا نه ڪريو چنتا ته ڪم کي بگاڙڻ واري آهي. توهان هنن پراڪرمين ۽ سورويرن ٻانڌن کي ڏسو هي ء توهانجي ڪارڻ ڪرڻ لاءِ ساهه ۾ ۽ گهڙڻ لاءِ تيار آهن. ڀاران سمنڊ کي پار ڪرڻ جو ويچار ڪرڻ گهرجي. هي ڀڳوان! ٽنهي لوڪن ۾ اهڙو ڪوئي وار مون کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي جو توهان جي ڌنش هلائڻ وقت پڌ ۾ سامهون ٿي مقابلو ڪري. هي رام! هن ۾ ذرو به شڪ نه آهي جيت اسان جي آهي ڇاڪاڻ ته مون کي سيتي ٻاسي سنا سوڻ پيا ڏسڻ ۾ اچن، سگريو جا پريم ڀريا وچن ٻڌي ڀڳوان رام ساڌون سوڪار ڪيو ۽ وري هنومان کي چوڻ لڳو هنومان! مان سمنڊ ته جيئن تيئن ڪري پار ڪندس پر تون لنڪا جو سروپ ته ٻڌاءِ. ٻڌو اٿم ته ديوتائن ۽ دانون کي لنڪا جيتڻ مشڪل آهي. شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي هنومان هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ديو! مون جيئن ڏٺو آهي تيئن اوهان کي ٻڌايان ٿو لنڪا پوري ترڪوٽ پربت جي مٿان ٺهيل آهي ان ۾ محل ماڙيون ۽ گهر سيبيءَ سون جا ٺهيل آهن اتي نرمل جل سان ڀريل کوهه ۽ باوڙيون آهن جي وچتر سوڀيا ڏيندڙ آهن ان جي اولهه دروازي وٽ هزارن هاٿي بيٺل آهن ۽ اتر دروازي وٽ اڪيچار سينا ۽ گهوڙي سوار آهن، اوڀر دروازي وٽ هڪ ارب راڪش وسر آهن ۽ ڏکڻ دروازي وٽ اوترائي پهريدار آهن. هي پرڀو! ان جي وچ ڀاڱي ۾ به هاٿي گهوڙا رٿ ۽ اڪيچار سينا آهي جا نگر جي رکيا ڪري ٿي اهي سپاهي هٿيارن هلائڻ ۾ هوشيار آهن اهڙي طرح لنڪا ۾ وڃڻ واري رستي ۾ انيڪ سرنگ سٽ گهڻيون توفون رکيل آهن پر هي ديشويشور! انهن سڀ ڪجهه هوندي به مون جو ڪجهه ڪيو آهي سو ٻڌو، مون راوڻ جي چوٿون حصو سينا ماري ڇڏي آهي ۽ لنڪاپوريءَ کي جلائي سون جا محل مون سڀ ناس ڪري ڇڏيا آهن ۽ هٿيار ۽ توفن کي مون ٽوڙي ڇڏيو آهي هي ديو!

مون کي وشواس آهي ته نرهان جي درشٽي پوڻ سان ئي لنڪا هڪدم ڀسم ٿي ويندي. هي ديويشور! هاڻ هلڻ جي تياري ڪريو! اسان سڀني مهاپراڻن وڏا باندرن جي سينا وٺي سمندر جي ڪناري تي هلون. هنومان جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو هي سگريوا هن وقت سڀني سينا کي هتان هلڻ جي آگيا ڏيو. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو پنهنجي سينا کي تياري ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جنهن تي ساري سينا هڪدم تيار ٿي هلڻ لڳي، سري رامچندر هنومان جي ڪلهي تي چڙهي ۽ سگريو به رام سان گڏ هلڻ لڳو، پٺيان لڪشمڻ انگد جي ڪلهي تي چڙهي هليو ۽ ٻيا وڏا گج، گواکيه، نل، نيل، سشيڻ ۽ جامبونت دشمن کي ناس ڪرڻ وارا ٻيا به سيناپتي ۽ سينا هلڻ لڳي. ڀڳوان رام سگريو سان گڏ سينا جي وچ ۾ هلڻ لڳو. سڀئي باندر گجراج جي سمان مرضي موجب روپ ڌارڻ وارا هئا. اهي سڀئي تيز رفتار سان ڪڏندا ٽپندا گجندا ڦل ڦول کائيندا ڏکڻ پاسي هلڻ لڳا. انهيءَ مهل اڪيچار سينا سڄي ڌرتيءَ کي گهيرو ڪري هلي رهي هئي. باندر پنهنجو پڇ لوڏيندا ۽ وڻن کي اکيڙيندا ٻهڙن تي ٽپا ڏيندا هوا جي زور سان ڀڳوان رام سان گڏ تمام تيز رفتار سان وڃي رهيا هوا. باندر سينا رات ڏينهن هلندي پئي هلي هڪ پل به ڪٿي نه ٿي رڪي نيٺ ٻه ڪندا ڪندا ڀيڪر گجندا ڪرڻ واري سمنڊ جي ڪناري وٽ اچي پهتا.

## مندوڌري ۽ راوڻ جو سنواد

هيڏانهن هنومان جي لنڪا مان وڃڻ کان پوءِ شهر ۾ اهڙو ته هاهاڪار جو شور مچيل ڏسي الي مندوڌري راوڻ جي استري هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي ناٿ! (ڏهن اکين وارا) ڏسو ته جنهن رڳو هڪڙي باندر جي اچڻ سان سڄي شهر کي ايتري قدر نقصان پهچايو ويو آهي تنهن هوندي به ٻڌايو ته جڏهن ساري باندر سينا ايندي تڏهن لنڪا جو ڪهڙو حال ٿيندو. راوڻ پنهنجي استريءَ جا اهي وچن ٻڌي ايمان وچان چوڻ لڳو ته استريءَ جي ذات سڀاءَ کان ڏاڍي ڊڄڻي ۽ ڪمزور ٿيندي آهي ڀلا خيال ڪري ڏس ته جڏهن مونکان ديوتائون به ٿر ٿر ڪري ٻيا ڏڪن سو مون کي هيءَ ٻه مڙس ۽ تنهن باندر ڇا ڪري سگهندا؟ اهڙي طرح پنهنجي استريءَ کي ايمان سان پربل وچن چئي راوڻ هڪدم پنهنجي ڪچهريءَ ۾ هليو ويو.

سري مهاديو چوڻ لڳو، هي پاروتي! هيڏانهن راوڻ هنومان جو ديوتائن

ڪان ۽ وڌيڪ ڪرلپ ڏسي سڀني منترن کي گهرائي لڄ ڪان ڪنڌ هيٺ ڪري چوڻ لڳو ته هنومان جو ڪجهه به ڪم ڪيو آهي سو توهان سڀني ڏٺو ئي آهي، ان لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي راڪش چوڻ لڳا هي ديو! توهان کي رام مان ڪهڙو ڀئو آهي توهان ته ڀلا ۽ سڀني کي جيتي ڇڏيو آهي، توهان جي هٿ اندر کي ٻڌي راجڌانيءَ ۾ وٺي آيو ۽ توهان خود ڪبير کي جيتي ان جو پشپ ومان کڻي آيا، هي راجن! توهان يمراج کي ۽ جيتي ڇڏيو آهي تنهن ڪري ڪال جي ڏنڊ جو ۽ توهان کي ڀئو ڪونهي ۽ ميا سور دئيت ۽ ڀئو کان توهانکي پنهنجي ڪنيا ڏيئي اڄ ڏينهن تائين توهان جي آڌين آهي ۽ هنومان جو ڪجهه ڪم ڪيو آهي اهو اسان جي غلطيءَ ڪان ٿيو آهي اسان ان کي معمولي ٻاندر سمجهي ڇڏي ڏنو ۽ نه اسان جو ڇا بگاڙي سگهي ها، جيڪڏهن اسان جي خبردار نه هئڻ ڪري جي هنومان اسان جو نقصان ڪري ويو آهي نه ان ۾ ڇا ٿيو، توهين اسان کي آگيا ڏيو ته اسين هيئر وڃي ٻاندرن سان ڀريل ڌرتيءَ کي خالي ڪري اچون. تنهن کان پوءِ ڪنڀڪرڻ راوڻ کي چوڻ لڳو هي ڀاجي! توهان جيڪو وچار سوچيو آهي سو سڀ ڀاڱي کي ناس ڪرڻ لاءِ آهي، وڏا ڀاڳ تنهن جا آهن جو سيتا کي چورائڻ وقت سري رامچندر توهان کي نه ڏٺو هئو، هي راوڻ جيڪڏهن ان وقت رام توهان کي ڏسي ها ته توهان جيئرا جاڳندا ڪونه اچو ها. رام ڪوئي روا جي منش نه آهي، هو ساڪشات نارائڻ آهي ۽ جانڪي ماتا ساڪشات لڪشمي آهي، ان سندريءَ کي توهان پنهنجي راڪش ڪل کي ناس ڪرائڻ لاءِ کڻي آيا آهيو، هاڻي الانجي اڳتي ڇا ٿيندو؟ جيڪڏهن توهان اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪم ڪيو آهي ته هاڻ شانت ۾ رهو مان پاڻهي ڪم ٺيڪ ڪري ڇڏيندس. ڪنڀڪرڻ جا اهي وچن ٻڌي ميگهنات چوڻ لڳو ڀاجي! توهان مونکي آگيا ڏيو ته مان هيئر وڃي لڪشمڻ سميت رام سگريو ۽ سڀني ٻاندرن کي ماري جهٽ موٽي اچان.

## وڀيشڻ ۽ راوڻ سنواد

انهيءَ وقت ڀڳوان جو مکيه ٻڌمان ڀڳت وڀيشڻ جنهن جي من جي ورتي سري رامچندر جي چرڻن ۾ لڳل هئي اتي اچي ديو شترو راوڻ کي پرڻام ڪري ان جي پرسان ويهي رهيو اتي ويهي راڪشن کي چتائي ڏنو ته سڀني جي ٻڌي ڀرشٽ ۽ ملين ٿي وئي آهي ۽ راوڻ ۽ ڪام وس ڪاهي

ڪنهن جي مٿڻ وارو نه آهي تنهن ڪري مٿر ۽ مٽي واٽيءَ سان راوڻ کي
ڇوڻ لڳو هي راڄن! پڻ ۾ شري رامچندر جي سامهون ڪنڀڪرڻ، اندرجيت
مهاپارشو، مهودر اڪمپ ڪنڀ ۽ ٻيا راڪش ڪوئي به هنجو مقابلو ڪري
نه سگهندو. هي راڄن! توهان کي سيتا ناالي هڪ ٻر پل گرهه گهيري ڇڏيو
آهي تنهن ڪري توهانجو ڇوٽڪارو انهيءَ طرح ڪرڻ ٿي سگهندو هاڻ سيتا
کي آدرڀاو سان سري رامچندر کي موٽائي ڏيو نه سک پائيندا - جيسين
سري رامچندر جا تکا ٻاڻ لنڪا ۾ داخل ٿي تنهنجو سر نه ڪاٽيندا تيسين
توکي ڪاني ڳالهه سمجهه ۾ نه ايندي، جنهن ڪري پنهنجو ڀلو چاهين ته انکي
جانڪي موٽائي ڏي نه ته ڀلي اندر ۽ شنڪر به تنهنجي رکيا ڪري ۽ مرليو
به توکي گود ۾ کڻي اچائي يا پاتال ۾ گهڙي وڃي لڪهن به رام ڪان ڪون
اچي نه ٿو سگهين، ويڀيشڻ جا اهي پوتر وچن ٻڌي دشت راوڻ ڇوڻ لڳو
هي دشت! تون منهنجو ان کاني موڻ وٽ رهي ڪري منهنجي ئي خلاف
وڃين ٿو، پاڻ جي روپ ۾ منهنجي اڳيان دشمن جهڙي وڏائي ڪري رهيو
آهين تو جهڙي دشت کي گهر ۾ رهائڻ به ٺيڪ نه آهي، ائين ٿي ڏسڻ ۾
اچي ٿو ته تون پنهنجي ذات ڀائين کي مارائڻ جي اڇا ڪندو رهين ٿو،
جيڪڏهن ٻيو راڪش ائين چئي ها ته مان ان کي هڪدم ماري ڇڏيان ها.

اي نيچ! تون راڪش ڪل ۾ اڌمي آهين توکي ڌڪار آهي. راوڻ جا اهڙا
ڪٺور وچن ٻڌي ويڀيشڻ هٿ ۾ گدا کڻي اڏاڻو ۽ پنهنجي چئن منترين سان
آڪاش ۾ بيهي ڪروڌ ۾ ڀرجي راوڻ کي ڇوڻ لڳو، راوڻ! مان تنهنجو ڀلو
اهڙو آهيان پوءِ به تون مون کي ڌڪارين ٿو، مان چاهيان ٿو ته تنهنجو
مع نه ٿئي چاڪاڻ ته تون منهنجو وڏو ڀاءُ آهين تنهن ڪري پتا جي سمان
آهين، تنهنجو ڪال سري رامچندر جي روپ ۾ مهاراج دشرٿ جهڙي گهر ۾
گهٽ ٿيو آهي ۽ مهالڪشمي ڪالي سيتا ناالي جنڪ جي پتري آهي اهي
ي پرٿويءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ هتي آيا آهن اهو ڪال روپ ڀڳوان برهما جي
ارٿنا سان توکي مارڻ لاءِ مايادي رام روپ ۾ هتي آيو آهي، تنهن ڪري
ضرور توکي پٽن ۽ سينا سميت ماريندو. هي راوڻ! مان رام هٿان پنهنجي
ڪل ونش ۽ تنهنجو مرليو ڏسڻ نٿو چاهيان تنهن ڪري مان رگهنات وٽ
وڃان ٿو، منهنجي وڃڻ کان پوءِ تون آنند سان پنهنجي محل ۾ موجون ماڻ،
هن طرح ويڀيشڻ راوڻ کي ڪٺور وچن چئي پنهنجي سامان سميت گهر
ڏي ڀڳوان سري رامچندر جي چرڻ ڪملن جي شيوا جي ڀاونا من ۾ رکي
هر ويو.

## وڀيشڻ جو سري رامچندر جي شرڻ ۾ اچڻ

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! تنهن کان پوءِ وڀيشڻ پنهنجي چئن منترين سان گڏ آڪاش مان هيٺ لهي شري رامچندر جي سامهون اچي بيهي رهيا ۽ هٿ جوڙي منٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳا هي ڪمل نين رام! مان توهان جي استري چورائڻ واري راوڻ جو ننڍو ڀاءُ وڀيشڻ آهيان، مون کي ڀاءُ گهر مان ڪڍي ڇڏيو آهي انهيءَ ڪري مان توهان جي شرڻ آيو آهيان. هي ديو! مون هن کي نيڪ صلاح ڏني ۽ ان کي چڱيءَ طرح سمجهايم ته اوهين سيتا رام کي موٽائي ڏي، پر ڪال جي وس ۾ هٺ ڪري هو ڪجهه به ٻڌندي نه هو. هن وقت هو راڪش ظالم مون کي مارڻ لاءِ تلوار کڻي ڊوڙيو تڏهن مان ڊپ کان هڪدم چئن منترين سان سنسار جي ٻنڌن کان مڪت ٿيڻ لاءِ توهان جي شرڻ آيو آهيان. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي سگريو چوڻ لڳو هي رام! هن مايا وي راڪش تي ڪجهه به وشواس نه ڪجو، جيڪڏهن ٻيو ڪوئي هجي ها ته خاص چنتا جي ڳالهه نه هئي ها پر هي ته راوڻ جو ننڍو ڀاءُ آهي ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي هيءَ پنهنجي هزارين منترين سان ڪنهن وقت ايڪانت ۾ اسان کي ماري ڇڏيندو، تنهنڪري هي پرڀو! مون کي آگيا ڏيو ته مان هن کي ٻانڌي هٿان ماري ڇڏيان. سگريو جا اهي وچن ٻڌي رام چوڻ لڳو، هي ڪپي راج! جيڪڏهن مان چاهيان ته هڪ اک ٻل ۾ ٽنهي لوڪن کي نشٽ ڪري سگهان ٿو ۽ هڪ اک ٻل ۾ سڀني کي رچي سگهان ٿو. تنهن ڪري تون ڪنهن به ڳالهه جي چنتا نه ڪر. اهو منهنجو نيم آهي جو هڪوار **منهنجي شرڻ ۾ اچي ٿو ته مان تنهن جو آهيان،** مان ان کي سڀني ڀائين کان (اي ديو) نرڀئه ڪري ڇڏيان ٿو. شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو پرسن ٿي وڀيشڻ کي وٺي سري رامچندر سان ملايو. وڀيشڻ ڀڳوان کي پرڻام ڪري هٿ جوڙي استوتي ڪرڻ لڳو، هي راجيشور رام! توکي نمسڪار آهي، هي سيتا جي من ۾ رمڻ ڪرڻ وارا! توهان کي نمسڪار آهي، هي ڀڳت وتسل ڀڳوان! توهان کي وار وار نمسڪار آهي، هي پرڀو! مان تنهنجي چرڻ ڪمل جي شڌ ڀڳتيءَ روپ ڏاڪڻا تان گيان يوگ نالي راج ڀون جي چوٽيءَ تي چڙهڻ ٿو چاهيان، توهان هن سنسار ساگر کان منهنجي رکيا ڪريو. تڏهن ڀڳت وتسل ڀڳوان رام پرسن ٿي چوڻ لڳو، وڀيشڻ! تنهنجو ڪلياڻ ٿئي. مان توکي ور ڏيڻ چاهيان ٿو تنهنڪري جيڪا تنهنجي مرضي هجي سو ور گهر. وڀيشڻ چوڻ لڳو،

هي رگهنندن! مان ته توهان جي چرڻن جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو آهيان
مون جو ڪجهه چاهيو ٿي سو مونکي ملي ويو، هي رام! توهان جي منوهر
مورتيءَ جو ساڪياءِ درشن ڪري اڄ منهنجي سمان ڪوئي ڀاڳيوان نه هوندو.
هي رگهنندن! ڪرم ٻنڌن کي نشٽ ڪرڻ لاءِ توهان مونکي ڀڳتيءَ مان
پرايت ٿيڻ وارو گيان ڏيو. هي پرڀو! مون کي سک جي اڇا نه آهي مان ته
اهوئي چاهيان ٿو ته توهان جي چرڻن ڪملن ۾ سدائين پريم ڀڳتي ٿيندي رهي.
تڏهن سري رامچندر ٻڌڻ ٿي چوڻ لڳو، هي ڀڳت! جيئن تون چاهين ٿو
ائين ٿي ٿيندو. هي وڀيشڻ! تون سدائين شانت ۽ پاپ کان پري رهي
ڪري منهنجو ڌيان ڪرڻ سان گهور سنسار ساگر کان پار ٿي ويندين.
وڀيشڻ کي ائين چئي ڀڳت وتسل سري رام لڪشمڻ کي چوڻ لڳو، هي
لڪشمڻ! هيءُ هميشه منهنجي درشن جو ڦل ڏس، تون سمنڊ مان جل کڻي
اڄ مان هن کي لنڪا جو راج تلڪ ڏيئي ٿو ڇڏيان جيستائين چنڊ سورج
۽ ڌرتي قائم آهي ۽ جيستائين لوڪ ۾ منهنجي ڪٿا رهندي تيستائين هيءُ
لنڪا جو راج ڪندو، ائين چئي لڪشمڻ کان ڪلش ۾ جل گهرايو ۽ منترن
۽ لڪشمڻ جي هٿان ان کي لنڪا جو راج ڏنو.

## لڪشمڻ ۽ وڀيشڻ سنواد

وڀيشڻ کي راج تلڪ ڏيڻ ڏسي لڪشمڻ وڀيشڻ کان پڇڻ لڳو، هي
لنڪيش! سنسار ۾ گهڻو ڪري ماڻهو چڱي جي صحبت ۾ رهي چڱو
ڦل پائيندو آهي پر تون راڪشن جي ڪل ۾ جنم وٺي ۽ راڪشن جي
صحبت ۾ ساڻن گڏ رهي توکي جا اهڙي ٻڌي آئي سا ڪهڙي نه ڪهڙي
جهڙي ڳالهه آهي. هي وڀيشڻ! اها ساري حقيقت ڪرپا ڪري ٻڌاءِ ته تو
ڪهڙو ورت نيم يا جپ تپ ڪيو آهي جنهنجي ڪري پرهلاد ڀڳت وانگر
راڪشن جي ونش ۾ جنم وٺي اهڙي اتم پدويءَ کي پاتو آهي. تڏهن
وڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو، ”هي وير! جنهنتي ايشور جي ڪرپا ٿيندي

جا ساگر آهن جي شرن آئي ڪي اڀو ڏيندا، تنهن ڪان سواءِ مون ڀاڻجي پتا پلستيه رشيءَ جي واتان انهن ٻڌو هوم تہ، ٽريتا ڀڳ ۾ سري ڀڳوان ماڻ منش روپ ڌاري رگهوڪل ۾ اوتار وٺي هتي ايندا جتي ڀڳوان جو درشن ڪيئن جمن جي گڏ ٿيل ڀاڳن ڪرڻ کان ٿيندو. مشڪل ملي ٿو، سو جڏهن مون کي ٽريتا ڀڳ ۾ سندس شرڻ وٺڻ سان جلد اچي ملي وڃي تہ ڀلو مان ڪيئن تہ هن سرير کي ناسونت جاڻي، تن من سان ڀڳوان جو پريم ڀڳتيءَ سان ڌيان ڪريان. اهي وچن وڀيشڻ جا ٻڌي لڪشمڻ ڀرسن ٿي وڀيشڻ کي ڌاڪي سڪ مان ڪٺي ڀاڪر پاتائين ۽ گلي لڳائي چوڻ لڳو، هي وڀيشڻ! اسين سڀئي ڀڳوان رام جا داس آهيون، توهان اسان سڀني ۾ مکيہ آهين، ڇاڪاڻ تہ تو فقط ڀڳتيءَ سان شرن ورتي آهي هاڻي توکي راوڻ جي ناس ڪرائڻ ۾ اسانجي سهائتا ڪرڻ گهرجي تڏهن وڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ، مان تہ پرماتما رام جي سهائتا ڪري سگهندس مون کان جيڪي ڪجهہ ٿيندو سو ڀڳتي ڀاو سان ان جي سيوا ڪندو رهندس.

## شڪ راڪش دوت ڏي راوڻ جو سنديشو ڪڻي اچڻ ۽ سگريو کي ٻڌائڻ

ان وقت راوڻ جو موڪليل دوت شڪ نالي دئيت آڪاش ۾ اچي سگريو کي چوڻ لڳو، هي راجن! راڪش راج راوڻ توکي چيو آهي تہ، تون مون کي ڀاڻجي ننڍي ڀاءُ سمان آهين ۽ تون وڏي ڪل ۾ پيدا ٿيو آهين ۽ ٻاندرن جو راجا آهين، مون تنهنجو ڪجهہ بہ نہ بگاڙيو آهي جيڪڏهن مون ڪنهن راجڪمار جي استري ڪڻي چوري ڪئي آهي تہ، انهيءَ ڳالهہ ۾ تنهن جو ڇا؟ تنهن ڪري تون پنهنجي ٻاندرن سميت ڪشڪندا موٽي وڃ. لنڪا کي حاصل ڪرڻ تہ ديوتائن کي بہ مشڪل آهي. شڪ جڏهن اهو سنديشو ٻڌائي رهيو هو ان وقت ٻاندرن هن کي مارڻ لاءِ هڪدم اڇل کاڌي ڀڪڙي ورتو ۽ مڪن سان مارڻ لڳس تڏهن شڪ سري رام کي چوڻ لڳو هي راجيندر! ڪٿائي پرش دوت کي نہ ماريندا آهن، تنهن ڪري هي پرڀو! هنن ٻاندرن کي جهليو. شڪ جا اهي ديا سان ڀريل وچن ٻڌي سري رامچندر چيو هن کي نہ مارڻ انهن چئي ٻاندرن کي روڪي ڇڏيو، تڏهن شڪ وري آڪاش ۾ وڃي سگريو کي چيو، هي راجن! مان وڃان ٿو راوڻ کي توهان جي پاران ڪهڙو جواب ڏيان. تڏهن سگريو چوڻ لڳو تہ راوڻ کي چئجانءِ تہ جهڙي طرح مون پنهنجي ڀاءُ ٻاليءَ کي ماريو آهي، هي راڪش!

ظالم اهڙي طرح لوڪي اسان ۽ سينا سميت پنهنجي هٿن سان ماريندس ٿو، اسانجي رامچندر جي استري چورائي هاڻ ڪيڏانهن ويندو، سگريو جا اهي وچن ٻڌي شڪ موڪلائي هليو ويو. شڪ کان اڳ شاردول نالي راڪش ٻاندرن جي وڏي سينا ڏسي وڃي راوڻ کي ٻڌايو هو ۽ هيڏانهن شڪ به اچي سمورو حال ڪري ٻڌايو اهو سڀ ٻڌي راوڻ ڏاڍي چنتا ۾ وياڪل ٿي محل ۾ واپس رهيو.

## سري رام جو سمنڊ کي سڪائڻ

ان وقت سري رامچندر سمنڊ ڏانهن نهاري ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري چوڻ لڳو، لڪشمڻ! ڏس ته هيءُ سمنڊ ڪهڙو نه دشٽ آهي مان ان جي ڪناري تي آيو آهيان پر هي لڪشمڻ! هن منهنجو درشن ڪري به آدرستڪار نه ڪيو آهي هي سمجهي ٿو ته هي هڪ رواجي مڻش آهي. ٻاندرن سان ملي ڪري به هيءُ منهنجو ڇا ڪري سگهندو؟ هي مهاپاپو ڏس اڄ ڏس ته مان هن کي سڪائي ٿو ڇڏيان، پوءِ ٻاندرن سان ان ڪهڻ چنتا جي پيادل ئي پار هليا وينداسين. ائين چئي ڀڳوان ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري پنهنجو ڌنش چڙهايو. ڪاريءَ ناڳ جي سمان تيز ٻاڻ ڪيئي ڌنش ۾ رکي ڇڪي چوڻ لڳو ته سڀئي پراڻي رام جي ٻاڻ جو پراڪرم ڏسو. مان هن وقت نديءَ جي پتيءَ سمنڊ کي ڀسم ٿو ڪري ڇڏيان. سري رامچندر جو ائين چوندي ئي ان ۽ پهاڙن سميت ڌرتي ڏڪڻ لڳي ۽ چوڌاري آڪاش ۽ ڏسائن ۾ انڌڪار ڇانئجي ويو ۽ پڙ جي ڪري هڪ ارجن ڪناري کان سمنڊ پري هٽي ويو وڏا مگرمڇ مڇليون دکي ٿيڻ لڳا ان وقت انيڪ قسمن جي ڳهڻن سان انوپ روپ ڌاري سمنڊ پنهنجي هٿن ۾ اندر نيل رتن جواهر کڻي پنهنجي پرڪاش سان ڏهن ئي ڏسائن کي روشن ڪري خود پاڻ اچي سري رامچندر جي چرنن ۾ انيڪ قسمن جي پدما رکي. جنهن جا نيتر وچرن ڀاڳو ڪروڌ ۾ لال ٿي رهيا هوا ان رگهناٿ کي پرڻام ڪري چوڻ لڳو هي ترلوڪ رکيڪ! جگت پتي رام! منهنجي رکيا ڪريو، رکيا ڪريو، هي رام سڀئي سنسار جي رچنا ڪرڻ وقت توهان مونکي جڙ ٿي بڻايو هو وري توهان جي بڻايل سڀاءُ کي ڪير ڪيئن بدلائي سگهندو، پڃن استول ڀوتن کي توهان سڀاءَ سان جڙ بڻايو آهي سو توهان جي آگيا ڪڏهن ٽاري ٿو سگهي هي پرڀو! توهان نرگڻ ۽ نروڪار آهيو تنهنڪري مايا وس توهان مڻش روپ ۾ توهان نرگڻ پرماتما کي مان جڙ ٻڌ مورک ڪيئن جاڻي سگهان ٿو. هي پرڀو! جهڙي

ظالم اهڙي طرح ٽوڪي ٿو، پر سيتا سميت پنهنجي هٿن سان ماريندس تون اسانجي رامچندر جي استري چورائي هاڻ ڪيڏانهن ويندين، سگرين جا اهي وچن ٻڌي شڪ موڪلائي هليو ويو. شڪ کان اڳ شاردول نالي راڪش باندرن جي وڏي سينا ڏسي وڃي راوڻ کي ٻڌايو هئو ۽ هيڏانهن شڪ به اچي سمورو حال ڪري ٻڌايو اهو سڀ ٻڌي راوڻ ڏاڍي چنتا ۾ وياڪل ٿي محل ۾ ويهي رهيو.

## سري رام جو سمنڊ کي سڪائڻ

ان وقت سري رامچندر سمنڊ ڏانهن نهاري ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري چوڻ لڳو، لڪشمڻ! ڏس ته هي سمنڊ ڪهڙو نه دشت آهي مان ان جي ڪناري تي آيو آهيان پر هي لڪشمڻ! هن منهنجو دوش ڪري به آدرستڪار نه ڪيو آهي هي سمجهي ٿو ته هي هڪ رواجي منش آهي. باندرن سان ملي ڪري به هي منهنجو ڇا ڪري سگهندو؟ هي مهاپاپو ڏس اڄ ڏس ته مان هن کي سڪائي ٿو ڇڏيان، پوءِ باندرن سان گڏجي ڪنهن چنتا جي پيادل ئي پار هليا ويندا سين. ائين چئي ڀڳوان ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري پنهنجو ڌنش چڙهايو. ڪاريهر ناگ جي سمان تيز باڻ ڪڍي ڌنش ۾ رکي ڇڪي چوڻ لڳو ته سيتي پراڻي رام جي باڻ جو پراڪرم ڏسو. مان هن وقت ندين جي پتي سمنڊ کي ڀسم ٿو ڪري ڇڏيان. سري رامچندر جو ائين چوندئي ان ۽ پهاڙن سميت ڌرتي ڌڪڻ لڳي ۽ چوڌاري آڪاش ۽ ڏسائن ۾ اندڪار ڇانئجي ويو ۽ پڙ جي ڪري هڪ ٻئي ڪناري کان سمنڊ ٻري هٿي ويو وڏا مگرمڇ مڇليون دکي ٿيڻ لڳا ان وقت انيڪ قسمن جي گهڻن سان انوپ روپ ڌاري سمنڊ پنهنجي هٿن ۾ اندر پيل رتن جواهر کڻي پنهنجي پرڪاش سان ڏهن ئي ڏسائن کي روشن ڪري خود ٻاڻ اچي سري رامچندر جي چرنن ۾ انيڪ قسمن جي ڀيٽا رکي. جنهن جا نيتر وچون ڀاڳو ڪروڌ ۾ لال ٿي رهيا هئا ان رگهنات کي پرڻام ڪري چوڻ لڳو هي ٽرلوڪ رکيڪ! جڳت پتي رام! منهنجي رکيا ڪريو، رکيا ڪريو، هي رام سڄي سنسار جي رچنا ڪرڻ وقت توهان مونکي جڙ ٿي بڻايو هئو وري توهان جي بڻايل سڀاءَ کي ڪير ڪيئن بدلائي سگهندو، پنجن استول ڀوتن کي توهان سڀاءَ سان جڙ بڻايو آهي سو توهان جي آگيا ڪڏهن ٽاري نٿو سگهي هي پڀو! توهان نرگڻ ۽ نروڪار آهيو لنهنڪري مايا وس توهان منش روپ ۾ توهان نرگڻ پرماتما کي مان جڙ ٻڌ مورک ڪيئن ڄاڻي سگهان ٿو. هي پڀو! جهڙي

ظالم اهڙي طرح لڪي ٻــه ڀت ۽ سڀني سميت پنهنجي هٿن سان ماريندس تون اسانجي رامچندر جي استري چورائي هاڻ ڪيڏانهن ويندين، سگريو جا اهي وچن ٻڌي شڪ موڪلائي هليو ويو. شڪ کان اهو شاردول نالي راڪش ٻاندرن جي وڏي سينا ڏسي وڃي راوڻ کي ٻڌايو هئو ۽ هيڏانهن شڪ به اچي سمورو حال ڪري ٻڌايو اهو سڀ ٻڌي راوڻ ڏاڍي چنتا ۾ وياڪل ٿي محل ۾ واهي رهيو.

## سري رام جو سمنڊ کي سڪائڻ

ان وقت سري رامچندر سمنڊ ڏانهن نهاري ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري چوڻ لڳو، لڪشمڻ! ڏس ته هيءُ سمنڊ ڪهڙو نه دشٽ آهي مان ان جي ڪناري تي آيو آهيان پر هي لڪشمڻ! هن منهنجو درشن ڪري به آدرستڪار نه ڪيو آهي هي سمجهي ٿو ته هي هڪ رواجي منش آهي. ٻاندرن سان ملي ڪري به هيءُ منهنجو ڇا ڪري سگهندو؟ هي مهاپاپو ڏس اڄ ڏس ته مان هن کي سڪائي ٿو ڇڏيان، پوءِ ٻاندرن سان بنان ڪنهن چنتا جي پيادل ئي پار هليا وينداسين. ائين چئي ڀڳوان ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري پنهنجو ڌنش چڙهايو. ڪاريءَ ناهه جي سمان تيز ٻاڻ ڪڍي ڌنش ۾ رکي ڇڪي ڇوڙڻ لڳو ته سڀني پراڻي رام جي ٻاڻ جو پراڪرم ڏٺو. مان هن وقت ندين جي پتيءَ سمنڊ کي ڀسم ٿو ڪري ڇڏيان. سري رامچندر جو ائين چوندئي ان ۽ پهاڙن سميت ڌرتي ڏڪڻ لڳي ۽ چوڏاري آڪاش ۽ ڏسائن ۾ اندڪار ڇانئجي ويو ۽ پڙ جي ڪري هڪ ارجن ڪناري کان سمنڊ ٻري هٽي ويو وڏا مگر مڇ مڇليون دکي ٿيڻ لڳا ان وقت انيڪ قسمن جي گهڻن سان انوپ روپ ڌاري سمنڊ پنهنجي هٿن ۾ اندر ڀيل رتن جواهر کڻي پنهنجي پرڪاش سان ڏهن ئي ڏسائن کي روشن ڪري خود ٻاڻ اچي سري رامچندر جي چرنن ۾ انيڪ قسمن جي پيٽا رکي. جنهن جا نيتر وچرن پاڳو ڪروڌ ۾ لال ٿي رهيا هـــوا ان رگهنات کي پرڻام ڪري چوڻ لڳو هي ڀراوڪ رکيڪ! جڳت پتي رام! منهنجي رکيا ڪريـــو، رکيا ڪريو، هي رام سڄي سنسار جي رچنا ڪرڻ وقت توهان موکي جڙ ٿي بڻايو هئو وري توهان جي بڻايل سڀاءَ کي ڪير ڪيئن بدلائي سگهندو، پنجن استول پوتن کي توهان سڀاءَ سان جڙ بڻايو آهي سو توهان جي آگيا کڏهن ٽاري ٽٽو سگهي هي پرڀو! توهان نرگڻ ۽ نروڪار آهيو لڪهڪري مايا وس توهان منش روپ ۾ توهان نرگڻ پرماتما کي مان جڙ ٻڌ موڙک ڪيئن ڄاڻي سگهان ٿو. هي پرڀو! جهڙي

طرح جانور کي لت هڻڻ سان جانور چڱي طرح سڌو رستو وٺي هلندو آهي تهڙي طرح مون جهڙي مورک جيو لاءِ ته ڏنڊ ئي سڌيءَ رستي تي هلائيندڙ هي پڪش وتسل ڀڳوان توهين شرناگت رکشڪ مان توهانجي شرڻ آيو آهيان توهان مونکي جيئندان ڏيو مان توهان کي لنڪا وڃڻ لاءِ رستو ڏيندس. ٻڌهن سري رامچندر چوڻ لڳو ته هي مهنجو ٻاڻ اجايو وڃڻ وارو نه آهي انهن ڪري هن کي ڪهڙي پاسي هڻان، جلدي مونکي هن اموگهه ٻاڻ جو لکيه ٻڌاءِ رام جا اهي وچن ٻڌي انهي هڻڻ ۾ مها ٻاڻ ڏسي مها تيجسوي سمنڊ رگهنات کي چوڻ لڳو هي راما اتر پاسي ڊرم ڪليه نالي هڪ ديس آهي اتي ڪيترا پاپي جيو رهن ٿا. اهي مونکي رات ڏينهن ستائين ٿا. هي راما توهين پنهنجو ٻاڻ اوڏانهن هڻو ته انهن کان بچان چڱيءَ رام جو ٻاڻ هڪ کڻ ۾ ئي انهن پاپي جيون کي ماري وري ترڪش ۾ موٽي آيو. ٻڌهن سمنڊ رگهنات کي نماڻائي سان چوڻ لڳو هي راما وشوڪرما جا پٽ نل ۽ نيل مهنجي جل جي مٿان پل جو نرماڻ ڪن، اهي سياڻا ٻاندر رشي ور جي پرساد سان هن کي هن ڪاري ڪرڻ جي همت آهي ته ڪاري شيءِ اهي سمنڊ ۾ اڇلائيندا ته اها مٿان ئي ترندي. انهيءَ ڪري انهن ٻاندرن کان پراسٽ جيڏا وڏا پٿر سمنڊ ۾ اڇلارايو اهڙي طرح جو هڪڙي وڏي پل ٺهي پوندي پوءِ مان ۽ پنهنجي شڪتي آهر مدد ڪندس. انهيءَ مان سڀئي لوڪ توهان جو سنسار ۾ ڪيرتي جس ڳائيندا، اهڙي طرح سمنڊ سري رامچندر کي چئي اتر ڏيان تي ويو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شري ڀاروڪي سنواد سندر ڪانڊ
سنسار ساگر روپي پنجون ڏاڪو سماپت.

## — سلوڪ —

تلسي هن سنسار ۾ ٽن ڳالهين جو سار
ست سنگ ۽ هري ڀڄن ڪر سدا پر اپڪار
ڪام ڪرود مد لوڀ جي جڏهن جي من ۾ کاڻ
سو پنڊت ۽ مورک ٻئي جاڻو هڪ سمان
تلسي جڳ ۾ آڪي ڪريو ٻه ئي ڪام
رام ڀڄن ڪر مکه سان همت سان ڏي ان دان.



طرح جانور کي لت هڻڻ سان جانور چڱي طرح سڌو رستو وٺي هلندو آهي تهڙي طرح مون جهڙي مورک جيو لاءِ ته ڏنڊ ئي سڌيءَ رستي تي هلائيندڙ هي پڀمت ونسل ڀڳوان توهين شرنا گت رکشڪ مان توهانجي شرڻ آيو آهيان توهان مونکي جيئدان ڏيو مان توهان کــي لنڪا وڃڻ لاءِ رستو ڏيندس تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو ته هي مهيجو ٻاڻ اجايو وڃڻ وارو نـــ آهي تنهن ڪري هن کي ڪهڙي پاسي هڻان، جلدي مونکي هن اموگهه ٻاڻ جو لکيه ٻڌاءِ. رام جا اهي وچن ٻڌي انجي هٿن ۾ مها ٻاڻ ڏسي مها ڀجسري سمنڊ رگهنات کي چوڻ لڳو هي راما اتر پاسي ڌرم ڪليه نالي هڪ داس آهي الي ڪيترا پاپي جيو رهن ٿـــا. اهي مونکي واسط ڏيهن ستائين ٿـا. هي راما توهين پنهنجو ٻاڻ اوڏانهن هڻو تڏهن ڪان پوءِ چڱائي رام جو ٻاڻ هڪ ڪڻ ۾ ئي انهن پاپي جيون کي ماري وري ترڪش ۾ موٽي آيو. تڏهن سمنڊ رگهنات کي نماڻائي سان چوڻ لڳو هي راما وشوڪرما جا پٽ نل ۽ نيل منهنجي جل جي مٿان پل جو نرماڻ ڪن، اهي سياڻا ٻاندر رشي ور جي پرساد سان هن کي هن ڪارڻ ڪرڻ جي همت آهي ته ڪاٺ شيءِ اهي سمنڊ ۾ اڇلائيندا ته اها مٿان ئي ترندي. انهيءَ ڪري انهن ٻاندرن کان پراسٽ جيڏا وڏا پٿر سمنڊ ۾ اڇلرايو اهڙي طـرح جـــو هڪڙي وڏي پل تهي پوندي پوءِ مان به پنهنجي شڪتي آهر مدد ڪندس. انهيءَ مان سڀئي لوڪ توهان جو سنسار ۾ ڪيرتي جس ڳائيندا، اهڙي طرح سمنڊ سري رامچندر کي چئي انتر ڌيان ٿي ويو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شـو ڀـارولـــي سنواد سنـــدر ڪانـــڊ
سنسار ساگر روپي ڀڄون ڏاڪو سماپت.

## — سلوڪ —

تلسي هـــن سنسار ۾ ٽن ڳالهين جـــو سار
ست سنگ ۽ هري ڀڄن ڪر سدا پر اپڪار
ڪام ڪرودهه مد لوڀ جي جڏهن جي من ۾ کاڻ
سو پنڊت ۽ مورک ٻئي جاڻو هڪ سمان
تلسي جـڳـــ ۾ آئڪي ڪرلو ٻـئي ڪام
رام ڀڄن ڪر مکهه سان همت سان ڏي ان دان.



طرح جانور کي لت هڻڻ سان جانور چڱي طرح سڌو رستو وٺي هلندو آهي
تهڙي طرح مون جهڙي مورک جيو لاءِ تہ ڏنڊ ئي سڌين رستي تي هلائيندڙ
هي ڀڳت وتسل ڀڳوان توهين شرناگت رکشڪ مان توهانجي شرڻ آيو آهيان
توهان مونکي جيئدان ڏيو مان توهان کي لنڪا وڃڻ لاءِ رستو ڏيندس
لڇمڻ سري رامچندر چوڻ لڳو تہ هي منهنجو ٻاڻ اجايو وڃڻ وارو نہ آهي
تنهن ڪري هن کي ڪهڙي پاسي هڻان، جلدي مونکي هن اموگهہ ٻاڻ جو
لکيہ ٻڌاءِ رام جا اهي وچن ٻڌي انجي هٿن ۾ مها ٻاڻ ڏسي مها ڀيجسوري
سمنڊ وگهرائڻ کي چوڻ لڳو هي رام! اتر پاسي درم ڪليہ نالي هڪ داس
آهي اتي ڪيترا پاپي جيو رهن ٿا. اهي مونکي واسو ڏينهن ستائين ٿا.
هي رام! توهين پنهنجو ٻاڻ اوڏانهن هڻو تنهن کان پوءِ ڇڏيل رام جو ٻاڻ
هڪ کڻ ۾ ئي انهن پاپي جيون کي ماري ورِي ترڪش ۾ موٽي آيو. لڇمڻ
سمنڊ وگهرائڻ کي نماڻائي سان چوڻ لڳو هي رام! وشوڪرما جا پٽ نل
۽ نيل منهنجي جل جي مٿان پل جو نرماڻ ڪن، اهي سياڻا باندر رشي ور
جي پرتاپ سان هن کي هن ڪار، ڪرڻ جي همت آهي تہ ڪابہ شيءِ اهي
سمنڊ ۾ اڇلائيندا تہ اها مٿان ئي ترندي. انهيءَ ڪري انهن باندرن کان
ٻراٽ جيڏا وڏا پٿر سمنڊ ۾ اڇلرايو اهڙي طرح جو هڪڙي وڏي
پل ٺهي پوندي پوءِ مان بہ پنهنجي شڪتي آهر مدد ڪندس. انهيءَ مان
سڀئي لوڪ توهان جو سنسار ۾ ڪيرتي جس ڳائيندا، اهڙي طرح سمنڊ
سري رامچندر کي چئي انتر ڌيان ٿي ويو.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
شو پاروتي سنواد سندر ڪانڊ
سنسار ساگر روپي ڀڄون ڏاڪو سماپت.

## — سلوڪ —

تلسي هن سنسار ۾ ٽن ڳالهين جو سار
ست سنگ ۽ هري ڀڄن ڪر سدا پراپڪار
ڪام ڪروڌ مد لوڀ جي جڏهن جي من ۾ کاڻ
سو پنڊت ۽ مورک ٻئي جاڻو هڪ سمان
تلسي جڳ ۾ آءِ ڪي ڪرڻ ٻئي ڪام
رام ڀڄن ڪر مک سان هٿ سان ڏي ان دان.






## نل ۽ نيل جو سمنڊ تي پل ٻڌڻ



سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! سيتو ٻنڌ پل شروع ڪرڻ وقت ڀڳوان سهڻو سندر رمڻيڪ استان ڏسي راميشور مهاديو جو مندر قائم ڪري سرشٽ رشين منين کي گهرائي ان جي پوڄا ڪري لوڪن جي ڀلي لاءِ چوڻ لڳو ته جيڪو پرش راميشور شو ڀڳوان جو درشن ڪري سيتو ٻنڌ کي پرڻام ڪندو سو منهنجي ڪرپا سان سڀني پاپن کان ڇٽي ويڪنٺ هليو ويندو. جيڪڏهن ڪوئي پرش سيتو ٻنڌ ۾ سنان ڪري راميشور مهاديو جو درشن ڪري وري سنڪلپ ڪري ڪاشيءَ ۾ وڃي اتان گنگا جل کڻي اچي راميشور تي چاڙهي ان جل پاڻ کي سمنڊ ۾ وجهي ڇڏي ته سو منش برهم کي پراپت ڪري ته ان ۾ ذرو به شڪ نه آهي. لڇمڻ ڪانوءِ سگريو ۽ لڪشمڻ سميت سري رامچندر نل ۽ نيل ٻنهي ڀائرن کي ٻين ٻاندرن جي مدد سان پل ٻڌڻ جي آگيا ڏني. تڏهن نل ۽ نيل خوش ٿي سري رام جو من ۾ ڌيان ڪري وڏا وڏا پٿر ۽ وڻ گڏ ڪري سمنڊ ۾ اڇليندا ويا. اهي پٿر ۽ وڻ سري رامچندر جي پرتاپ سان سمنڊ ۾ تري رهيا هوا. اهڙي طرح نل ۽ نيل ٻين ٻاندرن جي مدد سان پهران ڏينهن چوڏهن يوجن پل ٺاهي تيار ڪئي. ٻئي ڏينهن ويهه يوجن، ٽئين ڏينهن ايڪويهه يوجن، چوٿين ڏينهن ٻاويهه يوجن، پنجين ڏينهن ٽيويهه يوجن سمنڊ مٿان پل تيار ڪئي. اهڙي طرح ٻاندرن جلد ئي هڪ سؤ يوجن ڊگهي پاڻيءَ ۾ ترندڙ ۽ مضبوط پل ٺاهي. سري رامچندر اهڙي هڪ مضبوط پل ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو پوءِ ساري سينا کي حڪم ڪيائين ته هاڻي ٻي ٻيڙا ٿي پار لنگهي هلو، اهڙي طرح سان ڪي پل تان ڪي آڪاش رستي هلندا اچي پار پهتا.

## منڊوڌري جو راوڻ کي سمجهائڻ

هيڏانهن راوڻ جڏهن ٻڌو ته سري رامچندر سينا سميت سمنڊ پار ڪري

آهو آهي، سو اهڙو نه گهبرائجي ويو جو انهيءَ ڪري ڏهن مکن سان ڳالهائي ڇڏڻ لڳو ته ڇا ندين جي پٽيءَ سمبڌ ۾ هن کي وسٽو ڏنو. راوڻ کي لوڙهي ڏهه مکه هئا پــر ڳالهائيندو رڳو هڪ سان هئــو. ڇاڪاڻ ته هيڪي ڪنهن رشيءَ سراپ ڏنو هو ته جنهن وقت تون ڏهن مکن سان ڳالهائيندين تڏهن تون پنهنجو موت ڄاڻج. نيٺ من کي ڌارج ڏيئي ڪلندو گهر آيو.

ان وقت مندوديءَ راوڻ جي زال کي اها خبر ملي چڪي هئي ته پاندر سيتا هت پهچي ويئي آهي سا هٿ جوڙي راوڻ جي پيرن لــڳي ڪري اکين مان ڳوڙها ڳاڙهي چوڻ لڳي، هي ناٿ! چوٽي آهي ته واپ پاڻ ان سان رکجي جو پنهنجي اڌار هجي يا جنهن کي پنهنجي ٻل ٻڌيءَ سان جيتجي سگهجي، ڀر سچ پچو ته سري رامچندر ۽ توهان جي وچ ۾ ايترو فرق آهي جيئن سورج ۽ ڏائي جي وچ ۾ ليندو آهي. جنهن ايشور ڪئين ويــر ٻلوان دئيت ماريا ۽ مها ٻلوان دتيءَ جا پٽ هرڻا ڪيشپ ماريا ۽ سهسر باهو کي مارايو جنهن راجــا ٻليءَ کــي ٻڌي ڇــڏيو. اچ اهوئي ايشور مدش روپ ۾ پرٿويءَ جو ڀــار لاهڻ لاءِ مرليو لوڪ ۾ آيو آهــي تنهن ڪري هــي ناٿ! پنهنجو ڀلو چاهي سيتا رامچندر کي موٽائي ڏيو ۽ پنهنجو راڄ پاڳ پٽن کي ڏيئي وڃي ٻنيءَ جي شرن وٺو. هو ڀڳت وڇل ڀڳوان رام اهڙو ته ديالو آهي جو توهان جي شرڻ وٺڻ سان پڪ ڄاڻو ته توهانجو ڪيل گناهه ضرور معاف ڪندو، هي پراڻ پتي! جنهن ايشور جي درشن ڪرڻ لاءِ ڪئين وڏا وڏا رشي. مني ۽ اوگي اوگه ڀوائين ٿا ۽ چڪروتي راجائون پنهنجو راڄ ڇڏي ڏاين ٿا، سوئي پرڀو سري رامچندر مدش روپ ۾ هت توهان وٽ لنگهي آيو آهي تنهن ڪري هي ناٿ! آءٌ توهان کي هٿ جوڙي وينتي ٿي ڪريان ته اوهين هميشه ٿي وڃي سري رام جي شرڻ وٺو جيئن منهنجو سهاڳ نه وڃي. مندوديءَ جا اهي وچن ٻڌي دشت راوڻ ايمان سان چوڻ لڳو ته هي سندري! مون جهڙو ٻلي ٻيو ڪير آهي. مــون ٿي پنهنجي ٻانهن جــي ٻل سان ورڻ ڪبير ۽ ڪال ۽ ٻيا انيڪ ويو ٻلوان جيتيا آهن تنهن هوندي ۾ اوکي الائي ڇو اچي دپ ورايو آهي! اهڙي طرح پنهنجي زال مندوديءَ کي سمجهائي راوڻ هڪدم راڄ درٻار ۾ هلير ويو. درٻار ۾ اچڻ شرط راوڻ پنهنجي منترن کان صلاح پڇڻ لڳو هي وزيرو! ٻڌايو ته هن وقت ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڇو ته دشمن ته اسانجي ملڪ ۾ پهچي ويا آهن جنهن ڪري انهن سان لڙائي ڪهڙيءَ طرح ڪرڻ گهرجي؟

تڏهن منتري چوڻ لڳا ته هي راجن! توهين جــو هر گهڙيءَ اسان کــان

لڙائيءَ جي باري ۾ ٻڌو ٿا، توهان جو مطلب ته الائي ڇا آهي؟ توهانکي ڇو اچي ڊپ لڳو آهي، ٻيو ته توهان ويچار ڪري ڏسو ته، ٻانڊر، رڇ ۽ منش اهي ته اسانجو کاڄ آهن رڳو هنن جي اچڻ جي ڊپ آهي. تنهن کان پوءِ پرهست نالي منتري هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي راڄن! توهين هنن منترين جي چوڻ تي مٿان ڪي ڪجهه ڪريو. انهن ڪرڻ سان توهان جو ڀلو نه ٿيندو مان سمجهان ٿو ته منترين جي مت اچي ڪٽي آهي جو توهان کي خوش ڪرڻ لاءِ اهڙيون صلاحون ڏيئي رهيا آهن هونءَ ته، ٻانڊر اسانجو کاڄ آهن، پر هي لنڪا پتي راوڻ! جنهن وقت رڳو هڪڙي ٻانڊر سڄي لنڪا ٿي جلائي ۽ شهر ۾ هاهاڪار مچي ويو هو. گرڀوتين زالن جا ڊپ کان گرڀ ڪري ٿي پيا ۽ ماتائون پنهنجي ننڍين ٻالڪن کي روئندو ٿي پينگهن ۾ ڇڏي هليون وارن ۽ ٻارَ پيڻ کي ڀيءُ ٻت ڪي ۽ زال مڙس کي مڙس زال کي انهيءَ مصيبت جي وقت ۾ اڪيلو ڇڏي هليا ويا تڏهن ٻڌايو ته، توهان جا اهي پهلوان راڪش منتري (جن جو ٻانڊر کاڄ آهن) ڪيڏانهن ڀڄي ويا هئا؟ ان وقت ڇا انهن جو ٻهت پرال هو؟ يا ڊپ کان گهر مان ٻاهر نٿي نڪتا انوقت ته مڙسن جو ساهه ٿي مٺ ۾ ٿي اچي ويو هئو. جو هڪ ٻانڊر کي به ڪجهه نٿي ڪري سگهيا هيئر ويٺا آهن ڪوڙيون ٻٽاڪون هڻڻ. هي راوڻ! شڪ دوت جي چوڻ موجب اسانکي انهن معلوم ٿيو آهي ته جيڪو ٻانڊر اسان وٽ آيو هو سو ٻين ٻانڊرن کان هر ڪنهن ڳالهه ۾ ٻـل ۾ گهٽ هو. پر جنهن وقت هڪڙي ٻانڊر ٿاڪوڙو وجهي ڇڏيو هو تنهن مهل سيئي مها پهلوان راڪش ڪوٺا ڇڏي ٻليءَ کي ڏسي وڃي ٻرن ۾ لڪا هئا، پر اها ڪ جاڻو ته جنهن وقت ساري سينا ٻانڊرن جي هت ايندي تنهن مهل ڇا ٿيندو؟ اهو ويچار توهان ٿي پنهنجي من ۾ ڪريو ڇاڪاڻ ته توهين ڀاڻ سياڻا آهيو سو توهان ويچار ڪري ڏسو جن هڪ سؤ ٻوجن سمنڊ مٿان پل ٻڌي آهي تنهنکي توهين منش سمجهي ويٺا آهيو، ڪڏهين نه؟ هاڻي جيڪڏهن پنهنجو ڀلو چاهيو ته هينئر ٿي هڪ دوت موڪلي ان کي چڱي طرح سمجهائي جانڪيءَ کي ڏوليءَ ۾ چاڙهي عزت سان وڃي شري رامچندر جن وٽ پهچائي اچو، هي راوڻ! جيڪڏهن توهين هيءَ نيڪ صلاح مڃيندا ته توهان جو ٻنهي پاسي ناموس ڳائيندا. پرهست منتريءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو هي منتري! شاباس آهي تنهنجي عقل ۽ دماغ کي مـون

، واهه پرش کان مونکي ضرور ڪا سٺي دل وڻندڙ صلاح
ٻڪ ٿيم ته تون به منهنجي دشمن سان مليل آهين. راوڻ

جا اهڙا ڪروڙ ٻيا وچن ٻڌي منتري چوڻ لڳو، هي راجن! هيءَ مهنجي نيڪ صلاح توهانکي هن وقت ڪڙي لڳندي پر پوءِ امرت سمان مٺي لڳندي. منتريءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري پنهنجي گهر هليو ويو.

## رام جو تير هڻي راوڻ جو ڇتر مڪٽ ڪيرائڻ

شام جو سج لهڻ وقت راوڻ پنهنجي نال مندودريءَ سان گڏجي پنهنجي آکاڙي ۾ آيو. اهو آکاڙو هڪڙي سندر پربت تي ٺهيل هو جنهن جي سونهن سوڀيا ديوراج اندر جي آکاڙي کان سؤ هزار ڀاڱا وڌيڪ هئي ان آکاڙي ۾ راوڻ کي ايندو ڏسي گندرو چارڻ ۽ ڪنر راوڻ جي استتي ڪرڻ لڳا ۽ اپسرائون نچڻ لڳيون سريلا ساز وڄڻ لڳا، اهڙي آنند ۾ مندودريءَ سان گڏ ويٺل سک ڀوڳڻ لڳو.

هيڏانهن شري رامچندر لنڪا ڏسڻ جي اڇا سان ڀڳوان رام هنومان جي ڪلهي تي ۽ لڇمڻ انگد جي ڪلهي تي ويٺي هن وڏي پربت تي چڙهي ويا اتي هنن ڏٺو ته لنڪا پوري تمام سهڻي سندرپوري آهي جنهن ۾ انيڪ قسمن جا جهنڊا ۽ ڇتر سون جا ٺهيل محلات جي سوڀيا ڏيئي رهيا آهن ۽ سيني پاسن کان کاهيون توفون سرنگهن سان سينگاريل آهي ۽ راوڻ جي راڄ ڀون مٿان شاهي آکاڙو آهي جنهن ۾ منترين سان گڏ راوڻ ۽ مندودري ويٺا آهن. گندرو چارڻ ۽ ڪنر راوڻ جي استوتي ڪري رهيا آهن، اپسرائون نچي رهيون آهن ۽ سريلا ساز وڄي رهيا آهن ۽ راوڻ جي ڏهن ئي سرن تي ڏهه مڪٽ سوڀيا ڏيئي رهيا آهن جنهن جو سرير بادل سمان ڪارو هئو.

هيڏانهن سري رامچندر، راوڻ ۽ مندودريءَ کي ويٺل ڏسي تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي لڇمڻ جو ڪٽي آيل ڌنش هٿ ۾ کنيو. هن جي سر تي مڪٽ ٻڌل پنهنجي نيڪ منترين سان ويٺو هو سو ڀڳوان رام اک ڇنڀ ۾ هڪ اڌ ٻاڻ سان راوڻ جا هزارين سفيد ڇت ۽ ڏهه مڪٽ ۽ مندودريءَ جا ڪنبل اڏائي ڇڏيا اهو حال ڏسي راوڻ ڏاڍو اچرج ٿيو پر انهيءَ ڀيد جي ڪل ڪنهن کي ڪانه پئي. سري رامچندر جو تير اهو ڪم ڪري وري موٽي اچي پنهنجي ترڪش ۾ پيو. راوڻ جي آکاڙي ۾ ويٺل ساري سڀا اها وڏي عجب جهڙي ڳالهه ڏسي ڊڄي ويئي ۽ ٻاڻ ۾ چوڻ لڳا ته نڪا ڌرتي ڏڏي ۽ نڪو ڪو اوڏ ولي آيو ۽ نڪو ڪو هٿيار ئي ڏسڻ ۾ آيو. پوءِ جو هيءَ

ڪنڌل ۽ ڇتر ڪري پيا سو ڇو؟ سڀني ڳالهين ۾ ڳجهي ورتا انهيءَ ڪي اپشڪن سمجهڻ لڳا. راوڻ ٻڌڻ ڏانهن سڀني کي هراس وٺي ويو آهي ٻڌڻ ڳالهه کي ٿامي ڇوڙڻ لڳو ته جڏهن لاءِ هيءَ سر ڪاٽي ڏاڻ ۾ آنند هو پوءِ ڇا اٿيءَ لاءِ مڪٽ ڪرڻ ڪري بدشڪن ليکيو آهي؟ چڱو هاڻي سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر وڃو وڃي آنند ڪريو. راوڻ جي آگيا پائي سڀڪو پنهنجي پنهنجي گهر هليو ويو. جڏهن وقت مندوديءَ جي ڪن مان ڪنڌل ڪري پيا ۽ راوڻ جو ڇتر ۽ مڪٽ ڪري پيو تنهن مهل هنکي ڏاڍو عجب لڳي ويو سا هٿ جوڙي راوڻ کي چوڻ لڳي هي ڪرپانات! اوهين اهڙي ڪرامت ڏسندي ڀي هن کي منش سمجهي من ۾ همت رکي ويٺا آهيو تنهن ڪري اوهين رامچندر سان ويرڇڏي وڃي هن جي شرڻ وٺو. هو پڪ توهان جو ڪيل پاپ معاف ڪندو. اوهين سچ ڄاڻي مونتي وشواس ڪريو ته رامچندر ساکيات وشو روپ پرماتما وشڻو آهي اهڙي ڀڳوان پرٿوي جو بار لاهڻ لاءِ هاڻي رام منش روپ ۾ پرگهٽ ٿي هٿ آيو آهي تنهن ڪري هي ناٿ! توهان هن سان ويرورود نه ڪريو، جڏهن جي هٿ ۾ ڪال ڪرم ۽ پراڻين جي ڏور آهي تنهن رام جي وڃي شرڻ وٺو.

مندوديءَ جا اهي وچن ٻڌي گهمنڊي راوڻ کلي چوڻ لڳو، هي پياري مان تنهنجي سڀاءَ چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو ته انهيءَ ڀاڃي سان منهنجي دشمن جي وڏائي ڪري هنجي ٻل ۽ پراڪرم جي ساراهه ڪري رهي آهين. هي مرگ لوچني! تنهنجي ڳالهه جي چترائي ۽ ڏاڍي ڳوڙهي آهي، تنهنجي ڳالهه ۾ ٻه مطلب رکيل آهن، ٻڌڻ مان ڊپ ۽ سمجهڻ مان سک. پتيءَ جا اهي وچن ٻڌي مندوديءَ جي من ۾ پڪ ٿي وئي ته هينئر منهنجي پتيءَ جي سر تي ڪال سوار ٿيو آهي جو ٻڌي ناس ٿي وئي اٿس. جيتوڻيڪ پرساڻيون پوندڙون تيون رهن ته ڪاني ۾ گل ڪڏهن به پيدا نه ٿيو آهي ليڪن اوهما جهڙو گرو ملڻ تي به مورک هرگز سمجهڻ جهڙو نه آهي.

## آنگد ۽ راوڻ سنواد

صبوح ٿيندي ئي سري رامچندر پنهنجي سڀني منترين کي گهرائي صلاح ڪرڻ لڳا ته هاڻي اسانکي ڇا ڪرڻ گهرجي، سري رام چوڻ لڳو، هي ڀائي راوڻ پنهنجي ايمان ۽ ڪام وس ٿي پنهنجي هٺ سان پنهنجي ڪل جو ... ته هاڻي اسان ڀاڻ ۾ ملي ڪري پنهنجي ڪاره کي همت

سان ڪريـون ۽ لڙائيءَ ۾ سوپ پائون ـ جڏ ئيڻ وقت تمام گـوڙ گهمسان
مچندو. ان ۾ دئيت راڪش پنهنجي مرضيءَ موجب روپ ٺاهي اسان کي
حيران ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. تنهن ڪري لڙائيءَ جي وقت سڀئي باندر
پنهنجي ساڳي روپ ۾ رهن ڪولي ۽ پنهنجي شڪل نه بدلائي جو نه هي
راڪش باندر جو روپ ڌارڻ ۾ پنهنجي اي عزتي سمجهندا آهن ۽ اسانکي
نه سڃاڻڻ لاءِ سولائي سان پنهنجي ۽ پرائي جو پتو پئجي سگهندو. انوقت
باندر سئنا لنڪا جي قلعي جـون ڀتيون ۽ مضبوط ديوارون ۽ انهن جـي
چئني پاسن کان اونهيون کاهيون ۽ سرنگون هيون ۽ پنيان راڪشن جي سئنا
تمام پيتل ڏسي هٿن جا نمبا وڏا هٿيار چڱيءَ طرح جاچي ڏسڻ لڳا. لنڪا
۾ انهن ڏسڻ ۾ آين جيئن نه راڪش يـڌ لاءِ پوري تياري ڪيو بيٺا آهن ۽
نوبتا ۽ ڍهل زور سان وڄائي رهيا آهن اهـو حال ڏسي باندر سئنا ڪـي
وڏاڪ جـوش پيدا ٿيو ۽ رامچندر ۽ سگريو جي جئه جئه ڪار جا آواز ڪرڻ
لڳا. ان وقت وڀيشڻ ۽ راوڻ جـي سئنا ۽ هٿيارن سميت سڀ گهر جو پيڌ
ڪرلي چوڻ لڳو، راوڻ جي سئنا ۾ انيڪ هاٿي انيڪ رٿ انيڪ گهوڙا ۽
اڪيار راڪش آهن- انهن کي جهنڊ لاءِ وچتر پينگ سان يڌ جي رچنا ڪرڻ
گهرجي. منهنجا منتري راوڻ جي يڌ جي تياريءَ باست هميشه خبر وٺي آيا
آهن نه لنڪا جي چئني دروازن تي انـدرجيت ۽ ٻين مکيه سئناپتين کي
ٻهاريو اٿس ۽ باقي اتر دروازي جي رکيا جو ڪم پاڻ تي رکيو اٿس. وڀيشڻ
نـه جيڪا سئنا راوڻ جي سامهون ٺيڪي هئي تنهن جو سروسٽي اڳوان پاڻ
ليو. ان وقت جامونت هٿ ٻڌي سري رامچندر کي چوڻ لڳو هي پرڀـو!
جنگ ڪيڻ کـان اڳ راوڻ کي ايلچي هٿان آخرين جنگ نامو موڪلڻ گهرجي.
اها صلاح سڀني کي وڻي پوءِ شري رامچندر انگد کي چيو هي وير! تـون
لنڪا ۾ وڃ ۽ راوڻ کي منهنجو اهو نياپو ڏي ته هي راوڻ! تون اهڙو
ٿي. تون هن کي اهين چئج ته هي راوڻ! تون اهڙو وس ٿي اهان ڪنهن
اپراڌ جي ڪرڻ جي ڪنهن ديوتائن ۽ ٻين انيڪ راجائن کي ڏاڍو ستايو آهي ۽ تون
منهنجي استري چورائي موکي دک ڏنو اٿئي. جيڪڏهن تون سيتا کي عزت
سان وٺي اچي منهنجي آڏ نه پهچندين ۽ اپاچار ڪرڻ نه ڇڏيندين نه مان توکي
ڪل ۽ راڪشن سميت ماري پاڙ پٽي ڇڏيندس- هي دشت راوڻ جيڪڏهن
توکي ڀـل جو گهمنڊ آهي سو يڌ جي ميدان ۾ اچي ڏيکار. سري رامچندر

جي آگيا پائي انگد من ۾ خوش ٿيندو پرڀوءَ جن جو سمرڻ ڪندو لنڪا ۾
اچي پهتو، شهر ۾ پهچڻ شرط هنجي راوڻ جي هڪ سوروير پٽ سان ملاقات
ٿي جو اتي راند ڪري رهيو هو، هن جو ڪن ڳالهين تان اچي پاڻ ۾ جهڳڙو
ٿيو پهرياڻين راوڻ جي پٽ هنکي لت هنئي پوءِ انگد کيس ٽنگن کان جهلي
ڪٽي زمين تي ڦٽو ڪيائينس اهڙي طرح نوجوان سوروير راڪش کي مرندو
ڏسي اتي بيٺل راڪشن جي همت هارجي وئي ۽ هو پنهنجي جان بچائڻ
لاءِ هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا، انهيءَ ڀوَ کان ڪير ڪنهن کي پنهنجو راز نه
ٿيو ٻڌائي- هر ڪنهن جي من ۾ اهو ئي ياد هو ته هيءَ اهو ساڳيو ئي باندر
آهي جنهن اڳ ۾ لنڪا جلائي هئي، انهيءَ هراس وچان چوڻ لڳا ته هاڻي
الائي ڇا ٿيندو تنهن ڪري انگد جيڪي به هن کان پڇيو ٿي سو ڀوَ جي
ڪري ٻڌائيندا ٿي ويا، اهڙي طرح انگد ڏاري ڏيسري پند ڪندو اچي
راوڻ جي دربار وٽ پهتو اتي جا بيٺل دربان انگد کي ڏسي ڀوَ کان ڀڄي
اندر پهچي ويا ۽ وڃي راوڻ کي ٻڌايائون ته وري اڳئين وانگر هڪ باندر
لنڪا ۾ آيو آهي جو دروازي جي ٻاهران بيٺو آهي، راوڻ هڪدم دربان
موڪلي انگد کي اندر گهرايو، جنهن جي همت ۽ دهشت ڏسي راوڻ جا
سڀئي درباري سڀا سدن ادب سان اٿي بيهي رهيا. انگد راوڻ جي دربار
۾ اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي راوڻ! مان ٻاليءَ جو پٽ انگد سري
رامچندر جو ايلچي ٿي توهان وٽ آيو آهيان، توهان جي منهنجي پتا سان
ڏاڍي مترتا هئي، تنهن ڪري مان توهان جي ڀلائيءَ واسطي هتي آيو آهيان
توهان ودوان ويد شاستر جاڻندڙ مهرشي پلستيه جا پوٽا آهيو ۽ پنهنجي تپسيا
ٻل سان شنڪر ڀڳوان کي راضي ڪري برهما کان اموگهه ور ورتا اٿو تنهن
هوندي به توهان ايمان ۾ ٻرجي رشين منين تي جو ڪجهه به اتياچار ڪيو آهي
۽ سري رامچندر جي استري چورائي کڻي آيا آهيو سو تمام خراب ڪم ڪيو
اٿو، هاڻ توهان جو ڪلياڻ انهيءَ ۾ آهي ته ماتا سيتا کي عزت سان وٺي
ڏوليءَ ۾ چاڙهي وات ۾ گاهه ۽ ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي سري رامچندر وٽ
هلي پنهنجا اپراڌ بخشايو، ڀڳوان رام دين ديالو آهي سو اوس تنهن جا اپراڌ
ڪميا ڪندو. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو
اڙي نيچ باندر! تون مون کي اپديش ڏيڻ آيو آهين، تون مونکي سڃاڻين
نٿو ته مان ڪير آهيان؟ جيڪڏهن تنهنجو رام اهڙو وير بلوان هجي ها ته
توکي، صلح ڪرڻ لاءِ ڇو موڪلي ها؟ پر توکي ڏسي مون کي عجب ٿو

لڳي ٿو تون اڌم ڪل ۾ جنم وٺي اجايو ٻنهي ڀائرن جو نالو ٿو بد ڪرين ڇو ته ان ان ۾ ڦرندڙ جوڳين جو وڃي دوت ٿيو آهين سو به. وري پنهنجي ڀاءُ جي هٿيارن جي سيوا ٿو ڪرين، پر هاڻي ٻڌاءِ ته سڀين تنهنجو ڀاءُ بالي چڱو ڀلو ته آهي؟ تنهن تي انگد چوڻ لڳو هي راوڻ! اهڙيءَ ڳالهه بابت پڇڻ جو هينئر توهان کي ضرور ڪونهي ڇو ته ٿورن ڏينهن ۾ توهان کي به اُتي پرلوڪ وڃي ڪانئس حال احوال پڇڻو پوندو ۽ هو توهان کي ضرور ٻڌائيندو ته شري رامچندر سان وير رکڻ ڪري ڪهڙو نتيجو نڪرندو آهي سو هو توهان کي ٺيڪ ٻڌائيندو. باقي ٿي صلح جي ڳالهه، سو شري رامچندر تو جهڙي گدڙ کان ڀڄي مون کي صلح ڪرڻ لاءِ ڪونه موڪليو اٿس، هڪڙي گدڙ کي مارڻ ۾ شينهن لاءِ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي، ايئن توکي به مارڻ هنن لاءِ معمولي ڳالهه آهي. تڏهن راوڻ چيو، اڙي باندر! هاڻي بڪ بڪ بند ڪر، مان توکي دوت جاڻي ڌرم نيتي انوسار ڇڏي ٿو ڏيان. تڏهن انگد چوڻ لڳو، واهه ڙي راوڻ تنهن جو ڌرم ۽ نيتي! پرائي استري چورائي توهان پنهنجي ڌرم نيتيءَ جو مثال ڏنو آهي. هڪ ڪمزور ابلا کي اڪيلو ڏسي ڀڪاري ويس ٺاهي دوکو ڪرڻ ۽ زوريءَ آڻي پنهنجو پراڪرم ڏيکاريو اٿو، باقي رهي نيتيءَ موجب دوت جي رکيا سو ڀلا هنومان جي پڇ کي باهه ڇو ڏني هئو. اڙي دوکيباز! اهڙي ڌرم نيتي ڌارڻ کان پاڻيءَ ۾ ٻڏي مران ها ته ناموس ٺهيو ها، نڪا اٿو لڄ نڪو اٿو مان اجايو شرم کي پيا پچايو، تنهن ڪري اجايو هٺ ڇڏي وڃي شري رامچندر جن جي شرن وٺو. اهو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو اڙي نيچ باندر! توکي منهنجي ٻل جي خبر نه آهي مون پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان سڄو پربت ڪران لي جهليو، منهنجو پراڪرم وڃي ٽنهي لوڪن جي دگپال ديوتائن ۽ گندرون جي راجا کان پڇ جيڪي منهنجو نالو ٻڌي ڏڪيو وڃن ٿا، ٽنهي لوڪن ۾ اهڙو ڪوئي ڪونهي جو منهنجي سامهون ٿي يڌ ۾ مقابلو ڪري سگهي. اهڙو مان ٻانڪو! وري ڪنڀ ڪرڻ جهڙو مهاپراڪرمي منهنجو ڀاءُ جڳ ۾ مشهور، اندرجيت جهڙو منهنجو پٽ، تنهن کان سواءِ جڳ کي جيتڻ وارا مهاٻلوان راڪش جيڪي انيڪ هٿيارن سان تيار بيٺا آهن منهنجي سينا ۾ مان هڪ معمولي امسري کان ڀڄي ويندا سين، اڙي انگد هاڻ اهو ٻڌاءِ ته توهان جي سينا ۾ اهڙو ڪير ٻلوان آهي جو اسان جي سامهون ٿي يڌ ۾ مقابلو ڪري، تون جنهن رام کي هيترو ٻڌائين ٿو سو ته استريءَ جي چنتا ۾ ڇڪيا ڇڙو آهي سندس ننڍو ڀاءُ هن جي ڏک ۾ ڏکي آهي، تون ۽ سگريو

نه ڌرتيءَ جا ٻٽ آهيو جاڻندڙ وچارو نه پڙهيو لکيو وار آهي، مهنجو ڀاڳ
ويٺيا آهي تمام ڏچڙو، تل ۽ تيل ڪي آهي پنهنجي ڪاريگريءَ جو ايمان
ها ٻاڙي هڪڙو ئي ٻاندر توهان ۾ سورهيه ٻڌان آهي جنهن ٻهرائين اسان
جي شهر لنڪا کي جلائي ڇڏيو هو. انگد اها ڳالهه ٻڌي کلي چوڻ لڳو،
هي راوڻا ڇا اهوءَ تنهنجي ٻاندر توهان جي لنڪا سڄي ٻري جلائي ڇڏي،
ها ها! مون کي اعتبار ئي نٿو اچي، خير ائين هوندو معلوم ائين ٿئي ٿو،
ته شايد توهين ان سان ٻڌي نه سگهيا هوندا، پر نه تون چئين ٿو ته مان
ڪن ڪراهي آهيان هنومان جهڙو ٽڪ تنهن جو سڄو نگر جلائي خاڪ ڪيو ۽
اشوڪ واٽيڪا اجاڙي ۽ هڪ پٽ به تنهن جو ماري ڇڏيو. تنهن هوندي
به هن کي توهان ڪجهه نه ڪري سگهيا ۽ ڪيس ڇڏي ڏنو، انهيءَ هلت مان
معلوم ٿئي ٿو ته توهان کي لڄ شرم ڪونهي. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ
چوڻ لڳو اڙي اي عقل ٻاندر! اهڙي الٽي مت هٿڻ ڪري ته تو پنهنجي
پيءُ کي ناس ڪيو. تڏهن انگد چوڻ لڳو، ٺيڪ آهي مون ته پنهنجي پيءُ
کي ناس ڪيو پر هاڻي توکي به ناس ڪرڻ جو وچار اٿم. هي راوڻ! ٻڌاءِ
ته ٻلا راوڻ سنسار ۾ آهن ڪيترا؟ ڏکو هڪ تون آهين ڪين ٻيا به ڪي آهن،
هڪ ته راوڻ مون ٻڌو آهي ته راجا ٻليءَ کي پاتال ۾ جيتڻ ويو اتي ڪن
ڇوڪرن ٻڌي ڪيس گهوڙن جي ڪڙهه ۾ ٻڌو جو راجا ٻليءَ ڪيس ڇڏايو، ٻيو راوڻ
اهو هو جنهن کي سهسر ٻاهو ائين پڪڙيو هو جيئن ٻلي ڪوئي کي پڪڙي
پاڻ وٽ وڃي ڪيس قيد ۾ وڌو هو ۽ پلستيه منيءَ ڪيس ڇڏايو هو، ٽيون
راوڻ مهنجي پيءُ ٻاليءَ ڪڇ ۾ جهليو هو، هاڻي ٻڌاءِ ته انهن مان ڪهڙو
راوڻ آهين. هي ايماني راوڻ! شري رامچندر جي اڳيان تنهنجي سورهيائي
۽ ڪوڙو ٻل ڪرڻي ڪم نه ڏيندءِ ٻاندر سينا کي هوند توسان مقابلي ڪرڻ
جي ضرورت ئي نه پوي مان اڪيلوئي جيڪر توکي ٻه لوڪ ٻهڪائي ڇڏيان
۽ راڪشن کي ماري ماتا جانڪيءَ کي رامچندر وٽ وٺي وڃان پر تنهنجي
رت جا پياسي شري رامچندر جا ٻاڻ آهن. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ
سڙي ٻاهه ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو هي دشت ٻاندر! تون ڪيڏو نه ٺيڙو آهين ۽
ڳالهيون ڪيڏيون وڏيون ٿو ڪرين، آءٌ سمجهان ٿو ته تون گهري ٿو موت
وٺڻ جنهن مڃش رام ئي تون ڪڍين ٿو سو جيڪڏهن اهڙو سلڇڻو ۽ سياڻو
هجي ها ته هوند پنهنجي گهر کان ٻاهر ڪيئن بنواس ڪري، موڪليس ها ٻلا
هڪ ته رام کي گهر مان نڪرڻ جو ڏک ٻيو استريءَ جي جدائيءَ جو غم
ٽيون ڪيس رات ڏينهن مهنجو ڀؤ، انهن ٽنهي ڳالهين ڪري سندس همت

تي هارجي وڃڻي هوندي، باقي وڌيڪ مدهوش ڪهڙو پيو آهي، جو مون سان مقابلو ڪندو؟

تنهن راوڻ جي مک مان ٻڌو ٻڌو رامچندر جي نندا ٻڌي انگد ڪروڌ مان هڪدم زمين تي اهڙي ته زور سان لت هنيائين جو ان جي لڳڻ سان ڌرتي ڌڏڻ لڳي ۽ راوڻ سميت دربار جا سڀيئي راڪش ڪِرڻ اونڌا ٿي ڪري پيا، راوڻ جي ڪرڻ سان سندس ڏهه ئي مڪٽ ڪري زمين تي اڏي پکڙي ويا، راوڻ جيئن تيئن ڪري پاڻ سنڀالي ڪي مڪٽ سيڙي پنهنجي مٿي تي رکيا ۽ باقي جيڪي رهيا سي انگد پنهنجي هٿن سان کڻي سري رامچندر ڏانهن اڇلايا، انهن اڇلايل مڪٽن کي ايندي ڪرندو ڏسي سري رامچندر وٽ ويٺل ٻاندر عجب ۾ پئجي پڇڻ لڳا ته آسمان مان ڏسهن جو تارا ٽا ڪرن ٻا وچ تي ڪري! تڏهن سري رامچندر کلي چوڻ لڳو ته پيارا ٻاندرو نڪي ڏسهن جو تارا ٽا ڪرن نڪا وچ تي ڪري، هي راوڻ جا مڪٽ آهن جي انگد الان ڪروڌ مان اڇلايا آهن اهو ٻڌي هنومان جهٽ وڃي انهن ڪريل مڪٽن کي کڻي سري رامچندر وٽ آيو جن کي سڀئي ٻاندر ڏسي ڏاڍو عجب ۾ پئجي ويا.

هيڏانهن راوڻ جڏهن وقت پاڻ کي سنڀالي ۾ ويٺل راڪشن سميت ڪرندو ڏسي هڪدم ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو هي وير راڪشو! الو، الو، پڪڙيو هن ٻاندر کي، خبردار متان هن کي ڇڏي ڏيو، جلدي هن کي قيد ڪريو، هي وير راڪشو! هي ساري ڌرتي ٻاندرن ۽ رڇن کان خالي ڪري ڇڏيو ۽ انهن ٻنهي تپسوي ڀائرن کي مون وٽ جيئرو ئي پڪڙي وٺي اچو، راوڻ جا اهي وچن ٻڌي انگد غصي ۾ لعل ٿي چوڻ لڳو اڙي نرلج دشت! استري چور! ڪل کي ناس ڪرڻ وارا تون انهن ڪرمن جو ڦل ضرور پائيندين، شايد تنهنجو دماغ خراب ٿي پيو آهي جو سري رامچندر کي منش ڪري ٿو سمجهين، ڌڪار آهي تنهنجي جيئڻ کي، تو جهڙي دشت کي هيئر هڪ ڪڻ ۾ نرڪ ڀوڳائي ڇڏيان، مان ته ننڍي ۾ ننڍو ٻاندر آهيان- جيڪڏهن تون پنهنجي راڪشن ۽ ٻاندرن جو ٻل ڏسڻ چاهين ٿو ته هيئر تي ڏس؟ آهي ڪو اوت اهڙو جوڌو پهلوان جو منهنجو هي ڌرتيءَ تي کوڙيل پير اورو ڪجهه ذرو به هٽائي؟ جيڪڏهن ان کي ڪوبه ذرو هٽائي سگهيو ته هيءَ لڙائي اصل ڪانه ٿيندي ۽ سري رامچندر سيتا کان سواءِ سينا سميت واپس موٽي ويندا. ائين چئي انگد سري رامچندر جو ڌيان ڪري پنهنجو پير جمائي زمين تي رکيو- ان وقت ميگهناد ۽ ٻيا مهاپلوان وير لڙائي جيتڻ

جو سوار ايا، سمجهيو ڏاڍو خوش ٿيا ۽ انگد جي پير هٽائڻ لاءِ زور آزمائڻ لڳا، گهڻيئي زور لڳائون ڏاڍا جهٽڪا ڏنائون پر انگد جو پير نه کسڪيو تڏهن سڀيئي لڄي ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڃي ويٺا، اهو حال ڏسي راوڻ جوش ۾ اچي انگد جو پير هٽائڻ لاءِ اٿيو پر هن جي ڇهڻ کان اڳ انگد پنهنجو پير ڪڍي ورتو ۽ چوڻ لڳو ته هي دشٽ راوڻ! منهنجي پير ڇهڻ مان توکي ڇا ورندو؟ وڃي انهيءَ ڀڳوان رامچندر جا چرڻ پڪڙ ته ڪو ڇوٽڪارو ٿيئي. انگد جا اهي وچن ٻڌي راوڻ نڪي ڪجهه ڪڇيو فقط اندر ۾ ٻڇي اچيو. شرم روپي سمنڊ ۾ غوطا کائيندو وڃي پنهنجي تخت تي ويٺو، تنهن کان پوءِ نه انگد راوڻ کي ڪٽڻ ڪري سمجهايو پر دشٽ ٻڌي جو ڏنو ان جي ڪا پرواهه نه ڪئي، جڏهن انگد ڏٺو ته ايماني راوڻ سزا کان سواءِ ڪين سڌرندو تڏهن ڪيس ٻڌ جي تياريءَ لاءِ چئي اتان روانو ٿيو ۽ موٽي اچي شري رامچندر کي سمورو حال ڪري ٻڌايو.

راوڻ جي زال مندودريءَ جڏهن انگد جو ٻل ۽ ڪٺور وچن ٻڌا تڏهن دل ۾ ڏاڍو دک ٿيس ۽ جيڏانهن ڪيڏانهن اپسوڻ ڏسڻ ۾ آيس تڏهن مندودري ٻيپ ۾ وياڪل ٿي. جڏهن راوڻ ڪچهريءَ مان موٽي محل ۾ آيو تڏهن مندودري سندس چرڻ پڪڙي هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي ناٿ! ڪرپا ڪري هٺ ڇڏي شري رامچندر سان لڙائي ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ سيتا هن کي موٽائي ڏيو، هو ڪو رواجي منش نه آهي پر برهما جي پرارٿنا سان دشٽن کي ناس ڪرڻ ۽ رشين منين جي رکيا ڪرڻ لاءِ ساکيات وشنو ڀڳوان منش روپ ڌاري آيو آهي، توهان جي من ۾ خيال پڪو ٿي ويو آهي ته رام منش آهي سو سراسر غلط آهي. هو ته ساکيات چراچر جڳت جو سوامي پورڻ پرشوتم آهي، جيئن نه ان سچي لنڪا جلائي هڪ ڪن ۾ ناس ڪري ڇڏي ۽ اسان جو پيارو پٽ اکشيه ڪمار به هن جي هٿان مارجي ويو تڏهن هوندي به توهان جي دماغ ۾ اڃا وِڪل آهي جو سمجهي نٿا سگهو. جڏهن وقت هيڏڙي ننڍڙي ٻانڊر اهڙي قدر حرڪت ۽ نقصان پهچايو هو، تڏهن توهان چئو ته ٿي ڪيس پڪڙي سزا ڏني ان وقت توهان جو ٻل ۽ پراڪرم ڪم ٿي ويو هو ڇا؟ ڀلا جڏهن ڀريوءَ جي هڪڙي دوت ۾ ايڏو ٻل هو پوءِ ان جي ساري سينا ۾ ڪيڏو ٻل ۽ پراڪرم هوندو، رام جي ٻاڻ جي مهما مارئچ نه چڱيءَ طرح ڄاڻندو هو، پر انهيءَ جي چوڻ ڪري توهان جي دل تي ڪو به اثر نه ٿيو، راجا جنڪ جي دربار ۾ جيڪو مهاڀاري ڌنش

توهان ڇوري ٻه، تني سگهيا سو ئي ڏنش شري رامچندر سولائي سان ٻٽي ٽڪر ٽڪر ڪري ڪٽي ڦٽو ڪيو ۽ جنهن وقت توهان جي ڀڻڻ شور پٽڪا ٽڪ ويائي توهان وٽ دانهن ڪٽي آئي هئي تنهن مهل تني ڪيئن؟ شاسترن ۾ لکيل آهي ته ڪال ڪنهن منش کي ڏنڊو ڪونه هڻندو آهي پر اهو ان جي ڌرم ٻڌي ۽ وچار کسي مت مڃهائيندو ڇڏيندو آهي، جنهن جي ڌرم ٻڌي نشٽ ٿي ويندي آهي ان لاءِ سنسار ۾ جيئرو رهڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. منودريءَ جا اهي وچن جيتوڻيڪ راوڻ کي تمام وڏي ڪشٽ کان ڇڏائيندڙ هئا، پر هن جي من ۾ نه ٽڪيا ۽ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڪچهري ۾ هليو ويو، راج دربار ۾ اچي راوڻ دشٽ جلدي مکيه مکيه راڪش گهرائي پاڻ سان ٻڌ ڪرڻ جي آگيا ڏني، تڏهن راڪش ڀيري مردنگ گومک باجا وڄائيندا ميمهن اٺن گڏهن شينهن ۽ چيتن تي چڙهي کنگ شول ڏنش ٻاڻ ڏانڊا توهه شڪتي وارا استر شستر کڻي لنڪا جي چئن دروازن وٽ تيار ٿي بيٺا.

جنهن وقت انگد راوڻ جي دربار مان موٽي سري رامچندر وٽ اچي سمورو حال ڪري ٻڌايو تڏهن شري رامچندر مشڪي ڪيس چوڻ لڳو هي وانر! مون کي ٻڌاءِ تو جيڪي چار مڪٽ اسان ڏي موڪليا سي توکي ڪيئن هٿ آيا؟ تڏهن انگد هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي رگهنات! اهي چار ئي مڪٽ ڪي مڪٽ ڪين هئا پر راجائن جا چار گڻ (سام، دام، ڏنڊ ۽ ڀيد) هئا، جي راوڻ کي پنهنجو حقدار نه سمجهي اچي توهان جي شرن ۾ پيا، سري رامچندر اها سياڻپ جي ڳالهه ٻڌي پرسن ٿي انگد کي کڻي گلي لڳايو.

## رام ۽ راوڻ جي يڌ

تنهن کان پوءِ سري رامچندر پنهنجي منترين کي گهرائي پاڻ ۾ صلاح ڪري چوڻ لڳا، هي مترو ٻڌايو ته اسان کي لنڪا ۾ ڪهڙي طرح لڙائي ڪرڻ گهرجي. جامونت ۽ ٻيا منتري سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي دل ۾ چوڻ لڳا ته جيتوڻيڪ پرڀو جن پاڻ سڀ ڪجهه ڄاڻي ڄاڻڻهار آهن تڏهن هرندي به راجائن جي ڌرم موجب اسان جو شان رکن ٿا، پوءِ ٻڪراءِ ڪري هٿ جوڙي چوڻ لڳا هي ڀڳوان! اسان جي راءِ موجب ساريءَ سينا جا چار حصا ڪري ۽ چئني مٿان الڳ الڳ سيناپتي مقرر ڪري هر هڪ دروازي وٽ هڪ هڪ حصو موڪلڻ گهرجي، اهي منترين جي راءِ ٻڌي ڀڳوان سگريو کي آگيا ڏني ته هي متر! هاڻي تون جلدي وڃي لشڪر جو

ٻڌو هئي ڪري، ڀڳوان جي حڪم جي دير هئي، هڪدم سڀئي تيار ٿي هلڻ لڳي ۽ ڀڳوان رام جي جئه جئه پڪاريندا لنڪا ڏي گهيرو ڪرڻ لاءِ ڀاڄڙن جا وڏا وڏا پٿر کڻي ۽ انيڪ قسمن جا وڻ اکيڙي ٻڌ ڪرڻ لاءِ هليا ۽ راوڻ جي الڳ سڀئي ڏسي وڌهات جي ڪاري ست ڪرڻ لاءِ لنڪا ڏي چڙهائي ڪئي ان مان ڪولي ڪوٽ، ڪئين قلعا، اهي ٻاندر ٽپيندا ڪڏندا ۽ گجندا وڻ ۽ پٿر هٿ ۾ کڻي نگر وٽ اچي چڙهي طرفن کان گهيرو ڪري مهابلي رام ۽ وير لڪشمڻ جي جئه جئه ۽ راجا سگريو جي جئه جئه پڪاريندا دشمن سان وڙهڻ لڳا. هنومان، ڪرمد، نل، نيل، دوِد دڌي مک، ڪيسري تارا ۽ ٻيا سڀئي پهلوان وير ٻاندر ٽپيندا ڪڏندا چڙهي دروازن پاسي تيار ٿي اچي ويا لڌهن مهابلوان ٻاندرن وڻن پٿرن نهن ۽ ڏندن سان راڪشن کي مارڻ لڳا، هيڏانهن مها ڀيانڪ ۽ وڏي سرير وارا مهابلي راڪش تمام ڪروڌ سان دروازن مان نڪري هٿيار کڻي هلائڻ لڳا. اهڙي طرح وير ٻاندر راڪشن کي مارڻ لڳا، ان وقت راڪشن ۽ ٻاندرن جي وڏي وچتر ٻڌ لڳي جنهن ڪري پرٿويءَ تي رت جون نديون وهڻ لڳيون. وير راڪش ڪيسري گهوڙن هاٿين ۽ سونن رٿن تي چڙهي گجندا وڙهي رهيا هئا، راڪشن ۽ ٻاندرن ٻنهي هڪ ٻئي کي جيتڻ چاهيو ٿي ٻاندر راڪشن کي ۽ راڪش ٻاندرن کي مارڻ لڳا. وشنو روپ ڀڳوان رام جي درشٽي پوڻ سان ديوتائن جي انش مان پيدا ٿيل ٻاندر وڏي ٻل وارا ٿي پيا ۽ انهن ڪمزور راڪشن کي مارڻ لڳا، ڏيري ڏيري راڪشن جي سڀئا ناس ٿي ويئي باقي چوٿون حصو رهجي ويو، پنهنجي سڀئا کي ناس ٿيندو ڏسي راوڻ ڏاڍو غصي ۾ اچي دربار ۾ چوڌاري نهارڻ لڳو، جنهن تي سنديس پيو ناني ماليونت کيس چوڻ لڳو هي راوڻ! ڪجهه عقل دماغ کان ڪم وٺجي هاڻ پنهنجي من ۾ ويچار ڪري ڏس ته تنهنجي هٺ ڪرڻ ڪري ڪيترو نه نقصان ٿيو آهي. پنهنجي ناني ماليونت جا اهي وچن ٻڌي راوڻ الٽو ڪروڌ ۾ ڀرجي ناني کي چوڻ لڳو هي ٻڍا! ڇو اچي تنهنجي مت منجهي آهي، ٿري وچ منهنجي مٿهن تان نه ته، هيٺئر جو هيٺئر يم لوڪ نه پهچائي ڇڏيانءِ. پنهنجي پيءُ کي ڪروڌ ۾ ڀريل ڏسي ميگهنات چوڻ لڳو، هي پتا! توهين ڪنهن به قسم جي چنتا نه ڪريو، جيسين منهنجي سرير ۾ ساهه آهي ايستائين ڪو به ڊپ نه آهي توهين ڏسو ته ڪيئن ٿو مان انهن ٽپسوين کي مزو چکايان، ميگهنات جا اهي آنت ڏيندڙ وچن ٻڌي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هڪدم اٿي ڀاڪر پاتائينس.

هيڏانهن ٻاندرن جي سينا جيتوڻيڪ سوڀ پائي آئي تنهن هوندي به، هرڪو زخمن هڻڻ ڪري ڏک ۾ چڪناچور هئو. جيئن ته گهايل هئڻ ڪري ۾ دوستيءَ جو ناتو قائم رکيو، جنهن وقت هنومان انگد ۽ ٻيا سڀيئي ٻاندر ڀڳوان رام وٽ آيا تنهن مهل رگهو ونسيءَ جي مشڪل سان ئي انهن جا سڀ زخم گهاوَ ميٽي ڇڏيا ۽ وري تازا توانا ٿي پيا، ڄڻ ته لڙائي ڪئي ئي ڪانه هوائون.

## ميگهناد ۽ لڪشمڻ يُڌ

مهادو چوڻ لڳو هي پاروتي! رگهوونس جي مايا ڪهڙي انوکي ڇٻي جو رگهو ڀڳوان رام جي مشڪل سان ايڏو پرتاپ جو لڙائيءَ جي ٿڪاوٽ گم ٿي وئي، تنهنجي سهاري ۾ رهندڙن کي سنسار ۾ ڪير ٿو جيتي سگهي. ٻئي ڏينهن صبوح ٿيڻ شرط ٻاندر ڀلوءَ جي اڳوان سينا پتين سان گڏ ٽهندا ٽپندا گجندا لنڪا کي چئني پاسن کان گهيرو ڪري ويا. هيڏانهن ٻاندر سينا کي وري ايندو ڏسي ميگهناد پيدڪر گجندا ڪري اچي ٻاندر سينا ۾ ٽپي پيو ۽ تيرڪمان کڻي ڪن تائين ڪشي چوڻ لڳو ته ڪٿي آهن رام ۽ لڪشمڻ؟ جو بهادر ٿا سڏائين؟ ڪيڏانهن ويا هنومان، نل، نيل ۽ جامونت جو پاڻ جهڙو ٻئي کي ٿا سمجهن، جيڪڏهن وار آهن ته ٽڪري تروار ٿين پوءِ پاڻيهي خبر پوندي ته ڪيترو وقت ماتائن جو کير پيتو اٿن، ائين چئي جو تير ڇڏيائين ان تير مان لکين ماياوي تير نڪري وڃي ٻاندرن کي لڳا جن جي لڳڻ سان ڪئين ٻاندر زخمي ٿي پيا، هنومان جڏهن ڏٺو ته ميگهناد شور سان گجندو اسان کي ٿڏ ۾ پيو پڪاري تڏهن هنومان چا ڪير جو ڪٽيندي هڪ پهاڙ جو ٽڪر آڪاس ۾ اڏامي کڻي ميگهناد جي مٿان اڇلايو، جڏهن ميگهناد ڏٺو ته هاڻ منهنجي مٿان پهاڙ ٿو ڪري سو پاڻا هڪدم رٿ مان لهي آسمان ۾ اڏامي ويو جنهن ڪري پهاڙ لڳڻ کان بچي ويو پر ان جو رٿ ٽڪر ٽڪر ٿي پيو ۽ سندس سارٿي، گهوڙا ۽ ٻيا ڪئين راڪش چيچاٽجي مري ويا، تنهن کان پوءِ ميگهناد وري آڪاش ۾ وڃي پنهنجي مايا پکيڙي جنهن ڪري آسمان مان ٽانبن جي برسات وسڻ لڳي، ڀڳوان رام ميگهناد جي اها چالبازي ڏسي اوڏي مهل سري رامچندر زمين مان پاڻي پيدا ڪيو جنهن ڪري ميگهناد جي اها چالاڪي بيڪار ٿي وئي، اهڙي طرح انيڪ چالاڪيون ڪيائين ته ڀڳوان سڀيئي نقل ڪري ڇڏيس، پوءِ ميگهناد سڀيئي پورا نا اميد ٿي پنهنجي ٻانهن

جو ٻـل ڏيکارڻ لاءِ لڇمڻ کي يڌ جي ميدان ۾ اچڻ لاءِ للڪاريو. اهڙي طرح راڪش جي للڪار ٻڌي لڇمڻ پنهنجا هٿيار کڻي يڌ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.

## لڇمڻ جو مورڇت ٿيڻ

ان وقت ديوتائن آڪاش ۾ اچي اها گهور يڌ ڏسڻ لڳا . پوءِ لڇمڻ سري رامچندر کان آگيا وٺي انگد ۽ ٻين باندرن سان گڏ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڌنش ٻاڻ هٿ ۾ کڻي هليو، هيڏانهن راوڻ به پنهنجي وڏن راڪشن کي هٿيار ڏيئي موڪليو، باندرن جا پربت وڻ ۽ نهن هٿيار آهن باندر سري رامچندر جي جئه مڃائيندا ڊوڙيا ۽ راڪشن سان وڙهڻ لڳا، باندر راڪشن کي مڪن، لتن ۽ ڏندن سان ڪائيندا رهيا. وڏا باندر انهن کي ماري ۽ ڌمڪائين پيا، مار مار پڪاريو، سو ڌوڙيو اهڙو آواز ٿيو ڪنن ۾ ڀرجي ويو ديوتائون اهو رونشو ڏسي رهيا هئا انهن کي ڪڏهن عجب ٿئي لڳو ڪڏهن آنند ٿئي آيو، رت ۾ ڪڏا ڀرجي جهڙي وانگر گهايل ٿيڙا ڦول وانگر سوڀيا ڏيئي رهيا هئا، لڇمڻ ۽ ميگهناد ٻئي ٿيڙا ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ ٻئي ۾ گڏيجي پيا. ٻر هڪ ٻئي کي جيتي نه سگهيا، ميگهناد ڇل ۽ ڪپٽ به ٿئي ڪيو ٻر لڇمڻ ڪروڌ وچان ميگهناد جي رٿ کي ڀڃي ڇڏيو ۽ سارٿيءَ کي به ڪيرائي ماري ڇڏيو ۽ وڙهندي سڀني راڪشن کي اڌ ساٽو ڪري ڇڏيو. جڏهن ميگهناد ڏٺو ته هاڻي وڏو سنڪٽ پيدا ٿيندو ۽ هي مون کي ماري ڇڏيندو تڏهن لڇمڻ تي برهم استر ڇوڙڻ جو پڪو ويچار ڪري اهو موت جي شڪتيءَ وارو ٻاڻ لڇمڻ تي اڇلايو، جڏهن لڇمڻ ڏٺو ته برهم استر سان ميگهناد مون کي مارڻ ٿو چاهي، تنهن ڪري اهو ٻاڻ ماڻ برهما جو مان رکڻ لاءِ ضرور گهڻ ڪندس، سو ڇا ڪيائين جو جڏهن مهل اهو ٻاڻ ان چيو تنهن مهل پنهنجي ڇاتي کڻي اڳيان ڏنائين. اهو تيز پورڻ شڪتيءَ وارو ٻاڻ ان جي ڇاتيءَ ۾ گهڙي ويو ۽ مورڇت ٿي زمين تي ڪري پيو تڏهن ميگهناد ٻي ٻئي ٿي ڊوڙي اچي ڪيس کڻڻ لڳو ميگهناد جهڙا سؤ ڪروڙ جوڌا ان کي اٿاري رهيا هئا پر جڳت جي آڌار شيش لڇمڻ کي ڪير ٿو اٿاري سگهي کڻڻ ته ٻري پيو رکي ڪيس چوري به ڪري نه سگهيا تڏهن هو شرمندا ٿي هليا ويا. سنسار ۾ مايا مان جيتريون شڪتيون اڀن ٿيون ۽ مهاتما لڇمڻ سڀ جو آڌار ڀڳوان وشنو سروپ شيش ناگ اوتار آهي ان جو ڪير انهيءَ مايا شڪتيءَ سان ڇا بگڙي ... ان وقت منش ڀاو انگيڪار ڪرڻ لاءِ ان موجب ٻرنويءَ تي

بي هوش ٿي ڪري پيو، تنهن کان پوءِ هنومان لڪشمڻ کي پنهنجي ٻانهن تي رکي سري رامچندر وٽ کڻي آيو، هنومان جي ڀڳتيءَ ڀاو ڪري جڳت رکشڪ پرڪاش سروپ پرميشور لڪشمڻ ڳرو ٿي وڃڻ ڪري ئي، تمام هلڪو ٿي پيو. هيڏانهن سري رامچندر لڪشمڻ کي پرٿويءَ تي بيهوش پيل ڏسي منش وانگر شوڪ ڪري چنتا ۾ پئجي ويو، تڏهن جامونت چوڻ لڳو هي ڀڳوان! لنڪا ۾ هڪڙو سشيڻ نالي راج ويد رهي ٿو ان کي وٺي اچڻ لاءِ ڪنهن کي موڪليو، جامونت جا هي وچن ٻڌي هنومان ننڍڙو روپ ڌاري لنڪا ۾ ويو ۽ سشيڻ کي گهر سميت جهٽ کڻي آيو. سشيڻ ڀڳوان رام کي ڏسي چرڻن ۾ مستڪ نوائي چوڻ لڳو هي پرڀو! لڪشمڻ کي سرجيت ڪرڻ لاءِ سنجيون ٻوٽيءَ جي ضرورت آهي ان ٻوٽيءَ جو ڏس پتو مان ٻڌايان ٿو. اتي انيڪ قسمن جون ٻوٽيون ٿين ٿيون اها ٻوٽي رات ئي رات ۾ دروناچل پربت تان سڃاڻي کڻي اچي ان ٻوٽيءَ کي گهوٽي پيارجي. جيڪڏهن صبح ٿي ويو ته پوءِ اچڻ مشڪل آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ٻوٽيءَ جو اثر گهڻو ڪري رات جو ئي ٿيندو آهي، تنهن ڪري هي هنومان! تون جهٽ پٽ وڃي دروناچل پربت تان ٻوٽي کڻي اچ. جيڪڏهن راوڻ کي خبر پئجي ويئي ته هو دشت ضرور ڪو نه ڪو وگهن وجهندو، هنومان اهو ڪم پاڻ تي رکيل ڏسي هڪدم اٿي سري رامچندر جا چرن ڇهي من ۾ ڀڳويءَ جو سمرڻ ڪندو تيز رفتار سان پربت ڏانهن روانو ٿي ويو.

## ڪال نيم راڪشس جو ڇل ڪرڻ

انهيءَ وقت هڪڙي دوت راوڻ کي وڃي چيو هي راجن! رام هنومان کي دروناچل پربت تي موڪليو آهي ۽ هو لڪشمڻ کي جيئرو ڪرڻ لاءِ سنجيون ٻوٽي کڻڻ ويو آهي. دوت جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چنتا ۾ پئجي ويو ۽ اوڏي مهل ئي رات جو اڪيلو ڪال نيم دئيت جي گهر آيو. راوڻ کي ايندو ڏسي ڪال نيم کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ ان کي آشيرواد ڏئي اٿيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي راجيشور! اڄ ڪيئن توهان جو اچڻ ٿيو؟ ٻڌايو ته مان توهان جي ڪهڙي سيوا ڪريان، تڏهن راوڻ تمام دک وچان چوڻ لڳو هي ڪال نيم! اڄ ڪلهه منهنجي من ۾ اهو دک پيدا ٿيو آهي جو منهنجي شڪتي اگهات سان وار لڪشمڻ پرٿويءَ تي پيل ان کي جيئرو ڪرڻ لاءِ هنومان سنجيون ٻوٽي کڻڻ ويو آهي، هي ڀاڳوان! تون اهڙو ڪو اپاءُ ڪري ان جي کڻي اچڻ ۾ وگهن پيدا ڪر، جنهن ڪري ٻوٽي ڪم آڻڻ جو وقت

نڪري ويئي اهو ڪم ڪري وري موٽي گهر هليو اچ. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي ڪال نيم چوڻ لڳو هي مهراج! اول منهنجي ڳالهه ڌيان ڏيئي ٻڌو، مان توهان جو ڪم ڪندس ۽ ان لاءِ پنهنجي پراڻن جي به پرواهه نه ڪندس ليڪن ان مان توهان کي ڇا حاصل ٿيندو؟ هي راجن! جنهن ماريچ مرگ روپ ڌاريو هو اهائي حالت منهنجي به ٿيندي، ڏسو توهان جا پٽ پوٽا ۽ ايڪ مٽ مالڪ راڪش لوڪ مارجي ويا. اهڙي طرح راڪشي ونش جو ناس ڪرائي توهان جو راڄ، سيتا لوٽڻي هن جڙ ديهه مان ڪهڙو فائدو آهي؟ هي راجن! سري رامچندر کي سيتا ۽ وڀيشڻ کي راڄ ڏيئي توهين مني ويس ڌاري وڃي تپسيا ڪريو اتي صبوح جو سوير اٿي پوتر جل ۾ سنان ڪري پوءِ سنڌيا اپاسنا ڪري نت ڪرم ڪان نوريت ٿي ايڪانت ديس ۾ سک روپ آسڻ تي وڃي ويهو. هي راجن! جنهن واءُ باندر توهان جي ڏسندي سڄي لنڪا جلائي ڇڏي، انهيءَ جي رستي روڪڻ وارو هن دنيا ۾ ڪهڙو ٻيو آهي؟ تنهن ڪري توهان هٺ وڏائي ڇڏي وڃي سري رامچندر جو سمرڻ ڪريو، جو رامچندر ڪال جو به مها ڪال روپ آهي تنهنڪي توهين ڇا ڪري سگهندا؟

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪال نيم جا اهي امرت اپار وچن ٻڌي راوڻ جلي ويو ۽ چوڻ لڳو ته مان ڄاڻان ٿو ته تون به دشمن کان ڪجهه وٺي رام جي پاري ۾ ناهه. ناهي ڳالهيون ٻڌائي رهيو آهين پر ياد رکه منهنجي آگيا نه مڃڻ ڪري مان تو دشت کي هيٺ جو هيٺ ماري ڇڏيندس. تڏهن ڪال نيم چوڻ لڳو، هي ديو! ڪرود ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي مان هيٺ وڃي، توهان جيئن چئو ٿا تيئن وڃي ڪريان ٿو، ائين چئي ڪال نيم دئيت راوڻ جي چوڻ موجب هنومان جي ڪارڻ ۾ وگهن وجهڻ لاءِ اتان روانو ٿي ويو ۽ دروڻاچل پربت وٽ پهچي هنومان جي لنگهڻ واري رستي ۾ هڪ عاليشان سندر تپوان (باغيچو) ٺاهيو اتي هن دشت پاڻ مني ويس ڌاري شش سميت واهي رهيو. جڏهن وقت هنومان اتي پهتو ته هڪ سندر آشرم ڏٺائين ان کي ڏسي من ۾ ويچار ڪري چوڻ لڳو ته اڃ به ڏاڍي لڳي آهي ڇو نه هتان ٿي پاڻي پي ٿڪاوت لاهي ڇڏيان ۽ آشرم ۾ وڃي مني جن جو درشن به ڪريان تنهن کان پوءِ دروڻاچل پربت تي ويندس. اهو ويچار ڪري ان آشرم ۾ ويو، اهڙي سندر آشرم ۾ سڀني پاسي پڪل ڦلن سان ڀريل وڻ ڪندمول، کجور، ڪنهر ۽ ٻيا ايڪ وڻ لڳل هوا اتي شد پوتر ۽ نرمل جل سان ڀريل هڪ تلاءُ هو، اهو ڪال نيم

راڪش پنهنجي مايا سان ناهي شو جو ٻچن ڪري رهيو هو، هنومان
منيءَ کي ڏسي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو، هي منيور! مان رام جو دوت
هنومان آهيان سري رامچندر جي ڪارڻ لاءِ ڪير ساگر ڏانهن وڃي رهيو
آهيان، هي برهمڻ! مونکي ڏاڍي اڄ لڳي آهي مان پاڻي پيئڻ چاهيان
ٿو، هي منيور ڪرپا ڪري ٻڌايو ته هتي جل ڪٿي آهي. هنومان جا اهي
وچن ٻڌي منيءَ پنهنجي پاڻيءَ جو ڪمنڊل ڪڍي ڪيس ڏنو ۽ چيو ٻاٻا هن
مان ٿي ڪڍي پاڻي پيءُ ۽ هي ڦل ڦول کائي ڪجھ وشرام ڪر اتاورو جلدي
نه ڪر، تڏهن هنومان چوڻ لڳو مهراج مونکي ڏاڍي اڄ لڳي آهي هن
ڪمنڊل جي پاڻيءَ مان ڇا ورندو مون کي ڪو تلاءُ ڏيکاريو جتي مان پاڻي
پي ٿڌو ڪريان. هنومان جا اهي وچن ٻڌي ڪپٽي منيءَ برهمچاريءَ کي
آگيا ڏني ته هي برهمچاري! هنومان کي پاڻيءَ جو تلاءُ ڏيکاري اچ.
برهمچاري هنومان کي تلاءُ وٽ آڻي چوڻ لڳو، هي هنومان! ڏس هيءُ
تلاءُ تون اکيون بند ڪري پاڻي پيءُ پوءِ تون منيءَ جن وٽ هليو اچ جو
توکي منتر جو اپديش ڪندو جنهن ڪري تون سنجيون ٻوٽيءَ کي جهٽ
سڃاڻي سگهندين. ائين چئي برهمچاري هليو ويو. پوءِ هنومان تلاءُ ۾
گهڙي اکيون بند ڪري پاڻي پيئڻ لڳو ته اتي ۾ مايا روپي وڏي مڇليءَ اچي
سندس پير پڪڙيا، هنومان پاڻ کي مڇليءَ جي منهن ۾ ڏسي ڪروڌ ۾
ڀري پنهنجي هٿن سان ان جو وات ڦاڙي ماري ڇڏيو انوقت هڪ سندر
اپسرا ٿي آڪاش ۾ وڃي هنومان کي چوڻ لڳي هي ڪپيشور! مان توهان
جي ڪرپا سان اڄ مڪت ٿي ويس، پراڻين مان هڪ ڌانيه ماليءَ نالي
سندر اپسرا هيس پوءِ ڪنهن ڪارڻ مون کي منيءَ سراپ ڏنو هو انهيءَ
ڪري مان مڇلي ٿي پيس، هن آشرم ۾ توهان جنهن پرش کي ڏٺو آهي اهو
ڪال نيم مهادئيت آهي. هي هنومان! هن کي راوڻ توهان جي رستي ۾ وگهن
وجهڻ لاءِ موڪليو آهي - هيءُ پنهنجي راڪشي مايا سان مني ويس ڌاري
ويٺو آهي، هيءُ ڪوڙي مني نه آهي پر برهمڻن جي هنسا ڪرڻ وارو آهي،
هن دشت کي ماري تون جلد وڃي پنهنجو ڪاريه ڪر. مان توهان جا چرڻ
ڇهي نشپاپ ٿي برهم لوڪ وڃان ٿي ائين چئي هلي وئي، هنومان موٽي
آشرم ۾ آيو، هنومان کي ڏسي مني چوڻ لڳو هي ڪپيشور! اجايو پاڻ پوڙڻ
مان لوڪي چا ملندو هان وٽ هيءُ مونکان منتر ۽ مونکي گرو دکشنا ڏي.
منيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان پنهنجي مٺ بند ڪري راڪش کي چوڻ
لڳو وٺ دکشنا هيءَ ته وٺ، ائين چئي اهڙي ته هن کسي زور سان مڪ

هنيائين جو مڪ لڳڻ سان اهو ڪوڙي مڇي ويس ڇڏي اصل راڪش روپ ڌاري پنهنجي مايا ٻکيڙي هنومان سان وڙهڻ لڳو ليڪن هنومان نه وڏي مايا پتي ڀڳوان رام جو دوست ۽ انهن نيچ راڪشن جو دشمن هو، سو ان تي هن معمولي مايا جو ڇا اثر ٿي سگهندو. پوءِ هنومان هن جي مستڪ تي اهڙي مڪ هنئي جو ان جو مستڪ ڦاٽي پيو ۽ جلد ئي مري ويو.

## سنجيون ٻوٽي آڻڻ وقت ڀرت جو هنومان کي باڻ هڻڻ

تنهن کان پوءِ هنومان دروڻاچل پربت تي پهچي ٻوٽيون ڳولهڻ لڳو، ڇا ڏسي ته انيڪ قسمن جون ٻوٽيون آهن جنهن جو انت ئي ڪونهي اڻڳڻيون ٻوٽيون ڏسي منجهي پيو، اها خاص ٻوٽي ڪهڙي آهي سا سڃاڻي نه سگهيو ڇا ڪيائين جو اهو سڄو پربت اکيڙي هٿ ۾ کڻي هلڻ لڳو. جنهن مهل هنومان اهو پربت کڻي ايوڌيا مٿان تي لنگهيو تنهن مهل ڀرت جي نظر وڃي مٿس پئي، ڀرت سمجهو ته مٿان هيءُ ڪوئي راڪش هجي تنهن ڪري هن پنهنجو باڻ ڪشي زور سان هنيو جو باڻ لڳڻ شرط هنومان هاءِ رام هاءِ رام ڪندو اچي ڌرتيءَ تي ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. هنومان جي مک مان رام جو شبد نڪرندو ٻڌي ڀرت واجهو وڃي ان کي وياڪل ڏسي ان کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ اپاءَ ڪيو پر هن کي هوش نه آيو. تڏهن ڀرت دکي ٿي اکين ۾ آنسون آڻي روئي چوڻ لڳو جنهن وڌاتا مونکي سري رامچندر! جو وڇوڙو ڏنو وري انهيءَ مون کي هي پيو دک ڏنو، جيڪڏهن منهنجي من وچن ۽ سرير سان سري رامچندر جي چرڻ ڪملن ۾ منهنجي بنا ڪنهن ڪپٽ جي پريت هجي ۽ جيڪڏهن سري رام مون تي پرسن هجي ته هيءُ ڪپيشور نڪاوت ۽ پيڙا کان ڇٽي بنا ڪنهن تڪليف جي اٿي کڙو ٿئي.

ڀرت جا اهي وچن ٻڌي هنومان سري رام جي جئه جئه ڪري اٿي واهي رهيو، اوڏي مهل ڀرت هنومان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن کي ڳلي لڳايو ۽ اهڙي نه خوشي ٿيس جو سرير جي به سڌ نه رهيس. ٿوري دير کان پوءِ ڀرت هنومان کان پڇڻ لڳو هي هنومان! شري رامچندر لڪشمڻ ۽ ماتا جانڪي ته خوش آهن، تڏهن هنومان ڀرت کي سڄي حقيقت ڪري ٻڌائي، جا ٻڌي ڀرت کي ڏاڍو دک ٿيو ۽ من ۾ پڇتائي چوڻ لڳو هي وڌاتا! سنسار ۾ مون جهڙو ورلو جو ڀاڳيه جي هڪ به ڪم ۾ نه آيس، پر پوءِ من کي ڌيرج ڏيئي هنومان کي چوڻ لڳو هنومان! توکي وڃڻ ۾ دير ٿي

وٺي هوندي ۽ صبوح ٿيڻ ڪري سڀ ڪم بگڙي ويندو، تنهن ڪري
تون ڀرت سميت منهنجي ٻاڻ تي چڙهي وڃ ته مان هيئنر جو هيئنر توکي
سري رامچندر وٽ پهچايان ٿو. ڀرت جا اهي وچن ٻڌي هنومان کي
من ۾ اهنڪار ٿيو ته منهنجي بوجهه سان ٻاڻ ڪيئن هلندو. پر پوءِ سري
رامچندر جي سڀاءَ جو ويچار ڪري ڀرت کي پرڻام ڪري هٿ جوڙي چوڻ
لڳو، هي پرڀو! جو ڪجهه به توهين چيو اهو سڀ سچ آهي ۽ توهان جو
اهڙو ئي پرتاپ آهي. هاڻي ڪرپا ڪري موڪل ڏيو ته توهان جي ٻاڻ
سمان تيز رفتار سان وڃي اتي پهچان. هنومان جا اهي وچن ٻڌي ڀرت
خوش ٿي هنومان کي وڃڻ جي آگيا ڏني. پوءِ هنومان ڀرت کي پرڻام
ڪري پربت کڻي اتان روانو ٿيو، هنومان رستي ۾ ويندي ڀرت
جي سيل گڻ ۽ پرڀوءَ جي چرڻن ۾ اٽل پريم ڏسي من ۾ وار وار
وڏائي ڪندو ٿي ويو.

## لڪشمڻ جي حالت خراب ٿيڻ ڪري رامچندر جا ورلاپ ڪرڻ

هيڏانهن سري رامچندر لڪشمڻ کي ڏسي منش وانگر چوڻ لڳو ته اڌ
رات ٿي وئي آهي ۽ اڃا هنومان ڪونه آيو آهي، ائين چئي ڀاءُ کي اٿاري
هردي سان لڳائي چوڻ لڳو هي ڀائي! تون مونکي ڪڏهن به دکي نه ڏسي
سگهندو هئين، تنهن جو سڀاءَ ڏاڍو ڪومل هيو، تون منهنجي ڪري ماتا
پتا ڇڏي هن گهور بن ۾ گرمي سردي ۽ دک سک سهڻ قبول ڪيو هو ڀائرا!
اهو پريم هاڻي ڪٿي آهي. منهنجا هيءَ دکي وچن ٻڌي اٿين ڇو نه ٿو.
جيڪڏهن مان ائين ڄاڻان ها ته بن ۾ ڀاءُ جو وڇوڙو ٿيندو ته مان پيءُ جي
وچن کي به نه مڃان ها. پٽ ڌن استري گهر ۽ ڪٽنب سنسار ۾ وارنوار
ملي سگهن ٿا پر سنسار ۾ سڳو ڀاءُ ٻيهر ملڻ مشڪل آهي. هي ڀاءُ! جيئن
پرن بنا پکي، مڻيءَ بنا ناگ ۽ سونڊ بنا هاٿي تمام دکي رهندو آهي تيئن
آءٌ به تو بنا ڏاڍو دکي آهيان من ائين ڄاڻي اٿي ڪڙو ٿين، هاءِ افسوس!
هاڻ اوڌيا ڪهڙو منهن کڻي ويندس، اوڌيا واسي چوندا ته استريءَ
جي ڪري پيارو ڀاءُ به وڃائي آيو آهين. سنسار ۾ اها بدنامي ٿيندم ته اهڙو
پراڪرمي پرش ٿي ڪري بن ۾ رهي استري وڃائي ان لاءِ ڪجهه به نه
ڪمائين چوندا ته زال جي وڃڻ جي به ڪا گهڻي بدنامي نه آهي، هاڻي هي
منهنجو نردئي ڪٺور من ٻئي بدناميون سهي رهيو آهي. هي ڀائرا! تون نه

ماتا کي هڪڙوئي سڪيلڌو پٽ آهين ماتا منهنجي اُسي شموا ڪرڻ لاءِ توکي موڪليو آهي سو مان ان وٽ ڪهڙو منهن کڻي ويندس.

اڌ رات گذري ويئي پر هنومان ورڻي ڪين اچـسا نه آيو. پراڻ پياري لڪشمڻ جي گنڀير حالت ڏسي، سري رام پريشان ۽ وياڪل ٿيڻ لڳو ۽ ورلاپ ڪري ٿيو چوري، "منهنجي جيئڻ مان ڪهڙو لاڀ؟" ائين چئي دک ۽ ڪلهش ۾ زار زار روئڻ لڳو.

ڏسي رام ڀاءُ کي رنو زار زار،
ڳاڙي ڪيس لالو کڻي ڀار ڀار،
پڪاري لڇمڻ کي چيو، "اي منا،
سو ان ٻن ۾ مون سان ڏٺا تو ڏنا،
مگر هاڻ ٻن ۾ اڪيلو ڪري،
وڃي ڪيئن مون کان رسي تون پري؟
منا ڀاءُ مون سان جدائي نه ڪر،
وڃي وهڪ ۾ تون وداعي نه ڪر."
هيڙو آهه لڇمڻ ۾ الاهي اثر،
سٺي داڻهن پاڻي ٿيو ٿي پٿر،
جڏهن رام روئڻ ٿيو عرش تي،
سٺي ديوتائن رنو عرش تي،
الي رام کي ڀاڻ ڏسي درد ۾،
پکين جو ٿيو گهٽ قسي درد ۾.
(سائل)

دک ڀڃن سري رام ان رات ورلاپ ڪرڻ لڳو ۽ هن جي ڪمل سمان نيترن مان جل جي ڌارا وهڻ لڳي. اهو ڏسي وانر ۽ ڀالا سڀ وياڪل ٿي ويا. شنڪر چوي ٿو، "هي پاروتي! سري رام نه ادولي ۽ اکنڊ اڻهم، سک ۽ دک کان پري آهي. اهوئي ڀڳت وتسل ڀڳوان منش ليلا جو ناٽڪ ڪري ڏيکاري ٿو نه ڪهڙو ڀائرن جو پيار هئڻ گهرجي."

اتري ۾ هنومان پرڀات سمجهه اچي نڪتو. هنومان کي ڏسي سري رامچندر ڏاڍو خوش ٿيو، ڇو نه پريو اپڪار ڪرڻ واري کي مڃيندڙ ۽ سياڻر هو جو اٿي هنومان کي ڀاڪر پائي گڏيو. لڇمڻ کان پوءِ سشيڻ ويد هڪجو علاج ڪيو جنهن ڪري لڪشمڻ آنند پوروڪ اٿي ويٺي رهيو. سري رامچندر ڀاءُ کي سرجيت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڀاڪر پائي گلي لڳائي ٿيس ۽ سڄي سينا ۾ خوشي ڇانئجي ويئي. پوءِ هنومان ... جتان وٺي آيو

هو ان کي اتي ئي ڀڄائي آيو.

ايڪادشي جي ڏينهن بانڊر سينا تي ڌومراڪش چڙهائي ڪئي ۽ تمام ڀيانڪر لڙائي لڳي ۽ مهاوير ان کي ماري ڇڏيو. وري اڪمپن دئيت چڙهائي ڪئي انهيءَ ۽ ڀاري ڀڄ ڪئي ان کي ۽ يوراج انگد للڪار ڪري ماري ڇڏيو. وري ڪروڌ ڪري پرهست دئيت وڙهڻ لاءِ ڊوڙندو آيو ان کي نيل ماري کڻي زمين تي ڦٽو ڪيو. وري مهودر ڪروڌ ۾ ڀرجي اڙڻ آيو ان يوڌي کي ۽ هنومان ماري ڇڏيو. وري اڪيلا دئيت ڪروڌ ڪري وڙهڻ لڳو ۽ اٺ ڏينهن ساندهه لڙائي ڪندي ڪندي مري ويو. تڏهن کان پوءِ ڪنڀڪرڻ جي پٽن ڪمپ ۽ نڪمپ اچي جنگ مچائي اهي ۽ پنج ڏينهن ساندهه لڙائي ڪندي ڪندي مري ويا. وري مها ڀروڏ ۽ مڪراڪش سامهون ٿيو جنهن لڪشمڻ سان تمام گهوڙ ڀڄ ڪئي، تڏهن لڪشمڻ ڪروڌ وچان ان کي ماري ڇڏيو- انهن سڀني دئيتن جي مرڻ کان پوءِ بانڊر سينا ۾ آنند ڇانئجي ويو ۽ سري رامچندر جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا.

## ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ جو سنواد

اهو سماچار جڏهن راوڻ ٻڌو تڏهن تمام دکي ٿي پنهنجو منهن مٿو پٽڻ لڳو ۽ دک وچان گهٻرائجي پنهنجي ڀاءُ ڪنڀڪرڻ کي جو ننڊ ۾ سمهيو پيو هو ان کي اٿارڻ لاءِ ويو ۽ وڏا حيلا وسيلا ڪري ان کي مس مس اٿاريائين جڏهن ڪنڀڪرڻ سجاڳ ٿيو تڏهن ڏهن ڏکي ٿي راوڻ کيس چوڻ لڳو هي ڀائي! هن وقت اسان جي مٿان سنڪٽ اچي پيو آهي سو توهان ٻڌو، رام اسان جا وڏا وڏا وير ڀٽ يوڌا مت مالت سڀئي ماري ڇڏيا آهن. هي پيارا ڀاءُ! منهنجو ۽ مرليو ڪال اچي ويو آهي، هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اهو مهابلي دسرٿ ڪمار سگريو سميت سينا سان سمنڊ پار ڪري سڀني پاسن کان اسان جي پاڙ پٽي رهيو آهي- اسان جا جيڪي مکيه مکيه راڪش وير هئا سي سڀ ٻڌ ۾ بانڊرن جي هٿان مارجي ويا- پر هن ٻڌ ۾ اسان بانڊرن کي ڪڏهن به مرندو نه ڏٺو آهي. هي ڀائي! ٻلوان اٿ ۽ هلي انهن سان مقابلو ڪر ۽ انهن کي ماري پنهنجو بدلو وٺ- مون انهيءَ ڪري توکي جاڳايو آهي. هي ڀائو! پنهنجي ڀاءُ جي خاطر هيءُ مشڪل ڪارج ڪر- راوڻ جا اهي دکي وچن ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڏاڍي زور سان ٽهڪ ڪري کلي چوڻ لڳو هي راجن! توهان جيڪو ڀوريائين وچار ڪيو هو ان وقت مون جو ڪجهه توکي چيو هو سو راج توکي ڪيل پاپ جو ڦل ملڻ وارو آهي- مون نه ڀوريائين

توکي ڇو هو ته رام ساکيات پار برهم ناراڻ آهي ۽ سيتا ٻوگ مايا آهي، مون توکي گهڻوئي سمجهايو پر تون نه سمجهين هي راوڻ! پٽ، هڪ ڏينهن مان رات جي وقت ان پر هڪ وڏي پٿر جي شلا تي ويٺو هوس ان وقت مون عجيب مورتي ساکيات ناردمنيءَ کي ڏٺم ان کي ڏسي مون ڇو هي منيور! ٻڌايو ته هن وقت توهين ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟ اهڙي طرح منهنجي پڇڻ ڪري نارمني چوڻ لڳو، مان اڃا تائين ديوتائن جي ڪم لاءِ ڳوڙهي ويچار پر آهيان، اٿي جو ڪجهه ٿيو آهي سو مان توکي چوان ٿو ليڪن ٻڌايان ٿو. توهان ٻنهي ڀائرن کان تمام دکي ٿي سڀيئي ديوتائون وشنو ڀڳوان وٽ ويا ۽ ان ديويشور جي ڀڳتي ڀاؤ سان استوتي ڪري چوڻ لڳا هي ديوا! هن راوڻ دئيت جي اڳيان اسان جو ڪو به وس نٿو هلي ۽ اسين تمام دکي آهيون توهين سڀ ڪجهه ڄاڻي ڄاڻهار آهيو سو ڪرپا ڪري هن ٽن لوڪن جي ڪنٽڪ کي جلد ئي ماري ڇڏيو، گهڻو وقت اڳي برهما هن جي موليو منش جي هٿان ڪري ڇڏيو آهي تنهن ڪري توهين منش روپ ڌاري هن پاپي راوڻ کي ناس ڪريو. تڏهن ڀڳوان وشنوءَ چيو هي ديوتائو! جيئن توهين چئو ٿا مان ائين ئي ڪندس. هينئر اهو رگهوڪل پر رام نالي سان اوتار وٺي هتي آيو آهي، اهو توهان سڀني راڪشن کي ماريندو. ائين چئي نارد مني هليو ويو. تنهن ڪري تون رام کي ساڪشات پار برهم ئي ڄاڻ ۽ وير وروڌ ڇڏي ان مايا وي منش روپ ڀڳوان جو ڀڳتي ڀاو سان ڀڄن ڪر، ڀڳتي گيان جي جڙي ۽ موڪش ڏيڻ واري آهي.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪيڪرن جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ڪروڌ پر ڀرجي چوڻ لڳو هي ڪيڪرڻ مان سمجهان ٿو ته تون وڏو ٻڌيمان آهين. پر هن وقت مان تو وٽ گيان اپديش ٻڌڻ ڪونه آيو آهيان، جيڪڏهن تون منهنجو ڀلو چاهين ته منهنجو چوڻ مڃي اٿي مدد ڪر نه ته وڃي سمهي پئه توکي هن وقت ننڊ ستائي رهي هوندي راوڻ جا اهي وچن ٻڌي دک وچان منهن پر گهنڊ پائي ڪيڪرڻ چوڻ لڳو، هي اپائي راوڻ! جڳت جي ماتا کي چورائي ڇا اڃا به تون پنهنجو ڪلياڻ ٿو چاهين؟ هي راوڻ! تو ڪم سٺو ڪونه ڪيو، جو مونکي ننڊ مان اٿاريئه. هاڻ به منهنجو چوڻ مڃي اپمان ڇڏي وڃي شري رامچندر جي شرن وٺ ته ان پر تنهن جو ڀلو آهي. ڇا تو سري رامچندر کي منش ڪري سمجهيو آهي جنهن جا شيوڪ هنومان جهڙا پراڪرمي پرش آهن، جنهن جا برهما شو ۽ اندرا ...

هي مورک! تو وير وروڌ

رکيو آهي؟ مکيہ مکيہ ويرن ٻلوان سڀ ماراڻي ويٺين، هي راوڻ! هاڻ مونسان ٻہ ملڻو اٿيئي نہ ملي وڃ، ڇاڪاڻ تہ مان ان وڃي سري رامچندر جي چرڻن ڪملن جو درشن ڪري پنهنجو جيون سڦل ڪريان. ائين چئي ڀڳوان رام جو من ۾ ڌيان ڪري ٻرلہ ۾ مگن ٿي ويو.

## ڪنڀڪرڻ جي يڌ ڪرڻ

راوڻ اهو ڏسي جهٽ خوب شراب ڪباب گهرائي آڻي ڪنڀڪرڻ جي اڳيان رکيائين، ڪنڀڪرڻ اهو سڀ کائي ۽ شراب پي ڏاڍو مست ٿيو. ان شراب جي نشي ۾ اها سڌ ٻڌ سڀ ڀلائي ڀيانڪ گجنا ڪري اڪيلوئي لڙائيءَ جي ميدان ۾ روانو ٿيو. هو وڏي ٻراڪ سمان وڏي سرلو وارو راڪش لنڪر جي دروازي مٿان ٿي ٻاهر آيو ڇو تہ وڏي ۽ ڊگهي سرلو هئڻ ڪري دروازي کان ٻاهر نہ نڪري سگهندو هئو جنهن ڪري مٿان ٿي ٻاهر آيو ۽ ٻاندرن کي ڊپ ڏيڻ لاءِ ڀيانڪ گجنا ڪئي جنهن جي پڙاڏي سان سمنڊ ۾ گهرائي وڌي. ٻوهه ڪروڌ ۾ پوري پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان ٻاندرن کي پڪڙي وات ۾ وجهي ڳهندو پئي ويو. جهڙي طرح سيڻي ٻراٽي اوراج کي ڏسي ڀڄندا آهن تهڙي طرح هن مها ڀيانڪ ڪنڀڪرڻ کي ڏسي سيڻي ٻاندر ڀڄڻ لڳا، ان وقت مهاٻلي ڪنڀڪرڻ مدگر هٿ ۾ کڻي ٻاندر سينا ۾ گهمندو هڪ هڪ ٻاندر کي ماريندو انهن کي لڪڙو لڪڙو ڪانئيندو پئي ويو، ڪن کي مدگر سان ڪن کي لتن سان ڪن کي مڪن سان ڪن کي لتاڙيندو ڏسي پرم ٻڌيمان وڀيشڻ ٻڙهام ڪري چوڻ لڳو هي ڀائي! مان وڀيشڻ اهيان توهين مون تي دَيا ڪريو، مون راوڻ کي ٻہ گهڻو ئي سمجهايو تہ رام ساکيات وشڻو ڀڳوان آهي تون هن کي سيتا موٽائي ڏي. پر هن منهنجي هڪ بہ ڳالهہ نہ ٻڌي ۽ مونکي مارڻ لاءِ تلوار کڻي چوڻ لڳو تہ ڌڪار آهي اوکي، تون هتان ٿي وڃ، پاڻي منترن سان ويٺل راوڻ ائين چئي مونکي لت هڻي ڪڍيائين تڏهن مان پنهنجي منترن سميت ڀڳوان رام جي شرن ۾ هليو آيس.

وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي ڪنڀڪرڻ ڀاءُ کي هردي سان لڳائي چيو تہ ڀائي! تو ڀڳوان رام جي شرن وٺي پنهنجي ڪل جي رکيا ڪئي، ۽ راڪشن جي ڪلياڻ لاءِ تون ڪجهہ وقت جيئرو رهندين. گهڻو وقت اڳ مون نارد کان ٻڌو هو تہ تون وڏو ڀڳوان جو ڀڳت آهين. ڀائي! هاڻي تون وڃ منهنجا ڀيترو شراب جي نشي ۾ متوالا ٿي رهيا آهن تنهن ڪري هن وقت

مونکي پنهنجو پرائو ڪجهه به نٿو ڏسڻ ۾ اچي. ڪنڀڪرڻ جا اهي وچن ٻڌي وڀيشڻ جي نيڻن ۾ آنسون ڀرجي آيون ۽ پاڻ کي پرڻام ڪري چنتا ۾ پئجي ڀڳوان رام وٽ اچي پهچي رهيو! هيڏانهن ڪنڀڪرڻ شراب جي نشي ۾ هاٿيءَ وانگر پنهنجي هٿن ۽ پيرن سان بانڊرن کي ماريندو لتاڙيندو ساري سينا ۾ گهمڻ لڳو. هنومان اهو حال ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪنڀڪرڻ کي هڪ لت اهڙي نه زور سان هنئي جو ڪنڀڪرڻ وياڪل ٿي زمين تي اونڌو ٿي ڪري پيو ۽ ڪجهه وقت مٿو ڌوڻڻ لڳو، پر وري جلد اٿي ڪروڌ ۾ ڀرجي هنومان کي اهڙو ته ڌڪ هنيائين جو بيهوش ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. لڇمڻ کان پوءِ ڪيترن بانڊرن نل ۽ نيل کي به بي هوش ڪري ڇڏيائين. اهو حال ڏسي پيا بانڊر سڀ ڀڄڻ لڳا ۽ ڪنهن کي به اهڙي همت ڪانه ٿي جو ان جي سامهون ٽڪي، سگريو جو بانڊرن جو راجا هو تنهن کي به مروڙ ڪري پنهنجي ڪڇ ۾ دٻائي لنڪا پوريءَ ڪان اڳتي هلڻ لڳو، هيڏانهن هنومان جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن سگريو کي ڳولهڻ لڳو. هوڏانهن سگريو جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن هو ڪنڀڪرڻ جي ڪڇ ۾ ماٺ ڪري پيو، ڪنڀڪرڻ سمجهيو ته هي مري ويو. ٿوري دير کان پوءِ سگريو وجهه وٺي آهستي آهستي ڪنڀڪرڻ جي نڪ ۽ ڪن وڍي هڪدم گرجنا ڪري آڪاس ڏي هليو ويو، پوءِ لاچار ڏاڍي ڪنڀڪرڻ کي پيرن کان وٺي ڦيرائي گهيرائي ڪٽي زمين تي ڦٽو ڪيائينس. تنهن کان پوءِ سگريو جلد ئي سري رامچندر وٽ اچي پهتو سري رامچندر ڀڳوان جي جئه. ڪنڀڪرڻ پنهنجو نڪ ۽ ڪن ڪٽيل ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي لال ٿي هڪدم بانڊرن پٺيان ڪاهي پيو جڻ ته ڪال ٿو اچي. اچڻ شرط بانڊرن کي جهلي اٿين ڳرڪائڻ لڳو جڻ مڇرن جو ٻڪ ڀري واڇ ووڙي غفا ۾ ڳرڪائيندو پيو وڃي. اهو حال ڏسي ويا بانڊر اهڙا ته ڊڄي ويا جو همت ٿي هارجي وين جو ڪٽي ان جي سامهون ٿين. اهڙي طرح بانڊر سينا جو گهڻو حصو ڪنڀڪرڻ ختم ڪري ڇڏيو ۽ جيڪي لنڊ جي ميدان مان ڀڄي ويا هوا سي موٽي آيا.

## رامچندر جو ڪنڀڪرڻ کي مارڻ

جڏهن رگهناٿ ڏٺو ته منهنجي سينا تمام دکي ٿي پئي رهي آهي ۽ دشمن زور وٺي ويا آهن تڏهن سري رامچندر ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو ۽ پوءِ استر چاڙهي ڇڪي زور سان هنيو جنهن جي لڳڻ سان ڪنڀڪرڻ جو مدگر سميت ڏانو هٿ ڪپجي ويو ۽ ان جو اهو ڪاٽيل هٿ انيڪ بانڊرن کي ماريندو

وڃي پرٿويءَ تي ڪريو. تڏهن هيڏانهن هوڏانهن بانڊر ڏڪندا ٻري اٿي ڀڳوان رام ۽ ڪنڀڪرڻ جي لڙائي ڏسڻ لڳا. ڪنڀڪرڻ پنهنجي ڏاڍي هٿ جي ڪنجهڻ ڪري يڌ ۾ رگهنات کي مارڻ لاءِ هڪ وڏو وڻ کڻي تيز رفتار سان ڊوڙيو، پر سري رامچندر ايندڙ شستر سان هن جو ساڄو هٿ ۽ وڻ سميت ڪاٽي ڇڏيو. ٻئي ٻانهن جي ڪٽجڻ کان پوءِ سري رامچندر ڪنڀڪرڻ کي گرجندو ٻاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو تڏهن ڀڳوان رام ٻه تکا ٻاڻ هڻي هن جا ٻئي پير ڪاٽي ڇڏيا. هٿن پيرن جي ڪٽجڻ کان پوءِ مها ڀيانڪ ڪنڀڪرڻ راهو جيئن چندرما ڏانهن ڊوڙندو آهي اهڙي طرح گهوڙي وانگر مک ڦاڙي ڏند ڪرٽيندو ڀڳوان رام ڏانهن ڊوڙيو، ليڪن سري رامچندر ان جو مک اکين ٻاڻن سان ڀري ڇڏيو، ٻاڻن سان مک ڀرجڻ کان پوءِ اهو ڀيانڪر راڪش چيچلائڻ لڳو تڏهن سورج جي سمان اگر ايندڙ ٻاڻ چاڙهيو ۽ اهو وڄر جي سمان ڪٺور ٻاڻ ان راڪش کي مارڻ لاءِ ڇڏيو. اندر جي وڄر جهڙيطرح ورالسر جو سر ڪاٽيو هو اهڙي طرح ڪٺن ٻاڻ لڳڻ سان هن جو پربت جيڏو سر جنهن ۾ ڪنڊل ۽ ڏاڙهي چمڪي رهي هئي ان کي ڪاٽي ڇڏيو. اهو ڪنڀڪرڻ جو سر راوڻ جي اڳيان وڃي ڪريو جنهن کي ڏسي ۾ اهڙو دکي ٿيو جيئن ناڳ مڻيءَ کان سواءِ دکي ٿيندو آهي ۽ ان جو ڌڙ وڃي سمنڊ ۾ ڪريو جنهن ڌڙ جي ٻاڏيءَ ۾ ڪري ڪري انيڪ جيو جنت ن جي هيٺان اچي دٻجي مري ويا ۽ ڪنڀڪرڻ جي سرير مان نڪتل تيج ـو ڀڳوان جي مک ۾ سمائجي ويو.

اهڙي طرح ڪنڀڪرڻ جي مرڻ کان پوءِ رشين سميت ديوتائن ۽ اپسرائن سميت گندرو ناڳ سڌ ٻکيه ۽ ٻيا ڏاڍا پرسن ٿيا ۽ سري رگهنات جي مٿان ـن جي ورکا ڪري استوتي ڪرڻ لڳا. ان وقت پنهنجي پرڪاش سان ـهي ڏسائن کي روشن ڪرڻ واري ديو رشي نارد سري رامچندر ڀڳوان ـو درشن ڪرڻ لاءِ آڪاش مان لٿو، جو نيل ورڻ سمان شيام ورڻ مدوهر ـولي ۽ ڪنول ڌاري جنهن جا نيتر وشال ۽ ٻانهون ايندڙ شستر سان سونهيا ـئي رهيون ههون جنهن جي درشٽي پوڻ سان سڀ دک دور ٿيو ٿا وڃن ـ ڀڳوان رام جو درشن ڪرڻ لاءِ ديو رشي نارد گد گد وائيءَ ۾ استوتي ـري چوڻ لڳو، هي ديوادي ديو! هي جگت پتي! هي پرماتما! هي ـالن پرش! هي نارائڻ! هي سرو آڌار! توهان کي نمسڪار آهي، توهين ـد وگيان سروپ آهيو. هي رام! توهين نيتر کولڻ سان ئي جگت جي ـيا ڪرار ٿا ۽ نيتر بند ڪرڻ سان سڄي جگت جي پرلي ڪريو ٿا.

ٿي رام! توهان ديوتائن جي ڏک دور ڪرڻ لاءِ اهو تمام وڏو ڪم ڪيو آهي جو ڪنڀڪرڻ جي مرڻ ڪري اڄ پرٿويءَ جو ڪجهه ڀار لٿو آهي، سڀاڻي لڪشمڻ به ميگهناد کي ماريندو ۽ ٻئي ڏينهن توهين راوڻ کي ماريندا. هي داريشور! مان سڌن سان گڏ آڪاش ۾ ويٺي اهو سڀ چرتر ڏسندس، هي ديو! توهان مون تي ديا درشٽي رکو هاڻ مان سرڳ لوڪ وڃان ٿو، ائين چئي ديورشي نارد ڀڳوان کان آگيا وٺي هليو ويو.

ڀائيءَ ڪنڀڪرڻ جو سر اڳيان ڪرال ڏسي ڏک ۾ وياڪل ٿي راوڻ بيهوش ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو. جڏهن هوش ۾ آيو ته اٿي ورلاپ ڪرڻ لڳو، تڏهن ميگهناد پنهنجي ڪاڪي جي مرڻ جو ٻڌي ۽ پنهنجي پيءُ کي ورلاپ ڪندو ڏسي چوڻ لڳو هي پتا! توهين شوڪ نه ڪريو. هي راجيندر! مون جهڙي مها ٻلي ميگهناد جي جيئري هوندي توهانکي ڏک ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، هي ديوتائن جا ڪال سروپ! مها پراڻمان! پرٿوي پتي! پنهنجو سڀ ڏک وساري شانتي ڪريو، مان هينئر سڀ ڪجهه ٺيڪ ڪري ٿو ڇڏيان. مان رام ۽ لڪشمڻ کي ضرور ماريندس. هن وقت مان نڪمڀلا ديويءَ جي غفا ۾ وڃان ٿو اتي اگني ديو کي پرسن ڪري رٿ وغيره پراپت ڪندس انهيءَ ڪري مان دشمن تي جيت پائيندس، ائين چئي يگيه شال ۾ هليو ويو. انهيءَ نڪمڀلا ديويءَ جي استان ۾ ڳاڙها وستر پائي ڳاڙهن گلن جي مالها وجهي لال چندن جو ليپ لڳائي هون ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن وڀيشڻ کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پئي تڏهن وڀيشڻ اها سموري ڳالهه سري رامچندر کي ڪري ٻڌائي ۽ چيو هي رام! جيڪڏهن ميگهناد هيءُ يگيه بنا ڪنهن وگهن جي سماپت ڪندو ته پوءِ هن کي ديوتا يا دئيت ڪري جيتي نه سگهندا تنهن ڪري مان جلد ئي لڪشمڻ جي هٿان ان راوڻ ڪمار کي مارائي ٿو ڇڏيان. توهين وڃو لڪشمڻ کي مون سان گڏ هلڻ جي آگيا ڏيو ته وڃي ميگهناد کي ماري هن جي يگيه ۾ ڀنگ وجهون. توهان جو ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ ضرور ميگهناد کي ماري ڇڏيندو هن ۾ ڪوئي شڪ نه آهي.

## لڪشمڻ ۽ ميگهناد جي يڌ

تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو ته سڀني راڪشن کي مارڻ واري اگني باڻ سان پنهنجي دشمن اندرجيت کي مارڻ لاءِ مان ٻاڻ ڇڏيندس تڏهن وڀيشڻ چوڻ لڳو هي پڀو! هيءُ راڪش ڪنهن به طرح سان مري نٿو سگهي. جڏهن [illegible] ڏنو آهي، برهما هن کي آلما جي مرليو ان

جي هٿان ڪٽي آهي. هي رگهناٿ! هيءُ لڪشمڻ جڏهن کان وٺي ايوڌيا ڇڏي توهان سان گڏ آيو آهي تڏهن کان وٺي توهان جي سيوا ۾ رهڻ ڪري نڪا ننڊ ٿو ڪري ۽ نڪو کاڌو ٿو کائي، مان اهي سڀيئي ڳالهيون ڄاڻان ٿو. ڌيان ڪري هي ديويشور! توهان جلد لڪشمڻ کي مون سان گڏ هلڻ جي آگيا ڏيو، هي ساکيات ڌراڌري شيش ناڳ آهي، هن ۾ ڪوبه شڪ نه آهي، هيءُ هن راکشس کي اوس ماريندو. توهين ساکيات جڳت پتي نارائڻ آهيو ۽ لڪشمڻ شيش ناڳ آهي. توهين ٻئي هن سنسار روپي ناٽڪ کي هلائيندڙ آهيو ۽ پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ توهان اوتار ورتو آهي.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چوڻ لڳو هي وڀيشڻ! هن مها ڀيانڪر دئيت جي مان ساري مايا ڄاڻان ٿو. هو برهم استر وديا کي ڄاڻڻ وارو سوروير مايا وي ۽ مهاٻلي آهي ۽ لڪشمڻ منهنجي سيوا ڪري، هن ننڊ ۽ کاڌو کائڻ ڇڏي ڏنو آهي ليڪن هن مکيه مشڪل ڪارج لاءِ ويچار ڪندي نه مون اهو سڀ ڄاڻي واڻي نه اڃان تائين ڪجهه نه ڪيو آهي. وڀيشڻ کي ائين چئي رام لڪشمڻ کي چوڻ لڳو پيارا لڪشمڻ! تون هنومان ۽ ٻيا سڀيئي وڏي سئنا سان گڏ وڃو ۽ وڃي راوڻ جي پٽ ميگهناٿ کي ماريو، منهنجي سئنا سميت جامونت ۽ منترين سان گڏ وڀيشڻ توهان سان گڏ هلندو ڇاڪاڻ ته وڀيشڻ کي هن جي ڀيد ڀاو جي چڱيءَ طرح خبر آهي ۽ هن جي لڪڻ جون سڀيئي جايون سڃاڻي ٿو ڌيان ڪري توکي ان جي ڳولهڻ ۾ وڏي مدد ملندي، سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي لڪشمڻ وڀيشڻ سان گڏ هڪ ٻيو الم ڌنش کنيو ۽ سري رامچندر جا چرن ڇهي چوڻ لڳو هي پرڀو! اڄ منهنجي ڌنش مان ڇٽل ٻاڻ راوڻ جي پٽ اندرجيت جي سرير کي ڇيري (پاتال گنگا) جي جل ۾ سنان ڪرڻ لاءِ پاتال لوڪ ۾ هليو ويندو. ائين چئي اندرجيت کي مارڻ لاءِ هليو. ان جي پٺيان هزارين ٻيا باندر گڏ هنومان ۽ منترن سان وڀيشڻ سميت جامونت ۽ ٻيا رڇ ٽڪڙا ٽڪڙا هلڻ لڳا، جنهن وقت لڪشمڻ سئنا سميت نڪمڀلا ديويءَ جي استان وٽ پهتو تڏهن ٻاران هن کي راکشن جي وڏي سئنا تيار ٿيل بيٺل ڏسڻ ۾ آئي، اوڏي مهل لڪشمڻ ڌنش تي ٻاڻ چاڙهي تيار ٿي بيٺو ان سان گڏ ويو انگد سميت جامونت به هوشيار ٿي بيٺو، تڏهن وڀيشڻ لڪشمڻ کي چيو لڪشمڻ! هنن راکشن کي ڏسو هيءُ شيام ورڻ سئنا جيڪا ڏسي رهيا آهيو انهن کي مارڻ جي ڪوشش ڪريو، هنن جي مرڻ کان پوءِ راوڻ جو پٽ ميگهناٿ نه ڏسڻ ۾

ايندو. هن ڪم پوري ٿيڻ کان اڳ هن کي ختم ڪري ڇڏيو، پوءِ جلد ئي پاڻ ميگهناد کي ماري سگهندا. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي لڪشمڻ باڻ کڻي راڪشن جي سينا تي هلڻ لڳو ۽ باندر ۽ ڀالن جا ٽولا ۽ وڻ کڻي ڏنيتن ڪــي مارڻ لڳا. اهڙي طرح راڪشن به تيز تکا باڻ ۽ ٻيا شستر کڻي باندرن کي هڻڻ لڳا، پوءِ ته ڏاڍي اچي ٻڌ لڳي. ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! سڀئي ٻوڌا پنهنجي پنهنجي جيت لاءِ ڀيانڪ ٻڌ ڪرڻ لڳا، ان گهور سنگرام جو ته ڪجهه بيان نٿو ڪري سگهجي. پنهنجي سينا کي مارجندو ڏسي اندرجيت نڪيلا يگيه کي ڇڏي ٻاهر آيو ۽ جهٽ رٿ تي چڙهي ڪروڌ ۾ ٻرندي هٿ ۾ ڌنش کڻي ٻڌ جي ميدان ۾ آيو ۽ لڪشمڻ کي ٻڌ لاءِ للڪاري چوڻ لڳو، هي لڪشمڻ! مان ميگهناد (اندرجيت) آهيان، هاڻ تون منهنجي هٿان جيئرو اڄي نه ويندين، وري الي پنهنجي ڪاڪي وڀيشڻ کي ڏسي ڪٺور وچن ۾ چيو ته، تون هن لنڪاپوريءَ ۾ پيدا ٿيو آهين ۽ هن ۾ رهي وڏو ٿيو آهين، تون منهنجي پتا جو سڳو ڀاءُ آهين ليڪن تو پنهنجي ذات ڀائن کي ڇڏي دشمن جو داس ٿيڻ قبول ڪيو آهي مان اهڙن جي پت جي اپراڌ آهيان پوءِ به خبر نه آهي ته تون ڇو مون سان ٻڌ ڪري رهيو آهين. ضرور تون پاڻ دکي آتما آهين. ائين چئي هنومان جي ڪلهي تي ويٺل لڪشمڻ کي ڏنائين جڏهن کي انيڪ قسمن جا تکا هٿيار ڏسي ميگهناد رٿ ۾ ويٺل وڏو ڌنش کڻي ڀيڪر ٽڪار ڪري چوڻ لڳو اڙي باندرو! اڄ منهنجو باڻ توهان جا پران ناس ڪندو. تڏهن لڪشمڻ پنهنجي ڌنش تي باڻ چاڙهي ميگهناد کي هنيو. پوءِ اندرجيت به ڪروڌ ۾ نيتر لال ڪري لڪشمڻ ڏانهن نهارڻ لڳو، لڪشمڻ جو ڇڏيل باڻ اندر جي وڄر سمان ڪٺور باڻ لڳڻ سان هو ٿوري دير لاءِ بي هوش ٿي ويو. هوش ۾ اچڻ کان پوءِ لڪشمڻ کي سامهون ڏسي غصي ۾ لال ٿي ڌنش تي باڻ چاڙهي چوڻ لڳو، هي لڪشمڻ! جيڪڏهن تو پهريائين منهنجو پراڪرم نه ڏٺو هجي ته، مان ٽرڪي هاڻي ڏيکاري ٿو ڇڏيان، تون ٿورو ترس. ائين چئي ميگهناد ست تکا باڻ لڪشمڻ کي هنيا ۽ ڏهه باڻ هنومان کي هنيا ۽ هڪ سؤ باڻ وڀيشڻ کي هڻي بي هوش ڪري ڇڏيائين. هيڏانهن لڪشمڻ دشمن تي باڻن جي برسات وسائڻ لڳو، لڪشمڻ جي باڻن لڳڻ سان ميگهناد زخمي ٿي وڃي پرٿويءَ تي ڪري پيو، تڏهن ميگهناد باڻ سنڀالي ڪروڌ ۾ ٻرندي لڪشمڻ کي انيڪ باڻ هنيا جن جي لڳڻ سان لڪشمڻ به زخمي ٿي پيو، اهڙي طرح هڪ ٻئي کي باڻ هڻندا ٻاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. اهي ٻئي

حياتيءَ تان هٿ ڌوئي گهوڙا پڌ ڪرڻ لڳا، ٻنهي کي ٻاڻن لڳڻ ڪري سرير مان رت پئي وهيو انهيءَ جي پرواهه نه ڪري ٻه اهي پئي پراڪرمي وير گهڻي دير تائين هڪ ٻئي کي تيز تکا ٻاڻ هڻي لڙندا رهيا، پر انهيءَ مان ڪنهن جي به هار جيت ڪانه ٿي، آخر ۾ لڪشمڻ پنج ٻاڻ هڻي ميگهناد جا سارٿي ۽ گهوڙن سميت رٿ کي چورڻ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿن جي صفائي ڏيکاريندي ان جو ڌنش ڪاٽي ڇڏيو، تڏهن ميگهناد هڪ ٻيو الم ڌنش چڙهايو. لڪشمڻ ان کي به ٽن ٻاڻن سان ڪاٽي ڇڏيو. دئيت کي ڌنش کان خالي ڏسي لڪشمڻ هن کي انيڪ ٻاڻ هڻي زخمي ڪري ڇڏيو پوءِ ميگهناد هڪ ٻيو ڌنش کڻي سورج سمان چمڪندڙ ٻاڻن سان پوري شڪتيءَ ٻاسي ڇڏيو جنهن جي لڳڻ سان لڪشمڻ ۽ ٻيا ٻاندر زخمي ٿي پيا تنهن کان پوءِ وري ميگهناد پنهنجي مايا رچي رٿ ۾ چڙهي جهٽ آڪاش ۾ هليو ويو ۽ مٿي وڃي ٻادلن وانگر گجڻ لڳو، جنهن کي ٻڌي سڀئي ٻاندر ڀڄي ويا. پوءِ انيڪ قسمن جا استر شستر ۽ پٿرن جي آڪاش مان برسات وسائڻ لڳو ۽ چئني پاسن کان ٻاڻ هڻي پکيڙي ڇڏيائين، "مارو مارو، نه ڇڏيو نه ڇڏيو." اهي شبد ٻاندرن کي آڪاش مان ٻڌڻ ۾ آيا، پر ماري ڪير ٿو اها نه ڪا سڌ ڪانه ٿي پيئي. پوءِ ٻاندر ٻه ڪروڙ مان وڻ ٻئي ۽ پربت جا پٿر اکيڙي کڻي آڪاش ۾ ويا پر اتي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آئن ۽ موٽي آيا. ميگهناد دوکي سان لڙائي ڪري هنومان انگد نل نيل وڀيشڻ سگريو ۽ لڪشمڻ کي ڏاڍو وياڪل ڪيو. هيڏانهن انترجامي ڀڳوان رامچندر پنهنجي سينا کي وياڪل ڏسي ٻاڻ خود پڌ پوم ۾ اچي ميگهناد سان لڙڻ لڳو. ميگهناد پنهنجي مايا پکيڙي ناگ پاش ٻاڻ هڻڻ لڳو. اهي ٻاڻ لڳڻ سان ناگ ٿي ٻڌجي ٿي لڳا. شري رامچندر ناگ پاش جي وس ۾ ٿي پيو. شري رامچندر ڀڳوان ڪنهن جي آڌين نه هئڻ ڪري به پڌ پوم جي سوڀيا لاءِ بندن ۾ پڌ جي ويو.

ڪاڪ ڀشنڊي چوي ٿو هي گرڙ! جنهن جو نام جپي منش سنسار روپي دکن کان پار ٿي سگهي ٿو اهو سرووياپڪ وشوناٿ ڀڳوان ڇا انهن بندن ۾ ڪڏهن ٻڌجي سگهي ٿو؟ شري رامچندر سدائين سوتنتر آهن، پر بازيگر جي بازيءَ وانگر انيڪ چالاڪيون ۽ چرتر ڪن ٿا. فقط پڌ جي مهما کي وڌائڻ لاءِ انهن ٻاندرن اسر، دک سهڻ ۽ مرڻ قبول ڪيو. اهو حال ڏسي سڀئي ديو ديوتائون ڏکي ويا، تنهن کان پوءِ ميگهناد سڄي ٻاندر سينا کي دوبدو ۽ وياڪل ڪري گهٽ وڌ ڳالهائي ظاهر ٿي پيو، تڏهن جامونت

چوڻ لڳس هي دشٽ! اڃا ايهه ته مزو چکايانءِ. ائين چئي ٻيهي ميگهناد ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو، اڙي نيچ جاموونت! مون توکي پوڙهو سمجهي ڪجهه به نه ڪيو سو تون ٿو مون کي گهٽ ڪان ٿو ڪڍين؟ ائين چئي ترشول کڻي هڻڻ لڳس، تڏهن جاموونت ترشول کي وچ مان پڪڙي اهڙو ته زور سان ڇاتيءَ ۾ ڌڪ هنيائينس جو چڪر کائيندو ليٽڙيون پائيندو وڃي زمين تي ڪريو، جاموونت هن کي ڪرندو ڏسي هن کي پير کان ڏاڍي ڪاوڙ لاءِ پيرن کان جهلي ڦيرائي ڦيرائي کڻي لنڪا ۾ ڦٽو ڪيائينس. هيڏانهن ٻاندر سينا ۾ نارد منيءَ وڃي گرڙ کي موڪليو، اهو گرڙ جلدي سري رامچندر وٽ آيو جنهن گرڙ اچي سڀني مايائي ناگن کي کائي ڇڏيو، تڏهن ٻاندر سينا ميگهناد جي مايا ناس ٿيندي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا. ٻيهر وري ٻاندر جوش مان ٻڪر ۽ وڻ پٿر ۽ ٽڪريون کڻي راڪشن ڏانهن ڊوڙڻ لڳا، ٻاندرن کي ڪروڌ ۾ ايندو ڏسي راڪش ڊپ کان ڀڄي قلعي تي چڙهي ويا.

## ميگهناد جو مرڻ

جنهن وقت جاموونت ميگهناد کي لنڪا ۾ ڦٽو ڪيو هو تڏهين اهو بيهوش ٿي راوڻ جي ڪچهريءَ ۾ وڃي پيو هو. جڏهن ميگهناد هوش ۾ آيو تڏهن ڀاڻ ڪري پيءُ وٽ ڏسي ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ميگهناد يڌ جي ميدان ۾ آيو ۽ وڏو نراڙ گرجنا ڪري گهور شبد ڪرڻ لڳو، تڏهن ڪروڌ مان هنومان ۽ انگد ڊوڙي ڇاتيءَ ۾ ترشول هڻي ڪيس ڌرتيءَ سي ڪيرائي ڇڏيو. ٻيهر ميگهناد وري لڪشمڻ کي ترشول هڻڻ لڳو، لڪشمڻ ان ترشول کي ٻاڻ سان ڪاٽي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو. وري هنومان ۽ انگد ڪروڌ ڪري ان کي مارڻ لڳا پر ان کي ڪجهه به اثر نه ٿيو، تڏهن ٻئي وير موٽي آيا، ڇاڪاڻ ته دشمن مارڻ سان به مري نٿي ٿو. تڏهن وري راڪش ڀيانڪ گرجنا ڪري ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪال سمان ايندو ڏسي لڪشمڻ تکا ٻاڻ ڇڏيا انهن وڄ جي سمان ٻاڻن کي ايندو ڏسي ميگهناد ڇهت غائب ٿي ويو ۽ طرحين طرحين جا وڏا هٿيار يڌ ڪرڻ لڳو. ڪڏهن گم ٿيو وڃي ڪڏهن ظاهر پيو ٿئي. اهو حال ڏسي ٻاندر ڀڄڻ لڳا، تڏهن لڪشمڻ غصي ۾ ڀرجي اندر ٻاڻ ڪڍي ڌنش ۾ چاڙهي ان ڪٺور ڌنش کي ڇڪي هردي ۾ ڀڳوان رام جي چرڻ ڪملن جو ڌيان ڪري چوڻ لڳو، جيڪڏهن ڀڳوان رام ڌرماتما ۽ ستيوادي مريادا رکڻ وارو ۽ ترلوڪ ۾ مقابلي ڪرڻ وارن کان رهت آهي ته هيءُ ٻاڻ هن دشٽ ميگهناد کي ماري ڇڏي. رڻ ڀوم

۾ اهين ڇٽي لڪشمڻ ٻاڻ کي ڪڍڻ لائين ڇڪي اندرجيت کي هڻڻ، ٻاڻ ڇڏيندي اندرجيت جو مستڪ جنهن ۾ عجيب ڪنڊل چمڪي رهيا هوا ان مستڪ کي ڪاٽي ڌڙ سميت ڀرتيءَ تي ڪيرائي ڇڏيو. مرڻ وقت هن ڪپت ڇڏي چوڻ لڳو ته رام ڪٿي آهي لڪشمڻ ڪٿي آهي اهين ڇٽي هن پران ليا ڳيا. پوءِ ٻيا ڪئين وڏا جي هنومان ميگهناٿ کي کڻي لنڪا جي دروازي وٽ رکي موٽي آيو.

ميگهناٿ جي مرڻ جو ٻڌي ديوتائون گندرو ومانن تي چڙهي آڪاش ۾ اچي گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا ۽ سري رامچندر جي جئه جئه مناڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا هي جڳت جا آڌار توهان جي جئه هجي، توهان سڀني ديوتائن جو آڌار ڪيو آهي. اهڙي طرح استوتي ڪري ديوتائون سڀ هليا ويا.

پوءِ لڪشمڻ ميگهناٿ جو سر کڻي اچي سري رامچندر جي اڳيان رکيو، جنهن کي ٻانڊر ۽ رڇ ڏسڻ لڳا. سري رامچندر ان سرار کي ڏسي چيو ته هن سر کي چڱيءَ طرح سنڀالي رکو- سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو اهو سر کڻي وڃي حفاظت سان رکايو.

## ميگهناٿ جي ٻانهن ڪپجي سندس گهر ۾ وڃي ڪرڻ

هاڻي هيءَ ڪٿا ٻڌو، جنهن وقت لڪشمڻ جي ٻاڻ لڳڻ سان ميگهناٿ جي ٻانهن ڪپجي رت سان ٻرال پکيءَ وانگر اڏامي وڃي لنڪا ۾ سندس گهر جي اڱڻ ۾ پيئي اتي سهڻي سندر ۽ گڻوان سلوچنا سوني سنگهاسن تي ويٺي هئي. هوءَ واسوڪ ناڳ جي ڪنيا، راوڻ جي نهن ۽ ميگهناٿ جي استري هئي جا سونهن جي کاڻ هئي ۽ ٽنهي لوڪن جي ودوانن ودياڌرن جون استريون ان جي سيوا ڪنديون هيون. ان جي سک ۽ آنند جو بيان ڪير ورڻن ڪري سگهي؟ اتي وڃڻ داسين جي نظر وڃي ان ٻانهن تي پئي جو ڏسي عجب ۾ پئجي ٻاڻ ۾ چوڻ لڳيون ته هيءَ رت سان ٻرال ٻانهن ڪنهن جي آهي ۽ هت ڪيئن آئي آهي. جنهن مهل سلوچنا داسين جي واتان اها خبر ٻڌي ته ڪا ٻانهن ڌڙ کان ڌار ٿيل جنهن مان رت وهي رهيو آهي ۽ منهنجي اڱڻ ۾ اچي پيئي آهي، تنهن مهل سلوچنا سنگهاسن تان اٿي داسين سان گڏ ٻاهر آئي ۽ اچي اها رت سان ٻرال ٻانهن ڏٺائين، پنهنجي پتيءَ جي ٻانهن سڃاڻي هاءِ هاءِ ڪري ورلاپ ڪرڻ لڳي. پر ان ٻانهن کي ڏسي هن جي من ۾ وشواس نه ٿيو اچي، ڇاڪاڻ ته هن جي ٻرڀاوَ کي ڄاڻندي هئي ته جيڪر نند، استري ۽ پوڄن کي ٻانهن ورهه ڇنڊي

ڏٺو تہ ان جي ئي هٿان ميگهنات مري سگهي ٿو. تڏهن من ۾ پڪو وچار ڪري چوڻ لڳي تہ جيڪڏهن مان پتورتا استري آهيان تہ هيءَ ٻانهن لکي ڏيکاري تڏهن منهنجي من جي شنڪا مٽندي. اهو ٻڌي ٻانهن ٻنهجو هٿ پساري ڪجهہ لکڻ ڏي اشارو ڪرڻ لڳي، تڏهن هڪ سکي ٻوڙي وڃي مس قلم ۽ ڪاغذ کڻي ان ٻانهن جي اڳيان رکيائين تڏهن اهو هٿ قلم هٿ ۾ کڻي ٻڌي ٿي لڪشمڻ جي ڪيرتي لکڻ لڳو تہ جو نند، استري ۽ ٻوجن سو ڪروڙ ورهہ ۾ بياڳ ڪري تڏهن بہ ان جي مهما پوري آهي، هو اکنڊ الک اڀناسي ۽ انترجامي آهي- هو الوپ ڪندڙ، پالن ڪندڙ ۽ ناس ڪندڙ آهي- اهڙي نرگڻ روپ تہ سروپ ارهما وشنو مهيش ڌارڻ ڪري ٿو جو ڪال جو بہ ڪال آهي، ان جي شيش شاردا ۽ شنڪر بہ واکاڻ ڪندو آهي، جنهن ديوتائن ۽ ڀڳتن جو هتڪاري ليلا ڪري سرير ڌاريو آهي جنهنجو نام ڀئہ ساگر جي ٻل آهي، ڪمل روپي هردو جنهن جو گهر آهي، جو گيان ٻڌ وچار کان سرشت آهي، جنهن جي گڻن جي ڪٿا ڪروڙين ڪلپن تائين ورڻن ڪري بہ شاستر بہ ان جو ڪٿن ڪٿي نہ سگهيا آهن، ان جا گڻ هي تامسي جڙ ٻانهہ ڀلا ساهہ جي رگهو هٿ سان لکي ڪيئن ورڻن ڪري سگهي ٿي- منهنجو سر تہ رگهنات جي درشن ڪرڻ لاءِ ويو آهي ۽ رگهو ننهن جي وشواس جي لاءِ هيءَ ٻانهن هتي موڪلي اٿس- اهڙي طرح هن ٻانهن هٿ سان سڀ ڳالهہ لکي آهي. ٻنهجي ٻتيءَ جي هٿ جا لکيل اکر پڙهي سلوچنا تمام وياڪل ٿي ورلاپ ڪرڻ لڳي ۽ دک وچان نند ۾ ٻڏي وڃي ۽ غم روپي اڳيءَ ۾ جلڻ لڳي، اتي ويٺل داسين مان هڪ سياڻي داسيءَ سمجهائي کيس چيو هي پتورتا! غم نہ ڪر، تون تہ ٻڌيمان آهين تنهن ڪري ائين ڪرڻ توکي ٺيڪ نہ آهي. اهو ٻڌي سلوچنا چوڻ لڳي هي سکي! تون سچ ٿي چوين، وڌاتا جو هيءُ سامان ڏنو آهي سو هاڻ مون لاءِ سڀ اجايو آهي- ائين چئي اندر محل ۾ وئي، اتي مٽين ۽ ڌن جا ڍير ڏسي هن جي من ۾ لوڀ نہ ٿيو ۽ ٻنهجو من پتيءَ جي چرنن ۾ لڳائي ڇڏيو.

## سلوچنا جو ٻانهن کڻي راوڻ وٽ اچڻ

پوءِ سندر مٽين سان جڙيل پالڪي گهرائي ان کي سجائي ٻانهن رکي ان ۾ پاڻ بہ چڙهي ويٺي ۽ سڀ دکدائڪ پڙن تياڳ ڪري رام جي پياسي نيترن مان جل وهائيندي هلڻ لڳي. دربان وڃي راوڻ کي ٻڌايو، تڏهن راوڻ آگيا ڏني تہ هن کي جلد وٺي اچو. سلوچنا اتي اچي دک ڀريل وچن

۽ ڇوڙ لڳي هي راڄن! توهان جي هوندي منهنجي هيءَ حالت ٿي آهي جو سڀني کي ڇڏي اڄ ڏکن ۾ پئي آهيان. هيءَ ٻانهون ٻاڻ سان ڪٽجي رت سان پرٻل آڪاس مارگ مان منهنجي اڳڻ ۾ اچي پيئي آهي. هيءَ ٻانهون ڏسي من ۾ تمام ڌاڙيس ۽ پنهنجي شڪ مٽائڻ لاءِ هن جي هٿ ۾ مس قلم ۽ ڪاغذ ڏنم جنهن سان هن رام ۽ لڇمڻ جي مهما لکي آهي ۽ ڪرمن جي ساري ڪٿا لکي آهي انهن جي گڻن جي ڪٿا پڙهي مان نگجي ويس. هاڻ جنهن مان ان جو سر هٿ ڪريان تنهن مان ۽ پنهنجو اڳيئي سنسڪار پتيءَ سان گڏ ڪنديس هن جو ڌڙ رڻ ڀوم ۾ آهي ٻانهون مون وٽ آهي ۽ سر اتي وارو جتي سري رامچندر آهي. هي راڪش راڄ! هاڻي اهائي ڪوشش ڪريو جو مون کي سر ملي وڃي، توهين ٻلوان آهيو ڪرپا ڪري مون کي منهنجي سواميءَ جو سر گهرائي ڏيو. سلوچنا جا اهي وڄ جي سمان وچن ٻڌي راوڻ جيئڻ جي آسا ڇڏي ڏني. تنهن هو ڌيرج ڌاري ڇوڙ لڳو ته سنسار ۾ مرڪان سواءِ ٻيو ڪهڙو ٻوڌو آهي. رام، لڇمڻ، سگريو، نل، نيل، هنومان، وڀيشڻ انهن سڀني کي ماري مان جلدي سر ڪٽي اينديس. اڄان تائين مون کي ڪنڀڪرڻ ۽ ديوتائن جي دشمن ميگهناد جو ڀروسو هئو انهيءَ ڪري مون اڄ تائين انهن سان يُڌ ڪانه ڪئي، انهن سڀني جو ٻل مون جاچي ڇڏيو آهي ته مٿس ۽ ٻاندرن جي مارڻ سان اسان جا وار مري ويا اها ڳالهه ٻڌنديئي مرڪي اچي ٿي اچي، ڇا انهن جا وار ڪهڙيءَ ڳڻپ ۾ آهن. هي پتري! تون شوڪ نه ڪر، مون کي انهن جي اپاءِ نه سمجهه. هاڻي منهنجي پرڪرم ڏسي ڪي ڏس، تنهن جي پتيءَ جو سر ٻيا ڪنهن واڄار جي ڪٽي اينديس ان ۾ دير نه ڪنديس. هر ڪنهن جيو کي پوروب جنم جي ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻو آهي نه ته ٻاندرن ۽ راڪشن جو ڪهڙو ميلاپ آهي. جيڪي سمير پربت کي اکيڙڻ وارا ۽ هٿ سان پرٿوي کڻڻ وارا راڪش هئا انهن کي مڇرن وانگر ٻاندرن کائي ڇڏيو، اها نيچ ڪال جي مورکتائي آهي. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي سلوچنا ڪروڌ ۾ ٻرجي ڇوڙ لڳي، هي لنڪيشورا مٿن ۽ ٻاندرن جو اهڙو وڏو ٻل ڏسي، توهين ان کي معمولي سمجهي رهيا آهيو. ڇا! سمنڊ کي پار ڪري جنهن ٻاندر سڄي لنڪا جلائي ڇڏي ان کي به تون ننڍو سمجهي ويٺو آهين. ڇا ڪنڀڪرڻ، اڪايا، مهودر ۽ ٻين ٻالڪن سميت منهنجي پتيءَ کي يُڌ ۾ جن ماري ڇڏيو انهن کي توهين جيتڻ چاهيو ٿا. آها! مها مورک ٻه انين نه ڪري، جيڪڏهن مان توهان کي جواب نٿي ڏيان ته پاپ ٿو لڳي، هاڻي سڀ ڪجهه وڃائي اهت ڪرڻ

مان فائدو ڪهڙو؟ مون کي راڄ موٽي ملڻ سان به ڪوئي مطلب نه آهي چاڪاڻ ته ٻنا پتيءَ جي سڀ ڪجهه نرڪ جي سمان آهي. ائين چئي سلوچنا جهٽ اٿي مندوديءَ وٽ وئي ۽ سڄي حقيقت ٻڌائي ٻـير ٻڪڙي روئڻ لڳي ۽ پنهنجي پتيءَ جي ٻانهن جي ٻاري ۾ لکيل سري رام ۽ لڪشمڻ جي مهما ٻڌائي ۽ راوڻ جو ڪجهه ڇيو هو سا به سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي.

سلوچنا جي اها ڳالهه ٻڌي مندودري پٽ جي وڇوڙي ۾ هاءِ هاءِ ڪري روئڻ پٽڻ لڳي. نيٺ من کي ڌيرج ڏيئي پنهنجي ننهن سلوچنا کي اپديش ڏيئي چوڻ لڳي، هي پتري! مون کي نارديءَ جيڪي به ڳالهيون چيون هيون سي سڀئي سچيون ٿيون آهن، مون آزمايو آهي هڪ به ڪوڙي نه ٿي آهي. ننهن ڪري لون سر وٺڻ لاءِ سري رامچندر وٽ وڃ. اتي وڃڻ ۾ توکي ڪنهن به قسم جو ڀؤ نه آهي ڇو ته ننهنجي پتيءَ جي هٿ جو لکيل سري رام ۽ لڪشمڻ جو پرڀاءُ توکي معلوم آهي ننهن ڪري توکي هن وقت لڄ ڪرڻ جو ڪو به ضرور نه آهي چاڪاڻ ته وقت ۾ گهڻا دوش نه ڏٺا آهن، ننهنڪان سواءِ اتي ننهنجو سهرو ويهڻ آهي ۽ انگد منهنجي پٽ جي سمان آهي، جامونت سگريو ۽ ٻيا جيڪي به منتري آهن سي سڀ سري رامچندر جا پورڻ ڀڳت آهن. باقي جيڪو هنومان آهي سو ته برهمچاري شو جو سروپ آهي ۽ سنسار جي دک مٽائڻ وارو ڀڳوان جاڻ، ڀڳوان رام نه سدائين نياءَ نيتي مريادا پرشوتم آهي. هاڻ ٻڌاءِ اتي وڃڻ ۾ توکي ڪهڙو دک آهي مون توکي وشيءَ جا ڇيل وچن ٻڌايا آهن هاڻ وچ دير نه ڪر.

## سلوچنا جو سري رامچندر کان پتيءَ جو سر وٺڻ لاءِ وڃڻ

پنهنجي سس جا اهي وچن ٻڌي سلوچنا سس کي سر نوائي سري رام ۽ لڪشمڻ ڏانهن هلڻ لڳي - واٽهو اڇي چا ڏسي ته رڇن ۽ ٻاندرن جي سينا سمندر ۽ سنيڻ پربت کي گهيرو ڪري وٺي آهي، سينا ۾ ساوا پيلا ڪارا ۽ ڀورا ٻاندر آهن. سلوچنا سينا ۾ گهڙندئي شرمائڻ لڳي، جيئن ته ڪا نئين استري پٽي گهر ۾ آئي هجي. ٻانن کي ناس ڪرڻ وارو سري رامچندر سينا جي وچ ۾ سوڀيا ڏيئي رهيو آهي، ان کي ڏسي سلوچنا پنهنجا نيتر سڦل ڪيا ۽ پرڀوءَ لي مستڪ رکي پرڻام ڪري رهي آهي. اوڏي مهل ويهڻ چوڻ لڳو هي پرڀو! هيءَ راوڻ جي ننهن آهي ۽ ميگهنات جي سشيل ۽ پتورت استري آهي، توهان سان وروڌ رکڻ جي ڪرامت سان هن جي هيءَ حالت ٿي آهي. سلوچنا ڏاڍي پريم سان پرڻام ڪري هٿ جوڙي

ملي واٽيءَ ۾ چرڻ لڳي هي ڀڳوان! مون پنهنجي پتيءَ جي مرليءَ جو اڏي
۽ ان جي ٻانهن مون کي توهان جي مهما لکي سمجهايو، هي رگهونش مڻي!
مهاراج سري رام، مان ڪجهه توهان کان گهرڻ آئي آهيان. هي ٻرلويءَ جو
ٻار لاهڻ وارا! هي ڪرپا جا ساگر! هي دکن کي دور ڪرڻ وارا دئيالو!
رگهونش ۾ سرشٽ رام! توهان جي جئه هجي. هي ٻرڀو! مان توهان جي
شرڻ آئي آهيان. هي سکن جا ڌام! مون کي پنهنجي پتيءَ جو مستڪ ڏيو
مان ان سان گڏ ٻاڙکي وڃي اگني سنسڪار ڪنديس. سلوچنا جا اهڙا ٻرٻم
ٻرال وچن ٻڌي سري رامچندر جي اکين مان جل ڌارا وهڻ لڳي. سوامي
رامچندر ڀڳتي جو هتڪاري ۽ ٻنا ڪنهن ڪارڻ جي دئيالو آهي. تلسيداس
چوي ٿو هي مورک! تون ڇل ڪپٽ کي ڇڏي ان جو ڀڄن ڪر. سري
رامچندر چوڻ لڳو هي ديوي! جيڪڏهن تنهنجي اڇا هجي ته مان اڄ تنهنجي
پتيءَ کي جيئاري ۽ سڀ ڪنهن تائين لنڪا جو راڄ ڏيان، تون شوڪ من مان
ڪڍي ٻرسن ٿيءُ ۽ پنهنجي گهر موٽي وڃ. ٻرڀوءَ جا اهي وچن ٻڌي ٻانڌرن
کي من ۾ ڏاڍو ٻڙ ٿيو، ۽ ٻرڀوءَ جو رخ ڏسي ڪجهه ڇٽي ٿي سگهيا ۽ من
۾ ويچار ڪرڻ لڳا ته ڏسون وڌاتا ڇا ٿي ڪري، جيڪڏهن سري رامچندر
هن کي جيئرو ڪندو ته ديوتائن جو دک دور ته ٿيندو ۽ وڀيشڻ وٽي لنڪا
جو راڄ ڪهڙيءَ طرح ڪندو، تڏهن ودياءَ کي ياد ڪري ميگهنات ڏنش
ڪٽي ٿو وڙندو ۽ لنڪا جو راڄ هٿ ڪندو. سري رامچندر جا اهي وچن
ٻڌي سلوچنا ونتي ڪري چوڻ لڳي هي ڀڳوان! توهين سڀ ڪجهه ڏيڻ ۾
سمرٿ آهيو ۽ وڏا دئيالو آهيو، مون ته من ۾ ويچار ڪري ڏٺو آهي ته اهڙي
جيئڻ کان مرڻ ڀلو آهي. توهان پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان جيتي لوڪن
کي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي ۽ منهنجي پتيءَ چوڏهن ڀونن جي سکن کي
ڀوڳي ٻه روپي تيرٿ ۾ لڪشمڻ کي سچاٽي ٻراڻ روپي الم دان ۾ ڏئي
ڇڏيو، هاڻ اهو مناسب نه آهي جو مان پنهنجي پتيءَ کي وري موٽائي وٺان
ڇاڪاڻ سڀ کان وڏو لاڀ ته توهان جي درشن ۾ ٿي آهي تنهڪري
مان نه سچو ساڌن ڪري مرنديس ۽ توهان سان اهڙيءَ طرح ملنديس جهڙي
طرح ڀوڳين توهان سان ملن ٿا. ٻوءِ سري رامچندر سگريو کي سڏائي
ميگهنات جو سر گهرائي سلوچنا کي ڏنو، سلوچنا پنهنجي پتيءَ جو مستڪ
وٺي ٻرسن ٿي، ۽ مستڪ کي ڏسي پتيءَ جي وڇوڙي جو دک ٿيڻ لڳس
۽ اکين ۾ آنسون اچي چوڻ لڳي هي منهنجي ٻراڻن جا پيارا! الين ڇڏي مڪ،
ٿي لڳل مٿي اکڻ لڳي. اهو ڏسي سگريو کي عجب لڳو ۽ هٿ جوڙي

چوڻ لڳو هي پريا! هنا پران جي پاڻهن قلم ڪٽي ڪيئن لڪي سگهي ٿي، جڏهن هيءُ مکر کلي ڏيکاري تڏهن اها ڳالهه سچي آهي نه نه اجائي راڪشن جي ڪوڙي مايا آهي. تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو هي وانراج! اها اندواي ڪرڻ ٺيڪ نه آهي هوءَ سر هيئنر ضرور کلندو. تڏهن سلوچنا مستڪ کي چوڻ لڳي هي ناٿا! هاڻي جلد کلي ڏيکاريو نه ته جيڪي توهان هٿ سان لکيو آهي انهيءَ کي سچ نه سمجهندا، ان مستڪ هڪ ڪن ڏانهن ڪئي ۽ چپ رهيو ۽ کليو نه. تڏهن سلوچنا وينتي ڪري چوڻ لڳي هي سوامي جيڪڏهن مان من، وچن ۽ ڪرم سان پنهنجي پتيءَ کي ديوتا ڪري مڃيان ٿي ۽ سمجهي ٿي ته ڪنهن پرش جو ڌيان نه ڪيو آهي ته هي سوامي! مونکي سري رام جي اڳيان ڇو ٿا لڄي ڪريو، تڏهن ڪري هي سوامي سري رامچندر جي سڀا ۾ کلي ڏيکاريو ته هن وقت سيتي جي شنڪا دور ٿي وڃي - هي پراڻ ناٿا! جيڪڏهن مان هن گنتيءَ کي ڄاڻان ها ته پنهنجي پيءُ کي سهائتا لاءِ گهرائي وٺان ها؟ استريءَ جا اهي وچن ٻڌي مستڪ کلي چوڻ لڳو ته چا! ڪڏهن ناگراج ۽ ڀڳوان کي جيتي سگهي ٿي، وڄر جي سمان اڳندڙ شبد ٻڌي نٿو سگهجي انهن چئي چپ ٿي ويو. اهو حال ڏسي سگريو ۽ ڀيشن سڀئي ٻانڊرن کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ پتورتا استريءَ جي ساراهه ڪرڻ لڳا ۽ سري رامچندر جي چرنن ۾ سر نوائي پڇڻ لڳا هي پريا! هن مئل سر ڇو کليو؟ سو ٻڌايو؟ تڏهن ڀڳوان چوڻ لڳو هي ڪپي راج! سگريو ۽ هي لڪشمڻ! سر جي کلڻ جو ڪارڻ ٻڌو، جا استري من ڪرم وچن سان پتيءَ جي شيوا ڪري ٿي ان تي ديوتا ۽ مدي پرسن رهن ٿا، هيءَ ناگراج جي ڪنيا سنيونتي آهي ان جي ست ڪري ديون جي شترو ميگهنات جي مستڪ کلي ڏنو، شري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ٻانڊر سچ سمجهڻ لڳا.

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! پريوءَ جي مايا ڪهڙي آهي جو وڳو ڀڳتن جي وڏائي ڪري ٿو جنهن جي ديا درشٽيءَ سان سنسار اپڻ ۽ ناس ٿئي ٿو ان جي لاءِ عجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي. سلوچنا پتيءَ جو سر وٺي وينتي ڪري ڀڳوان کي چوڻ لڳي هي ڪوشل راج! اڄوڪو ڏينهن منهنجي ڪري پڻ بعد رکو، پوءِ وري سلوچنا وڀيشڻ جي چرنن ۾ سر نوائي چوڻ لڳي هي راوڻ جا ڀائي! توهان منهنجي پتا جي سمان آهيو هن ڪل جي لاج ۽ وڏائي توهان جي هٿ ۾ آهي. مون اڳيان وس توهان کي پرو ٿي سمجهيو ليڪن گيان تيڻ ڪري توهان کي ڳنوان ڏٺو. سلوچنا جا اهي وچن آئي ۽ هن کي ٻانڊر سينا جي ٻاهران

پهچائي وري موٽي آيو. ان وقت راوڻ جو وڏو ڀاڄي واس ۾ مسڻ ۾ ڏٺو دکي ٿي سلوچنا مستڪ کي پالڪيءَ ۾ چاڙهي پاڻ به ان ۾ چڙهي ويٺي، شري رامچندر جي ڪرپا سان ان جي من ۾ پريم وڌڻ لڳو ۽ هردي ۾ شيام مورتي رکي رام رام جپيندي مها پوتر نديءَ جي ڪناري تي پهتي پوءِ پنهنجي پتيءَ جو سر هٿ ۾ کڻي اگني سنسڪار ڪرڻ جو پربند ڪرڻ لڳي. اها خبر ٻڌي راوڻ منودريءَ سميت اتي آيو. آگيا وٺي شيوڪ دوڙي وڃي چندن اگر ۽ سگنڌاون ڪاٺيون آڻيون جن مان هڪ مضبوط چکا ٺاهي جنا سرڳ لوڪ جي ڏاڪڻ ناهي هئائون، پوءِ سلوچنا سيندي کي پرڻام ڪري ڌڙ ڏاري مستڪ ۽ پاڻهن ٽڙ سان ملائي هٿ ۾ کڻي آسڻ لڳائي چکا تي ويهي رهي، پس اگنيءَ لڳائڻ جي دير هئي ته لڳڻ شرط وڌندي آڪاش تائين پهتي اتيءَ اگنيءَ مان هڪ قسم جو تيج پرڪاش نڪتو جو آسمان ۾ غائب ٿي ويو، اهڙي طرح سلوچنا سرڳ ڌام هلي ويئي.

## راوڻ ۽ آهي راوڻ سنواد

راوڻ جيئن ٿي پٽ جي مرڻ جو ٻڌو ليئن ٿي مورڇت ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو ۽ منودري به روئي چاڪي پٽي ورلاپ ڪرڻ لڳي. جڏهن راوڻ هوش ۾ آيو تڏهن ويچار ڪرڻ لڳو ته هاڻ منهنجي ڪل جا وڏا يوڌا سڀ ٻڌ ڪيتر ۾ مارجي ويا هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي، اهو ويچار ڪندي ڪندي سڄي رات گذري ويئي. صبوح جو سوير اٿي سنان ڪري سنڌيا وندنا ڪئي ۽ ٻئي هٿ جوڙي شو ڀڳوان جو ڌيان ڪري چوڻ لڳو، هي تراوڪي ناٿ! توهان منهنجي رکيا ڪريو! اهڙي طرح پوڄا پاٺ ڪري واندو ٿي راوڻ آڪرشڻ منتر جو جپ ڪيو جنهن ڪري آهي راوڻ جو من ڏکي ويو ۽ هو پنهنجي من ۾ چوڻ لڳو ته راوڻ ڇو وياڪل آهي، جنهن ٽنهي لوڪن کي وس ۾ ڪري ڇڏيو آهي. جنهن کي جيتڻ لاءِ سنسار ۾ ڪوئي سورويرو ڪونهي. جنهن من وچن ڪرم سان اڄ ڪنهن جي ڀڳتي نه ڪئي آهي سو هن اڄ ڪامدا ديويءَ جو ڌيان ڪيو آهي، اتين ڇوٿي آهي راوڻ جلدي اچي آيو جتي شو جي مندر ۾ راوڻ ويٺو هئو. ٻئي ڀاٽا اوڏي مهل هڪٻئي کي ٻرپ خوشيءَ سان گڏيا ۽ ڪيس وٺي آڻي پنهنجي آسڻ تي ويهاريائين تڏهن آهي راوڻ خبرچار پڇڻ لڳو، تڏهن راوڻ پهرين اها ڪٿا ڪئي جو سندس ڀيڻ شورپڻکا اتيتي ڪئي هئي وري کر دوشڻ جي جيئن خبر ٻڌي هٿائين ۽ مارڄ جي به سموري ڪٿا ڪري ٻڌائي، وري سيتا هرڻ ۽ ڀڄڻ

پتر جي پل پاست لنڪا ڏهن جي خبر پڌائي، تنهن کان پوءِ سري رامچندر سيتوبند پل پڌي جهڙي طرح هلي آهي سو ۽ انگد جو سنواد پڌايو تنهن آهي راوڻ چوڻ لڳو ڇي شيش لوڪ جا راڄن! اوڻ، اڪمون، اليڪاڻ ۽ ساري سڀا جڏهن رڻ ڀوم ۾ مارجي ويئي آهي تڏهن مون کي ياد ڪيو آهي، ڪيڪرڻ ۽ ميگهناٿ جنهن ماري چڏيا تنهن رام ۽ لڪشمڻ کي اجا منش سمجهيو ويٺو آهين. تڏهن راوڻ چوڻ لڳو هي پکيراج! هاڻي توکي ياڻ وٽ گهرايو اٿم تنهن ڪري اهو اپاءُ پڌاءِ جنهن سان دشمن ناس ٿئي. تڏهن آهي راوڻ چوڻ لڳو بس، اها ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي، مان پنهي ڀائرن کي وٺي وڃي ٿو پاتال ۾ ڦٽان جتي ڏيوءِ جي اکيان هين جو بليدان ڏيئي جهٽ پنهي کي پورو ٿو ڪريان؟ جنهن وقت رات ۾ سورج جهڙو پرڪاش ڏسين اوڏي مهل پڪ ڄاڻج ته مان هين پنهي ڀائرن کي ڪٽي ٿو وڃان. اهين چئي سر نوائي پنهنجي بل جي واکاڻ ڪري پنهنجي اشٽ ديو کي هردي ۾ رکي شري رامچندر جي سڀا ۾ آيو، اوڏي مهل رات اونداري پيانڪ هئي جو ڪير ڪنهن کي ڏسي نٿي سگهيو. جتي رام ۽ لڪشمڻ سمهيل هرا ان جي چوڌاري هنومان پنهنجو پڇ وڌائي چوطرف اهين ته ويڙهيو هوائين جو گويا هڪ زبردست قلعو پڌي ڇڏيو هوائين، هنومان جي اهڙي رچنا ڏسي آهي راوڻ جي همت هارجي ويئي ۽ جيڪي من ۾ سوچيو هوائين سو سڀ وترت سمجهڻ لڳو. نيٺ پير ڪري وسيلو ته ڏسي ڪهڙي ويس ۾ وڀيشڻ جو روپ ڌاري هنومان کي اچي چوڻ لڳو هي ڪپي راڄ! مون کي رستو ڏيو ته مان اندر وڃان، مان ڀرپور کان آڪيا وٺي سنڌيا اپاسنا ڪرڻ ويو هوس. ديو ٿي وڃڻ ڪري متان سري رامچندر ڪاوڙ ڪري اٿيءَ ڪري جلدي اندر وڃاڻ. هنومان هن جا وچن سچ سمجهيا. پاوي وڏي بلوان آهي، هي پائي! ڪپٽيءَ جي چال ڄاڻي نٿي سگهجي، هوونهار اصل اهين هئي جنهن ڪري هنومان ڪيس وڀيشڻ سمجهي اندر وڃڻ ڏنو. آهي راوڻ جڏهن اندر ويو تڏهن ڇا ڏسي ته سري رامچندر لڪشمڻ سميت سمهيا پيا آهن، شيام سرير سري رام جنو ڏسي آهي راوڻ من ئي من ۾ ڪيس نمسڪار ڪري سوچڻ لڳو ته هاڻ راوڻ جو ڪارڻ ڪريان، تڏهن پنهنجي مايا مان پيدا ٿيل موهني منتر پڙهڻ لڳو جنهن جي اثر ڪري سيئي پاندر رچ اي هوش ئي ويا. تڏهن هو رام ۽ لڪشمڻ کي کڻي غائب ٿي ويو. ان وقت آڪاش ۾ سورج جهڙو پرڪاش ٿيل ڏسي راوڻ پنهنجي من ۾ سمجهيو ته آهي راوڻ بيشڪ سچو آهي ۽ پنهي ڀائرن

ڪي پاڻ سان پاتال ۾ کڻي ويو سو ڏاڍو من ۾ خوش ٿيو ته آهي راوڻ راڪشن جي دشمن کي کڻي ويو. جڏهن سورج جهڙو پرڪاش بند ٿيو تڏهن سڀئي هوش ۾ آيا ۽ جاڳي پيا ۽ سري رامچندر کي نه ڏسي سڄي سينا ۾ شور مچي ويو ته سري رام ۽ لڪشمڻ آهن ڪي ڪين، سڀئي ڳولي ڳولي ٿڪجي پيا پر ڪٿي به پتو ڪونه پين. سگريو ۽ ٻيا باندر ڏک ۾ وياڪل ٿي چوڻ لڳا ته هاڻي ٻڌي پٽائي ڳالهه وڌاتا بگاڙي ڇڏي، راڪشن جي سڄي سينا ناس ٿي چڪي آهي فقط هڪ ئي شترو راوڻ اڪيلو آهي اهو نه سري رامچندر جي پاڻ لڳڻ کان سواءِ ڪين مرندو. هي پاڙروا! اسان جهڙو اپاءُ ڪوئي نه آهي، جيڪڏهن اسين راوڻ کي به کڻي جيئرو تڏهن به سيتا کي ڪهڙو جواب ڏينداسين. ائين چئي وياڪل ٿي پرٿوي تي ڪري پيا هنومان ۽ جامونت، سڀني کي ڏک ٿيو.

ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! انهيءَ رات جو گهور اندڪار ۾ ڪنهن کي به ڪجھ خبر نه پيئي. وري هنومان سڀني کي چوڻ لڳو مونکي هڪ عجب ٿو لڳي نه ڪوئي پرش وڀيشڻ جي ويس ۾ آيو هو ۽ مون ان کي پرڀوءَ جو ڏانهن ويندو ڏٺو هو، هن مونسان مٺو ڳالهائي اندر وڃڻ لاءِ چيو، مون هن کي وڀيشڻ ڄاڻي اندر وڃڻ ڏنو، مون راڪش جي مايا جو ڪجھ نه سمجھيو. هنومان جا اهي وچن ٻڌي وڀيشڻ چوڻ لڳو ته اس! اس! مون سمجھيو، اهو روپ ڌارڻ جي شڪتي راڪشن مان رڳو اهي راوڻ کي آهي سو متان اهو نه راوڻ جي چوڻ تي منهنجو روپ ڌاري شري رام ۽ لڪشمڻ کي پاتال ۾ کڻي ويو هوندو، هاڻي جڏهن کي ٻل هجي ته وڃي اهي راوڻ کي جيئري ٻنهي پاڙن کي کڻي اچي. تڏهن جامونت ۽ سگريو پاڻ ۾ صلاح ڪري چوڻ لڳا، هي هنومان! ٻيا رگهنات جي اسان جي جيئڻ کي ڌڪار آهي تڏهن ڪري جهڙي طرح تون سيتا جي خبر ۽ سنجيون ٻوٽي کڻي آئين هئين اهڙي طرح ڪٿان جي ڪاڻ سري رامچندر کي ڳولهي اچ.

## هنومان جو رامچندر کي ڳولهڻ لاءِ وڃڻ

اهو ٻڌي هنومان چوڻ لڳو هي ڀائي! توهين چنتا نه ڪريو جيئن سنڌيا ٿئي ڏکي ٿي مان چوڏهن ڀون ۽ ٽنهي لوڪن مان پرڀوءَ کي ڳولهي کڻي ايندس هاڻي سڀئي پاڻ سجاڳ رهو. ائين چئي گرجنا ڪري هلڻ لڳو، هلندي هلندي هڪ وڻ جي هيٺان ٿڪ ڀڃڻ لاءِ ويهي رهيو، اتي هڪ اڄهو پکي (گدڙ) پنهنجي زال ڳجھڻ کي هن طرح چئي رهيو هيو، گيدڙي

گرڌي هئي هڪ پنهنجي پتيءَ کي چوڻ لڳي ته منش جو ماس آڻي ڏي ته مان ان کي کائي ٻيت ٿيان تڏهن گيدڙيءَ جو وچن ٻڌي گيدڙ ٻکي چوڻ لڳو ته اڄ راوڻ رام کي ڪٽي آيو آهي اهو وڃي ديويءَ کي ٻل ڏيندو وڏا ڀاڳ اسان جا آهن جو اهو ماس ملندو، ڪنهن به طرح سان توکي ماس آڻي ڏيندس. ائين چئي زال کي آٿت ڏنائين. گيدڙ ٻکيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان ٻکران رام جو سمرڻ ڪندو هڪ ڪن ۾ پاتال ۾ هليو ويو ۽ اچي ديويءَ جي مندر وٽ پهتو. اتي دروازي وٽ مڪرڌج نالي باندر دوارپال بيٺو هو جنهن هنومان کي ايندو ڏسي ڌمڪائي ڪروڌ مان چوڻ لڳو، اڙي تون ڪير آهين؟ جو بنا اجازت جي هت هليو آيو آهين، تون منهنجو نرادر ڪري رهيو آهين. توکي خبر ڪانه، اتي مان هنومان جو پٽ آهيان ۽ اهي راوڻ جو سيوڪ آهيان. هنومان هن جا اهي وچن ٻڌي عجب ۾ پئجي چوڻ لڳو اڙي مورک اگياني؟ تون آهين ڪير جو منهنجو پٽ ٿو سڏائين، مان ته بال برهمچاري آهيان. مون ڪڏهن سپني ۾ به ڪنهن استريءَ سان سنگ نه ڪيو آهي پوءِ ڪيئن تو چيو ته مان هنومان جو پٽ آهيان، مونکي ٻڌاءِ ته تنهنجو جنم ڪيئن ٿيو؟ هنومان جي اها ڳالهه ٻڌي مڪرڌج چوڻ لڳو هي ڪپي راج! جنهن وقت توهان لنڪا جلائي سمنڊ جي ويجهو آيا ۽ پاڻ جي گرمائش ڪري جيڪو توهان جي بدن مان پسينو نڪتو هو اهو پسينو سمنڊ ۾ ڪرڻ ڪري هڪ مڇي ان کي ڳهي ويئي تڏهن منهنجو ان مڇلي مان جنم ٿيو، اهڙي طرح مان توهان جو پٽ آهيان ۽ اهي راوڻ جي آگيا سان هن دروازي تي رهان ٿو. مڪرڌج جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو ته تنهنجا وچن بلڪل سچا آهن پر ٻڌاءِ ته سهڻن اهي راوڻ رام ۽ لڪشمڻ کي آڻي ڇا ڪرڻ چاهي ٿو ۽ اهو ڪهڙو استان آهي جتي هو رهن ٿا، مان پنهنجي سواميءَ جو حال ٻڌڻ چاهيان ٿو. هنومان جا اهي وچن ٻڌي مڪرڌج چوڻ لڳو هي ڪپيشور! مونکي ڪجهه خبر نه آهي باقي اهو سو ٻڌو اٿم ته رام ۽ لڪشمڻ کي ديويءَ تي ٻل چاڙهڻ لاءِ اهي راوڻ ڪٽي آيو آهي جنهن ڪري اهي ڏاڍا هوئن پڪيا تي رهيا آهن، جو ڪجهه به پنهنجي ڪنن سان ٻڌو اٿم سو سڀ توهانکي ٻڌايم. هاڻ جيڪڏهن توهان اندر وڃڻ لاءِ چوندو ته وڃڻ نه ڏيندس، ڇو ته سواميءَ جي آگيا آهي ته ڪنهن کي به اندر اچڻ نه ڏي. مڪرڌج جا اهي وچن ٻڌي هنومان هن کي ڌڪو ڏئي اندر وڃڻ لڳو، تڏهن مڪرڌج ڪروڌ ۾ ڀرجي هنومان کي ڌڪ هڻي ڪڍيو، وري هنومان هن کي ڌڪ هنيو، اهڙي طرح هڪ ٻئي ۾ وڙهڻ لڳا.

ٻر گهٽ ٻڌي ۾ ڪانه هئي. ٿورو ڪجهه وقت کان پوءِ هنومان هٿ کي ٻنهي سان ٻڌي اندر هليو ويو ۽ سوکيم روپ ڌاري ديويءَ جي مندر ۾ ويو ته ڇا ڏسي ته ٻکيءَ ٿي رهيو آهي ۽ اتي ڪيئين راڪش هٿن ۾ هٿيار کيو بيٺا آهن ۽ ديويءَ جي اڳيان انيڪ قسمن جا ميوا پڪوان آڻي رکيا اٿن. اوڏي مهل مالهڻ گلن جي مالها کڻي آئي هنومان ڇا ڪيو جو گلن کان ٻه هلڪو سوکيم روپ ڌاري گلن جي مالها ۾ وڃي رهيو، اها مالها جڏهن مهل ديويءَ تي چاڙهيائون تڏهن هنومان جا چرن ڇهندئي ديوي ڏري ٿي ۽ سمجهي ويئي ۽ هنومان مها ڀيانڪ روپ ڌاري مک ڦاڙي ڪڙو ٿي ويهي رهيو جڏهن جي سونهن ورڻن ڪري نٿي سگهجي. سڀئي راڪش ديويءَ جو اهو روپ ڏسي اهي راوڻ ۽ ٻين راڪشن سمجهيو ته اڄ ديوي ساکيات پرگهٽ ٿي درشن ڏنو آهي جڏهن ڪري پاڻ کي وڏڀاڳي سمجهڻ لڳا. اهي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڏاڍي پريم سان ديويءَ روپ ۾ هنومان جي پوڄا ڪرڻ لڳو ۽ جو ڪجهه پرسڳ آڻيو ٿي سو هنومان جي وات ۾ وجهندا ٿي ويا ۽ اهي جهڪي ۽ ميون ۽ پڪوانن جا ڍير لڳا پيا هئا تن مان هڪ به نه بچيو سڀئي هنومان کائي ڇڏيا. سري رامچندر هنومان جي اها چالاڪي ڏسي لڇمڻ ڏانهن نهاري کلڻ لڳو. ٿوري دير کان پوءِ اهي راوڻ جي آڳيا سان رام ۽ لڇمڻ کي ٻلي چاڙهڻ لاءِ ديويءَ جي اڳيان آڻي ٻيهاريائون. مها مورک راڪش ٻنهي کي مارڻ لاءِ هٿ ۾ تلوار کڻي تيار ٿي بيٺا آهن، رڳو حڪم ملڻ جي دير آهي تڏهن اهي راوڻ ٻنهي ڀائرن کي چوڻ لڳو ته هينئر توهين پنهنجي اشٽ ديو جو ڌيان ڪري وٺو ڇو ته هن کان پوءِ توهان کي ديويءَ تي ٻلي چاڙهيو ويندو. اهي راوڻ جا اهي وچن ٻڌي سري رام لڇمڻ ڏانهن ڀير نهاري ۽ لڇمڻ رام ڏانهن پيو نهاري.

## هنومان جو اهي راوڻ کي مارڻ

ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي پکيراج گرڙ! ٻرڀوءَ جي ليلا ڪهڙي طرح ورڻن ڪجي، جڏهن وقت راڪش رام ۽ لڇمڻ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيا ان وقت هنومان ديويءَ جي روپ ۾ گرجڻ لڳو جو ٻڌي راڪش ڏڪڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته اهي راوڻ چڱو ڪم نه ڪيو آهي، هي ڪنهن وڏ ۾ ديوتائن جي سواميءَ کي ڪٺي آيو آهي انهيءَ ڪري ديوي اڄ ناراض ٿي آهي هاڻي سڀني جو مرڻ ايندو. پوءِ وري اهو هنومان ڀيانڪر گرجنا ڪئي جو ٻڌي سڀئي راڪش وياڪل ٿيڻ لڳا. تڏهن هنومان پنهنجو اصلي روپ

پرگهٽ ڪري ٻنهي ڀائرن کي ڪلهي تي چاڙهي راڪشن کان هٿيار کسي انهن کي مارڻ لڳو- ڪن جون ٻانهون، ڪن جا نڪ چپ، ڪن جا ڪن چپ، ڪن جون سيسون ڪاٽڻ لڳو ۽ ڪن کي ٻڪڙي ٻڌي اگنيءَ ۾ ڦٽو ڪري پيچ سان چنڊي پاسي گهيرو ڪري ڇڏيو جيئن ڪوئي بچي نه وڃي. اهڙي طرح سڀني راڪشن کي ماري ڇڏيائين. تڏهن اهي راوڻ چوڻ لڳو هي هٺيلا بندر! تون مون کي سڃاڻين نٿو، مان اهي راوڻ آهيان! جمبومال ۽ راوڻ جي پٽ کي توئي ماريو آهي نه! هي هنومان! ٻڌ! مان ڪال نيم وانگر نه آهيان، چئي هنومان تي تلوار جو وار ڪيو- پر هنومان هن کان تلوار کسي اهي راوڻ کي هٽي سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو ۽ اهو سر ڪٽجي اگنيءَ ۾ وڃي پيو، سماپت ڪيو. تڏهن مڪرڌج ونتي ڪئي، هنومان ان کي ٻڌڻ کان مڪت ڪري سري رامچندر جي آگيا سان پاتال لوڪ جو راڄ ڏئي رام ۽ لڪشمڻ کي ڪلهي تي چاڙهي هڪ ڪشڻ ۾ اچي لنڪا جي ٻڌ ڪيتر ۾ پهتو. رام ۽ لڪشمڻ سميت هنومان کي ڏسي ساري سينا ۾ خوشي جا نعرا وڄي ويا- سگريو، وڀيشڻ، جامونت، انگد ۽ ٻيا پڀوءَ جي چرڻن ۾ مستڪ رکي مليا- سري رامچندر ۽ لڪشمڻ منا وچن چئي سڀني جو آدر ستڪار ڪيو.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! جا سري رامچندر جن ۾ شڪتي نه هئي پاڻ کي بچائڻ جي، اهي ڪهڙا نه مورک منش آهن جو شري رامچندر کي منش سمجهي ڪيس نڀل ٿا ڄاڻن. اهي راوڻ جو موت هنومان جي هٿان ٿيڻو هو، تنهن ڪري ڀڳتن جي مهما وڌائي ڪندڙ ڀڳوان رام سڀو ڪارڻ هنومان جي هٿان ڪرايو.

اهي راوڻ جي مرڻ جو ٻڌي راوڻ کي ڏاڍو ڏک ٿيو، منهن سڪي ويس ۽ نيڻن مان جل وهڻ لڳس ۽ ڪجهه ڳالهائي به نه پئي سگهيو ۽ ڏهن وار سر پئي ڌوڻيائين. راوڻ جو اهڙو حال ڏسي مندوديءَ اچي هن کي هر طرح سمجهايو پر هن مورک ڪال وس ٿي ڪجهه به نه ٻڌو ۽ ڪروڌ ڪري اٿي کڙو ٿيو. اوڏي مهل هڪ ٻيو ڌرم گياني منتري اتي اچي نڪتو. راوڻ ان کي آدر ڏئي ويهاريو. منتريءَ راوڻ کي ڌرم نيتيءَ جي ڳالهه ٻڌائي سمجهايو جا ڳالهه راوڻ کي پسند نه آئي. تنهن ڪري منتري ٻڌائي ٻي ڳالهه ٻڌائڻ لڳو، هي ديو شترو راوڻ! گهٻرائين ڇو ٿو، اڃان به اڪ جي پٽن کان به وڌيڪ تنهنجو هڪ ٻلوان پٽ باقي آهي- منتريءَ جي اها ڳالهه ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو، هي منتري! هن وقت منهنجي ڪل ۾ ڪهڙو ٻڙدو

باقي ٻيهر آهي.

## راوڻ جو پٽر نارانتڪ

تڏهن منتري چوڻ لڳو ته هي راوڻ! توهان کي ياد هوندو ته جو پٽ اشب گهوڙيءَ ۾ الهن ليو هو جنهن کي توهان گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هو جنهنجو نالو نارانتڪ آهي سو اڃا تائين جيئرو آهي ۽ هو شوَ جي ڪرپا سان ڀاولپور ۾ راڄ ڪري ٿو. منتريءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڌوم ڪيتو دوت کي گهرائي ان کي 'پٽ' ڏيئي سمجهائي اوڏاهن موڪليو.

نارانتڪ جي اتپتي ڪيئن ٿي، اهو ڀاولپور ۾ ڪيئن ويو اهو ڪٿا ٻڌايل ۽ سندر آهي. هي گرڙ! مون کي استر ڪري ڪٿا ٻڌ. اهي سيئي دشت ٻاهتر ڪروڙ لنڪا ۾ هڪ ئي وقت ڄاوا هئا. اهو ٻڌي راوڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن پنهنجي شڪر آچاريه کي گهرايو ۽ چرڻن ۾ سر نمائي اکين مهورت ٻڌو، تڏهن شڪر آچاريه چوڻ لڳو ته اڄ سيئي ٻالڪ مول نڪشتر ۾ ڄاوا آهن. هي راوڻ! اڄ جيڪي به ٻالڪ تنهنجي نگر ۾ ڄاوا آهي سيئي ٻالڪ پنهنجي پتا کي ناس ڪندڙ آهن. هي دل شترو! تهن جو منهن ڏسڻ ۽ گهر ۾ رکڻ ڪري ڌن وغيره سڀ ناس ٿي ويندا. تڏهن راوڻ آگيا ڏني ته سيئي ٻالڪن کي ڪٽي اڇو، جو ته انهن جي رکڻ ڪري تمام وڏو نقصان ٿيندو. راوڻ جي آگيا ٻڌي ڪيترا راڪش نگر ويا ۽ وڃي چوڻ لڳا هي نگرواسيو! ٻڌو، جيڪي اڄ ٻالڪ مول نڪشتر ڄاوا آهن انهن سيني کي نائڪن کي سمندر ۾ وجهي ڇڏيو. هٿڻ هار ن ئي سيني ٻالڪن کي هڪ ئي هنڌ ماکيءَ جي مکين وانگر جهنگل ۾ ڪري آيا، اهي سيئي ٻاپ جا مول وڻن جي پن سان چمبڙي کير ندا رهيا. ستن سالن تائين کير پيئندا دشت راڪشن جا ٻالڪ وڏا ٿيا. ٻوءِ ئي گڏجي گنگا جي سنگم وٽ آيا جتي شوَ جو سندر مندر هو، اتي اندر ، درشن ڪري ڏاڍا پرسن ٿيا. پنهنجي جنم جي خبر ڪانه ٿي پئين، اهو ار ڪري گرو شڪر آچاريه وٽ آيا ۽ پرڻام ڪري اتي ويهي رهيا. ن جي گروءَ پنهنجي ششن کي سڃاڻي آشيرواد ڏيئي پنهنجو نالو ٻڌائي ي کي سمجهايو، اهي هن کي ڪل جو گرو ڄاڻي وينتي ڪري چوڻ هي گروجي! اسان جو جنم ڪيئن ٿيو سو ڪرپا ڪري ٻڌايو، تڏهن ر آچاريه شروع کان وٺي سمورو حال ڪري ٻڌايو جو ٻڌي ڏاڍو ٿڪي

ليا، ھمن جو رخ ڏسي شڪر آچاريہ من کي شانتي ڏيڻ لاءِ ھمن کي گرو منتر
ڏنو، اھو گرو منتر وٺي سڀ ڪجھ ڇڏي ڪٺن تپسيا ڪئي تڏھن برھما پرسن
ٿي ور گھرڻ لاءِ چيو، سڀني پنھنجي پنھنجي مرضيءَ موجب ور گھريا
تڏھن نارانتڪ چوڻ لڳو ھي ڀڳوان! ھڪ مونکي اھو وردان ڏيو تہ جڏھن بہ
مونکي ڪوئي بہ نہ جيتي سگھي. اھي وچن ٻڌي برھما وچار ڪري
چوڻ لڳو ھي نارانتڪ! "اٿين ئي ٿيندو" ڪنھن جي بہ ھٿان تنھنجو موت
نہ ٿيندو. فقط سگريو جي پٽ سان ڪڏھن بہ وير نہ رکج اھو تنھن جو
ڳرڀاٽي آھي جيڪڏھن تون ان سان يڌ ڪندين تہ تڏھن تنھنجو موت ٿيندو
منھنجو وچن ستيہ آھي اٿين چئي برھما چوڻ لڳو مون اھو وردان فقط
نارانتڪ کي ڏنو آھي ۽ ٻيا دئيت جو تپسيا ڪري رھيا آھن انھن کي بہ
برھما ور گھرڻ لاءِ چيو، برھما جا وچن ٻڌي دئيت پرسن ٿي چوڻ لڳا
ھي ڀڳوان! توھين انترجامي آھيو، اسان کي اھو وردان ڏيو تہ ديوتائن ۽
دئيتن جي يڌ ۾ اسان جي وجيہ ٿئي. تڏھن برھما وچار ڪري انھن کي
چوڻ لڳو تہ توھين ٻانڊرن ۽ رڇن انھن ٻنھي ذاتين کي ڇڏي ٻين سڀني
تي جيت پائيندا. اٿين چئي برھما انتر ڌيان ٿي ويو. تڏھن ڪان وٺي شؤ
جي ڪرپا سان نارانتڪ جلدي آڪاش ۾ (ڀھاولپور) نگر وسايو، اٿي
ھڪ ٿي استان تي پاھتر ڪروڙ سورن ۽ مٽين سان جڙيل گھر ٺاھيا جنھن جي
سوڀيا چنڊ جي ڀاسن کان چمڪڻ لڳي. ڀڳوان جي اڇا سان ان وقت ددي ٻل
ٽالي ٻانڊر (سگريو جو پٽ) اتي گھمڻ آيو ۽ ڀھاولپور نگر ڏسي موھت
ٿي اتي رھڻ لڳو، ھي مني راج! ھيٺ ھار وس راڪشن سان گڏ ھڪ سال
ٽالين پڙھندو رھيو، ھڪ ڏينھن راڪشن جي گروءَ ڪروڌ ڪري چيو تہ
ري مورک! تون پنھنجي گرو ڀائيءَ جي مارڻ وارو ٿيندين. ايا ڪنھن اپراڌ
جي گروءَ جو سراپ ٻڌي ددي ٻل موڪلائي ايمان سان اتان ھلڻ لڳو،
رستي ۾ ان کي ديورشي نارد مليو. سگريو جي پٽ ان جا چرن پڪڙي پرڻام
ڪيو، مني ھن کي آشيرواد ڏئي پڇڻ لڳو ھي ددي ٻل ھن وقت ڪھڙي
ڪم سان ڪيڏانھن وڃو ھٿين. تڏھن ددي ٻل نارانتڪ جو سمورو حال
ڪري ٻڌايو. راڪشن جي وڏڪ سمپتي ۽ ٻل جو ٻڌي نارد من ۾ وچار
ڪيو ۽ وار تنوار ڀڳوان جو ڌيان ڪري چوڻ لڳو ھي ددي ٻل! جو مدش سرار
ڌاري ڀڳوان جي ڀڳتي نہ ڪري ان جو جڳت ۾ جيئڻ اجايو آھي. ھي
ڪپوٽ! تون اھو وچار ڪري ڀڳوان جو ڀڄن ڪر. مني نارد جا اھي وچن
ٻڌي ددي ٻل کي گيان اٿيو تڏھن رشيءَ جا چرن ڇھي آشيرواد وٺي

پرسڻ ٿي هلڻ لڳو ۽ جلد ئي اچي سمنڊ جي وچ ۾ ڏيهل گر تالي مندهر پربت تي پهتو.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڏٺي ٻل ٻاندر سگريو جو پٽ رگهناٿ جو سمرڻ ڪري من ۾ پرسڻ ٿي اتي وڃڻ لڳو، ان ڪري انهيءَ ڏيٺي ناردمني اوهر لوڪ هليو ويو. اتي نارانتڪ جو پٽ رهي وديا حاصل ڪري جنهن ڪٿي لڙائي ڪرڻ لڳو، هيڏانهن راوڻ جو موڪليل دوت اتي آيو جو لنڪا جي سونهن سوڀيا ڏسي وائڙو ٿي ويو ۽ واکاڻ ڪرڻ لڳو. دوت نارانتڪ جي سڀا ۾ اچي سر نوائي پرڻام ڪيو ۽ راوڻ جي ڏنل چٺي ڏيئي پرسڻ ٿي سڀني جي خوشخبري پڇي، نارانتڪ پنهنجي خوش خبري ٻڌائي راوڻ جي ڪشل پڇي، دوت لنڪاپوريءَ جي سڄي حقيقت ڪري ٻڌائي، نارانتڪ سموري خبر ٻڌي هڪدم آگيا ڏني ته ڇهن قسمن جي سينا سجايو، مان پتا جي دوت سان گڏ جمپوريءَ ڏانهن ويندس. نارانتڪ راجا جي آگيا ملي انيڪ قسمن جا هٿيار هٿ ۾ ڪٺي راڪشن جي سينا هلڻ لاءِ تيار ٿي، نارانتڪ جي وڃڻ جو ٻڌي سندس استري پدمنتيءَ پنهنجي من ۾ ويچار ڪيو ته سري رام سان ورود ڪرڻ ۾ هن جو ڀلو نه ٿيندو، تنهن ڪري هينئر مان به سواميءَ سان گڏ وڃان. ائين چئي سهڻا سندر وستر ۽ گهڻا پائي پنهنجي پتيءَ جا چرن پڪڙي وينتي ڪئي هي پراڻ ناٿ! مان به سس سهري جي درشن ڪرڻ لاءِ توهان سان گڏ هلنديس. پنهنجي پتنيءَ جا اهي وچن ٻڌي تمام نيڪ سمجهي چوڻ لڳو- هي سندري! ڇگو تون به تيار ٿيءُ.

اهڙيءَ طرح سڄي سينا تيار ڏسي نارانتڪ پنهنجي سينا سميت پنڌ ڪندا اچي لنڪا جي ويجهو پهتا. هي گياني منيور! جڏهن چاليهن ڪوهن جي مفاصلي تي سينا پهتي تڏهن جو ڪجهه اتر هوسر ٿيو، هيڏانهن لڪشمي پتي ڪرپالو سري رامچندر ڪاري بادلن وانگر راڪش سينا کي ايندو ڏٺو، جڏهن ٻيڙو سر وڳو، آهي تنهن هوندي ا..، نيتي پالڻ لاءِ منترن کي گهرائي چوڻ لڳو هي وير باندرو! ڏکڻ پاسي ته نهاريو، تمام بادل گجندا اچي رهيا آهن.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! سري رامچندر انترجامي آهي پر هيءَ ٻالڪ ڪرامت جو سوامي پڇڻ لڳو. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي وڀيشڻ کلي چوڻ لڳو هي پڀو! هيءَ بادلن جو گوڙ نه آهي پر راڪشن جي راجا نارانتڪ جو آهي. هي ڪرپانڌ! هيءَ ڀاولپور ۾ رهندو آهي، هن کي

راوڻ گھرايو آهي - هو ڏرم ڪيتو دونهن سان گڏ شور مچائيندو وڏو آواز ڪندو اچي رهيو آهي. هي ٻڌو! هن سان گڏ انيڪ گوان ۽ آهن جي ڳائيندا وڄائيندا اچي رهيا آهن، هو دشت چترنگي سينا سان هاٿي گهوڙا رٿ ۽ پيدل ولي چارئي ڏسائون ڦرندو آيو آهي.

## نارانتڪ ۽ راوڻ سنواد

هيڏانهن نارانتڪ لنڪا ۾ اچي راوڻ جي محل ۾ ويو، پنهنجي پٽ کي آيل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُٿي ان جو آدرستڪار ڪري ڪُشل پڇي آڻ ڏيئي وهاريو. نارانتڪ جي سينا ڏسي مورک راوڻ عجب ۾ پئجي ويو ۽ سچو دک ڀلجي ويس. پوءِ جهڙيءَ طرح جانڪيءَ ڪسي ڪٽي آيو هو اهو سماچار شروع کان وٺي ٻڌايو. ڪيڪرڻ ميگهنات ۽ ٻين راوڻ جي موت جو ٻڌائيندي وياڪل ٿيڻ لڳو، پنهنجي پيءُ کي دک ۾ پيل ڏسي نارانتڪ ايمان وچان چوڻ لڳو هي ڏاڏو شترو! توهين ڪجهه به فڪر جي چنتا نه ڪريو، مان صبوح ٿيڻ شرط هيءُ ڀرتري ٻاندرن کان خالي ڪري ڇڏيندس ۽ ٻنهي ڀينوان پانڊرن کي پڪڙي وٺي ايندس. پٽ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ پرس ٿي ڪٽي گلي لڳائيندس - پوءِ مورک راوڻ پٽ کي چيو ڇگر توهن هينئر وڃي آرام ڪر. انهن ڇٽي پاڻ جو گهر راوڻ اپسرائن کي گهرائي ناچ ڪرائڻ لڳو.

## نارانتڪ يڌ ڀوم ۾

رات گذري وڃڻ کانپوءِ جڏهن صبوح ٿيو ان وقت ترلوڪي ناٿ سري رامچندر جاڳيو، جڏهن ٻاندر سينا تيار ٿي وڃي لنڪا کي گهيري ڇڏيو، ڇٽي پاسن کان ٻاندرن سان گهيريل ڏسي نارانتڪ کي ڏاڍو ڪروڌ ٿيو ۽ پنهنجي مهاٻلي سينا وٺي يڌ جي ميدان ۾ آيو. ڇٽي دروازن کان ٻاهرن جي ٻرسات وسائي ٻاندر سينا کي حيران ڪري ڇڏيو. راڪش لنڪا مان انهن پٽي نڪتا جئين مڪڙن جو ميڙ نڪرندو آهي. هنومان ٻاندرن کي ٻچندو ڏسي وڏي آواز سان گرجڻ لڳو، ۽ ڇٽي پاسي پنهنجو پڇ وڌائي سڀني راڪشن کي پڇي وچڻ کان روڪي ڇڏيو، پوءِ ته هڪ هڪ راڪش کي پڪڙي ڀرتريءَ تي ڪيرائيندو ويو- ڪن کي پڪڙي لمار ٻري قتل ڪري ڇڏيائين. هڪ پاسي هنومان اهڙي طرح پٽي وڙهيو ۽ ٻئي پاسي وير ٻلوان انگد هو، راڪشن جي سينا سمندر وانگر ۽ ٻئي يوڌا مندراچل پربت وانگر آهن جو سينا روپي ساگر کي ڇڄ روپي رتن ڪڍڻ لاءِ ولوڙين ٿا. اهو ڏسي سري رامچندر کلڻ لڳو. اهڙي طرح ٻاندرن جو وڏو پراڪرم

ڪندو ڏسي نارانتڪ ڪروڌ ۾ ڀرجي ٻرلي ڪال وانگر ڀيانڪ آواز ڪيو ۽
ڪش اُستر شستر کڻي ڊوڙيا ۽ هڪ ئي وار سان هٿيار هلائي سڀني ٻاندرن
ي وياڪل ڪري ڇڏيو. انهيءَ وچ ۾ نارانتڪ جي منتريءَ ڊوڙي اچي
انگد کي پيرن کان جهليو ۽ پيا ۾ انيڪ ٻرڌا ڦيرڙي ٻيس پوءِ انگد سڀني
سان گڏ آڪاش ۾ وٺي اڏاڻو ۽ سورج جي ويجهو وڃي ٻاهر جهٽڪي کرماش
لڳڻ ڪري راڪش جلڻ لڳا ۽ هيٺ ڪري پيا، تڏهن انگد وري اٿي ٻرم ۾
آيو. اهو ڏسي پيو سنڌياپتي پشاچن جي سيٺا سميت اچي آيو ۽ هڪ وڏو
ترشول کڻي انگد کي هنيو، اهو ڪڻي ترشول ان جي ڇاتيءَ ۾ وڃي لڳو
۽ هڪدم ٻرلوءِ ئي ڪري پيو. اهو ڏسي هنومان ڊوڙندو ۽ اهو ترشول
انگد جي ڇاتيءَ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي سنڌياپتيءَ کي هنيو، ڇاتيءَ ۾ ترشول
لڳندي سنڌياپتيءَ جي سر جا هزار ٽڪر ٿي پيا. اهو سماچار ٻڌي رگهناٿ چوڻ
لڳو ته هي لڪشمڻ! تون جلد وڃ. سري رامچندر جي آگيا مڃي لڪشمڻ سر
نوائي وڪرال ڌنش ٻاڻ کڻي شترن کي ماري هليو. جڏهن انگد هوش
۾ آيو تڏهن وري يڌ ڪرڻ لاءِ هليو. لڪشمڻ جي ڌنش جي ٽنڪار ٻڌي
ٻاندر وري يڌ ۾ موٽي آيا. ڌنش جي ٽنڪار ٻڌي نشاچر ڊوڙا ئي ڀيا ۽ ڪي
۾ ٻڌي نٽي سگهيا. لڪشمڻ انيڪ ٻاڻن جي ورکا ڪئي جنهن ڪري ڪيترن
جا هٿ پير ۽ سر ڪٽجي ڇڏيا. هيڏانهن ٻاندر ۽ رڇ وڏا چاهين ٿا، هوڏانهن
راڪش ڀڄي جنهن ٻيڻ لاءِ وڙهن ٿا. هنومان ۽ وير انگد ٻئي ٻاندرن
راڪشن سان گهور يڌ ڪئي تڏهن ٻچي وال ٻاندر وري اچي يڌ ڪرڻ لڳا
۽ انيڪ راڪشن کي جان ڪسان ماري ختم ڪري ڇڏيائون. انيڪ راڪشن
کي مرندو ڏسي نارانتڪ ڪروڌ ۾ ڀرجي رٿ سميت آڪاش ۾ وڃي غائب
ٿي ويو ۽ استر شسترن جي ورکا ورسائڻ لڳو، ڪن ۾ سڀني ٻاندرن کي
مورڇت ڪري سري رام وٽ ويو ۽ ٻادلن وانگر گرجي ڪڙا وچن چوڻ لڳو،
هي راڪشن جي ڪل جا دروهي ساوڌان ره! اڄ مان توکي ماري ڀاءُ جو
بدلو وٺندس، ائين چئي هڪ ترشول ڇڏيو، ان کي جامونت وچ ۾ ئي هٿ
سان جهلي سري رامچندر جي جئه مڃائي ان دشت جي ڇاتيءَ ۾ هنيو.
ترشول لڳندي نارانتڪ مورڇت ٿي ڪري پيو. جامونت من ۾ ويچار ڪيو
ته هي دشت منهنجي مارڻ سان نٿو مري. نارانتڪ جڏهن هوش ۾ آيو ته
جامونت کي سامهون ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي ان کي مارڻ لاءِ آيو، جامونت
هن کي ٻانهن ذاتون ايندو ڏسي اهڙي ته زور سان مڪ هڻيائينس جو اوندو
ٿي وڃي ڀرلوءِ ٿي ڪري پيو، پوءِ جامونت هن کي پيرن کان جهلي کڻي

لنڪا ۾ قتل ڪيائيس اهي هو راوڻ جي سامهون وڃي ڪريو. تڏهن راوڻ هاءِ هاءِ ڪري ڊوڙيو ۽ نارانتڪ کي هردي سان لڳايو. نارانتڪ کي ڏٺ ۾ نه ڏسي سيئي راڪش گهٻرائجي قلعي جي اندر پيهي ويا. شام ٿيڻ وقت سيئي ٻاندر سري رامچندر جي چرنن ۾ سر نوائي اچي ڪڙا ٿي بيهي رهيا، سري رامچندر انهن کي ديا درشٽيءَ سان ڏسڻ لڳو، جنهن ڪري ٻاندرن جا سڀ ڏک دور ٿي ويا ۽ تازا توانا ٿي پيا. تنهن کان پوءِ ٻاندر ۽ رڇ پنهنجي پنهنجي استان تي هليا ويا.

صبوح ٿيندي ئي نارانتڪ جاڳيو ۽ راوڻ کي ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ جهٽ اڪيلو ٿي رٿ تي چڙهي ڊوڙيو ۽ آڪاش رستي ڏٺ پوءِ ۾ آيو، ٻاندر سٺا اهو پيڇ ڄاڻي نه سگهي. هو غائب ٿي ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو، هن مورک وڄر جي سمان هڪ سؤ ٻاڻ جتي سري رام هئو اتي ڇوڙيا، ٻاڻ لڳندي ئي انيڪ ٻلوان ٻاندر ڪومائجي ويا ۽ ڪيترا ڪانئر ڏسندي ئي پيهي ويا ۽ جهڪي ويا ٻلوان ٻاندر هٿا سي للڪاري آڪاش ۾ ڊوڙڻ لڳا ۽ ڳولهڻ ٿي ڪجهه به هٿ نه آئين، تڏهن ٻاندر پاڻ ۾ صلاح ڪري وڻ ۽ پٿر کڻي لنڪا ۾ ويا ۽ راوڻ جي محلات جي مٿان ڪنگرن تي پهچي لڪائي واهي پٿر اڇلائڻ لڳا جنهن لڳڻ ڪري انيڪ راڪش چورڻ ٿي ويا. راڪشن کي مرندو ڏسي ٻپ جون مارون راڪشڻيون گهر ڇڏي ڀڄڻ لڳيون، ۽ مک مان ڏک ڀريا وچن چونديون راوڻ جي گهر ۾ گهڙي ويون، انيڪ راڪشن جا هٿ پير ٽوڙي ڇڏيائون اهي به ڏکي وچن چوندا قلعي مان ٻاهر نڪري ان ۾ پيهڻ لڳا. انهن ڇهن ٻاندرن لنڪا کي پير جي ٻن وانگر ڏڪائي ڇڏيو. مڪانن جا دروازا ڀڃي ڇڏيائون ۽ دشمن جي استرين کي وارن کان جهلي گهلڻ لڳا، لنڪا ۾ ڏاڍو شور مچي ويو. اها خبر ٻڌي نارانتڪ ڪروڌ ۾ ٻرجي آڪاش مان رٿ سميت هيٺ لهي آيو ۽ پنهنجي استرين جي اها حالت ڏسي ڪنور ٻاڻيءَ ۾ چوڻ لڳو اڙي مورکو! ڏٺ کي ڇڏي زالن سان وڙهڻ ۾ توهان کي لڄ ڪانه آئي؟ نارانتڪ جا اهي وچن ٻڌي ٻاندرن هٿن ۾ هٿن جا پٿر کڻي ان جا رٿ گهوڙا سڀيئي ناس ڪري ڇڏيا ۽ هٿيار ڀڃي سارٿيءَ کي به ماري ڇڏيو، راوڻ جي ڏسندي ئي نارانتڪ جو برو حال ڪري ڇڏيو ۽ ٻين راڪشن کي پيرن کان جهلي ڦيرائي ڦيرائي کڻي زمين تي قتل ڪيائون. جڏهن سڀ اتر تڏهن رگهناٿ جو جس ڳائيندا ايندا سري رام جي چرنن ۾ سيس نوائي اچي بيهي رهيا. ڀڳوان رام جي ديا درشٽيءَ سان هنن جا سڀ ڏک دور ٿي ويا ۽ سري رام ۽ لڪشمڻ به ڏاڍا پرسن ٿيا.

جڏهن ٿي پهر رات گذري تڏهن نارانتڪ سجاڳ ٿيو ۽ من ۾ ڏاڍو اچي ٿيو، هڪدم رٿ سنڀالي ان ۾ ٽلها ۽ متارا گهوڙا ٻڌي هٿيار کڻي انيڪ واڻن سان گڏ جيڪي جيئڻ جي آشا ڇڏي گرجندا هلڻ لڳا، راڪشن جي سينا پرليه ڪرڻ ٿي چاهي. هي گهوڙا جهڙي طرح پرال باندر ان وقت دوڙيا سو ڏيان ڏيڻ جهڙي ڳالهه. راڪشن کي ڏسي باندر خوش ٿي ڦولجي ناراس جيڏا ٿي پيا ۽ اهي ٻيهـا ٿي سپيڙي گڏ هوهو ڪري دوڙيا، هو انيڪ وڻ پهاڙ ۽ پٿن جون چوٽيون اکيڙي راڪشن جي ٽولين مٿان اڇلائڻ لڳا. اهڙي طرح راڪشن جون ٽولين جون ٽوليون ماري ناس ڪري ڇڏيائون.

اندي خون جي پرالا هون وهي،
سکهيا ڪين مائي جنهين مپ لهي.
سوان لاش لڙهندا ويا لهر ۾،
اڪت پرش پورا ٿيا پهر ۾.
مٿا مرد ڪيٽي اندازو نه ڪو،
مرڻ جو دليرن کيو پڪو،
هٿي هاء گهوڙا عجب هو ڪڙو،
وڃي چرخ پهتو چڙهي ڪوڪرو. (سائل)

باندرن جي ال کي ڏسي ڌرتي ڏڏڻ لڳي، ايڏو تيج پلا ڪير ٿو سهي سگهي. سري رام جي جئه جئه ڪار پڌڻ ۾ پئي آئي، باندر دشمن کان نه پيا ڊڄن. باندر ۽ رڇ هوشيار هوندي به راڪشن کي واجهو آيل ڏسي هڪ نه ڪارا راڪش پيو اونڌهه اندوڪار ۾ دشمن باندرن تي باڻ هلائڻ لڳا ۽ باندر ڪنهن کي ڏسي نٿي سگهيا ۽ جتي ڪٿي پڪارون پيا ڪن ڪوئي راڪش سامهون نٿو اچي لڙي، اهڙي طرح راڪشن باندرن کي ماري ٻراڙيءَ ٿي سمهاري ڇڏيو ۽ ڪيترا باندر ڀڄي وڃي سمنڊ جي ڪناري وٽ پهتا. سري رامچندر ڀيهجي سينا کي واڪل ڏسي ڌنش کڻي هڪ باڻ ڇڏيو باڻ ڇٽڻ سان آڪاش ۾ سورج جهڙو پرڪاش ٿي پيو ۽ اندڪار دور ٿي ويو. جر رڇ باندر ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ پٿر وڻ کڻي دشمن کي مارڻ لڳا، اهي هڪ سان هڪ ٿي ڳنڍيجي پيا. تمام ڀاري ڀڄ لڳي، سري رامچندر جي ڪرپا سان باندرن نارانتڪ جي سينا جا ٻائيتاليهه ڪروڙ راڪش ناس ڪري ڇڏيا. رات گذري صبح ٿيو، اهو سورج سمان روشن ڪندڙ باڻ سري رامچندر جي ترڪش ۾ موٽي آيو. اوڏي مهل لڪشمڻ سري رامچندر وٽ آيو ۽ سينا سميت ٻنهي ڀائرن جي چرڻ ڪمل ۾ پرڻام ڪيو.

دين ديالو پرڀوءَ باندرن ڏانهن ديا درشٽيءَ سان نهاريو، ڀڳوان رام جي نهارڻ سان يڌ جي ٿڪاوٽ زخم سڀ دک دور ٿي ويا. پوءِ سڀن جي سمندر سري رامچندر سڀني کي چيو ته اوهين پنهنجي پنهنجي استان تي وڃي پهچو آگيا مڃي رڇ باندر سري رام جو سمرن ڪندا هلڻ لڳا. ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! پوتر الهاس چوندي ۽ پڙندي ۾ پهر رامه جا گذريا تڏهن ديورشي نارد اتي آيو جتي سري رام براجمان هئو، جنهن کي ڏسي پرڀوءِ آدر سان اٿي ويٺا ۽ پٿا پرڪيه آدر ستڪار ڪري ڪائنس اچڻ جو سبب پڇڻ لڳا، ناردمني پرڀوءَ جي سروپ ڏانهن نهاري ڏاڍو خوش ٿيو جيئن چندرما کي ڏسي چڪور پرسن ٿيندو آهي.

## دڌي بل جو نارانتڪ کي مارڻ

ديورشي نارد هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڀڳوان رام! مان جنهن جي ڪري آيو آهيان سو ٻڌو. هي پرڀو! مونکي برهما موڪليو آهي. جيتوڻيڪ توهان ڪرپانڌان ۽ انترياميِ آهيو. هي ڀڳوان! توهان سدائين اناٿن جا رکيڪ آهيو تنهنڪري برهما جي وچن موجب ڪريو. جيستائين صبوح نه ٿئي تيستائين باندر سگريو جي پٽ دڌي بل کي گهرائي وٺو، انهيءَ جي هٿان ئي نارانتڪ جو موت ٿيندو. هي پرڀو! دڌي بل نالي باندر توهانجو ڀڳت آهي ۽ توهان هن دشٽ کي اڃا تائين ڪجهه نه ڪيو آهي ۽ پڻ ڏسي ديوتا دک پائين ٿا، ائين چئي نارد سر نوائي پرڀوءَ جو ڌيان هردي ۾ رکي انتر ڌيان ٿي ويو، نارد جي وڃڻ کانپوءِ سري رامچندر هنومان کي چوڻ لڳو هي هنومان! تون جلدي اتي وڃ جتي سمنڊ جي وچ ۾ ڌول گر پربت آهي اتي دڌي بل تپسيا ڪري رهيو آهي ان وٽ وڃي ڪيس پرسن ڪري جلد وٺي اچ، پون پتر آگيا ملڻ ٿي پرڻام ڪري يڪدم اوڏانهن روانو ٿيو، بل جو ڌام پون پتر هنومان ساڳين ئي گهڙين ۾ اچي وڃي پهتو ان جي پون ۾ سورج جهڙو پرڪاش ڏسي ان جي پوسان ڀڳوان جو سمرن ڪري پهچي رهيو، ڇا ڏسي ته دڌي بل اهڙو ڌيان ۾ مگن آهي جو سرير جي سڌ ئي ڪانهيس - تڏهن هنومان ويچار ڪيو ته هن کي پرڀوءَ وٽ ڪيئن وٺي هلان - جيڪڏهن هن کي گهر سميت کڻي ٿو هلان ته ڀڳت پرڀوءَ لاءِ پرڀوءَ اهڙي آگيا ڪانه ڏني آهي. ڪجهه دير کان پوءِ ڀڳوان جي اڇا سان دڌي بل جو ڌيان ٽٽو ۽ نيتر کولي پيا، سامهون هنومان کي ويٺل ڏسي ڪائنس ڪشل پڇيو، تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي مترا! تون ٽن لوڪن جي

ڪري پاڻي سمجهي ڇڏي ٿو ڏيان. انهن ڇئي زور سان ٽڪر ڏئي هلڻ، تڏهن دڌي ٻل ڪروڌ ۾ ٻرجي جهٽ اچي وٺي وڃي ان کي ٻڪڙيءَ لوهه ٻئي ڄڻا پٽ ۾ ڪيرائجي ويا. اهو ڏسي اندر ۽ پڄ سري رام جن جئه جئه ڪري راڪشن سان وڙهڻ لڳا. ان وقت سگريو جامونت کي سڏ ڪري مٿيءَ واٽيءَ ۾ چوڻ لڳو هي پاڻي! دڌي ٻل راڪش کي ڪڏهن ماريندو سو ٻڌاءِ ڇو نه لڙائي ڪندي گهڻي دير ٿي آهي. اهو ٻڌي جامونت چيو هي راڄن! هڪ ڪن من ۾ ڌيرج ڌاري، دڌي ٻل گروءَ کان آشيرواد ورتي آهي، اهو موقعو هيٺيئر اچي ويو آهي اگياني نارانتڪ ٿوريءَ دير ۾ مرندو. اهو ٻڌي سگريو من ۾ ڏاڍو خوش ٿيو. تڏهن ديوتائن ٻ گل ورسائي چيو هي دڌي ٻل! تون ڌنيه آهين ۽ ڌنيه آهي تنهنجي ٻانهن جو ٻل، تو وڙهڻ ۾ گهٽ ڪانه ڪئي آهي. ديوتائن جي واتان دڌي ٻل جي ساراهه ٻڌي نارانتڪ ڪروڌ ۾ ٻرجي دڌي ٻل کي ڪٽي غائب ٿي ويو، اسي هزار يوجن مٿي آڪاش ۾ وڃي دڌي ٻل هردي ۾ سري رامچندر جو ڌيان ڪري راڪش کي ٻڪڙي هڪ ٿي ٽڪ هڻي پرٿويءَ تي ڪيرائي ڇڏيو، مرڻ وقت هن جي مک مان سري رام شبد جو اچار نڪتو ۽ تامسي سرير ڇڏي اتم سرير ڌارڻ ڪيو. هي ڀاردواج مني! هن اها گتي پاتي جنهن لاءِ مني سڌ ۽ ديوتائون ٻ انيڪ قسمن جا جپ تپ ۽ يگيه ڪن ٿا انهن ڪرمن جهڙو ڦل سري رامچندر ان کي ڏنو. هي گرڙ! ان جي گت ڏسي ديوتائون سري رامچندر جي واکاڻ ڪري ڦول ورسائڻ لڳا. دڌي ٻل نارانتڪ کي مئل ڏسي ان جو سر ڪاٽي هٿ ۾ کنيو ۽ ڌڙ کي لنڪا ۾ ڦٽو ڪري سري رامچندر وٽ آيو ۽ نارانتڪ جو سر ڪٽي آڏي اڳيان رکيائينس. دڌي ٻل کي آيل ڏسي سري رامچندر لڪشمڻ سميت اٿي پريم سان کيس گڏيو پرڀوءَ جي اهائي نيتي آهي. سري رامچندر نارانتڪ جو سر سگريو کي ڏئي چيو ته هيءَ سر سنڀالي وٽ سنڀالي رک متان اجايو خراب نه ٿي وڃي. پرڀوءَ جي آگيا مڃي سگريو اهو سر ڪٽي وڃي سنڀالي رکيو. تڏهن سري رامچندر دڌي ٻل جي وڏائي ڪرڻ لڳو. تڏهن دڌي ٻل هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي پرڀو! هيءَ سڀ توهان جي ڪرپا سان ٿي ٿيو آهي نه ته مون کي ڪهڙي طاقت آهي، مان پاڻي اندر سياڻ جو مورکه ڪرٽي ٻڌ وارو ۽ اگياني آهيان. هي ايوڌيا جا راجا! توهان جو نرمل جس پرگهٽ آهي جنهن جو ويد شاستر ويد ۽ شيش ٻ ان جو پار نٿو پائي سگهي. انهن ڇئي پرڀوءَ جي چرنن ۾ مستڪ رکي واهي رهيو. دڌي ٻل جو سچو پريم ڏسي سري رامچندر پرسن ٿي چيو هي دڌي ٻل!

جيڪي گهڙيو اٿيئي سو ور گهر- ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي
دڌي ٻل چوڻ لڳو هــي پريو! توهان جو روپ گــڻ ۽ نام
منهنجي هردي روپي مندر ۾ گهر بڻائي- مــون کــي توهان
جا چرن ڪمل اهڙا تہ پيارا ٿا لڳن جيئن ڪامي پــرش کــي
استري پياري لڳندي آهــي- تڏهن سري رامچندر چيو تــہ
اٿين ٿي ٿيندو. تون اهو وردان بہ وٺ ۽ منهنجي اچا سان ٻيو بہ ڪجھ وٺ. هي دڌي ٻل! تون ٻرسن چت سان وڃي ڪهاولپور جو راڄ ڪر ۽ من ۾ سدائين شڪ ڀاولي جو سمرن ڪندو رهہ، پڇاڙي ۾ راڄ جو وردان وٺي دڌي ٻل پريو جي چرنن ۾ سر نوائي هلڻ لڳو. هي رشي ان کي سري رامچندر هٿ ڪري الم ٻاو سان جلدي روانو ڪيو.

دڌي ٻل جو قتو ڪيل نارانتڪ جو ڏڏ جتي راوڻ ويٺو هو اتي اچي ڪرڻ، هن کي ڏسي وياڪل ٿي راوڻ ٻاڻ اتي ڊوڙيو ۽ واجهو اچي ان کي سڃاڻي ڏاڍو دک ليس، شوڪ روپي ساگر ۾ لنڪا روانــي ٻڏي پئي آهي ان ۾ راوڻ جون سيئي استريون ڇڙهيل آهن. مندودري امدومتيءَ جو هٿ پڪڙي ان کي وهاري سلوچنا جي ڪٿا ڪري ٻڌائي، سس جي اها ڳالهہ ٻڌي امدومتي سس کي ٻيري ٻيئي موڪلائي ڏن ڏام چڙي پتيءَ ۾ ٻارام رکيو، تڏهن مندودريءَ چيو هي پتري! ٻيو ڪوئي بہ اپــاءَ ڪونهي تون اوڏانهن وڃ جتي ڀڳوان رام براجمان آهي. سس جا اهي وچن ٻڌي صبوح جو سوار اتي سون وماڻ گهرائي پنهنجي هٿن سان پتيءَ جــو ڏڏ رکــي ۽ پنهنجي چترليکا ساڻ وٺي سري رامچندر وٽ آئي. اتي پهچي وماڻ کان هيٺ لهي سري رامچندر جي اڳيان اچي وينتي ڪري چوڻ لڳيون هي رام! رکيا ڪراو! رکيا ڪراو! توهان جي هيڏي ناموس هوندي بہ اسان جي وشواس لي پاڻي ر. قيرار توهين اسان جي پتي ٻرابر ۽ سنمپٽي جــو بہ واچار نہ ٿا ڪراو. سو هي ٻراٻو! اها توهان جي انيتي آهي.

مهاداو چوڻ لڳو هي ڀواني! اُڌهن سڌين جي اها وينتي ٻڌي
دين ديالو چوڻ لڳو هي بندومتي! تون سياڻي آهين چاڪاڻ
تہ توکي هردي ۾ پتيءَ جــي چرنن ۾ پڪو پريم آهي تنهن
ڪري توکي جيڪي مــن ۾ اچي سو وردان گهري وٺ. سري
رامچندر جا اهي وچن ٻڌي بندومتيءَ جــي نيترن ۾ جــل

ٻرجي آيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي پرڀو! توهان ڪلپ وڻ جي سمان داتي آهيو توهان جا چرن ڪمل گنگا جي سمان پوتر آهن. هي ديا شيل جا سمندر رگهنات! مون کي پنهنجي سوامي ۽ جو سر گهرائي ڏيو. تڏهن لڪشمي پتي ۽ نارائڻ جو سر گهرائي هن کي ڏنو، سوامي ۽ جو سروٽي پرسن ٿي چوڻ لڳيون هي پرڀو! اسان جي پتي ۾ هڪ وپتي آهي ته لڪڙين کان سواءِ اسين ڪيئن جلندا ٻرنسيون - هن جا اهي وچن ٻڌي سکن جي سمندر پرڀو! هنومان، انگد ۽ ٻين ٻوڌن کي آگيا ڏني ته لنڪا ۾ وڃي چندن جون ڪاٺيون ڪٺي اچو، آگيا مڃي باندر ۽ ورڙيا ۽ گولي ڦولي چندن جون ڪاٺيون ڪٺي آيا. تڏهن سري رامچندر چيو هي وڀيشڻ! جتي بدومتي وڃڻ چاهي ٿي اتي وڃي ان کي چندن جون لڪڙيون ٻهڪائي اچ، تون وڃ ۽ راوڻ سان ٻار چڙهي هڪ سمندر ۽ پرتو چکيا ٻڌائي ڏج - وڀيشڻ آگيا موجب اتين ئي ڪيو- هيڏانهن راوڻ ۽ استرين سميت اتي آيو جتي بدومتي ۽ چتر ليکا هئي. انهن کي ڏسي ڏاڍو دک لڳڻ لڳس، پوءِ نارانڪ جون استريون چکيا تي اتين ئي ورهيون جيئن پتي ۽ جي گهر ۾ واهنداون هيون پوءِ ڏڙ سر سان ملائي پنهنجي گوڏن تي رکي چکيا ۾ وڌي پوءِ اگني ۾ جلائي باڻ کي ڀسم ڪري ڇڏيائون.

## راوڻ جي خراب حالت

مڪير مڪير ٻوڌن ۽ واسر بلوانن کان لنڪا خالي ڏسي راوڻ جو سارو بدن خوف ۽ ڪروڌ وچون ڏڪي رهيو هو، واتعه مان گجي وهي رهي اٿس، اکيون لهي باهه جهڙيون ٿي ويون آهن ۽ زبان مان آواز ته ٻيو نڪريس- چاتو ڏسي ته سندس جي اڳيان هڪڙو مٿش اگهاڙي تلوار کنيو بيٺو آهي، جڏهين اهو مٿس کم ٿي وار ته چا ڏنائين ته مهنجا ڏهه ئي سر پٽ ۾ پيا آهن، ڪڏهن باڻ کي چرلن وانگر پيو ڏسي ڪڏهن گهر کي جلندو پيو ڏسي، جيڏانهن وڃي ليڏانهن اهي ئي ابوڻ پيو ڏسي ته سري رامچندر ڀيانڪ روپ ڌاري هٿ ۾ ڌنش کڻي مهنجي چوڌاري پيو ڦري - هو چرلن وانگر اڪڻ لڳو، هيڏانهن هوڏانهن پيو ڀڄي ڊوڙي - ڪڏهن ته سمهي پيو، ڪڏهن رڙيون پيو ڪري- مطلب ته راوڻ جي تمام خراب حالت ٿي وئي. اهڙي حالت ڏسي راوڻ جا منتري ۽ سمجهائي چنتا ۾ پئجي ويا ۽ راوڻ کي پنهنجي من جو پرت من ۾ ئي کائڻ لڳو- اهڙا خيال ڪندي جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن رکش راج راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي دشمن کي ٻڌ ۾ ناس ڪرڻ لاءِ راڪشن

سان صلاح ڪرڻ لڳو، پوءِ پٽ جي شوڪ کان وياڪل ٿي راوڻ سيتا کي مارڻ لاءِ ڊوڙيو، (ڪروڌ ۽ غم جي ڪري راوڻ پنهنجي ڪرتب کان ڀلجي ويو) راوڻ کي هٿ ۾ تلوار کڻي ڪروڌ مان ايندو ڏسي راڪشڻين جي وچ ۾ ويٺل سيتا ڏڪجي ويئي. ان وقت راوڻ جو منتري سپارشو ڏالي جــو ٻاڍو ٻڌيمان ۽ گڻوان هو سو راوڻ کي چوڻ لڳو افسوس ! راجن، هيءَ ڇــا ؟ تون ساکياٽ وشروا نندن ڪبير جو ننڍو ڀاءُ آهين ، تون ويــد وديــا ۾ پارڻ ۽ ٻگيه انت ۾ سنان ڪرڻ وارو ۽ سڀني ڌرمن جي پالڻ وارو آهين انهن گڻن هوندي به توهان استري هتيا ڪرڻ چاهيو ٿا؟ هاڻ اسان سڀني کي ٻڌ ۾ وٺي هلو، توهان رام ۽ لڪشمڻ کي ٻڌ ۾ ماري تمام جلدي جانڪيءَ کــي حاصل ڪندا. اهڙي طرح منتريءَ جي سمجهائڻ ڪري راوڻ مــوٽي ويــو تنهن کان پوءِ دُر آتما راوڻ پنهنجي منتريءَ جي چوڻ انوسار وچن کــي گرهڻ ڪري دک ۾ دکــي ٿي، پنهنجي گــهر ويو ۽ وري پٺــي ڏاڍهن پنهنجي منترين سان گڏ سڀا ۾ آيو .

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! وري راوڻ سڀا ۾ منترين سان صلاح ڪري باقي بچيل راڪشن کي ساڻ وٺي سري رامچندر سان ٻڌ ڪرڻ لاءِ آيــو پــر سري رامچندر انهن سڀني راڪشن کــي ٻــڌ ۾ ماري ڇڏيو ۽ راوڻ به هوندي ۾ ٻاڻ لڳڻ ڪري وياڪل ٿيڻ لــڳو. ڀڳوان ، هنومان ۽ ٻــي تمــام وڏي سئنــا ڏسي راوڻ گهٻرائجي گــرو شڪر آچــاريه وٽ آيــو ۽ نمسڪار ڪري هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي گروجي ! ڀڳوان رام سڀني راڪشن کي ماري ناس ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيترا به وڏا وڏا دئيت ۽ جيڪي مهنجا مت مالت هئا سي سڀئي ماري ڇڏيائين، توهان جهڙي ستگروءَ جي هوندي به مون کي هي وڏو دک ڇو ڏسڻو پيو آهي. راوڻ جا اهي وچن ٻڌي دئيتن جي گروءَ شڪر آچاريه راوڻ کي چيو ته هي راجن! توکان جيترو جلد ٿي سگهي تون ڪنهن ايڪانت اشٿان ۾ واهي ســگهه ڪر جيڪڏهن تنهنجي ســگهه ۾ ڪوئي وگهن نه پيو ته ان (ٻگيه) هون اگنيءَ مان تمام وڏا رٿ گهوڙا ڌنش ترڪش ۽ ٻاڻ اٿي نڪرندا انهن کي حاصل ڪري تون وجيه پائيندين. مهنجي ڏنل منتر کي گرهڻ ڪر ۽ هون تاري ٻگيا ڪر.

گروءَ جي چوڻ موجب راوڻ جهٽ وڃي پنهنجي محلات ۾ هڪ پاتال ٿاڪ ٻند ڪرائي ڇڏيائين. شاسترن ۾ ڪرمن انوسار جيڪا به هون سامگري ٻڌائي ويئي آهي اها سڀ گڏ ڪري غفا ۾ وڃي ايڪ نت ۾ (هون تاري)

واٽڪر نڃوي غفا تيار ڪرائي ۽ ڏاڍي خبرداريءَ سان لنڪا جــا سڀئي

چپ چاپ ائين ۽ وڏيءَ سان هوم ڪرڻ لڳو. تڏهن راوڻ جي نڀي پـاءُ ويڀشڻ تمام پاري دونهون نڪرندو ڏسي سري رامچندر کي ڏيکاري چيو هي راما ڏهن سِسِين واري راوڻ يگيه ڪرڻ شروع ڪيو آهي جيڪڏهن اهو يگيه پنا وگهن جي سماپت ڪندو ته هن کي جيتڻ مشڪل ٿي پوندو. تنهنڪري هن ۾ وگهن وجهڻ لاءِ جلدي سينا پتين کي موڪليو. تڏهن رگهناٿ "تمام چڱو" چئي سگريو سان گڏ انگد، هنومان ۽ ٻين وڏن ٻلوانن باندرن کي آڳيا ڏني، اهي سڀئي باندر لنڪا جا محل ماڙيون ٽپندا راوڻ جي محل وٽ پهتا. هيءَ ڏهه ڪروڙ باندر اچي پهچي محل جي دوارپالن کي ماري ڇڏيو ۽ هڪ ٿي کن ۾ الڪ گهوڙا ۽ هاٿي ۽ ماري ناس ڪري ڇڏيائون. اهڙي طرح لنڪا ۾ سڄي رات شور مچي ويو. صبوح ٿيندئي ويڀشڻ جي زال سرما هٿ جـي اشاري سان يگيه جو استان ٻڌايو، سرما جـي ٻڌائڻ موجب اچي ويا ۽ غفا کي پٿر سان ڍڪيل ڏسي ويو انگد ان پٿر کـي پير جي ٺوڪر سان پٽي غفا ۾ اندر گهڙي ويا اچي ڇا وچي ڏسن ته راوڻ نيتر بند ڪري مضبوط آسڻ لڳائي ويٺو هوم ڪري. تنهن کـان پوءِ انگد جي آڳيا سان سڀئي باندر جهٽ ان غفا ۾ اندر گهڙي پيا ۽ اهي شيون کي مارڻ لڳا ۽ جتي ڪٿي رکيل يگيه جي سامگريءَ کـي باندرن هون ڪنڊ ۾ وجهي ڇڏي ۽ راوڻ کي ڪن لڪڻ، ڪن نهن پٽي هنيا ۽ ڪن ڏنـدن سان پٽي ڪريو، ليڪن هن وجهه جي اچا سان اهڙي طرح مـار کائيندي ۾ پنهنجو ڌيان نه ڇڏيو. نيٺ انگد جهٽ وڃي راوڻ جـي زال مندوديءَ کي چوٽيءَ کان پڪڙي وٺي آيو ۽ مندوديءَ راوڻ جي سامهون اناٿن وانگر ورلاپ ڪرڻ لڳي، باندرن مندوديءَ جي رتن جڙاءُ چولي ڦاڙي ڇـڏي ۽ رتن جڙاءُ ڪنگڻ ۽ پاڇي ٻاڙويءَ لي ڪري پيا ۽ زيور اُـه جتي ڪٿي ڪري پيس. راوڻ جي ڏسندي مندوديءَ جي سوءِ جا ڪپڙا ڦاڙي پلا ڻي پيا. اهڙي طرح ٻين باندرن وڃي داون ۽ گندرون جي ڪنيائن کـي (جيڪي راوڻ جون زالون هيون) وارن کان پڪڙي گهلي وٺي آيا تڏهن مندودي راوڻ جي سامهون ڏايا ورلاپ ڪرڻ لڳي ۽ نماڻي ٿي دک. وچون راوڻ کي چوڻ لڳي افسوس! تون ڏاڍو نرلڄ آهين ڇهن جي سامهون تـي دشمن تنهنجي زال کي چوٽيءَ کان گهلي پاپي دشمن مارڻ پيا تنهن کان ته ٻڏي مرڻ گهرجيو، اهڙي جيئڻ کان مرڻ ڀلو آهي. هاءِ ميگهناٿ! تنهنجي ماتا باندرن جي هٿ ۾ پڪڙجي ڪليش پائي رهي آهي. تنهنجي جيئـري رهڻ ڪري مون کي هيءُ دک ڏسڻو پوي ٿو، منهنجي پتيءَ لـه پنهنجو

ڀاڻ ڀڳوانڻ لاءِ استري ۽ ٻچ کان به مون کي وڌيڪ موڙهو آهي.

مندودريءَ جا اهي دک ڀريا وچن ٻڌي راوڻ کي تير ٿي لڳا ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو، اٿي ۽ ٿي چڙهي هٿ ۾ تلوار ڪڍي چوڻ لڳو، "اڙي دشٽا! داسيءَ کي چڙاءِ اٿين چئي اٿيو ۽ انڌيائي انگد ٿي وار ڪيو تڏهن ٻيا بالدر هن جو رچيل ويا، ڪٿان ڪري اڳي هليا ويا ۽ خوش ٿيندا لنڪ ڏيندا سري رامچندر وٽ اچي پهچي رهيا." تڏهن ڪان پوءِ راوڻ مندودريءَ کي دلداري ڏيئي چيو هي ڪلياڻي! اهو دک سک ته ڪال جي وس آهي جيڪو رهي ڪري ٻراٽي جا نٿو ڏسي؟ تڏهن ڪري اي سندري! تون نشچيه ڪيل گيان جو سهارو وٺي شوڪ نه ڪر. شوڪ ته اگيان مان ٿئي ٿو ۽ اهو گيان ڪي نشٽ ڪري ڇڏي ٿو، هن ڪوڙي اهنڪار جي ڪري پٽ استري ۽ ڌن سان سنبنڌ ٿئي ٿو ۽ انهيءَ سنبنڌ ۾ موهه ٿيڻ ڪري جنم مرڻ روپ سنسار ۾ غم خوشي پيدا ڪرو ڏلوڀ ۽ موهه وغيره ٿين ٿا تنهن ڪري تون پنهنجي آتما کي شد سروپ ڄاڻي شوڪ ڪرڻ ڇڏي ڏي مان هينئر وڃان ٿو يا ته رام لڇمڻ کي ماري ايندس يا ته سري رام ٿي پنهنجي وڇڙ جهڙي ٻاڻن سان مون کي ڇڻ ڇڻ ڪري ڇڏيندو تڏهن ان جي پد کي وڃي پراپت ڪندس. هي پياري! منهنجي آگيا سان تڏهن تون هڪ ڪم ضرور ڪج، تون سيتا کي ماري منهنجي لاش سان گڏ اگنيءَ ۾ پرويش ٿي وڃجانءِ.

راوڻ جا اهي وچن ٻڌي مندودري تمام دکي ٿي چوڻ لڳي هي ناٿ! مان توهان کي بلڪل سچ ٿي چوان جو توهين ٻڌي ان موجب ڪرڻ، رام توهان کان ڪا به ڪنهن کان به جيتڻ جهڙو نه آهي. سنسار ۾ هن کي ڪوبه جيتي نٿو سگهي هو ديون جو ديو ڀڳوان رام ساڪيات وشنو آهي جو ڀڳت وتسل رگهنات ڪلپ جي شروعات ۾ مڇ روپ ڌاري ويوسوت منوءَ جي سڀني آپدائن کان رکيا ڪئي هئي ڀڳوان رام پراچين وقت ۾ هڪ لک يوجن ڊگهو ڪڇ روپ ٿيو هو ۽ سمنڊ جي واوڙڻ وقت هن پنهنجي پٺيءَ

تي سمير پربت کي کنيو هو. ڪنهن وقت وراهه روپ ڌاري
پرٿويءَ جو اُڌار ڪرڻ وقت هن مهاتما مهادراچاري هرڻاڪشپ
دئيت کي ماريو هو. هن رگهناٿ ئي نرسنگهه سروپ سان ٽن
لوڪن جي ڪنٽڪ روپ هرڻاڪشپ دئيت کي ماريو هو ۽
اُهيءَ رگهو سرشٽ ( واهن اوتار وٺي ) راجا بليءَ کان ٽنهي
لوڪن جو راڄ ٽن پيرن سان ماپي ورتو ۽ اُهو پنهنجي سيوڪ
اندر کي ڏيئي ڇڏيو. جنهن وقت راڪشس گڻ کتري روپ ۾
پيدا ٿيل ڏسي پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ اُنهيءَ پرسرام جي روپ
۾ کيترا ڀيرا يُڌ ڪري کترين کي ماريو ۽ پرٿويءَ کي جيتي
اُها ڪشپ منيءَ کي ڏيئي ڇڏي. هن وقت ٻيو رگهونش
۾ رام روپ ۾ اوتار وٺي توهان جي لاءِ مٿس ڏي آيو آهي
توهين هن جي استري سيتا کي منهنجي پُٽن جي ناس
ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجو به موت گهري وٺڻ لاءِ زبردستيءَ تپوبن
مان ڇو چورائي کٽي آيو؟ توهين هاڻي به جانڪيءَ کي
رگهناٿ وٽ موڪلي وڀيشڻ کي راڄ ڏيئي ڇڏيو ۽ اسين
ٻئي ٻن ۾ هلنداسين. مندوديءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ
چوڻ لڳو هي پياري! يُڌ ۾ رگهناٿ کان پنهنجا پٽ، پائر ۽
سڀيئي راڪشس مارائي مان ٻنواسي ٿي ڪيئن جيون گذاري
سگهندس. هاڻ ته مان به رام سان يُڌ ڪندس ۽ اُن جي تکن
ٻاڻن سان مري اُن وشڻو ڀڳوان جي پرم ڌام ڏي ويندس.
مان رام کي وشڻو روپ ۽ جانڪيءَ کي ڀڳوتي لڪشمي
ڄاڻان ٿو ۽ اهو ڄاڻندي به رام جي هٿان مري اُن جو پرم پد
پراپت ڪندس. مان سيتا کي تپوبن مان زبردستيءَ کٽي
آيو هوس اُن جو اهوئي سبب آهي. هي پياري! هاڻ مان
تو کي ڇڏي پنهنجي راڪشن سميت سنسار مان ڪوچ ڪندس
پنهنجو ڪروڌ ئي وڏو ٻلوان آهي جنهن جي اندر ڪام روپي
چار پکڙيل آهي اُن ساگر کي پار ڪري هاڻ مان سري هريءَ

جي ويجهو ويندس.

## رام راوڻ يڌ ۽ راوڻ جو مرڻ

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! اهڙي طرح مهاراڻي منڊوديءَ کي پريم پور وڪ سمجهائي ڏئي راوڻ سري رامچندر سان يڌ ڪرڻ لاءِ يڌ جي ميدان ڏي هليو. هو مهاڀيانڪر راڪشس سان گڏ هڪ مضبوط رٿ تي سوار ٿيو ان رٿ کي سورهن ڦيٿا هئا ۽ رٿ جي بچاءَ لاءِ مٿان لوهه جو ٿلهو ڇت هو، اهو پشاچن وانگر مک وارو گڏهن سان جوٽيل ڀياڪ ڏسڻ ۾ ٿي آيو ۽ هرقسم جي هٿيارن ڀهوارن سان سجايل هو ۽ سڀ يڌ جي سامان سان ڀريل هو. اهڙي طرح مهاڀيانڪر راڪشس راج راوڻ لنڪا پوريءَ کان نڪتو. ڪروڌ ۾ ڀريل راوڻ کي ايندو ڏسي باندر سڀئي ڀڄي ويا، تڏهن هنومان راوڻ سان يڌ ڪرڻ لاءِ ٽپ ڏئي آيو ۽ ويجهو وڃي مٺ بند ڪري راوڻ کي اهڙي زور سان ڇاتيءَ ۾ مڪ هنئي جو ان جي لڳڻ سان راوڻ رٿ ۾ گوڏن ڀر وڃي مورڇت ٿي ڪري پيو. ٿوري دير کان پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن هنومان کي چوڻ لڳو هي هنومان! مان ڄاڻان ٿو ته تون ايشڪ سورو ير آهين. تنهن تي هنومان چوڻ لڳو، اڙي راوڻ! مون کي ڌڪار آهي جو تون منهنجي مڪ کائي به جيئرو آهين، ڇوڪ تون هيئنر منهنجي ڇاتيءَ ۾ مڪ هڻ پوءِ ڏس! ته تنهنجي مڪ لڳڻ سان ٿي تنهنجا پراڻ نڪري ويندا. تڏهن راوڻ "تمام چڱو" چئي هن جي ڇاتيءَ ۾ مڪ هنئي جنهن جي لڳڻ سان هنومنتو ڦرڻ لڳو پر پاڻ سنڀالي ائيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي هنومان راوڻ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن راوڻ ڀڄ کان بچي ڪٿهن ٻئي پاسي هليو ويو، ان وقت هنومان انگد نل ۽ نيل هنن چئني پنهنجي سامهون چئن راڪشس کي ايندي ڏٺو، تڏهن انهن مها پراڪرمي راڪشس کي ماري ڇڏيو. انهن کان پوءِ ڏهن سسين وارو راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڏند ڇڪڻ سان ڇاڙيندو اڳيون ڦاڙيندو. سري رامچندر ڏانهن ڊوڙيو، راوڻ رٿ ۾ چڙهيل هو ۽ سري رامچندر بنا رٿ جي هو. جهڙيءَ طرح بادل پاڻيءَ جي بوند وسائيندو آهي اهڙي طرح راوڻ مهاڀيانڪر وڇو جهڙا ٻاڻ سري رامچندر تي هلائڻ لڳو. ڀڳوان رام جي سامهون ته هن سڀئي باندرن کي حيران ڪري ڇڏيو، تڏهن سري رام ساوڌان ٿي رڻ ڀوم ۾ راوڻ تي اگنيءَ جي سمان تيز ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو. اندر جڏهن ڏٺو ته سري راوڻ رٿ تي چڙهيل آهي ۽ سري رامچندر پرٿويءَ تي بيٺو آهي تڏهن اندر پنهنجي سارٿي ماتل کي سڏائي

هي ماتلي! هرڻاهن ڏس رگهنات پرلوءِ جي ميلو آهي، تون جلدي
مهاڀور رٿ ولي پرلوي لوڪ ۾ رامچندر کي وڃي ڏيئي اچ. ديوراج اندر جي
آگيا مڃي ساڻي ماتلي پرڻام ڪري ان سندر رٿ ۾ ساڻي رنگ جا گهوڙا
ٻڌي ڀڳوان رام جـــي وجهه لاءِ سرڳ مان نڪري سري رامچندر وٽ اچي
هٿ جوڙي چيو هي رگهو سرشٽ! مون کي ديوراج انـــدر موڪليو آهي،
هي رٿ اندر جو ئي آهي سو هيءَ رٿ هن توهانجي وجهه لاءِ موڪليو آهي،
هي مهاراج! هن سان گڏ هيءَ سندر اندر جو ڌنش، اڀيد ڪوچ ڪنڊڪ ۽ ٻيا
به ٿوڻيءَ شستر موڪليا آهن. هي رام! مون سارٿيءَ سان گـــڏ ديوراج اندر
جهڙي طرح ورتراسر کي ماريو هو، اهڙي طرح هي ديو! توهين هن رٿ
تي چڙهي راڪش راوڻ کي ماريو. مـــاتلي سارٿي جي اهڙي چوڻ ڪري
سري رامچندر ان رٿ کي پرڪرما ڏيئي نمسڪار ڪري سڀني لوڪن جي
سامهون رٿ تي چڙهي ويهو، پوءِ مهاتما رام ۽ بدماش راوڻ جي مهاڀيانڪ
۽ رومانچڪاري جنگ ٿيڻ لڳي، استر وديا ۾ آسانيءَ سان سري رامچندر راوڻ
جي اگني ٻـــاڻ کي اگني ٻاڻ سان، ديو استر ٻاڻ کي، ديو استر ٻاڻ سان
ڪاٽي ڇڏيو. تڏهن راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي سري رامچندر تـــي راڪش استر
ٻاڻ ڇڏيو. راوڻ جي ڇڏيل ٻاڻ مان سونن پکن سان زهري سانپ ٿي سري
رامچندر کي چئني پاسي ڪرڻ لڳا جنجي مک مان اگنيءَ جـــا الا نڪري
رهيا هوا، راوڻ جي ان سرپ مک روپي ٻاڻن سان ان وقت سڀني پاسن کان
سانپ پکڙجي ويا. سري رامچندر جڏهن رڻ ڀوم ۾ سڀني پاسن کان پاڻکي
نانگن سان گهيريل ڏٺو تڏهن مها ڀيانڪر گرڙ استر ڇڏيو، سري رامچندر جو
ڇڏيل ٻاڻ نانگن جو دشمن گرڙ ٿي جتان ڪٿان نانگن روپي ٻاڻن کي کائڻ
لڳو. اهڙي طرح سري رامچندر جي هٿان ٻاڻن کي نشٽ ٿيندو ڏسي راوڻ
ڪروڌ مدهان سري رامچندر جي مٿان ڀيانڪر ٻاڻن جي ورکا ڪئي ۽ وري
سري رامچندر ۽ ماتلي کي تکا ٻاڻ هڻي زخمي ڪري ڇڏيو ۽ ان جي رٿ
جو ڇٽ ڪاٽي ڇڏيو ۽ اندر جي گهوڙن کي به حيران ڪري ڇڏيو، ڀڳوان
کي اهڙي آفت ۾ آيو ڏسي ديوتا، گندرپ، چارڻ، رشي مني سڀ دکي ٿيڻ
لڳا ۽ وڀيشڻ سميت سڀئي باندر چنتا ۾ پئجي ويا. ان وقت هٿ ۾ ڌنش
ٻاڻ کڻي ڏهن مکن ۽ ويهن ٻانهن وارو راوڻ ميناڪ پربت سمان پئي ڏسڻ ۾
آيو، ڀڳوان رام جا ڪروڌ ۾ نيترو لال ٿي ويا ان جـــو تيج وڌڻ لڳو جڻ ته
راڪشن کـــي جلائي ڇڏيندو. اهڙي طرح ڪروڌ ۾ ڀرجي اندر ڌنش جهڙو
وچترڪاري اگنيءَ سمان تيج ٻـــاڻ هٿ ۾ کنيو ۽ دشمن ڏانهن الين ته غرر

سان تيار ٿو جڻ ته ڀسم ڪري ڇڏيندو، ڪال روپ ڀڳوان رام پنهنجي تيج
سان لوڪن جي سامهون پنهنجو پراڪرم ڏيکارڻ شروع ڪيو. رام پنهنجو
ڌنش زور سان ڇڪي راوڻ کي ٻاڻ هڻي گهائي ڇڏيو ۽ هو سڄي ٻاندر سندا
کي ٻرسن ڪرڻ لاءِ ڪال جي سمان سوڀيا ڏيڻ لڳو، دشمن تي دهڪو
جمائڻ لاءِ ڀڳوان رام جو ڪروڌ ٻهراڻ مڪ، ڏسي سڀيئي ٻراٽي ڏڪڻ لڳا،
ڌرتي ڌڏڻ لڳي ۽ سڀني جيون ۾ غم سمائجي ويو ۽ راوڻ جي من ۾ ڏڪڻي
وٺي ويئي. ان وقت ديوتا، سڌ، گندروُ ۽ ڪنر گڏجي ومانن تي چڙهي سمسار
جي مها ٻرلي. وانگر هن گهور يڌ کي ڏسي رهيا هئا، انهيءَ وچ ۾ سري
رامچندر اينديه ٻاڻ هڻي راوڻ جو سر ڪاٽي ڇڏيو، تڏهن راوڻ جا انيڪ
سر رتھ مان پيدا ٿي آڪاش مان انهيءَ طرح ڪرڻ لڳا. ان وقت ڏيهن رات
سنڌيا ۽ ڏسائون وغيره، سڀ هڪ ٻرابر ڪجهه سمجهي نٿي سگهيا ان يڌ
کيتر ۾ راوڻ به نٿي ڏسڻ ۾ آيو، رڳو ڪٽيل سر ئي سر پيئي ڏسڻ ۾ آيا.
تڏهن رامچندر ڏاڍو عجب ۾ پئجي سوچڻ لڳو ته مون پنهنجي تيج ٻل سان
هڪ سؤ هڪ سر ڪاٽيا آهن تڏهن به راوڻ مرندو ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي. مون
جن جن ٻاڻن سان وڏا تيجسوي ۽ پراڪرمي دئيت مارايا هوا سي هن راوڻ
جي مارڻ ۾ سڀيئي نسڦل ٿي ويا. سري رامچندر کي اهڙي طرح چنتا ۾
وياڪل ڏسي ان جي پرسان ايٺل وڀيشڻ چوڻ لڳو، هي ڀڳوان! ٻرهما هن
کي هڪ ور ڏنو ڇهو هي سر ٻڌا هن جون ٻانهون ۽ سر وار ٿيوار ڪٽجي
وڃڻ ڪري وري نوان سر ۽ ٻانهون پيدا ٿي پوندا، هن جي ناڀي (دن) ۾
امرت رکيل آهي هن کي توهين اگني ٻاڻ هڻي سڪائي ڇڏيو تڏهن هنجي
مرڻو ٿيندي. وڀيشڻ جا اهي وچن ٻڌي ڀڳوان رام پنهنجي ڌنش تي اگني ٻاڻ
چاڙهي ان راڪش کي هنيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي هن جو سر ۽ ٻانهون به ڪاٽي
ڇڏيون تڏهن ئي راوڻ تمام ڪروڌ ۾ ڀرجي وڀيشڻ کي مارڻ لاءِ هڪ مها
ڀيانڪ شڪتي ڇڏي ليڪن سري رامچندر جهٽ تکو ٻاڻ هڻي ان کي ڪاٽي
ڇڏيو، راوڻ جو سر ڪٽجڻ ڪري ان جو تيج گهٽجي ويو ۽ هو انهيءَ
ٻيڪر سر جي ڪٽجڻ ڪري بدروپ ڏسڻ ۾ پئي آيو. هاڻي راوڻ کي
باقي هڪ مکه ۽ ٻه ٻانهون رهجي ويون، تڏهن هوندي به، ڪروڌ ۾ ڀرجي
ڀڳوان رام تي انيڪ قسمن جا هٿيار هلائڻ لڳو، اهڙي طرح سري رامچندر
به ان تي ٻيڪر ٻاڻن جي ورکا ڪئي ٻوءِ ته اٻي ڏاڍي رومانچ ڪاري ڏٺا ڏم
ٻڌ چڙي ويئي، تڏهن مالي سري رامچندر کي ياد ڏياري چيو هي رگهو سرشت!
هن کي مارڻ لاءِ توهين جلدي ٻرهم شستر ڇوڙيو ۽ ديوتائن هن جي مرڻ

جو وقت مقرر ڪيو آهي سو هيءُ ئي وقت آهي. هي رگهونندن توهين هن جي مستڪ ۽ ڪلهو ڪاٽڻ لاءِ هي ٻه پيا! هي سو ڪاٽڻ سان نٿو مري سگهي، ڇاڪاڻ هرديءَ ۾ ٻاڻ لڳڻ سان ئي هن جو انت ٿي ويندو. ماتل جا اهي ياد ڏياريل وچن ٻڌي ڀڳوان رام! نانگ وانگر ڦوڪاريندي هڪ ٻرم ايڪٽيهه ٻاڻ ڪڍيا، ڀڳوان سيتي اوڪن جي پڇ دور ڪرڻ لاءِ ان تمام اگر روپ اد پرش ٻاڻ کي ڌنش تي چاڙهيو، ڀڳوان رام کي الم ٻاڻ چاڙهيندو ڏسي سڀئي پراڻي ڏڪڻ لڳا ۽ ڌرتي ڌڏڻ لڳي، هن وقت سري رامچندر تمام ڪروڌ ۾ ڀري ڌنش کي زور سان ڇڪي ڏاڍي ساوڌانيءَ سان ناشڪ ٻاڻ راوڻ کي هنيو. اهو ڪال جي سمان ڀينڪر مکه وارو وجر ٻاڻ راوڻ کي هردي ۾ وڃي لڳو. اهو سڀ جو انت آڻيندڙ مها ڀينڪر ٻاڻ هن مها ڀينڪر سڀني ۾ گهڙي ويو ۽ جلد ئي هن جو هردو ڦاڙي ڇڏيو، اهو ٻاڻ راوڻ جي پراڻن جو انت ڪري ڌرتيءَ ۾ گهڙي ويو، اهڙي طرح راوڻ کي ماري اهو ٻاڻ وري ڀڳوان رام جي ترڪش ۾ هليو آيو. ٻاڻ جي لڳڻ سان راوڻ جيڪو وڏو ڀاري ڌنش ٻاڻ ان جي هٿ مان ڪري پيو ۽ ٻاڻ چڪر ڪاٽي وڃي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. راوڻ کي ڌرتيءَ تي ڪرندو ڏسي باقي بچيل راڪش اداس ٿي ڀڄڻ کان پڇي هليا ويا. تڏهن ٻاندر ڀلهجي وجهه ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ سري رامچندر جي جئه ۽ راوڻ جي ڪٿه مڃائڻ لڳا. آڪاش منڊل ۾ ڌنڌپي ناد وڄڻ لڳا، ڀڳوان رام تي سيڌي پاسن کان ڦولن جي ورکا ٿيڻ لڳي. مني، سڌ، چارڻ ۽ ديوتائون هنجي استوتي ڪرڻ لڳا، وري آڪاش ۾ سڀئي پاسي اپسرائون خوش ٿي نچڻ لڳيون. ان وقت راوڻ جي ديهه مان هڪ سورج جي سمان پرڪاش ڏيندڙ جوت نڪتي جا سڀني ديوتائن جي ڏسندي سري رگهناٿ ۾ سمائجي وئي. اهو ڏسي ديو گڻ چوڻ لڳا، افسوس! مهاتما راوڻ اڄ وڏو ڀاڳيوان آهي ۽ اسان ديوتائون ستوگڻي آهيون ۽ وشنو ڀڳوان جي اسان تي ڪرپا آهي تنهن هوندي به اسين دپ ۽ دکن ۾ ڦٽجي سنسار ۾ ڀٽڪندا رهون ٿا ۽ هي راوڻ مها ڪرور راڪش، هو ادهم گهاتي، تمام تموگڻي، پر استري چور، ڀڳوان جو ورودي ۽ ڀڳتن کي دک ڏيڻ وارو هو. ليڪن ڏسو ته سهين اهو سڀني جي ڏسندي ڏسندي ڀڳوان رام ۾ لين ٿي ويو. ديوتائن جا اهي وچن ٻڌي ناردمني چوڻ لڳو هي ديوگڻ! توهين ڌرم جي تتو کي چڱيءَ طرح ڄاڻڻ وارا آهيو تنهڪري هن ٻاري ۾ منهنجو جيڪو وچار آهي سو ٻڌو. سري رام سان وير رکڻ

ڪري راوڻ پنهنجي شيوڪن سميت هردي ۾ سدائين سري رامچندر جي چرنن جي ڀاونا رکندو هئو ۽ رام جي هٿان موت جو ٻڌي راوڻ سڀني پاسن کان رام کي ئي ڏسندو هئو ۽ سڀني ۾ ئي رام کي ڏسندو هو انهيءَ ڪري ڪروڌ جي اڀياس کان ئي وڏيڪ اڀ يوڳي ٿيو، انت ۾ سري رام جي هٿان مرڻ ڪري هن جا سڀئي پاپ ڌوپجي ويا ۽ موڪش کي پراپت ٿيو.

**جيڪڏهن ڪوئي پرش اصل کان مهاپاپي، دراچاري، پرڌان ۽ پر استريءَ ۾ موهت آهي- تڏهن هوندي به هو نئين پريم سان يا ڀاءُ سان ڀڳوان جو چنتن ڪري پراڻ تياڳي ٿو ته اهو شڪ مان ٿي سوين جنمن کان پوءِ وئڪنٺ ڌام هليو وڃي ٿو.**

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ان وقت راوڻ کي پرٿويءَ تي پيل ڏسي مندودري ۽ ٻيون سڀئي راوڻ جون استريون ان جي پرسان اچي ڪري پٽڻ ۽ دکي وچون ورلاپ ڪرڻ لڳيون، وڀيشڻ به تمام شوڪ ۾ وياڪل ٿي ويو. تڏهن کان پوءِ ماتلي سارٿي سري رامچندر کي پرڻام ڪري آگيا وٺي آڪاش رستي سورڳ لوڪ هليو ويو. تڏهن سري رامچندر پرسن چت سان لڪشمڻ کي چيو هي لڪشمڻ! مون ته اڳ ئي وڀيشڻ کي لنڪا جو راڄ ڏيئي ڇڏيو آهي تنهڪري تون هن وقت لنڪا ۾ وڃي وڀيشڻ کي برهمڻن جي ڏنائن وڌيءَ موجب پاٺ پوڄا، جپ تپ ڪرائي راڄ گاديءَ تي ويهاريو. ڀڳوان جي آگيا مڃي لڪشمڻ بانرن سميت وڀيشڻ کي ساڻ وٺي لنڪاپوريءَ ۾ آيو ۽ سمنڊ جي جل سان پرال سونو ڪلش ڀرائي وڌيءَ موجب پوڄا ڪرائي مها پنڊتن راڪش راڄ وڀيشڻ کي آنند منگل دائڪ راڄ تلڪ ڏنو. تڏهن پرواسين سميت هٿن ۾ انيڪ قسمن جي ڀيٽا کڻي لڪشمڻ سان گڏ مٿين سان پرال وماڻ ۽ هڪ پشپ وماڻ آڻي سري رامچندر جي اڳيان ڀيٽا رکي ڏنڊوت پرڻام ڪيو. تڏهن ڀڳوان ڪلي چوڻ لڳو هـي وڀيشڻ هن وماڻ ۾ واهي آڪاش ۾ وڃي وستر آڀوشڻ وڃي اڇلاءِ. وڀيشڻ سري رامچندر جي آگيا مڃي آڪاش ۾ ويو ۽ اتان وڃي سڀئي مٿيا ۽ وستر ورسائڻ لڳو، جنهن جي من ۾ ٿي آيو تنهن اهوئي ٿي کنيو. بانرن مٿين کي وات ۾ وجهي وري ٿوڪاري ڦٽو ڏسي ڪيو. سري رامچندر ۽ لڪشمڻ ڏسي کلي رهيا هئا، مني جن، جنهنکي ڌيان ڪري به نٿا پائين، ويد جنهن لاءِ نيتي نيتي چون ٿا اهڙي سري رامچندر بانرن سان انيڪ کيل کيلي رهيو آهي. رڇ ۽ بانر وستر آڀوشڻ پائي رگهناٿ وٽ آيا، پرڀوءِ بانرن

ڪي انيڪ رنگا رنگي وستر ڀوشڻ ڏسي ڪلهه لڳا لڇمڻ کان پوءِ ڀڳوان رام سگريو کي هردي سان لڳائي چيو هي ويرا لڇمڻ جي ئي سهائتا سان مون مهاپاپي راوڻ کي جيتيو آهي- هي متر! انهيءَ ڪري وڀيشڻ کي لنڪا جو راڄ ڏنم. لڇمڻ کان پوءِ پرڀو پاءِ سان ڀيٽي هنومان کي چيو هي هنومان! تون وڀيشڻ سان گڏ راوڻ جي محل ۾ وڃي جانڪيءَ کي راوڻ جي مرڻ جو سمورو حال ٻڌاءِ، پوءِ جانڪي جو ڪجھ جواب ڏئي اهو اچي مون کي ٻڌاءِ، ڀڳوان رام جي آگيا مڃي هنومان لنڪاپوريءَ ۾ آيو ۽ راوڻ جي محل ۾ وڃي شيشم جي وڻ هيٺان نراس ۽ دکياري سيتا کي ويٺل ڏٺو، جنهن جي چوڌاري راڪشڻيون ويٺل هيون سا جانڪي ڀڳوان رام جو ڌيان ڪري رهي هئي، هنومان وڃي سيتا کي هٿ جوڙي پرڻام ڪيو. هنومان کي پنهنجي اکيان ڀيٽل ڏسي جانڪي ڀوران نه ڪجھ دير چپ رهي پر پوءِ اڳين ڳالهه ياد ڪري هن کي رام جو دوت سمجهي ڏاڍو خوش ٿي چت ڪهڙن ۾ نه پئي سمائي، هنومان هن جو من پرسن ڏسي رام جو سمورو حال ٻڌائي چيو هي ديوي! وڀيشڻ جنهنجو سهائڪ آهي سري رامچندر سگريو ۽ باندر سينا سميت راضي خوشي آهي ان ڀڳوان رام راوڻ کي پٽن ۽ سينا سميت ماري لنڪا جو راڄ وڀيشڻ کي ڏنو آهي تو ڏانهن پنهنجو ڪشل موڪليو آهي. پتيءَ جو موڪليل سنديش ٻڌي سيتا پرسن ٿي گد گد واڻيءَ ۾ چوڻ لڳي هي ڀائي! مان تنهن جو ڪهڙو اپڪار ڪريان تنهن جي پيارن وچنن جي برابر مون کي ٽن لوڪن ۾ ڪوئي رتن آڀوشڻ نه، ڏسڻ ۾ نٿو اچي جو توکي ڪٽي ڏيان، جانڪيءَ جا اهي وچن ٻڌي هنومان چوڻ لڳو هي ماتا! دشمن ناس ٿيڻ کان پوءِ مان پرسن چت سان پراڀان وچن، ڪندڙ سري رامچندر جو درشن ڪريان ٿو اهوئي منهنجي لاءِ انيڪ قسمن جا رتن آڀوشڻ ۽ ديوتائن جي راڄ کان به وڌيڪ آهي. هنومان جا اهي وچن ٻڌي جانڪي چوڻ لڳي هي هنومان! جيترا به شڀ گڻ آهن اهي سڀ تو ۾ ٿي موجود آهن هاڻ مان رگھناٿ جو درشن ڪندس تون پرڀوءَ جن کان جلدي آگيا وٺي اچ. تڏهن هنومان "تمام چڱو" چئي ان کي پرڻام ڪري سري رامچندر وٽ آيو ۽ سمورو حال ٻڌائي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! جنهن لاءِ هيءَ پل ۽ ٻيا سڀ ڪرم شروع ڪيا هئاسون ۽ جيڪا انهن سڀني ڪرمن جو ڦل سروپ ديوي آهي هاڻ ان دکي اٻلا جنڪ نندني جانڪيءَ کي توهين هلي درشن ڏيو. هنومان جي اهڙي طرح چوڻ ڪري گيان ۾ سرشت ڀڳوان رام، ماتاوي سيتا کي نياڳڻ لاءِ من ۾ وچار ڪري اڳدي پرڪيا وٺڻ

لاءِ وڀيشڻ کي چيو هي راجن! توُن وڃ ۽ جلدي جانڪيءَ کي سنان وغيره
ڪرائي سهڻا سندر ڪپڙا ۽ زيور پهرائي وٺي اچ .

## سيتا جو سري رامچندر وٽ اچڻ ۽
## اگنيءَ پرڪيا ڏيڻ

سري رامچندر جي آگيا ٻڌي وڀيشڻ هنومان کي ساڻ وٺي جانڪيءَ
وٽ آيا ۽ جانڪيءَ کي اُتان راڪشڻين هٿان سنان ڪرائي وستر آڀوشڻ
پهرائي هڪ سندر پالڪيءَ ۾ چاڙهي وٺي هلڻ لڳا. سيتا کي ڏسڻ لاءِ سڀئي
بانڊر ڊوڙي آيا ۽ چئني پاسن کان روڪيندا هٽو هٽو چوندا سري رامچندر
وٽ آيا. سري رامچندر پري کان ئي سيتا کي پالڪيءَ ۾ چڙهيل ڏسي
چيو هي وڀيشڻ! توهين هنن بانڊرن کي ڇو ٿا روڪيو سڀئي بانڊر جانڪيءَ
جو ماتا سمان ڀلي درشن ڪن ۽ جانڪيءَ کي پيدل مون وٽ وٺي اچو .
سري رام جا اهي وچن ٻڌي سيتا پالڪيءَ مان لهي ڏاڍي پند
ڪري سري رامچندر وٽ آئي. ڀڳوان رام ڪاوڙ وس وچيل ..... سيتا کي
ڏسي ان کي تمام ڪجهه نه چوڻ جهڙا ان جي چوڻ جي ٻاري ۾ گهٽ وڌ
لفظ چيا. سري رام جا اهي وچن ٻڌي سيتا نه سهي سگهي ۽ لڪشمڻ کي
چوڻ لڳي هي لڪشمڻ! ڀڳوان رام کي وشواس ڏيارڻ لاءِ ۽ لوڪن کي
خاطري ڏيڻ لاءِ توُن جلدي منهنجي لاءِ اگني ڪنڊ تيار ڪر. شري رگهناٿ
به سڀ سمجهي ويا، اوڏي مهل شترو دمن لڪشمڻ ڪاٺيون گڏ ڪري
هڪ اگني ڪنڊ ٺاهي چپ چاپ اچي رام وٽ بيهي رهيو. تڏهن سيتا
ڀڪتي ڀاو سان شري رامچندر کي پرڪرما ڏيئي سڀني لوڪن ۽ راڪشڻ جي
استرين جي ڏسندي ديوتائن ۽ براهمڻن کي نمسڪار ڪري اگنيءَ
وٽ اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي اگن ديو! جيڪڏهن منهنجو
من رگهناٿ کي ڇڏي ڪڏهن ٻئي پرش ڏانهن نه ويو هجي ته
سڀني لوڪن کي ساکي اگن ديو منهنجي سڀني پاسي رکيا
ڪريو. ائين چئي سڀني شروڻي سيتا اگنيءَ کي پرڪرما
ڏيئي اُنهيءَ اگنيءَ ۾ گهڙي ويئي، سيتا کي پيارڪ اگنيءَ ۾
ويندو ڏسي سڀيئي دکي ٿي من ۾ چوڻ لڳا ته افسوس!
سڀ ڪجهه ڄاڻندي به ڀڳوان رام پنهنجي لڪشمي سيتا کي
ڪيئن تياڳ ڪيو.

چون آگ جبري جلائي ولي،
وجڻي ٻانڊ ٻاري مچائي ولي.
اُن آگ جي لي ڇتو آسمان،
هئو ڀاڳ جو ته ٻچي اي امان.
ڏسي تاپ هرڪو وڃو لي هٽي،
مگر ڪين سيتا سندي دل مٽي.
ڏسي ماٺ لڇمڻ ۽ لهو جڏهن ڏٺو،
مٿل مچ سڀني کان اچانڪ ٻڌو.
وڃو تاءِ ٻاور سندو مارجي،
سندي ڀاڳ ٻاري وئي هارجي.
ٻجهي آگ، سيتا سلامت رهي،
وڃو شڪ سڀن جو سرور لهي، (سائل)

ٻڌوءِ جي چوڌار ڪي ڪنهن نه سمجهيو، ٽوڙي ديوتا، مني، سڌ، آڪاش ۾ ابهي رونشو ڏسي رهيا آهن. تڏهن اگني ديو سگڻ روپ ڌاري پنهنجي گود ۾ وسترن ۽ آڀوشڻن سان سينگاريل جنڪ نندني جانڪيءَ کي کڻي پرگهٽ ٿي شرناگت دک ناشڪ شري رامچندر کي چيو هي رگهوير! ڀڳوان توهان اڳ ان ۾ مون کي هيءَ سيتا سونپي هئي هاڻي ديوي جانڪيءَ کي سويڪار ڪريو. "هي هري! توهان راوڻ کي مارڻ لاءِ پنهنجي مايا وي سيتا رچي راوڻ کي پڻ ۽ ماڻهن سميت ماري ڇڏيو. هي پرڀو! اهڙي ريت ڪري توهان پرٿويءَ جو ڀار لاهي ڇڏيو. هوءَ مايا وي سيتا جنهن ڪارڻ لاءِ توهان رچي هئي اُها اُن کي پورو ڪري هاڻ گم ٿي وئي آهي. اگني ديو جا اهي وچن ٻڌي شري رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ جانڪيءَ کي انگيڪار ڪيو ۽ اگني ديو انتر ڌيان ٿي ويو. شري سيتا شري رام جي ساڄي پاسي براجمان آهي جنهن جي سوڀيا تمام سندر هئي جڻ ته نئي نيل ڪمل جي پرسان سوني ڪمل جي ڪلي کلي آهي- ديوتا پرسن ٿي گل وسائڻ لڳا.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! شري رامچندر لڇمڻ، وڀيشڻ، هنومان، انگد، سگريو، جامونت ۽ ٻين وير ڏانهن نهاري ديا ڪئي ۽ لڳو هي ويرو! توهان جي ٻاهن جي ٻل سان اڄ

مون راوڻ کي ماريو ۽ وڀيشڻ کي راڄ ڏنو، توهان سڀني جي ڪرپا جس جيستائين سورج ۽ چنڊ آهن تيستائين لوڪ ڳائيندا. ۽ جو مدش منهنجي هن پوتر ڪٿا جو ڪيرتن ڪندو، اهو پرم پد کي پائيندو. هاڻي سڀئي توهين پنهنجي پنهنجي گهر وڃو ۽ مونکي پساد ڪندا رهجو. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سڀئي ٻاندر گهٻرائجي ويا ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳا. هي پڀو! توهان جا وچن ٻڌي اسان جي من ۾ موهه اڀري پيو آهي توهان ٻاندرن کي داس سمجهي ديا ڪئي آهي. هي رام! توهين ٽن لوڪن جا سوامي آهيو. هي پڀو! توهان جا وچن ٻڌي اسين لڄ جا مارئا مري ٿا وڃون. ڇا! مڇر به ڪڏهن گرڙ جو اُپڪار ڪري سگهي ٿو؟ سري رامچندر جو رخ ڏسي ٻاندر ۽ رڇ اوپر ۾ اڏي ويا، ڪنهن کي به گهر وڃڻ جي اڇا نه ٿي. پڀو جي آڳيا سان سڀئي رڇ ۽ ٻاندر سري رامچندر جي سروپ کي هردي ۾ رکي خوشي ۽ غم وچون ويٺي ڪري هليا ويا ۽ پيا جامونت، سگريو، نل ۽ نيل، انگد ۽ هنومان ۽ وڀيشڻ سميت جيڪي به وڏا ٻاوان سنماپتي هوا اهي سڀ اوپر وس ڪجهه چئي نه سگهيا پر اکين مان جل آڻي هڪ ٽڪ سري رامچندر ڏانهن نهاري ٿا. انهن جي وڌيڪ پريت ڏسي سڀني کي ومان تي ڪڍي وهاريو ۽ من ۾ برهمڻن جي چرڻن ۾ مستڪ نوائي اتر ڏسا ڏانهن ومان هلايو. ومان هلڻ وقت تمام وڏو آواز ٿيو. سڀئي لوڪ سري رامچندر جي جئه جئه ملائڻ لڳا. سري رامچندر سان گڏ سيتا اڻين ٻئي سونهين جيئن سمير پربت جي چوٽيءَ تي ٻادل سان گڏ بجلي چمڪندي آهي. جڏهن سندر ومان تيزيءَ سان هليو تڏهن ديوتائن پرسن ٿي مٿان گلن جي ورکا ڪئي، تمام سک ڏيندڙ سيتل مند سگند واري هوا اچڻ لڳي سمندر ۽ تلاءُ ۽ ندين جو جل نرمل ٿي پيو، چئني پاسي سٺا سوڻ ٿيڻ لڳا تنهڪان پوءِ آڪاش ۾ ومان تي پاربتيءَ سان گڏ شنڪر سري رامچندر کي چوڻ لڳو هي رگهنندن! مان توهان جي راڄ تلڪ ڏسڻ لاءِ اوڌپوريءَ ۾ ايندس ان وقت توهان پنهنجي سرڳ جي پتا (دشرٿ) جو درشن ڪرايو. تڏهن سري رامچندر پنهنجي سامهون ومان ۾ ويٺل مهراج دشرٿ کي ڏسي لڪشمڻ سميت اٿي ڀاو سان چرڻن ۾ سر رکي پرڻام ڪيو. دشرٿ پنهنجي پٽ کي ڏسي پنهنجي هردي سان لڳائي چوڻ لڳو هي پتر! تو مونکي سنسار روپي دک سمندر پار ڪري ڇڏيو انئين چئي سري رامچندر کي وري گلي سان لڳائي هليو ويو. تنهن کان پوءِ سري رامچندر اندر کي ايندي ڏسي چيو هي ديوراجا منهنجي آڳيا سان تون امرت وسائي منهنجي ڪري ٻڌ ۾ مري ويل

باندر جيڪي پرلوءَ ۾ پيل آهن تن کي جلد وڃي جيئرو ڪري ڇڏ. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ديوراج اندر "تمام چڱو" چئي امرت وسائي سڀني باندرن کي جيئرو ڪيو ۽ جو جو باندر رڻ ۾ پهريان مارجو ويو هو اهي سڀئي ڄڻ ننڊ مان سجهي اُٿيا آهن ۽ اڳئين جهڙا ٻلوان ٿي پيا ۽ ڀڳوان رام ڏانهن هليا ويا. پر اُهي يڌ ۾ مري ويل پرلوءَ ۾ پيل راکش گڻ اهي امرت وسڻ ڪري به جيئرا نه ٿيا...... وماڻ هلندي هلندي رستي ۾ سري رامچندر سيتا کي چوڻ لڳو هي سيتا! هيءَ رڻ ڀومي ڏس هتي لکشمڻ ميگهناد کي ماريو هو، هتي هنومان ۽ انگد جا ماريل وڏا وڏا راکش رڻ ۾ پيا آهن ۽ ديوتائن ۽ منين کي ڏک ڏيندڙ ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ ٻئي ڀائر هتي ماريا ويا، ڏس هي سيتو ٻڌ آهي جتي مون سک جي ڌام شو جي استاپنا ڪئي هئي اِئين چئي جانڪيءَ سميت شو کي پرڻام ڪيو. جتي جتي ڪرپا سنڌو سري رامچندر بن ۾ وشرام ڪيو هو انهن سڀني جا نالا ٻڌائي اهي استان ڏيکاريا. وماڻ جلدي اُتي آيو جتي سهڻو سنڌر ڊنڊڪ بن هو، جتي اگستيه مني ۽ ٻيا ايڪ مني رهندا هئا انهن آشرمن ۾ سري رامچندر ويو جتي سڀني منين جي آشيرواد وٺي جگديشور چترڪوٽ ۾ آيو اُتي اچي رشين کي سنتوشت ڪيو پوءِ اتان جلدي وماڻ هليو. سري رامچندر جانڪيءَ سان ڪلجگ جي پاپن کي ناس ڪرڻ واري جمنا جو درشن ڪري وري پوتر گنگاجيءَ جو درشن ڪيو تڏهن سري رامچندر چيو هي سيتا! گنگاجيءَ کي پرڻام ڪر. پوءِ تيرٿ راج پرياگ کي ڏس جنهن جي درشن ڪرڻ سان سڀئي پاپ مٽجي وڃن ٿا، ان کان پوءِ مها پويتر ترويڻيءَ جو درشن ڪر جا شوڪ کي دور ڪرڻ واري آهي ۽ ديولوڪ جي ڏاڪڻ آهي، تنهنکانپوءِ اوڌپوريءَ کي ڏس جا ٽن قسمن جا تپ ۽ سنساري روڳن کي ناس ڪرڻ واري آهي، پوءِ سيتا سميت سري رامچندر اوڌپوريءَ کي پرڻام ڪيو ۽ ڏاڍو خوش ٿيا. وري ترويڻيءَ ۾ اچي شري رامچندر باندرن سميت سنان ڪيو ۽ برهمڻن کي انيڪ دان ڏنو تنهن کان پوءِ سري رامچندر هنومان کي سمجهائي چيو هي هنومان! تون برهمچاريءَ جو روپ ڌاري ايوڌيا ڏي وڃ اُتي وڃي ڀرت کي اسانجي خوش خبري ٻڌاءِ ۽ اُن جو سماچار وٺي جلد موٽي اچ.

سري رامچندر جي آگيا مڃي هنومان روانو ٿيو. تنهن ڪانپوءِ ڀڳوان ڀاردواج وٽ آيو. منيءَ هن جي چڱيءَ طرح پوڄا ڪئي ۽ استوتي ڪري آشيرواد ڏني. پوءِ ٻئي هٿ جوڙي منيءَ کي چرڻن ۾ پرڻام ڪيو، پوءِ سري رامچندر ومان ۾ چڙهي اڳتي هليو ۽ گنگاجي لنگهي ومان ڪناري لي لٿو تڏهن سيتا چڱيءَ طرح گنگاجيءَ جي پوڄا ڪري پرڻام ڪيو. تڏهن گنگاجي پرسن ٿي آشيرواد ڏنائين چيو هي سندري! تنهنجو سهاڳ اٽل رهي. نشاد گوهه پريوءَ جي اچڻ جو ٻڌي ڀوڙندو سري رامچندر وٽ آيو ۽ چرڻ وندنا ڪري پرڻام ڪيو، پريو هن جو پريم ڏسي نيچ نشاد کي ڇاتيءَ سان لڳائي ڀاسي ۾ وهاري ڪشل پڇيو، تڏهن هو وينتي ڪري چرڻ لڳو هي ڀڳوان جو برهما ۽ شو جنهن کي ڌيائين ٿا اهڙي طرح توهانجي چرن ڪملن جو درشن ڪري هاڻ مان بلڪل خوش آهيان. هي سک جا ڌام پورڻ ڪام رامجي توهان کي مان وار وار نمسڪار ٿو ڪريان. تلسيداس چوي ٿو ته هن مد ڀڳوان کي موهه وس پلائي ڇڏيو. راڻ جي دشمن جي هيءَ پوتر ڪٿا سري رامچندر جي چرڻن ۾ سدائين پريت ڏيڻ واري آهي. ڪام ۽ ٻين دوشن کي ناس ڪرڻ وارو ۽ گيان ڏيڻ وارو آهي. ديوتا، ست، مني هن کي آنند پورو ڳائين ٿا جو پرش سري رامچندر جو سمرن ڪري هن جي ڪٿا ٻڌي ٿو اُن کي ڀڳوان وجيه ٻل ۽ گيان ڏئي ٿو، اڙي من! ويچار ڪري ڏس ته هي ڪلجگ پاپن جو گهر آهي هن ۾ سري رگهنات جي نام کان سواءِ ٻيو ڪوئي آڌار ڪونه آهي، وڏ ڀاڳي آهن اهي اِنسان جيڪي رات ڏينهن سري رام جو ڌيان ڌارين ٿا. هن سنسار ساگر مان پار پهچڻ لاءِ سري رام جو ڌيان اهڙو ضروري آهي جيئن انڌي لاءِ لٺ ۽ ٻيڙيءَ لاءِ ڌيان سُکان. تنهنڪري هي من ان سڀ ساٿيءَ رام جو ڌيان ڪر جو ئي ڪلياڻڪاري آهي.

هري اوم تت ست شري گوسوامي تلسي ڪرت راماڻ
شو پاروتي سنواد لنڪا ڪانڊ
سنسار ساگر روپي ڇهون ڌاڪر سماپت.

## اُتر ڪانڊ (۷)



مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! سري رامچندر جي بنواس مان موٽي اچڻ ۾ باقي هڪ ڏينهن آهي سڀ نگرواسي اچڻ جي واٽ نهاري رهيا آهن. سري رامچندر جي وڇوڙي ۾ جتي ڪٿي سڀيئي چنتا ۾ وياڪل آهن. ڪوشليا ۽ ٻين مائرن کي من ۾ آنند جون لهرون اچڻ لڳيون ڄڻ رام سيتا لڪشمڻ سميت اچي رهيا آهن. ڀرت جي ساڄي اک ۽ ساڄي ٻانهن ڦڙڪڻ لڳي سو شڀ لڳڻ ڄاڻي ڏاڍو خوش ٿي چوڻ لڳو ته اجا باقي هڪ ڏينهن رام جي اچڻ ۾ بچيو آهي تنهنڪري ڏاڍو ڏک ٿيس ته ڇا جي ڪري رگهنات هڪ ڏينهن دير سان اچي ٿو ۽ دل ۾ سوچڻ لڳو ته ڇا مون کي پاڻ نه سمجهي پربوءَ مونکي ڀلائي ڇڏيو آهي. اها! لڪشمڻ ڌنيه آهي جو سري رامچندر جي چرن ڪملن جو پريمي ٿي رهيو آهي. مونکي ڪپٽي ۽ ڪوڙو سمجهي، انهيءَ ڪري ڀڳوان مون کي سات نه ڏنو. وري دل ۾ سوچڻ لڳو ته پربو پنهنجي سيوڪ جو دوش نه ڏسندو آهي، هو دان ٻنڌو ڀڳوان سڀاءَ جو ڪومل آهي. منهنجي من ۾ پڪو ڀروسو آهي ته سري رامچندر جلد درشن ڏيندو. سري رام جي وڇوڙي روپي سمندر ۾ ڀرت جو من ٻڏندو ٿو وڃي ته ايتري ۾ پون پتر هنومان براهمڻ جو روپ ڌاري آيو. ڄڻين ته آيو جڻين ٻڏندڙ کي ٻيڙي ملي وڃي. هنومان ڏٺو ته ڀرت جي آسڻ تي ويٺو آهي ۽ جٽائن جو مٿي تي مڪٽ اٿس سڄو تمام ڏٻرو ٿي ويو آهي، چاڪڙيون اکيان رکيون اٿس ۽ رام رام رگهنات جو نالو جپي رهيو آهي ۽ ڪمل وانگر نيترن مان جل وهي رهيو اٿس. هنومان وٽس اچي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڀرت! جنهن پربوءَ جي وڇوڙي ۾ تون ڏينهن رات دکي رهين ٿو، جنهن ڀڳوان رام جو تون چنتن ڪرين ٿو ۽ جنهن لاءِ توهان ايڏو تپ ڪيو آهي اهو رگهنندن سڀني کي سک ڏيڻ وارو ديوتائن ۽ منين جو رکيڪ رام سک جو ڌام اچي رهيو آهي. اهي مٺا وچن ٻڌي ڀرت جا سڀ ڏک دور ٿي ويا جڻ اڃايل کي امرت ملي ويو ۽ خوشيءَ مان ٻاهر

جا آنسون وهائي چوڻ لڳو هي ڀائي! تون ڪوئي ديوتا آهين يا منش جو ديا ڪري هت آيو آهين، سچ ٻڌاءِ تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آيو آهين. تو مون کي مٺا ۽ پيارا وچن ٻڌايا آهن. تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي ديال ٻڌو مان سري رام جو داس آهيان. هنومان جا اهي وچن ٻڌي ڀرت اٿي کيس ڀاڪر سان مليو ۽ چوڻ لڳو هي هنومان تنهنجي درشن سان سڀ دک دور ٿي ويا ڇاڪاڻ اڄ مونکي پيارو رام ملي ويو، وري ان کان ڪشل پڇي چوڻ لڳو هي ڀائي! هن وقت مان توکي ڇا ڏيان، سنسار ۾ هن خوش خبريءَ جي برابر ڪجھ نه آهي اهو مون ويچار ڪري ڏٺو آهي. هاڻ مونکي سچ سچ ٻڌاءِ ته رگهونات جو ڀائرن ساڻ سڀهه ڪيئن ليو، جڏهن ڪري مان تنهنجي وچن تي پورڻ وشواس ڪريان. ڀرت جا اهي وچن ٻڌي هنومان مڏ کان وٺي سمورو حال ڪري ٻڌايو، جو ٻڌي ڀرت ڏاڍو خوش ٿيو. هنومان هن جو سچو پريم ڏسي چوڻ لڳو هي ڀرت! تون ته شري رامچندر کي پرانن کان به پيارو آهين، تڏهن ڪري مونکي تنهنجي خوش خبري وٺڻ لاءِ موڪليو اٿس. هي ڀائي! تون شوڪ نه ڪر، ڇو ته سري رامچندر جلدي سيتا لڪشمڻ سميت اچي رهيو آهي. ائين هنومان ڀرت جي چرنن ۾ سر نوائي جلدي سري رامچندر وٽ آيو ۽ اچي سمورو حال ڀرت جو ڪري ٻڌايو. تڏهن سري رامچندر پرسن ٿي ويمان تي چڙهي هلڻ لڳا، هنومان جي وڃڻ کان پوءِ ڀرت خوش ٿي ايوڌيا پوريءَ ۾ ويو ۽ سمورو حال اچي گرو وشسٽ کي ٻڌايو پوءِ راج محل ۾ خبر ٻڌائي ته سکن جو ڌام سري رامچندر نگر ۾ اچي رهيو آهي- اهو سماچار ٻڌي مائرون ڊوڙي آيون. تڏهن ڀرت رام جو ڪشل ٻڌائي سمجهايو. جڏهن ايوڌيا واسين شري رامچندر جي اچڻ جي خبر ٻڌي تڏهن سڀ نر ناريون پرسن ٿي خوشيءَ جا گيت ڳائڻ لڳا گهر گهر ۾ آنند منگل ٿيڻ لڳا، رستا صاف ٿي ويا، شاهي سڙڪن تي روشني لڳي ويئي. راج دربار کي سينگاري ڇڏيائون. مطلب ته ان وقت ايوڌيا جي سوڀيا سرڳ کان به لکين درجا اتم هئي. ايوڌيا پوريءَ پرڀوءَ جي اچڻ ڪري سرجو نديءَ جو جل نرمل ٿي ويو ۽ ٽن قسمن جي سڳنڌي هوا اچڻ لڳي. گرو وشسٽ ڪيڪيئي شترگهن ۽ برهمڻ منڊليءَ سان گڏ ڏاڍي پريم سان سري رامچندر سان ملڻ هليا ۽ اڻيڪ زالون ماڙين تي چڙهي آڪاش ۾ ويمان کي ايندو ڏسي مٺي سر سان منگل گيت ڳائڻ لڳيون.

## رامچندر جو ايوڌيا ۾ اچڻ

ڪرپانڌان سري رامچندر جڏهن سڀني ماڻهن کي ايندو ڏٺو تڏهن نگر

جي وڃڻ پرڀوءَ جي آکيا سان اچي ٿي پشپ ومان لاٿائون. سري رامچندر ومان
مان هيٺ لهي چيو ته هي ومان! تون ڪبير وٽ وڃ، پرڀوءَ جي آکيا مڃي
ومان پنهنجي سوامي ڪبير وٽ ويو. ڀرت سان جيڪي ماڻهو گڏ آيا هئا
انهن سڀني جو سري رامچندر جي واڳن ۾ سوار ڏٺو ني واسو هو. پرڀو
گرو وششٽ کي ڏسي ڌنش بائڻ هيٺ رکي لڪشمڻ سميت سر نمائي پرڻام
ڪيو. پوءِ سڀني براهمڻن کي پرڻام ڪيو. تنهن کانپوءِ ڀرت سري رامچندر
جي چرڻن تي اچي ڪريو. جنهنجي چرڻن کي ديوتا، مني، شنڪر ۽ برهما
به نمسڪار ڪن ٿا. ڪرپانڌان ڀڳوان ڀرت کي پريم ڀاءُ سان اٿاري هردي
سان لڳايو، جنهن جي اکين مان پريم جا آنسون وهڻ لڳا. ٽرلوڪي ناٿ
ڏاڍي پريم سان ڀرت کي هردي سان لائي گڏيو ۽ خوش خبري پڇڻ لڳو
تڏهن ڀرت کان خوشيءَ وچون مک مان وچن نه پيو نڪري، نمت ڌارج
ڌري چوڻ لڳو هي پرڀو! توهان پنهنجي داس کي دکي سمجهي درشن ڏنو.
هي پرڀو! توهان مونکي واڳ روپي سمندر ۾ ٻڏندڙ کي هٿ پڪڙي بچائي
ورتو. پوءِ شترگهن کي پريم سان ڀاڪر پائي گڏيو. پوءِ ڀرت ۽ لڪشمڻ
پريم سان گڏيا، وري شترگهن لڪشمڻ سان گڏيو ۽ ورهين جي وڇوڙي
جو دک ڀلائي ڇڏيو. پوءِ شترگهن ۽ ڀرت سيتا جي چرڻن ۾ مستڪ نوائي
ڏاڍو خوش ٿيا ۽ پرڀوءَ جو درشن ڪري سڀئي نگرواسي پڻ ڏاڍو خوش
ٿيا. سري رامچندر سڀني ماڻهن کي پريم ۾ وياڪل ڏسي ڪرپالو ڀڳوان رام
هڪ عجيب ڪمال ڪري ڏيکاريو. ان ڀڳوان رام پنهنجا انيڪ روپ ڌاري
ڪري سڀني سان سڪ پريم سان گڏيو ۽ ديا جي درشٽيءَ سان سڀني نر
نارين جو غم ڀلائي ڇڏيو. ٿوري دير ۾ ٿي سڀني سان مليو.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! اهو ڀيد ڪنهن به نه ڄاتو! اهڙي
طرح شيل ۽ گڻن جو ڌام سري رامچندر اڳتي هليو. سڀئي ماتائون ڊوڙي
آيون جيئن ويائل ڳائون وڇڙي کي ڏسي ڊوڙندي آهي. سري رامچندر ڏاڍي
پريم سان سڀني ماتائن سان مليو ۽ مٺا مڌر وچن ڳالهائي انهن جو ورهين
جي وڇوڙي جو دک دور ڪيو. شري رامچندر کي ڏسي سڀئي ماتائون
ڏاڍو خوش ٿيون. رامچندر سان ملڻ وقت ڪيڪئي من ۾ ڏاڍو لڄي ٿي
پوءِ لڪشمڻ پنهنجي ماتا سمترا ۽ ٻين ماتائن سان پريم پوروڪ گڏيو. تنهن کان
پوءِ سيتا سڀني سسن کي پيري پئي گڏي جن ڪشل پڇي آشيرواد ڏني ته
تنهنجو سهاڳ اچل رهي. سڀئي ماتائون سري رامچندر سان گڏ سيتا کي
ڏسي پنهنجي من کي آنند ڏيئي رهيون هيون. پوءِ ڀرت سگريو، جامونت

انگد، نل، نيل ۽ ٻين کي گلي سان لڳائي چوڻ لڳو ھي وانر راڄ سڪرارا! توھان جي سھائتا سان سري رامچندر وڏيءَ ڪري راوڻ کي ماري لنڪا کٽي. اسان جڏھن ٻڌو ته توهان ھڪ پڇون ٿا آھيون. انھيءَ ڪان پوءِ ڀرت سري رامچندر جي چڱي طرح پوڄا ڪيل چاکڙاون آڏي بيٺي پور وڪ سري رامچندر جي چرنن ۾ ڀھراڻي چوڻ لڳو ھي پرڀو! اڄ توھان کي اوڌيا ۾ آئل ڏسي منھنجو جنم سڦلو ٿي پيو ۽ منھنجي من جون سڀئي ڪامنائون پوريون ٿي ويون. ھي پرڀو! مونکي امانت روپ ۾ ڏنل توهان جو ھيءُ راڄ مان وري توهان کي ٿي ارپڻ ڪريان ٿو. ھي ڀڳوان! جيئن توهان مون کي راڄ ڏنو آھي تيئن ٿي مان توهان کي واپس ڏيان ٿو. ائين چئي ڀرت سري رامچندر جي چرنن ۾ سر نوائي پرڻام ڪيو. راڄ سڀاڪار ڪرڻ لاءِ ڪيڪئي ۽ گرو وشسٽ تمام گھڻي قدر ڀرارٿنا ڪئي. ھنن جي ڀرارٿنا ٻڌي ديالو ڀڳوان ڀرسن ٿي پنھنجي ماتا جو سھارو ورتي ھر طرح سان مدش ليلا ڪرڻ لاءِ "تمام چڱو" چئي ڀرت کان راڄ ورتو.

## سري رامچندر جو تخت تي ويھڻ

ڪجھ وقت کان پوءِ سري رامچندر محل ۾ آيو ۽ اچڻ شرط پنھنجي ھٿن سان ڀرت ۽ لڪشمڻ جون جٽائون کولايائون پوءِ گرو وشسٽ کان آگيا وٺي پنھنجون به جٽائون کوليائين ۽ نائيءَ کي گھرائي وار ڪٽايائون ۽ پنھنجي شيوڪن کي آگيا ڏنائون ته سگرائو ۽ ٻين باندرن کي سنان وغيره ڪرائو چاڪاڻ ته ھو رستي جا ٿڪل ھوندا. پوءِ پنھنجن ھٿن سان ڀرت ۽ شترگھن کي سنان ڪرايائون ۽ پاڻ به سنان ڪري راجائي وستر ۽ آڀوشڻ ڀھريائين. ان وقت سري رامچندر جي سندرتا جو ورڻن ڪٿر ڪري سگھجي ۽ ماتا سيتا به سندر وستر آڀوشڻ ڀھري محل ۾ آئي جتي سري رامچندر ۽ گرو وشسٽ ويٺا ھوا. اوڏي مھل گرو وشسٽ جي آگيا سان سنگھاسن گھرايو ويو ۽ تنھن سر راڄ تلڪ ڪري سري رامچندر کي جانڪيءَ سميت رتن جڙت سنگھاسن تي وھاريائون.

شري مھاديو چوڻ لڳو ھي پاروتي! نيل ڪمل سمان ڪومل شيام سرير ڪبرتي ھار سندر ٻيل پنھنجي شڪتي مايا سيتا سان گڏ رتن جڙت سنگھاسن تي براجمان آھي. ڀرت شترگھن ۽ لڪشمڻ پنھنجي پاسن کان چونئر ڪٽي بيٺا آھن، برھمڻ ويدن جا منتر پڙھي رھيا آھن. راڄ دربار نگرواسين سان ڀري پيئي آھي. ھر ڪنھن جو مک ڪمل جي گل وانگر ٽڙيل آھي

مطلب ته چوڌاري آنند ئي آنند لڳو پيو آهي. ان وقت برهما، شو ٻار وليءَ سميت ۽ ديوتائون ڀڳوان رام جو درشن ڪرڻ لاءِ آيل هئا. پهچي پت سري رامچندر کي جانڪيءَ سان گڏ راج سنگهاسن تي براجمان ڏسي سڀئي ماتائون ڏاڍيون خوش ٿيون ۽ ان جي آرتي ڪري برهمڻن کي انيڪ دان ڏنائون ۽ ديوتائون خوش ٿي گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا، گندرو ڪنر ڳائڻ لڳا ۽ اپسرائون نچڻ لڳيون. مطلب ته آنند منگل لڳي ويو.

## سري رامچندر جو راڄ ورڻن

سڀئي لوڪن کي سک ڏيندڙ ڀڳوان رام جي راڄ گديءَ تي وهڻ کانپوءِ ڌرتي ان ڌن سان ڀرپور ٿي وئي ۽ وڻ ڦلن سان ڀرپور ٿي ويا، جيڪي گل بنا خوشبوءِ هئا سي خوشبوءِ ڏيڻ لڳا. سري رامچندر جي راڄ گديءَ تي وهڻ کان اڳ ۾ هڪ لک گهوڙا ۽ هڪ لک کير ڏيڻ واريون ڳائون ۽ سوان ٻيل برهمڻن کي دان ۾ ڏنا، تنهن کان سواءِ پرسن ٿي انيڪ قسمن جا وستر آڀوشڻ ۽ رتن وغيره برهمڻن کي دان ۾ ڏنا، وري ڀڳت وتسل ڀڳوان سري رامچندر انيڪ هيرن ۽ رتنن سان جڙيل سورج سمان چمڪندڙ شوڀيڪ مالها ٻـر ٻر سان سگريو کي ڏني انگد کي ٻه ٻاجو بند ڏنا تنهن کان پوءِ رگهنندن ڏاڍي پريم سان ڪروڙ چندن جي برابر سندر ۽ املڪ مڻين ۽ رتنن سان جڙيل هـار جانڪيءَ کي ڏنو. سري جانڪي ان هار کي ڳلي مان لاهي وار وار پٺتي پٺي ديو ۽ ٻانڊرن ڏانهن نهارڻ لڳي. سري رامچندر سيتا جي من جي شڪا جاڻي ان ڏانهن نهاري چيو هي پياري! جنڪ نندني! تـون جنهن کي به پرسن ٿي هار ڏيڻ چاهين ٿي اهو هار ڀل تون انهيءَ کي ڏئي ڇڏ. تڏهن سيتا رامچندر جي سامهون ئي اهو هار هنومان کي ڏئي ڇڏيو. انهيءَ هار کي پائي هنومان تمام سوڀيا پائڻ لڳو، ڀڳوان رام ته سامهون هٿ جوڙي بيهي هنومان جي ڀڳتيءَ جي ڪري پرسن ٿي چوڻ لڳو هي هنومان! مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان. توکي جنهن به ور جي اڇا هجي سو ور گهر، جو ور ترلوڪ ۾ به ملڻ مشڪل آهي اهو به مان توکي ضرور ڏيندس. تڏهن هنومان خوش ٿي چوڻ لڳو هي رام! تنهنجو نام سمرن ڪندي منهنجو من ٻڌاپ نٿو تنهن ڪري مان سدائين تنهنجو نام سمرن ڪندي پرٿويءَ تي رهان. هـــي راجيندر! منهنجو مـــن گهريو ور اهو ئي آهي ته جيستائين سنسار ۾ توهان جو نام قائم رهندو تيستائين منهنجو به سرير رهندو. تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو "ائين ئي ٿيندو" تون جيون مڪت ٿي سنسار ۾ آنند پوروڪ رهه ڪلپ

جي انت ۾ ۽ منهنجي (سايوجيه) پد کي پراپت ڪندا. وري جانڪيءَ
ان کي چيو هي هنومان! تون جتي ڪٿي ڪڏهن به هتي رهندين اتي منهنجي
آگيا سان تو وٽ سمپورڻ ڀوڳ اچي حاضر ٿيندا. منهنجي پرڀوءَ ڀڳوان رام ۽
سيتا جا اهي وچن ٻڌي هنومان ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ نيترن مان پريم جون آنسون
وهائي وار وار پرڻام ڪيو.

تنهن کانپوءِ سري رامچندر هٿ جوڙي اچي نشاد راج گهه کي چيو
ته هاڻي تون پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ وڃ اتي منهنجو اسي چنتن ڪري شُڀ
ڪرمن جو ڦل ڀوڳي انت ۾ تون مون کي ئي پراپت ڪندين. ائين چئي سري
رامچندر هن کي تمام راڄ وستر آڀوشڻ ڏئي ۽ تتوگيان جو اپديش ڏنو، پوءِ
هو رگهونٿ کان موڪلائي نشاد راج گهه پنهنجي گهر هليو ويو، پوءِ جيڪي
مکيه مکيه باندر ايوڌيا ۾ آيا هئا تن کي به سري رامچندر قيمتي وستر آڀوشڻ
ڏئي سنڪار ڪيو. اهڙي طرح وڀيشڻ سميت سگريو ۽ ٻيا سڀئي
باندر ڀڳوان رام کان پريم وس چرڻ وندنا ۽ پرڻام ڪري پنهنجي پنهنجي
گهر هليا ويا، باقي هنومان جي لاءِ سري رامچندر سگريو کان آگيا وٺي
ايوڌيا ۾ رهايو. سگريو سڀني باندرن سان گڏ پرسن ٿي ڪشڪندا پوريءَ
ويو ۽ وڀيشڻ ڀڳوان رام جي هٿان سچو آنند ڏيندڙ پنهنجو نشڪنٽڪ راڄ
حاصل ڪري پرسن ٿي لنڪا هليو ويو ۽ سڀني جي مٿان دَيا ڪرڻ وارو
ڀڳوان سري رامچندر پنهنجي سمپورڻ راڄ جو ڪاروبار هلائڻ لڳو. ڀڳوان
رام، لڪشمڻ جي مرضي نه هئڻ ڪري به هن کي يوراج پد ڏنو ۽ اهو به
تمام ڀڳتي ڀاءُ سان سري رامچندر جي سيوا ۾ رهڻ لڳو. پرماتما رام سڀني
ڪرمن کي ساکي نت نرمل سروپ ڪرتب وغيره کان رهت سدائين
نروڪار ۽ سڀني لوڪن کي اپديش ڪرڻ لاءِ منش روپ ڌارڻ ڪري وڏا
وڏا اشوميڌ يگيه ڪيا. مهاراج رام جي راڄ ڪرڻ وقت ڪڏهن به ڪا
ودوا نه ٿي. جانورن، نانگن ۽ شينهن جو اصل ڀَو نه هو ۽ نه ڪوئي انرٿ
ٿي ڪندو هو، پيءُ جي هوندي ٻالڪن جي مرڻو ڪڏهن به ڪانه ٿي،
سڀئي ماڻهو ڀڳوان رام جي پوڄا ۽ انهيءَ سمرڻ ڪندا هئا، برسات سدائين
پوري وقت تي پوندي هئي، اَن ڌن جي ڪمي ڪانه هئي، پرجا پنهنجو
پنهنجو ڌرم پالن ڪندي هئي ۽ ورڻ آشرم جي ڪٿن پورڻ هئي، سري
رامچندر به پنهنجي پرجا جي سڳي پٽ سمان پالن ڪندو هو. اهڙي طرح
سڀني اچڻ سان پرپور سرو ڌرم ۾ پورڻ ڀڳوان رامچندر ڏهه هزار ورهيه
راڄ جو ڪاروبار هلايو.

## ڀڳوان رام وٽ اگستيه ۽ ٻين منين جو اچڻ، راوڻ ۽ ٻين راڪشن جي اُتپتيءَ جي ڪٿا ڪري ٻڌائڻ

شري ڪوشليا جي هردي کي آنند ڏيندڙ ڏهن سِرن واري راوڻ کي مارڻ واري دشرٿ ڪمار ڪوشل نرپ ڀڳوان رام جي جئه هجي.

شري پاروتي چوڻ لڳي ته هي ناٿ! ماتا ڪوشليا جي آنند کي وڌائڻ وارو وڏو پراڪرمي شري رامچندر جڏهن راوڻ ۽ ٻين راڪشن کي ماري اجوڌيا پوريءَ ۾ سيتا سان گڏ راج تلڪ ٿيڻ کان پوءِ ڪهڙو ڪارج ڪيو، ليلا سان مانوي مدش ڀاو کي ڌارڻ ڪري سنات پرماتما پرڀوءَ ڪيترا ورهيه رهيو ۽ انت ۾ ان رگهونندن هن مرتيولوڪ کي ڪيئن تياڳ ڪيو. هي پرڀو! مون شرڌاوانءَ کي توهان سڀ ورتانت ڪري ٻڌايو. هي ڀڳوان! شري رامچندر جي ڪٿا وستار سان ٻڌايو.

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! راڪشن جي مارڻ کان پوءِ ڀڳوان رام جي راج سنگهاسن تي ويهڻ وقت سڀئي مني هن جو درشن ڪرڻ لاءِ آيا. ان وقت وشوامتر، اَسِت، ڪڻو، درواسا، ڀرڳو، انگر، ڪشپ، ڪامديو، اتر نرمل سڀاءَ وارا سنت رشي پنهنجي ششن ۽ ٻين منين سان گڏ اگستيه مني آيو. ان اگستيه منيءَ درٻار وٽ پهچي دربان کي چيو ته تون مهاراج رامچندر کي وڃي چئه ته توهان جي آشيرواد سان درشن ڪرڻ لاءِ اگستيه ۽ ٻيا سڀئي مني گڏ آيا آهن جي ٻاهر بيٺا آهن. تڏهن دربان اگستيه جا وچن ٻڌي شري رامچندر وٽ اچي هٿ جوڙي چيو هي ديو! توهان جي درشن لاءِ منين سان گڏ رشي اگستيه آيو آهي جو ٻاهر بيٺو آهي. تڏهن ڀڳوان دربان کي چيو ته انهن کي آدر ڀاءُ سان اندر وٺي اچ. تڏهن شري رامچندر جي آگيا پائي منيورن سميت رشي اگستيه محل ۾ اندر آيو، ڀڳوان رام منين کي ڏسي يڪدم اٿي هٿ جوڙي اٿي رهيو ۽ چرڻ وندنا ڪري وڌيءَ موجب پوڄن ڪيو ۽ انهن کي هڪ هڪ سؤ گائيون ڀيٽ ڏنيون، پوءِ انهن جو آدرستڪار ڪري آسڻ ڏنائين وهاريو جنهن تي مني گڏ ڀڳوان رام کي پرڻام ڪري پرسن ٿي ويهي رهيا. شري رامچندر انهن کان ڪشل پڇيو، تڏهن سڀئي پنهنجو پنهنجو ڪشل ٻڌائي چوڻ لڳا هي رگهونندن! هي مها ٻاهو! توهان جي راڄ ۾ سڀئي واسي آنند آهن نه؟ هي شترودمن! اڄ اسين وڏي ڀاڳيه سان توهان کي دشمن کان خالي ڏسي رهيا آهيون. اسان جي سوڀاڳيه سان توهان راوڻ ۽ ٻين راڪشن کي ماري ڇڏيو. هي

مها پاپا راوڻ کي مارڻ نه وري ، سولو هئو، پر راوڻ جي پٽ ميگهناد کي مارڻ تمام مشڪل ڪم هئو، ڪنڀڪرڻ وغيره سڀئي راڪشس اُن پر ڪال جي سمان هوا. هي رگهو سرشٽ! اهي سڀئي توهان جي ڪال جي سمان ڪرال پاڻ سان مري ويا. توهان اسان کي ڀرپائين آهيو. دان ڏيئي ڇڏيو آهي، هاڻ توهين خود هن راڪشن کي جنگ ۾ ماري ، سلامت آهيو. منيءَ جن جا هي وچن ٻڌي سري رامچندر عجب ۾ پئجي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي مني گرو! توهين سڀئي ترلوڪ وجيه راوڻ ۽ ڪنڀڪرڻ وغيره کي ڇڏي ميگهناد جي وڏائي ڇو ٿا ڪريو. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي اگستيه مني چوڻ لڳو هي رام! توهين راوڻ ۽ ان جي پٽ جو جنم ڪرم ۽ ور پراپت ڪرڻ جي ڪٿا ٻڌو.

هي رام! پراچين سمي ست يگ ۾ برهما جو پٽ پلستيه تپ ڪرڻ لاءِ سمير پربت تي ويو. اهو مها تيجسوي منيور ترڻ وندوءَ جي آشرم ۾ رهي جپ ڪرڻ لڳو، ان رمڻيڪ آشرم ۾ ديوتا ۽ گندرو جون سندر ڪنيائون ڳائينديون وڄائينديون ۽ کلنديون نچنديون پلستيه منيءَ جي تپ ۾ وگهن وجهڻ لڳيون، تڏهن مهاتيجسوي پلستيه ڪروڌ ۾ اچي چوڻ لڳو ته جيڪو به ديو يا گندرو جي ڪنيا تي منهنجي درشٽي پوندي اها گرڀوتي ٿي پوندي. تڏهن سڀئي سراپ جي ڀؤ کان ڊڄي ان استان تي ڪا به عورت نه وئي، پر راج رشي ترڻ وندوءَ جي ڪنيا کي انهيءَ سراپ جي خبر ڪانه هئي انهيءَ ڪري اها منيور جي سامهون اچي ٿي گهمڻ لڳي، پر منيءَ جي درشٽي پوڻ سان هن کي گرڀ ٿي پيو ۽ پيلي ٿي وئي ان جا لڇڻ ڪير سان پرچي ظاهر ٿي پيا ۽ پيٽ به اڀري ٻاهر نڪري آيو، پنهنجي سرير کي ائين ڏسي ترڻ وندوءَ جي ڪنيا ڏڪندي پنهنجي پيءُ وٽ آئي، جڏهن مهاتيجسوي ترڻ وندوءَ پنهنجي ڪنيا کي ڏٺو تڏهن پنهنجي يوگ بل ۽ گيان درشٽيءَ سان پلستيه منيءَ جو ڪرتب جاڻي ورتو ۽ اوڏي مهل اها ڪنيا پلستيه منيءَ کي ڏيئي ڇڏي ۽ هن "تمام چڱو" چئي سوڪار ڪئي، ترڻ وندوءَ جي ڪنيا کي گرڀوتي ڏسي پلستيه منيءَ ڪيس چيو ته هي سندري! مان پنهنجي ونش ۾ ماتا جي ڪل ۽ پتا جي ڪل کي وڌائڻ وارو هڪ پٽ ڏيندس. تڏهن انهيءَ ڪنيا کي پلستيه منيءَ جي ديئاران هڪ ٽن لوڪن ۾ مشهور پٽر کي جنم ڏنو جو پلستيه پتر برهم وپتا منيور وشروا نالي سان مشهور آهي. وشروا جو ستو سڀاءُ ڏسي مهامني ڀاردواج پرسن ٿي هن کي پنهنجي ڪنيا پرڻائي ڏني، انهيءَ مان پلستيه جي پٽ وشروا کي ترلوڪ ۾

نالي وارو ڪبير الاسي پٽ پيدا ٿيو اهو پوءِ جي ٿي سمان ٿيو ۽ برهما به ان جي ساراهه ڪئي، ان جي تپسيا کان پرسن ٿي برهما ان کي مَن گهريا وردان ڏيئي اڪبد ڌن ڏنو، برهما جي ور سان اکٽ ڌن حاصل ڪري ۽ ان جي ڏنل مهاتيجسوي پشپ ومان ۾ چڙهي پنهنجي پتا سان ملڻ لاءِ ويو ۽ پنهنجي تپ جو ڦل ٻڌائي پرڻام ڪري چيو هي پتاجي! برهما مون کي امر وردان ڏنو آهي، پر هن پرميشور مونکي رهڻ لاءِ ڪوئي استان نه ڏنو آهي. تنهن ڪري توهان مونکي ڪوئي اهڙو استان ٻڌايو جتي رهڻ ڪري مونکان هنسا نه ٿئي. تڏهن وشروا پٽ کي چيو هي پٽ! دانون جي وشوڪرما خود لنڪا نالي هڪ سندر پوري راڪشن جي رهڻ لاءِ ٺاهي هئي ليڪن دئيت لوڪ وشڻو ڀڳوان جي ڀپ کان ان کي ڇڏي رسائل هليا ويا. ان پوريءَ لي ڪوڻ دشمن جيت پائي نٿو سگهي ڇاڪاڻ ته هو سمندر جي وچ ۾ وسيل آهي تون اتي ٿي وڃي رهه. هن پوريءَ تي هن کان اڳ ڪنهن جو به اڌڪار نه هو. تڏهن ڌن پتي ڪبير پتا جي آگيا سان وڃي انهيءَ پوريءَ ۾ واسو ڪيو الي پنهنجي پتا جي سمهتيءَ سان هن گهڻي وقت تائين نواس ڪيو.

ڪنهن وقت سماليءَ نالي هڪ مانس آهاري راڪش جو ساڪيات لڪشمي سمان سندر روپونتي ڪنواري ڪنيا کي ساڻ وٺي رسائل ۾ اچي مرتيولوڪ ۾ گهمي رهيو هو، هن ڪبير کي پشپ ومان تي گهمندو ڏٺو. تڏهن سمالي راڪشن جي ڀلي لاءِ اپاءَ سوچڻ لڳو ۽ پنهنجي ڪنيا ڪيڪسيءَ کي چوڻ لڳو هي پٽي! تنهنجي وواهه جو وقت ۽ جوڀن جو وقت اچي ويو آهي تنهن ڪري هي سندري! جيڪڏهن تون هن وقت وواهه نه ڪندينءَ ته پوءِ توسان ڪوئي به شادي نه ڪندو تنهن ڪري جنهن ۾ تنهنجو ڪلياڻ ٿئي، تون پاڻ وڃي برهما جي ونش ۾ اتپن ٿيل منيور وشروا کي وڃي پنهنجو ور بڻاءِ هي سندري! ان مان توکي ڪبير سمان سوڀياوان ۽ بلوان پٽ اتپن ٿيندو. تڏهن ڪيڪسي "تمام چڱو" چئي منيشور جي آشرم ۾ وڃي بيهي رهي ۽ هيٺ منهن ڪري پير جي نهن سان زمين کوٽڻ لڳي، تڏهن منيشور ان کان پڇيو هي سندر ورڻ واري! تون ڪير ۽ ڪنهن جي ڪنيا آهين ۽ ڇاجي ڪري هتي آئي آهين. تڏهن ڪيڪسي هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي برهمڻ! توهين يوگ بل سان سڀ ڪجهه ڄاڻي سگهو ٿا. تڏهن منيور ڌيان لڳائي هن جي من جي ڳالهه ڄاڻي ڪيس چيو هي سندري! مان تنهنجي من جي ابلاشا ڄاڻي ويس تون مون مڃهان پٽ پيدا ڪرڻ جي اڇا

ڪرڻ ٿي. هي سندري! تون هن وقت ٻن ٻارن جــو آســي آهين انهيءَ ڪري توکي ٻٽ نہ ٿيندا. ٻــر اهــي مها پرڪر راڪش ٿيندا. تڏهن ڪيڪسيءَ چيو هي مهيرو! جا توهان جي ڏٺارن نہ اهڙا ٻٽ ٿيڻ گهرجن، تڏهن مهيرو چيو هي سندري! ان کان پوءِ توکي جيڪي نہ ٻٽ ٿيندا اهي مها ٻڌيمان ڀڳونت ڀڳت هڪ نہ رام ڀڳتيءَ ۾ پورو رهندو ...... مهيشور وشروا جي چوڻ موجب هـــن ڏهن سرن ۽ وڏيءَ ٻانهن واري پرڪر راوڻ کي جنم ڏنو ان راڪش جي جنم وٺندئي ڌرتي ڏڪڻ لڳي ۽ سنسار جي ناس ٿيڻ جو ڪارڻ پيدا ٿي پيو ان کان پوءِ پربت جي سمان وڏي ٻاهن ٻريل وارو ڪنڀڪرڻ اٿيو ٿيو پوءِ راوڻ جي ڀيڻ شورپڻکا جو جنم ٿيو، ان کان پوءِ تمام شانت چت سندر مورتي ويڀيشڻ اٿيو ٿيو جو ٻڌيمان جن نتم ڪرم ڪرڻ لڳو، ڪنڀڪرڻ تمام دشت آتما جــو ٻرهمڻن ۽ رشين کـــي ڪالهندو ٻرلويءَ ۾ گهمڻ لڳو ۽ سڀني لوڪن کـــي ڀءُ ڏيندڙ مهاٻلي راوڻ نہ جــيڪو ٻراٽين کي ناس ڪرڻ لاءِ روڳ جي سمان ٿيو. لـوڪن کـــي نشٽ ڪرڻ لاءِ گهمڻ لڳو. هــي رام! توهين سڀني جـــي انتہ ڪرڻ ۾ اراجمان آهيو، ۽ ساکي روپ سان پنهنجي گيان درشٽي ڏٺاران سڀني جــي هردي ۾ ڏـاٺر وڃارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا توهان پنهنجي ليلا سان ٿي هيءَ مثل سڀو ڏاڍو آهي ليڪن توهين مايا جي گڻن ۾ موهت ٿيا ٿيو. توهان جي ليلا وس مون کان ٻڌيو آهي انهيءَ ڪري راڪشن جو جنم ورتانت ٻڌائي رهيو آهيان. مهيشور جا اهي وچن ٻڌي سري راچندر مشڪي اگستيہ کـــي چيو هـــي مهورا! هي سارو سنسار مايا روپي آهي ڄاڻڻ نہ حقيقت مون کان الڳ نہ آهي. هي مني! تون منهنجي گڻن ۽ ڪيرتيءَ کي ٿي هن سنسار ۾ سمورڻ پاپن کي ناس ڪرڻ وارو ڄاڻ.

## راڪشن جو راڄ استاپن

شري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! رگهناٿ جا اهي وچن ٻڌي اگستيہ مني ڏاڍو آنند ۾ ٻرجي ويو ۽ ان سڀا ۾ سڀني جي ٻڌندي چوڻ لڳو هـــي رام! ڪنهن وقت ڏن پتي ڪبير اوچتو پتا سان ملڻ لاءِ پشپ وماان تـي چڙهي آيو، تڏهن ڪبير جي ماٽيجي ماءُ ڪيڪسيءَ راڪشڻ ڪبير کـــي پتا وٽ اراجمان ڏسي هوءَ پنهنجي پٽ راوڻ وٽ اچي چوڻ لڳي: هـــي پٽ! تون پنهنجي تيج ٻل سان هن ليڇــري ڏن پتيءَ کي ڏس، هي سمرٿ! تون بہ هن وانگر تپسيا ڪري هن جهڙو ٿي ڏيکار، ماتا جا اهي وچن ٻڌي

راوڻ تپ جي هٿ سان پرکيا ڪري چيو، هي شيو ورڻ واري! تون
چنتا نه ڪر. هي مالا! ڏس نه مان جلد ئي ڪنهن جي سمان ۽ هن کان به
وڌيڪ ايشور شڪتي شالي ٿي ويندس، ائين چئي پاڻن سميت راوڻ من
گهربو ڦل حاصل ڪرڻ لاءِ گٿو ڪرڻ کيتر ۾ ڪٺن تپسيا ڪرڻ لاءِ هليو ويو
اتي ٻهڙي ٽيئي ڀائر پنهنجي ورت انم وڪي تپوان ۾ سيني لوڪن کي تپائڻ
وارو تمام وڏو تپ ڪرڻ لڳا. ڪنڀڪرڻ ڏهه هزار ورهه تپ ڪيو ۽ ڌرماتما
وڀيشڻ پنج هزار ورهيه هڪ ٽنگ تي بيهي تپ ڪيو ۽ راوڻ هڪ هزار
ورهين کان پوءِ هزار ورهين تائين ٻيا ڪاٽي رکيو وري ٽيهن هزار ورهين
پوري ٿيڻ وقت هن پنهنجو مستڪ ڪاٽي اگنيءَ ۾ هون ڪري ڇڏيو، اهڙي
طرح نو هزار ورهه پيا به گذري ويا. جڏهن ڏهون هزار ورهيه پورو ٿيڻ تي
هو ۽ جنهن وقت راوڻ پنهنجو ڏهون سر به ڪاٽڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن ان وقت
ڌرماتما برهما جي پرڪٽ ٿي چوڻ لڳو بيٽا راوڻ! مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو
آهيان، تون ور گهر؟ ۽ جيڪا تنهنجي اڇا هوندي سا پوري ڪندس.
برهما جا اهي وچن ٻڌي راوڻ پرسن ٿي چوڻ لڳو هي ايشورا! جڏهين توهين
مون کي ور ٿي ڏيڻ چاهيو ٿا ته مون کي امر رهڻ جو ور ڏيو مان گرڙ،
ناڳن، يڪين، ديون، دانون ۽ پيو ڪو به مون کي جيتي نه سگهي باقي منش نه
مون کي واندڪي برابر آهي ان مان مون کي ڪو ڀئو نه آهي اس اهو ئي مان
ور گهران ٿو. تڏهن برهما پرسن ٿي "ائين ئي ٿيندو" چئي راوڻ کي چيو
هي اسور سرشٽ! تو جيڪي پنهنجا سر اگنيءَ ۾ هون ڪيا آهن سي اڳئين
وانگر ٿي رهندا ۽ اهي ڪڏهن ناس نه ٿيندا. هي رام! راوڻ کي اهڙي
طرح چئي برهما وري وڀيشڻ کي چيو بيٽا وڀيشڻ! تو هي تپ ڌرم ارٿ
لاءِ ڪيو آهي انهيءَ ڪري هي وڀيشڻ! توکي جيڪو به پنهنجي پسند لاءِ
ور گهرجي سو ور گهر. تڏهن وڀيشڻ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڀڳوان!
منهنجي ٻڌي سدائين نشچل روپ سان ڌرم ۾ ٿي رهي ۽ ڪڏهن به ڪنهن
اوستا ۾ ادرم ۾ رچي نه لڳي. تڏهن برهما پرسن ٿي چيو هي بيٽا! تون
وڏو ڌرم شٽ آهين جيئن چاهين ٿو تيئن ٿي ٿيندو. هي وڀيشڻ! تو جو ڪجهه
گهريو آهي ۽ ان کان سواءِ توکي امرتا جو ور ٿو ڏيان. تڏهن کان پوءِ
ڪنڀڪرڻ کي چيو هي پائيوان! تون به ور گهر، تڏهن ڪنڀڪرڻ (ديوتائن
جي آگيا سان سرسوتي وڃي ڪنڀڪرڻ جي مک ۾) مايا سان موهت ڪري
برهما کي چوڻ لڳي هي ديوا! مان ڇهه مهينا ننڊ ڪريان ۽ هڪ ڏينهن
جاڳان ۽ پوڄن ڪريان. برهما ديوتائن ڏانهن نهاري ان کي چيو "ائين ئي

ڏيندو" ان جي الين چوندئي سرسوتي جهٽ مک مان نڪري سرڳ ڏانهن هلي وئي. تڏهن دشت چٽ ڪيڪرڻ من ۾ سوچيو ته اهو ڀاڳيه جو چڪر نه ڏسو جنهن جي مون کي اڄا ٿي ته هئي، اهڙي ڳالهه منهنجي مک مان ڪيئن نڪري وئي. ڀرت کي منهنجي ڏوهڻ کي ور ملڻ جو سماچار ٻڌي سماڻي ڀرت وغيره راڪشن کي ساڻ وٺي اچي ڏيو لي پاتال مان آيو ۽ راوڻ کي هردي سان لڳائي چيو ته پيارا! وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو اڄ منهنجي مرضيءَ موجب تنهنجو مقصد پورو ٿيو، جنهن جي ڪري اسين لنڪاپوري ڇڏي پاتال لوڪ هليا وياسين. هي راوڻ! اڄ اسان جو وشٽر جو روپ ويندو رهيو. هن وقت جا لنڪاپوري تنهنجي ڀاڳ ڪپر جي هيٺ ۾ آهي جنهن ۾ ڀوکايين اسين رهندا هواسين، هاڻ توکي هن کان نيٺي اِل سان اها مورتائي وٺڻ گهرجي، ڀائي ٻنڌو جو وهنوار نه ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته راجائن سان مت مانت ڪڏهن هتڪاري ٿيا آهن؟ سماليءَ جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو ناناصاحب! توهان کي اهڙي ڳالهه نه چوڻ گهرجي، ڏن پتي ڪپر منهنجو وڏو ڀاءُ آهي. اهو ٻڌي ڀرت وانتي ڪري امرتا پاو سان چوڻ لڳو هي راوڻ! مان جو ڪجهه چوان ٿو سو تون ساوڌان ٿي ٻڌ. توکي اهڙي ڳالهه نه چوڻ گهرجي، اڄا تو راج ڌرم ۽ نيتي شاسترن جو پاٺ نه پڙهيو آهي سوروارن ۾ ڀاءُ جو سنبنڌ نه رهندو آهي. هي سمرٿ! انهيءَ ٻاري ۾ جو ڪجهه عرض ڪريان ٿو سو ٻڌ، مهرشي ڪشپ جو سنتان ديوتا ۽ راڪش وڏا سورويرهئا، انهيءَ ڪري سنبنڌ جو موهه ڇڏي اوڏي مهل استر شستر کڻي وڙهڻ لڳا. هي راجن! ديوتائن سان اسان جو وير هميشه کان ڪونه آهي هيءَ نه شروع کان ٿي هلندو پيو اچي.

ڊر آلما ڀرت جا اهي وچن ٻڌي راوڻ چيو تڏهن ٺيڪ آهي ان وقت هن جا نيتر ڪروڌ ۾ ٿي لال ٿي ويا ۽ هو جلد ٿي ڪرت ڀرات لاءِ ڀيٽ، هن ڀرت کي ڀنهنجو دوت ٺائي موڪليو ۽ ڪپر کي لنڪاپوريءَ مان ڪليو ان ڀي ڀنهنجو حق ڄمائي ڇڏيو. پوءِ منهنجي راڪش منترين سان گڏ سڪ سان اتي رهڻ لڳو. تڏهن ڪپير لنڪاپوريءَ کي ڇڏي ڀتا جي آکيا سان ڪيلاش پربت تي وڃي تپسيا ڪري مهاديو کي پرسن ڪيو ۽ وشو ڪرما سان مترتا رکي انهيءَ سان شامل ٿي الڪاپوريءَ ٺاهي لڳو. هيڏانهن مها دشت راوڻ راڪشن جي دتاران راج گديءَ تي ويهي پنهنجي ڌني پائون سان ٺن اوکن کي ڪشٽ ڏيندو راڪشن تي راج ڪرڻ

لڳو. هن مها ماياوي راڪشن جي ونش ۾ وڪرال ونڌنا پيڻ ڪال ڪنج جي وانش ۾ پيدا ٿيل وديوجه نالي راڪش کي پرڻائي ڏني ان وقت وشو ڪرما دليءَ جي ميدانوءَ پنهنجي ٽراوڪ سندري ڪنيا مندودري راوڻ سان پرڻائي ڇڏي ۽ پرسن ٿي ان کي هڪ اموگهه شڪتي ڏني. تنهن کان پوءِ راوڻ وڀيشڻ جي ڪنيا ورلو جوالا سان ڪنڀڪرڻ جو وواهه ڪيو ۽ گندرو راج شولنڪيءَ جي ڪنيا سرما کي جا تمام سندر ۽ سلڇڻي هئي ۽ سيتي ڌرمن کي ڄاڻڻ واري هئي ان کي وڀيشڻ سان پرڻائي ڇڏيو. تنهنڪانپوءِ ميگهناد نالي پٽ ڄائو، جنهن پيدا ٿيڻ وقت بادلن وانگر گجنا ڪئي. انهيءَ ڪري سڀني هن جو نالو ميگهناد رکيو، هيڏانهن ڪنڀڪرڻ ڇهه ڏهي پائي! مونکي ننڊ ستائي رهي آهي، پوءِ هن وڃي نڳهي وڪري هڪ غفا ٺهرائي الي مد پئي ڪنڀڪرڻ ڪرنگهرا هٺندو سمهي پيو. ڪنڀڪرڻ جي سمهڻ کان پوءِ سڀني لوڪن کي ولائڻ وارو راوڻ، ڌرمڻ، وڏا وڏا رشي، ديوتا، داڻو ڪنر، ناگ ۽ منش سڀني کي مارڻ لڳو ۽ ساري ديوتائن جي سمپتي لٽ ڪري ڇڏيائين.

جڏهن ڪبير راوڻ جي اتياچار جي خبر پئي تڏهن هن دوت جي هٿان اهو سنديشو موڪليو ته هي راوڻ ادرم نه ڪر، ان کي بند ڪر. دوت جي خبر ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪبير جي نگريءَ تي چڙهائي ڪري ان کي شڪست ڏئي ان کان پشپ وِمان ڦري آيو. تنهن کان پوءِ ٻڌ ۾ يم ۽ ورڻ کي جيتي اندر کي مارڻ جي اڇا سان ترت ئي سرڳ تي چڙهائي ڪئي اتي اندر ۽ ٻين ديوتائن سان هن ڏاڍي ٻڌ ڪئي ۽ ڏاڍو گهمسان مچي ويو، ان وقت ديوراج اندر اڳيان اچي راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو. جڏهن اهو سماچار ميگهناد ٻڌو تڏهن اوچتو اچي ديوتائن سان ٻڌ ڪرڻ لڳو ۽ اندر کي جيتي پڪڙي ٻڌي پوءِ پنهنجي پيءُ راوڻ کي ڇڏايو، پوءِ اندر کي پاڻ سان وٺي لنڪاپوريءَ موٽي ويو، ٻيت برهما وڃي اندر کي ميگهناد کان ڇڏايو ۽ ان کي انيڪ ور ڏئي پنهنجي برهم لوڪ هليو ويو. وچ شالي راوڻ ٻل سان سڀني لوڪن کي جيتي پنهنجي وڏن ڀائن سان ڪيلاش پربت کنيو، اتي نديشور ڪروڌ ۾ ڀرجي راڪش راج راوڻ کي سراپ ڏنو ته تون منش ۽ باندرن جي هٿان مرندين. ليڪن راوڻ ان سراپ جي پرواهه نه ڪري ترت ئي هيئراج (سهسترارجن) جي راڄڌانيءَ ۾ آيو اتي سهسترباهو ارجن راوڻ کي ٻڌي ڇڏيو تڏهن رشي پلستيه اچي ان کي ڇڏايو. وري هو مهاٻلي وانرراج باليءَ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو ليڪن اتو

ٻاليءَ هن کي پنهنجي ٻغل ۾ دٻائي ڇڏيو- ٻيءَ چارئي سمنڊ گهمائي ان کي ڇڏي ڏنو، انهيءَ ڪانپوءِ راوڻ هن سان مترتا ڪئي. هي رام! اهڙي طرح مها ٻلي راوڻ سڀني لوڪن کي پنهنجي وس ڪري ٻرسن لئي ٻاڻ انهن تي حڪومت ڪرڻ لڳو. هي راجيندر! هيءُ دشانن ۽ اندر جيت اهڙو پرٻــاءُ شالي هو. ان مان لوڪن کي رلائڻ واري راوڻ کي توهان ماريو ۽ ميگهنات کي مهاتما لڪشمڻ ماري ڇڏيو ۽ ٻيا به جهڙي ڪنڀڪرڻ کي ۽ توهان ئي ماري ڇڏيو.

هي پرڀو! تـوهين سڀني لوڪن کي رچــڻ وارا ساڪيات سرووياپڪ نارائڻ ديو آهيو، هي سارو چراچر جڳت توهان جو ئي سروپ آهي. لوڪ پتا برهما توهان جي نابيءَ مان پرگهٽ ٿي ڪمل مان اُتپن ٿيو آهي. هي رگهو سرشٽ! واڻيءَ سميت اگن ديو توهان جي مکہ مان جنم ورتو آهي، توهان جي ٻانهن مان لوڪن جي لاءِ نيترن سمان چندرمــا ۽ سورج پيدا ٿيو ۽ ڪنن مان ڏساؤن اُتپن ٿيون آهن. اهڙي طرح تــوهان جي نڪ مان جهان پراڻ ۽ ديوتائن ۾ سرشٽ آشوني ڪمار پرگهٽ ٿيو آهي، پيٽ جنگهن ۽ پين انگن مان سڀئي لوڪ پيدا ٿيا آهن. هي هري! توهان جي ڪکہ مان چار سمنڊ ۽ ڇاتيءَ مان اندر ورڻ اُتپن ٿيا آهن ۽ ويريہ مان رشي مني ٿيا آهن، توهانجي اندريءَ مان يمراج ۽ گــدا مان مرتيو پيدا ٿيو، ڪروڌ مان مهاديــو پيدا ٿيو ۽ هڏين مان سڀئي پربت پيدا ٿيا آهــن. توهان جي وارن مان بادل ۽ نسن مان ٻوٽيون ۽ نهن مان گڏهہ ۽ ٻيا جانور اُتپن ٿيا آهــن. توهين پنهنجي مايــا شڪتيءَ ۾ پورن، توهان ئي وشنو روپ پرم پرش آهيو. گڻن جي سڀاءَ ديو گڻ يگيہ ۾ امرت پان ڪن ٿا. هي سمپورڻ جڳت جڙ چيتن (سهاري چراچر) توهان ئي رچيو آهي ۽ سڀئي پــراڻي توهان جي سهاري جيئرا رهن ٿــا. هي رگهنات! جهڙي طرح ڪير ۾ گيهہ سمايل آهي اهڙي طرح سنسار جي سڀني شين ۾ توهان ئي

سمائل آهيو. سورج، چنڊ ۽ ٻيا سڀ توهان جي پرڪاش سان جڳت کي روشن ڪن ٿا ليڪن توهين اُن سان ڳنڍ پرڪاش نٿا ڪريو. توهين سروڳت نت ۽ هڪ ئي آهيو. جنهن منش کي گيان درشٽي ٿي وڃي ٿي اُهوئي توهان کي ڏسي سگهي ٿو. جهڙيءَ طرح انڌي کي سورج ڏسڻ ۾ نٿو اچي اهڙي طرح جو گيان نيترن کان رهت آهي اُهو توهان جو درشن ڪري نٿو سگهي.

هي پريو! توهان سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ (سروگيه) جي ساڌون ٻڪواد ڪئي آهي سو تنهن لاءِ مون کي ڪميا ڪريو. ائين چئي اگستيه منيشور ٻين منين سميت سري رامچندر کان آگيا وٺي پنهنجي پنهنجي آشرم ڏانهن هليا ويا.

## سنتن جا لڇڻ ورنن

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هڪ ڏينهن ڀيڻ ڀائر سري رامچندر جي چرنن تي سر نمائي پريوءَ کان ڪجهه پڇڻ لاءِ شرمائي هنومان ڏانهن نهاري رهيا آهن، هي پريوءَ اوهانجي مک مان واڻي ٻڌڻ ٿا چاهين، جنهن جي ٻڌڻ سان سڀيئي ڀرم مٽجي ٿا وڃن. انترجامي پريو هنن جي دل جو حال ڄاڻي چيو هي هنومان! ڪهڙي ڳالهه آهي؟ تڏهن هنومان چوڻ لڳو هي دين دياو ڀڳوان! ڀرت ڪجهه پڇڻ چاهي ٿو پر پرشن پڇڻ ۾ شرمائي ٿو. تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو هنومان! تون منهنجي سڀاءَ کي ڄاڻين ٿو ته ڀرت ۽ منهنجي وچ ۾ ڀيد نه آهي. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي ڀرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي شرناگت جا دک مٽائڻ وارا ڀڳوان! ٻڌو، هي سوامي مون کي سپني ۾ به ڪوئي ڀرم نه آهي، دک ۽ موهه به نه آهي. هي آنند ڏيڻ وارا پريو اها توهان جي ڪرپا آهي. هي ديانڌان! مان توهان جو سيوڪ آهيان توهين سيوڪن کي سک ڏيندڙ آهيو. انهيءَ ڪري مان عرض ڪريان ٿو. هي رگهناٿ! سنتن جي مهما هر طرح سان ويدن ۽ پراڻن ڳائي آهي ۽ توهان پنهنجي مکارونڊ سان انهن جي وڏائي ڪئي آهي ۽ انهن سان توهان جي پريت به گهڻي آهي. هي سوامي! انهن جا لڇڻ ٻڌڻ چاهيان ٿو. هي ديا سندو! توهين گڻن ۽ وگيان ۾ پوري پورن آهيو، هي شرناگت پالڪ! سنت ۽ اسنت ٻنهي جو ڀيد الڳ الڳ سمجهائي مون کي ٻڌايو. تڏهن سري

رامچندر چيو ڀلو ڀائي! سنت جا لڇڻ اينڪ ٿيندا آهن. سنت ۽ اسنت جي
اهڙي ڪرڻي آهي جيئن چندن ۽ ڪهاڙي جي آهي. هي ڀائرو! ڪهاڙي
چندن کي ڪاٽي ٿي ته چندن پنهنجو گڻ ڏئي ٿو ان مان سگند نڪري
ٿي انهيءَ ڪري چندن ديوتائن جي مستڪ تي چڙهي ٿو ۽ سڄي جڳت
کي پيارو آهي ۽ ڪهاڙي جو مک اگنيءَ ۾ گرم ڪري مترڪن جي مار
کائي ٿو ان کي اهو ڏنڊ ملي ٿو. سنت وشيہ وڪارن کان ٻري شيل ۽ گڻ
جي کاڻ ٿين ٿا هو پرائي دک کي ڏسي دکي رهن ٿا ۽ پرائي سک کي
ڏسي سکي رهن ٿا، هو سڀ ڪجهه تياڳ ڪري ڇڏين ٿا. جو تسہ هدن جو
چت ڪومل ٿئي ٿو ۽ اهي ديهن تي ديا ڪندا، من وچن ۽ ڪرم سان ڀڳتي
ڪن ٿا ۽ سڀني کي عزت ڏين ٿا ۽ پاڻ سادگيءَ ۾ رهن ٿا. هي ڀرسا! اهي پراڻي
مون کي پراڻن کان به پيارا آهن جيڪي ڪامنا کان رهت ٿي مڌهجو ڀڄن
ڪن ٿا. اهي شانت چت وراڳي نمرتا شيل ۽ پرسنتا جا گهر آهن. انهن
۾ سيتلتا، سرلتا، مترتا ۽ براهمڻن جي چرڻن ۾ پريم ٿئي ٿو ۽ جن جو ڌرم ۾
سچو پريم آهي، اهي لڇڻ جن جي هردي ۾ آهن تن کي تون سچو سنت
ڄاڻڻ گهرجي. جو شم دم نيم ۽ نيت کان چلائمان نٿو ٿئي ۽ مک مان ڪڙا وچن نٿو
ڳالهائي جنهن لاءِ نندا ۽ واکاڻ ٻئي هڪ سمان آهن ۽ مڌهجي چرڻن ۾
جنهنجو پريم آهي اهو گڻن جو مندر ۽ سکن جو سمندر سنت مون کي پراڻن کان
پيارو آهي. هاڻي اسنتن جا لڇڻ ٻڌ، انهن جي سنگت ڪڏهن به ڀلجي نہ
ڪرڻ گهرجي، ان جي سنگت سدا دک ڏيڻ واري آهي. دشت مڌش پرائو
ڌن ڏسي جلندا رهن ٿا، هو جتي ڪٿي ٻئي جي پرائي ٻڌي ڏاڍو پرسن
ٿين ٿا جڻ ته ڪو ڌن تن ملين. اهي ڪام ڪروڌ لوڀ ۾ ڀرپور نردئي ڪپٽي
ڪوٽا ۽ من جا ملين ٿين ٿا. ٻيا ڪڏهن ڪارڻ جي سڀني سان وير رکن ٿا،
جو ڪوئي ان سان ڀلائي ٿو ڪري ته هو ان جي بڇڙائي ڪن ٿا انهن
جو ڏيڻ وٺڻ کائڻ پيئڻ سڀ ڪم ڪپٽ سان ڀرپور آهن. ٻاهروني مٺا وچن
ٻيا ڳالهائين ٿا اندروني من هنن جو اهڙو ڪٺور آهي جو زهري ناڳ کي
به کائي وڃن. اهي ٻين سان دروهہ ڪن ٿا ۽ پرائي استري، پرائو ڌن،
تڪيندا رهن ٿا ۽ پرائي نندا به ڪندا رهن ٿا. اهي نيچ پاپي مڌش سروپ ۾ ٿي
راڪشس سمان آهن، سدائين انهن کي ڀيت جي چنتا لڳي رهي ٿي، ام ٻڙيءَ
جو انهن کي اصل روپ ڪونهي. جڏهن هو ڪنهن جي مٿان آپدا ڏسن
ٿا تڏهن اهڙو تہ خوش ٿين ٿا جڻ ته ڪو جڳت جو راڄ مليو اٿن، هرڪو
پنهنجي سوارٿ ۾ لين ڪٽنب جو وروڌي، لڳ، ڪامي، لوڀي ۽ ڪروڌي

ڏين ٿا- ماتا پتا، گرو ۽ برهمڻ ڪڏهن کي به نٿا مڃين پاڻ ته اڳيئي برباد آهن پر ٻين کي به برباد ٿا ڪن- سنتن جي سنگت ۽ ڀڳوان جي ڪٿا انهن کي سٺي نٿي لڳي. اهي اوگڻن جا سمندر، ڪوڙي مت وارا، ڪامي، ويدن جا نندڪ ۽ پرائي ڌن جا مالڪ ٿيو وڃن ٿا. اهي خاص ڪري ديوتائن ۽ برهمڻن سان وير رکندڙ، پاکنڊي ۽ من ڪپٽ سان ڀريل ٻاهران ساڌن کي سينگاري ٺاٺ سان رهن ٿا. اهڙا نيچ ۽ ڪوڙا مڙس ست جڳ ۽ ترتيا ۾ ڪونه هئا. دواپر ۾ ٿورا پيدا ٿيا پر ڪلجگ ۾ ٽولن جون ٽوليون پيدا ٿيون. هي ڀائرو! ٻئي جو اپڪار ڪرڻ جهڙو ٻيو ڌرم نه آهي ۽ ٻئي کي دک ڏيڻ جي برابر اهڙو ٻيو نيچ پڻو نه آهي. مڙس سرار وٺي جو ٻئي کي ڪليش ڏئي ٿو اهو سنسار ۾ وڏو ڪشٽ ڀوڳي ٿو، ٻيو مڙس سوارٿ ۾ لين آهي ۽ موهه جي وس ٿي، پاپ ڪرم ڪري ٿو اهو لوڪ پرلوڪ ۾ دکي رهي ٿو. هي ڀائرو! انهن دشٽن لاءِ مان ڪال روپ آهيان ۽ انهن کي ڪرمن انوسار ڀلي بري جو ڦل ڏيڻ وارو آهيان. ائين ڄاڻي جو سياڻو مڙس جڳت کي دک روپ ڄاڻي مهنجو ڀڄن ڪري ٿو، ستت ۽ اُستت جا لڇڻ مون ڇٽي ٻڌايا آهن انهن کي من سان جن سمجهيو آهي اهو سنسار روپي ٻنڌن ۾ نٿو ڦاسي. هي ڀائرو! مايا جا ٺاهيل گڻ دوش تمام گهڻا آهن. گڻ انهيءَ ۾ آهي جو ٻنهي ۾ ڏٺو وڃي، ان کي ڏسڻ ٿي اگيان آهي. پڀوءَ جي مک مان اهي وچن ٻڌي ڀرت لڇمڻ شتروگهن ۽ هنومان ڏاڍا خوش ٿيا.

## ڪاڪ ڀشنڊيءَ جو ورڻن

اتري ڪٿا شوجي پاروتيءَ کي ٻڌائي چوڻ لڳو هي پاروتي! جو ڪجهه به تو مون کان پڇيو سو سڀ مون توکي ٻڌايو آهي هاڻي ٻاقي ڇا ٻڌڻ چاهين ٿي؟ تڏهن پاروتي هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي ناٿ! ڌنيه آهي پڀوءَ جي ليلا ڌنيه آهي سري رامچندر، جنهن جي ڪٿا ٻڌڻ سان مهنجي من جون شنڪائون مٽجي ويون آهن ۽ سري رامچندر جا چرتر ٻڌي مهنجو من ترپت نٿو ٿئي. هي سوامي! هڪ ٻي به شنڪا مهنجي من ۾ رهجي وئي آهي سا به ڪرپا ڪري نروت ڪريو. توهين جو گهڙيءَ ائين پيا چئو ته ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! سو ته ٻڌي مون کي عجب ٿو لڳي ته ڀلا ڪڏهن ڪانءُ به اهڙو برهم گياني ٿيو جو هن اهڙي طرح واهي سري رامچندر جو جس ورڻن ڪيو آهي ۽ توهين به ائين چئو ٿا مون به سري رامچندر جي ڪٿا ڪاڪ ڀشنڊي کان ٻڌي آهي. ڪرپا ڪري اهو سڀ کولي ٻڌايو.

مهاديو چوڻ لڳو ته هي پاروتي! تون ته ڪا ڏاڍي ڀرڙي آهين، هاڻي تون ڌيان ڏئي ٻڌ ته ٻڌايان ٿو! اها ته توکي اڳ ئي خبر آهي ته تون اڳين جنم ۾ دڪش پرجاپتيءَ جي ڌيءَ هئينءَ ۽ ـــو سنتوش روپي ٻڳي ۾ باهه جلائي ڇڏيو هو، تنهنجي سڙي ڇڏڻ کان پوءِ مون کي اهڙو ته اچي ويراڳ لڳو جو ڪابه ڳالهه نٿي وڻيم ۽ اهو ويچار ڪيم ته هميشه لئي وڃي تو سمادي لڳايان. نيٺ گريءَ نالي پربت تي وڃي ته ڇا ڏسان هڪڙو ڪانءُ ڪاڪ ڀشنڊيءَ نالي رامائڻ جي ڪٿا ويٺو ڪري. مان ڪٿا ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس ۽ من ۾ چيم ته اهائي پوتر ۽ سندر سمادي آهي. پس! پوءِ ته هر روز هنس جو روپ ڌاري مان به وڃي ٻين پکين سان گڏ ڪٿا ٻڌندو هوس. هي پاروتي! پڀوءَ جي ليلا اپار آهي. اهو ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ هڪڙي ڏينهن سري رامچندر جي محلات جي اڱڻ ۾ ويو، سري رامچندر اڃان ٻالڪ اوستا ۾ هوا جو وٽن لولو کاڌائون، ڪانءُ ونڊي شرط هٿ مان لولو کسي ورتن. لولو هٿ مان ويندو ڏسي وهي روئڻ لڳو، تنهن هوندي اسـ اوقت سدرشن چڪر کي حڪم ڪيائين جنهن ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ جي پٺ ورتي. هي پاروتي! ڀڳوان رام جي ٻال ليلا ڪري روئڻ وقت اهڙو ته آنند آيو جو هڪ ڇوڪري جو روپ ڌاري وڃي ڪيس پرچائڻ لڳس. ان وقت ڪهڙو نه آنند هو جنهنجو بيان نٿو ڪري سگهجي. ويچارو ڪاڪ ڀشنڊي جيڏانهن وڃي تيڏانهن سدرشن چڪر پٺ نه ڇڏيس. نيٺ ڀڄندي ڀڄندي برهما جي شرڻ ويو جنهن چيس ته مان سري رامچندر جي ڪروڌ کي هٽائي نٿو سگهان، تون شنڪر وٽ وڃ، هو ڀولي ناٿ سري رامچندر جو پورڻ ڀڳت آهي سو توکي ضرور بچائيندو. برهما جا اهي وچن ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي ڪانءُ، هي پاروتي! مون وٽ آيو ۽ اچي سمورو حال ڪري ٻڌايائين، تڏهن مون چيومانس ته بابا! تون چنتا نه ڪر، هل ته هلي ان ڀڳت وتسل جي شرڻ وٺون. اها ڳالهه ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ من جو شڪ مٽجي ويس پوءِ مونسان گڏ هلي پڀوءَ جي چرڻن تي ڪري پيو، پوءِ سدرشن چڪر جتان آيو هو اتي موٽي ويو. سري رامچندر ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي ساڪيات درشن ڏئي مها تتوُ جو اپديش ڪيو. ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي من ۾ ڪهڙو شڪ هو؟ جنهن ڏينهن ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي خبر پيئي ته سري رامچندر جن دشرٿ جي گهر اوتار وٺي آيا آهن انهيءَ ڏينهن کان وٺي هن جي من ۾ شنڪا ٿي ته ڀڳوان رام جي پراڪيا ونان ته اها ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي. هيستائين هن جيڪي به پراڪياڻون ورتيون هيون

تن مان هيءَ آخرين پريکشا هئي. اهو ئي ڪارڻ هو جو هن جا سڀ شڪ مٽجي ويا، هن کان پوءِ ڪاڪ ڀشنڊي سري رامچندر جي ليلا هر روز ٻڌڻ لاءِ اچي درشن ڪندو هو.

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! هڪڙي ڏينهن گرڙ کي اچي من ۾ شڪا ٿي ته ڀڳوان رام جيڪڏهن سچ پچ وشنوءَ جو اوتار آهي ته، پوءِ ڇو استريءَ جي موهه ۾ ڦاسي ان ۾ ورلاپ ٿي ڪياءِ؟ ڇا پرم پتا پرميشور به ڪڏهن موهه جي وس ٿي سگهندو؟ اهڙي شڪا گرڙ جي من ۾ هئي تنهنڪري هن ويچاري گهڻو ئي پاڻ پتوڙيو پر پتو ڪونه پيس، نيٺ اهو ويچار ڪري نارد منيءَ وٽ ويو ۽ اچي منيءَ کي هٿ جوڙي پنهنجي من جي شڪا بابت پڇڻ لڳو. گرڙ جي اها شڪا ٻڌي نارد مني عجب ۾ پئجي ويو ته، گرڙ جهڙي ٻڌيمان جيو کي به اهڙي شڪا؟ نيٺ منيءَ چيس هي پکي! تون برهما وٽ وڃ. هو تنهنجي من جو سنسو نورت ڪندو. نارد منيءَ جي چوڻ موجب گرڙ برهما وٽ ويو، ليڪن اتي به اهوئي جواب مليس. برهما به نارد وانگر چيس ته شنڪر وٽ وڃ. نيٺ ويچارو شنڪر يعني مون وٽ آيو، مون کي به انهيءَ وقت ڏاڍي آنند ماڻ لڳي پئي هئي جو ڳالهه ٿي ته پڇ، ڇو ته وشنو ڀڳوان مون سان انجام ڪيو هو ته مان توکي موهني روپ ڏيکاريندس. وري جو گرڙ ڳڌيم هيڪاري مٿيون ٿي مُنجهي ويم، هاڻ ڇا ڪريان؟ جي گرڙ کي واجهي ان شڪا بابت ٿو سمجهايان ته هو ڏانهن وقت ٿي نه وڃڻ ڪري ڪپ پئي ليم ته متان ڪيل انجام موجب وقت تي نه پهچان! جيڪڏهن وڃان ٿو هليو ته گرڙ جو ڪم نٿو ٿئي. تڏهن لاچار ٿي چيومانس هي گرڙ! جيستائين تون ستسنگ نه ڪندين تيستائين انهن ڳالهين جو توکي گيان ٿي نه سگهندو، تنهنڪري تون نيل پربت تي وڃ ۽ اتي ڪاڪ ڀشنڊي نالي هڪڙو ڪانءُ ويٺو رامائڻ جي ڪٿا ڪري اها ڌيان ڏئي وڃي ٻڌ جنهن جي ٻڌڻ سان تنهنجا سڀئي سنسا مٽجي ويندا. هي پاروتي! اها ڳالهه ٻڌي گرڙ هڪدم اوڏانهن روانو ٿيو ۽ اچي وڃي ڪاڪ ڀشنڊي جي مکارونِد مان سري رامچندر جي ڪٿا ٻڌي گرڙ ڪرتارٿ ٿي ويو. ڪٿا پوري ٿيڻ کان پوءِ گرڙ هٿ جوڙي ڪاڪ ڀشنڊيءَ کي چيو ته هي ڀڳت شرومڻي! ڪرپا ڪري موکي پنهنجي جنم جي ڪٿا ڪري ٻڌايو ته باقي جيڪو من ۾ سنسو اٿم سو به مٽجي وڃيم. ڇو ته منهنجي دل ۾ وري پيو وهم آهي. گرڙ جي من ۾ اهو وهم ٿي ويٺو ته متان شنڪر ڀڳوان ڪاڪ ڀشنڊي جو روپ ڌاري اپديش نه ڪري آيو هجي، ڇو ته، مان به پکي آهيان تنهن

ڪري مون کي اپديش ڏيڻ لاءِ مٿان اهين ڪيو هجيس. گرڙ جي مَن ۾
اهو ئي وهم هو ته مٿان اهو ئي ساڳيو ڪاڪ ڀشنڊي هجي جنهن جي اڳي ۾
هڪڙي ڏينهن وشنو ڀڳوان مون کي چيو هو ته ڇو تون ٻيهر پنهنجي ڀڳتيءَ
جي وڌائي ڪرڻ لوڪان ته ڪانءَ جي ڀڳتي چڱي آهي. تڏهن مَن ۾ شڪ
ٿيس ته مٿان ڀڳوان منهنجي ايمان آزمائڻ لاءِ هيءَ رٿ ته رچي هجي.
ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! جيڪڏهن تنهنجي ٻڌڻ جي هروڀرو اڇا
آهي ته چڱو هاڻي ٻڌايان ڏيئي ٿو. جپ، تپ، ورت، نيم، وراڳ، وچار،
گيان ۽ يوگ، انهن سڀني جو ڦل رام ڀڳتيءَ ۾ سمايل آهن. مان اهين ئي ٿيو
سمجهان ٿو ته سري رامچندر جي چرن ڪمل جو ڌيان ڪرڻ اها مُڪت جو اُهو
ڪوئي ٻيو چارو ڪونهي ۽ جيڪي به مون انيڪ جنمن ورتيون آهن تن
سڀني مان مون کي هيءَ ڪانءَ جي جوڻ پياري ٿي لڳي جا ڪاڻ ته ڀڳوان
رام جي ڀڳتي انهيءَ جوڻ ۾ مون کي پراپت ٿي آهي. تڏهن کان سواءِ ڪانگ
جي عمر گهڻو ڪري ٻين جيو پراڻين کان تمام وڌيڪ ٿيندي آهي انهيءَ
ڪري ڀڳتيءَ جو آنند گهڻي وقت تائين وٺي سگهبو. هي گرڙ! گهڻو وقت
اڳي مون اَيوڌيا پوريءَ ۾ ڪنهن شودر جي گهر وڃي جنم ورتو، مون کي
پنهنجي ٻڌيءَ جي ايمان هئڻ ڪري مان ڪنهن کي به ڪين ليکيندو هوس،
منهنجو پريم فقط شنڪر ڀڳوان ناٿ ۾ هو جنهن ڪري ٻين سڀني ديوتائن
جي مان ڏاڍي نندا ڪندو هوس. مطلب ته سچو پچو پاکنڊي هوس، جيئن
ته ڌن جي ايمان ۾ قائل هوس ۽ ڪنهن کي به ڳالهه جهڙو ڪين سمجهندو
هوس. اهڙي پوتر ايوڌيا پوريءَ ۾ رهي ڪري به منهنجو من سدائين ايمان
۾ ئي پيل هو، جڏهن ايوڌيا پوريءَ جي پرتاپ جي خبر پيم، پراڻن ۾ ٻه
اهين چٽايل آهي ته جو جيو پراڻي ايوڌيا ۾ جنم وٺي ٿو انهيءَ کي ضرور
ڪنهن نه ڪنهن جنم ۾ سري رامچندر جي ڀڳتي حاصل ٿئي ٿي. تڏهن وقت
ڪاڄڳ جوڀن اوستا ۾ هو سڀيئي ماڻهو استريون ٻڍڙي پُرش پاپ روپي
سمندر ۾ پيئي پيا، ڪاڄڳ جي پرڀاو سان سچ نڪري ويو، گرڙ ڪاهي
پيو، سڀيئي مُڪت ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪار جي وس ٿي پيا. هي
گرڙ! هاڻ ڪاڄڳ جي لوڪي ڪٿا ٻڌايان تون ڌيان ڏيئي ٻڌ.

## ڪاڄڳ جو پرڀاءُ

ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙ! ڪاڄڳ وڏو ڪٺن ٿي پيو، سڀيئي
پُرش توڙي استريون پاپ ڪرڻ لڳا. ڪاڄڳ ۽ پاپ سڀني ڌرمن کي دٻائي

ڇڏيو، سڀ گرنٿ الوپ ٿي ويا پاکنڊين پنهنجي بُڌيءَ انوسار ڪلپنا ڪري انيڪ پنٿ پرگهٽ ڪيا. سڀئي ماڻهو موهه جي وس ٿي ويا، لالچ لوڀ ۾ ڦاسي ويا سڀئي شڀ ڪرمن کي ڪاٽي ڇڏيو. هي گياني گروڙ! ڪلجڳ ۾ ورڻ ڌرم ۽ چار ئي آشرم نه ئي رهيا. سڀئي استري پرش ويدن جي خلاف هلڻ لڳا، برهمڻ ويدن کي وڪڻڻ لڳا ۽ راجا پرجا کي کائڻ لڳا، ويدن کي ڪنهن به نٿي مڃيو. جنهن کي جيڪي سٺو ٿي لڳو تنهن تيئن ئي ڪيو. جو پنهنجي پيٽ ماري ڪوڙا پرچار ڪري ۽ پاکنڊ ۾ لڳو رهي ان کي سڀ سنت ڪري مڃڻ لڳا، جو پرايو ڌن ڦري ڦٻائي وڃي ان کي سياڻو چوڻ لڳا، جو پاکنڊ ڦهلائي ان کي وڏو آچاري سمجهڻ لڳا، جو ڪوڙ ڳالهائي ڪل مسخري ڪندو هو ان کي گڻوان چوڻ لڳا، جنهن آچار ويدن خلاف لوڪن ۾ ڀرم سمايو وڃي پرچار ٿي ڪيو ان کي وڏو گياني سڏڻ لڳا ۽ جنهن جا وڏا وڏا ننهن ۽ ڊگهيون جٽائون هيون ڪلجڳ ۾ ان کي وڏو مهاتما تپسوي سمجهڻ لڳا، شودر برهمڻن جا ڪرتب ڪرڻ لڳا ۽ وڏا تلڪ ڏيئي هٿ ۾ مالهائون کڻي رشين جا اولاد سڏائڻ لڳا، برهمڻن کي شودر گيان اپديش ڪرڻ لڳا. سڀئي لوڪ ڪام ڪروڌ لوڀ جي وس ٿي ديوتائن، برهمڻن، ويدن ۽ سنتن سان ورود ڪرڻ لڳا. گڻوان ۽ سندر پتيءَ کي ڇڏي اڀاڳڻ استري پر پرش سان پريت ڪرڻ لڳي. سهاڳڻ استرين نه سادگيءَ ۾ رهڻ لڳيون پر وڌوائون نت نوان سينگار ڪرڻ لڳيون. استري پرش برهم گيان کان سواءِ ٻي ڳالهه نه ٿا ڪن پر اهي لوڀ وس ٿوري ئي ڌن جي ڪري برهمڻ ۽ گروءَ کي ماري ٿا ڇڏين. شودر برهمڻن سان بحث مباحثا ڪن ٿا ته اسين توهان کان ڇا ۾ گهٽ آهيون، اهين چئي اکيون ڦاڙي ڏيکارين ٿا.

هي گروڙ! جو برهم کي ڄاڻي ٿو اهو ئي سرشٽ برهمڻ آهي. جو پرائي استريءَ تي موهت، ٺڳڻ ۾ سياڻو ۽ موهه ممتا ۾ ڦاٿل آهي اهو ئي گياني سڏجڻ لڳو. مون ڪلجڳ ۾ اهڙا نه ڏٺا جو پاڻ نه برباد ٿين ٿا پر چڱن پرشن کي به برباد ڪيو ڇڏين ٿا. تيلي، ڪنڀار، چنڊال وغيره جيڪي نيچ هئا اهي استرين جي مرڻ کان پوءِ يا گهر جو مال ملڪيت ناس ٿيڻ کان پوءِ مٿو ڪوڙائي سنياسي ٿي پنهنجا پير برهمڻن کان پوڄائڻ لڳا، اهي ٻئي لوڪ پنهنجي هٿن سان بگاڙڻ لڳا، اهي برهمڻ مورک لوڀي ڪامي ويڀچاري جو پاڻ کي مورک ۽ نيچ ذات استريءَ جو سوامي سڏائڻ لڳو. سڀئي ماڻهو ورڻ سنڪر ۽ مريادا کان ڀرشٽ ٿي ويا. انهيءَ ڪري ڀوڳڻ ڪري دک، ڀئه، روڳ، شوڪ وڌڻ لڳا، سڀئي ويد وساري ۽ گيان سان سري هريءَ

جي ڀڳتي مارڳ کان ڪري ڇڏيا ۽ اڄيان جي وس ٿي ڪري انيڪ نون ڀانتن
جي ڪلپنا ڪرڻ لڳا. سنياسي تمام ڌن لڳائي گهر کي سينگارڻ لڳا، ويراڳ
انهن ۾ نه رهيو، انهن کي ته وشين موهي ڇڏيو. تپسوي ڌنوان آهن ۽ گرهستي
ڪنگال آهن.

هي گرڙ! ڪلجڳ جو ڪوتڪ چئي نٿو سگهجي. اڄ ڪلهه جا پرش
ڪل ونتي ۽ پتورتا استريءَ کي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين ٿا ۽ سٺي چال
بدلائي داسيءَ کي گهر ۾ رکن ٿا. پٽ ماتا پتا کي تيستائين مڃين ٿا جيستائين
استريءَ جو منهن نه ڏسندا. تنهن ڪدوار ساهرن ۾ پياري لڳڻ ڪٽنب سڀئي
ڪٽنبي هن جا ويري ٿي پون ٿا. راجائون پاپ ڪرڻ لڳا. انهن ۾ ڌرم نه
رهيو، الٽو پرجا کي ڏنڊا هڻي ستائڻ لڳا. نيچ ذات هوندي ڌنوان ته پاڻ
کي وڏي ڪل وارا سڏائڻ لڳا. جنيو ٿي برهمڻ جو نشان ٿي ويو، نيچ
ذات ته جنيو پائي تلڪ لڳائي پاڻ کي برهمڻ سڏائڻ لڳو. هي گرڙ! ڪلجڳ
۾ ڇل ڪپٽ هٺ بيائي پاکنڊ ڪام ڪروڌ لوڀ ۽ اهنڪار سنسار ۾ ڦهلجي
ويو. منش پنهنجو ڪرتب، جپ، تپ نيم، ورت، دان، تامسي سڀاءَ
هڻڻ ڪري سڀ ڪجهه ڀاڄي ويا. ديوتائن پرٿويءَ تي ورسات وسائڻ بند
ڪري ڇڏي، اناج ٿئي ڪيئن؟ ڪلجڳ ۾ وارو وار ڏڪار پوڻ لڳو ڏهين سڀئي
ماڻهو اَن بنا دکي ٿي مرڻ لڳا. ڪلجڳ ۾ مورک سک ٿا چاهين پر ڌرم ۾
پريت نه آهي. انهن جي بڌي ڪٺور آهي. ان ڪارڻ جي لوڪ ايمان ۽
ويرووڌ رکن ٿا، ٻئي پڻ جي ڪنهن کي ساڃهه نه آهي. شرم مرم
ڌرم ويندو رهيو، نه سنتوش آهي نه وچار ۽ نه شانتي آهي، ٻچو ٻاڙون
ٻنا کون هٽندا رهن ٿا. سڀ ذات ڪذات ساڌو ٿي ويا آهن. مورکتائي تمام
وڌي ويئي، پرائي نندا ڪرڻ وارا سنسار ۾ ڦهلجي ويا.

هي گرڙ! ڪلجڳ جيتوڻيڪ پاپن ۽ دوشن جو ڀنڊار آهي تڏهن ته هن ۾
هڪ وڏو گڻ آهي ته محنت جي ٿي اڌار ٿي ويندو آهي. ستيگ ۽ ترتا ۽
دواپر ۾ پوڄا، يگيه، يوڳ سان جيڪا گتي ملندي آهي سا گتي ڪلجڳ
۾ فقط رام نام جي جپڻ سان ٿي ملي ٿي، ستيگ ۾ سڀ يوڳي ۽ گياني ٿي
هريءَ جو ڌيان ڪري ڀوساگر تري ويندا هوا، ترتا ۾ لوڪ انيڪ قسمن جا
يگيه ڪندا هوا. سڀئي ڪرم ڀڳوان کي ارپڻ ڪري سنسار ساگر پار ڪندا
هوا. دواپر ۾ سري رامچندر جي چرنن جي پوڄا ڪري سنسار مان تري
ويندا هوا ٻيو اپاءُ ڪونه هو. ڪلجڳ ۾ فقط منش هري گڻ ڳائي اٿاهه ڀو
ساگر پار ڪري ٿو. ڪلجڳ ۾ يوڳ، يگيه ۽ گيان نه آهي فقط رام گڻ ڳائڻ ٿي

آڌار آهي - جو مدش سڀئي ڀروسا ڇڏي سري رام جو ڀڄن ڪري ٿو ۽ پريم سان ان جا گڻ ڳائي ٿو، اهو ئي سنسار مان تري وڃي ٿو ان ۾ ڪوئي شڪ نه سمجهه. ڪلجڳ ۾ هڪ ٻيو نه پوتر پرتاپ آهي جو من وچن ڪرم سان دان پڃ ڪري ٿو پر پاپ نٿو ڪري، ڪلجڳ ۾ ان سمان ٻيو ڪو ڳڻ نه آهي. جو مدش من ۾ وشواس رکي سري رامچندر جا چرتر پڙهي ٿو اهو مدش ٻنا ڪنهن محنت جي سنسار مان تري پار ٿي ويندو. ڌرم جا چار چرڻ مشهور آهن ان مان ڪلجڳ ۾ هڪ دان ئي مکيه ڳالهه آهي ڪنهن به طرح سان دان ڏيڻ ڪلياڻڪاري آهي.

## گيان ۽ ڀڳتيءَ جو ڀيد

مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊي جا وچن ٻڌي گروڙ پرسن ٿي مڌر واڻيءَ ۾ چيو هي پرڀو! توهان جي مک مان پوتر رام چرتر ٻڌي منهنجو من شانت ٿيو ۽ توهان جي ڪرپا سان منهنجي من جو ڀرم، دک ۽ موهه ويندو رهيو. هي پرڀو! مان توهان کان هڪ ٻي به ڳالهه پڇان ٿو جا سمجهائي مون کي ٻڌايو. سنت، مني، ويد ۽ پراڻن جو ڪٿن آهي ته گيان جي برابر ڪجهه مشڪل نه آهي اهو گيان توهان کي لومش رشيءَ ٻڌايو هو. هي گوسائين! توهان ڀڳتيءَ جي برابر هن جو آدر نه ڪيو. هي دياندڌ پرڀو! گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڪيترو تفاوت آهي؟ سو سڀ مونکي ٻڌايو.

گروڙ جا اهي وچن ٻڌي ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گروڙ! گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڪجهه ڀيد ڪونهي - ٻئي سنسار جي سڀني دکن کان پار ڪري ڇڏين ٿا. هي تات! هنن ۾ منيشور ڪجهه ڀيد ٻڌائين ٿا. هي پکي سرشٽ! ساوڌان ٿي ٻڌ. گيان، ويراڳ، يوگ، وگيان اهي سڀئي پرش ۾ آهن. پرش جو پرتاپ هر طرح سان پربل ٿئي ٿو ۽ استريون سڀاءُ ڪري ٻل ۾ هيڻ ۽ جڙ پرڪرتي ٿين ٿيون. جو پرش ورڪت ۽ ڌير ٻڌ آهي اهوئي استري تياڳ ڪري سگهي ٿو ۽ جو ڪامي وشيه ۾ قائل آهي ۽ رام جي نام کان بي مک آهي سو ڇڏي نٿو سگهي. گيانوان مني به هرگز نٿي استريءَ جو چندرما جهڙو مکڙو ڏسي موهت ٿي ويندو آهي.

هي گرڙ! سري هريءَ جي مايا ئي استري روپ ۾ پرگهٽ آهي تنهن ڪري استري جي روپ تي استري موهت ٿي نه ٿي سگهي. هيءَ مايا ۽ ڀڳتي اهي ٻئي استريون آهن اهو هرڪو ڄاڻي ٿو. وري ڀڳتي ته رگهوير کي پياري آهي ۽ مايا ته ويچاري ان جي نچڻ واري آهي. رام جي ڀڳتيءَ کان مايا ڊڄي ۽ ڀڄندي آهي، تنهنڪري ابدا ڪنهن اپاڌيءَ رام ڀڳتيءَ ان جي من ۾ واسو ڪري ٿي. ان کي ڏسي مايا لڄي ٿي پئجي وڃي ٿي ۽ هڪڙو پل ان تي ڪجهه به اثر نٿو ڪري. اهڙو ويچار ڪري جيڪي وگياني مني آهن، اهي سڀ سکن جي کاڻ ڀڳتي گهرن ٿا. سري رامچندر جي هن ڳجهي ڀيد کي ڪوئي ڄاڻي نٿو سگهي. ڀڳوان رام جي ڪرپا سان جو هن کي حاصل ڪري ٿو ان کي سپني ۾ به موهه نٿو ٿئي.

هي گرڙ! گيان ۽ ڀڳتيءَ جا ٻيا به ڀيد ٻڌ. جنهن کي ٻڌي سري رامچندر جي چرنن ۾ سدا لاءِ پريم اُپجي ٿو ويندو. هي تات! جيو به ايشور جو انش آهي، اوناسي، چيتن، نرمل، ۽ سڀاو کان سک جي کاڻ آهي. هي سوامي! اهي مايا جي وس ٿي طوطي ۽ باندر وانگر ڦاسي پون ٿا. اهڙي طرح جڙ مايا ۽ چيتن جيو ۾ ڳنڍ پئجي وئي آهي، جيڪڏهن اهو ڪوڙ آهي ۽ ان جي ڇٽڻ ۾ ڏکيائي آهي تڏهن کان هيءُ جيو سنساري ٿي پيو آهي نه ڪا ڳنڍ کلي ٿي ۽ نه هيءُ سکي ٿئي ٿو. ويد ۽ پراڻ انيڪ اپاءُ ٻڌائين ٿا پر اها ڳنڍ نه ٿي کلي، ڏينهون ڏينهن وڌندي وڃي ٿي. جيو جي هردي ۾ اگيان روپي انڌڪار اصل روپ جي مٿان ڇانئجي ويو آهي انهيءَ ڪري اها ڳنڍ ٻڌل ان کي ڏسڻ ۾ نٿي اچي، وري ڇٽي به ڪيئن؟ جڏهن ايشور اهڙو سنجوڳ ڪري ڇڏين ته هوءَ ڪڏهن ڳنڍ ڇٽي نٿي سگهي. ايشور جي ڪرپا سان ساتوڪ شرڌا روپي ڪامڌينو جيڪڏهن جيو جي هردي ۾ اچي وسي ۽ جپ تپ ورت نيم وغيره الڪ ڌرم ۽ ويدن ۾ چيل ان ڌرم روپي گاهه کي کائي ۽ شڌ ڀاو روپي وڇڙي کي حاصل ڪري وشين کان هٽڻ جي ٿوڙي وڇڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي وشواس روپي برتڻ ڪٺي خود ٻاڻ وس ۾ رکڻ وارا شڌ من جو چيڪل آهي. هي ڀائي! اهڙي پرم ڌرم روپي کير کي ڏهي وري نشڪام ڀاونا روپي اگنيءَ ۾ اٻاري تڏهن سنتوش ۽ کما روپي هوا سان ٿڌو ڪري ۽ ڀاڻ ان ۾ ڌيرج روپي سميا وجهي ان کي ڄمائي ۽ پرسنتا روپي مٽڪي ۾ وجهي وچار روپي ماڌاڻي سان دم روپي نيٽي ۾ اڪائي ستيه ۽ مٺي واڻيءَ روپي ڏوري اڳائي ان کي ولوڙي ۽ اوجل ارٿ ويراڳ روپي مکڻ ان مان ڪڍي، وري يوگ روپي اگني

پرگھٽ ڪري ٻالي ٻري ڪرم روپي آڳ لڳائي ممتا روپي مَلُ جلائي تڏهن شُڌ گيان روپي گيهه ٻڌيءَ کي سيتل ڪري تڏهن وگيان جو نروپڻ ڪرڻ واري ٻڌ روپي شُڌ گيهه حاصل ڪري چت روپي ديوڪ ۾ ٻاري سم درشٽي روپي ٻسمتا جي وٽ ٺاهي ان ۾ رکي ٻيءَ ٽنهي اوستائن (جاڳرت، سپن سشوپت) ۽ ٽنهي گڻن (ستو، رجو، تمو) روپي ڪپاهه مان ٽريا اوستا روپي روُئي ڪڍي ڪيڏي چڱيءَ طرح سنڀالي ان جي سخت ٽوٽ ٺاهي انهيءَ والڪر تيج پنج وگيان مير ديوڪ جلائي جڏهن جي پرسان وچڻ سان خراب ٻـڌ وارا سڀيئي پتنگ جلي ويندا (سو آهم اَسمِ) اهو برهم مان آهيان اهڙو جـو اکنڊ وچار آهي اهوئي ان وقت ديوڪ جي وڏي اڪي لاٽ آهي. جڏهن آتم انڀو جي سک جو سندر پرڪاش ڦهلجي ٿو ته سنسار جـي ڪارڻ روپ ڀيد ۽ ڀرم جو ناس ٿي وڃي ٿو- تمام اوديا جي پروار، موهه وغيره جـو گهور انڌڪار دور ٿي ويندو آهي- تڏهن اهائي وگيان کـي نروپڻ ڪرڻ واري ٻڌ پرڪاش حاصل ڪري هردي روپي گهر ۾ ويهي ان جڙ چيتن جـي ڳنڍ کي کولي ٿي جڏهن اهـا ٻڌ ان ڳنڍ کي کولي سگهي ٿي تڏهن هيءَ جيو مڪت ٿي وڃي ٿو.

هي پکيراج! ڳنڍ کي کلندو ڄاڻي مايا انيڪ وگهن وجهندي آهي. هي ڀائي! هوءَ انيڪ سڌيون رشي مُنين ڏانهن موڪلي ٿي جي اچـي ٻـڌ کي لالچائين ٿيون ۽ داءُ پيچ ڇل ول ڪري ديوڪ وٽ ٻهڪي انچل جـي هوا سان ان کي وسائي ڇـڏن ٿيون- جيڪڏهن ٻڌ سياڻي ٿـي ٻري ته ان کي دشمن سمجهي ان ڏانهن نهارن ٻه نٿيون جيڪڏهن وگهن ۾ ٻڌ نه ڦاسي ته وري ديوتائون وگهن وجهن ٿا. اندرين جي دَرن انيڪ استان آهن جـو هرهڪ دَر ٿي ديوتا اڏ ڄمائي ويٺو آهي، جڏهن هو وشيه روپـي هوا کي ايندو ڏسندا آهن تڏهن هٺ ڪري دروازو کولي ڇڏيندا آهـن جيئن وشيه روپي هوا هردي روپي گهر ۾ پهچي وڃي، هوا پهچندئي گيان جـو ديوڪ وسائي ڇڏيندي آهي، ڳنڍ ڀـ نه ٽٽي ۽ پرڪاش ويندو رهيو. وشيه روپي هوا سان ٻڌ وياڪل ٿيڻ ڪري اندرين ۽ ديوتائن کـي ڳالهه نٿي وڻـي، ڇاڪاڻ ته ان جي پريت سدائين وشيه ڀوڳ ۾ رهي ٿـي، جڏهن وشيه روپي هوا ٻڌ کي ٻلائي ڇڏيو تڏهن وري ان جـو وڏيءَ سان ديوڪ ڪير جلائي، پوءِ جيو انيڪ طرح جا دک ڀوڳي ٿو.

هي پکيراج پرڀوءَ جي مايا ڏاڍي پربل آهي. ان کـي سولائيءَ سان پـار ڪرڻ مشڪل آهـي. وواڪ سان چوڻ ۾ ڪٺن، سمجهڻ ۾ ڪٺن ۽ ساڌڻ

پر ٿا ڪٿن آهي. جيڪڏهن سڄڻ وس سڌ ٿا، ٿي وڃي ٿڏهن اُهي، وري وگهن ٿي آهن، هـــي گرڙا! گيان جو پنٿ ڪرپاڻ جـــي ڌار آهي، اُنهيءَ کر ڪرندي دير نه لڳندي آهي . جو گياني ٻيا وگهن جي هن مارگ کـــي نباهي وڃي ٿو اهو موکش پد کي پائي ٿو .

هي گرڙا! مون هيءُ گيان جو سڌانت توکي سمجهائي ٻڌايو آهي، هاڻي مڻيءَ روپي ڀڳتيءَ جو پرڀاءُ ٻڌ . جنهن جي هردي ۾ ڀڳتي وسي ٿي، اهو ڏينهن رات تمام اپج روپ ۾ ٿي رهندو آهـي . ان کي ديا بتي گيهه ڪجهه به نه گهرجي. موهه روپي ڏک ان وٽ نٿو اچي ۽ لوڀ روپي هـوا ان کي وسائي نٿي سگهي ان جو اوديا روپي انڌڪار مٽجي وڃي ٿـو. ڪوئي پـتنـگ وارا پتنگن سمان هار کائي وڃن ٿا. ڪام ۽ ٻيا دشٽ ان جي ويجهو وڃي ٿي نٿا. جنهن جي هردي ۾ ڀڳتي وسي ٿي ان کـــي زهر امرت سمان ۽ شترو به متر ٿي پون ٿا. اُنهيءَ مڻيءَ سمان ڀڳتيءَ کان سواءِ ڪڏهن به ڪوئي سک پائي نٿو سگهي. جنهن جي من ۾ ڀڳتي وسي ٿي ان کي سپني ۾ به ڏک نٿو ٿئي. ويـــد پراڻ پوتر پربت آهي. سري رام ڪٿا ان ۾ سندر کاڻ آهي . سنت مرمي آهن، سندر ٻڌ ڪوڏار آهي، گيان ۽ ويراڳ ٻه نيتر آهن . جـــو پراڻي ڳولهي ٿـو اهـو سڀني سکن جي کاڻ ڀڳتيءَ روپي مڻيءَ کي حاصل ڪري ٿـو. هـي پريا! منهنجي مـن ۾ اهـڙو ٿـي وشواس آهي رام ڀڳت سري رامچندر کان به وڌيڪ آهن، سري رامچندر سمنڊ آهي ته ڌير پرش بادل آهن . سري هري چندن جو وڻ آهي ۽ سنت هوا آهن . سڀني جو سندر ڦل هري ڀڳتي آهي . ان کي سنتن ٻنا ڪڏهن به نه پاتو آهي . هي گرڙا! جو مدش ستسنگ ڪري ٿو ان کي ٿي رام ڀڳتي حاصل ٿئي ٿي. ويد سمنڊ آهي گيان منڌراچل آهي سنت ديوتا آهن جو هن سمنڊ کي ولوڙي ڪٿا روپي امرت ڪڍن ٿا جنهن ۾ ڀڳتي روپي مڌرتا وسندي آهي . هي گرڙا! وچار ڪري ڏس ته ويراڳ روپي ڍال ۽ گيان روپي تلوار سان جو لوڀ موهه روپي دشمن کي ماري جنهن وجئه پائي آهي اُهائي سچي ڀڳتي آهي.

## ست سوال

وري ڀکيراج پريم سان پڇڻ لڳو هي ديالوا جيڪڏهن توهانجو مون تي پريم آهي ته مونکي پنهنجو سيوڪ ڄاڻي ڪرپا ڪري منهنجن ستن سوالن جا جواب وستار سان ٻڌايو. هي ڌير ٻڌ! هي ناٿ! اول اهو ٻڌايو ته سڀ کان وڌيڪ دُرلڀ سرير ڪهڙو آهي؟ سڀ کان وڏو ڏک ۽ سڀني کان وڏو

سگهه ڪهڙو آهي؟ سو توري مون کي وچار ڪري ٻڌايو. سنت ۽ اسنت جا ڀيد توهين ڄاڻو ٿا ان جو سهج سڀاءُ ٻڌايو. هي ڪرپالو ويدن ۾ مشهور مها ڀيج ۽ گهور پاپ ڪهڙو آهي سو ٻڌايو، ٻيءَ مانس روڳن بابت سمجهائي ٻڌايو. توهين سروگيه آهيو، مون تي توهان جي ڪرپا ۽ گهڻي آهي.

ٻڌن ڪاڪ ڀشنڊي چوڻ لڳو هي گرڙا هاڻ پريم سان ڌيان ڏيئي ٻڌ. منش ديهه جي برابر ٻي ڪائي ديهه نه آهي. چر اچر جيو سڀ جنهن کي چاهين، اهو منش سرير نرڪ سرڳ، ۽ مڪتيءَ جي ڏاڪڻ آهي ۽ گيان ويراڳ ڀڳتي ۽ سگهه ڏيڻ واري آهي. اهڙو سرير حاصل ڪري به جي هريءَ جو ڀڄن نٿو ڪري ۽ وشين ۾ پريت رکي ٿو اهو مورکه ڪان ۽ وڏيڪ مها مورکه آهي اهو جڻ اموالڪ هيرو هٿن مان وڃائي ٿو ڇڏي ۽ ان جي بدلي ۾ ڪانچ جو ٽڪرو ٿو کڻي. جڳت ۾ ڪنگال منش جي سمان ٻيو دک نه آهي ۽ سنت ملڻ جي سمان جڳت ۾ ٻيو سک به نه آهي. هي گرڙا! من وچن ۽ سرير سان پراپڪار ڪرڻ اهو ئي سنتن جو سنو سڀاءُ آهي ٻئي جي ڀلائيءَ لاءِ سنت دک سهندا آهن ۽ نڀاڳا اسنت ٻين کي دک ڏيندا آهن. هي گرڙ! دشٽ سنت ٻيا ڪڏهن ڪارڻ جي ئي ٻئي کي نقصان پهچائين ٿا ۽ جيئن نانگ ڪوئي کي، کي پرائي ملڪيت کي لشٽ ڪري پاڻ به ناس ٿي وڃن ٿا. اهنسا، ويدن ۾ سرشٽ ڌرم ڄاڻايو آهي ۽ پر نندا جي برابر ٻيو وڏو پاپ ڪوئي نه آهي. شنڪر ۽ گروءَ جي نندا ڪرڻ وارو ڏيڏر جي جوڻ پائي هزار ورهين تائين دک ڀوڳي ٿو. براهمڻ جي نندا ڪرڻ وارو تمام نرڪ ڀوڳي پوءِ ڪانءَ جو جنم وٺي ٿو. جو گهمنڊي ۽ ويدن جي نندا ڪندڙ آهي اهو اُلو پکيءَ جو جنم وٺي ٿو. هي گرڙا هاڻ منش روڳ جو وستار ٻڌ، جنهنڪري لوڪ دک پائين ٿا. سڀني روڳن جي جڙ موهه آهي، انهيءَ مان وري انيڪ دک پيدا ٿين ٿا. ڪام هوا مثل آهي. تمام لوڀ ڪف آهي ۽ ڪروڌ پت آهي جو ڇاتي جلائي ٿو جيڪڏهن اهي ٽيئي پاڻ ۾ پريم ڪن ته دک ڏيڻ وارا سنيپات روڳ پيدا ٿيو پون ٿا، انهن جا نالا ڪير ڄاڻي ٿو، ممتا ڏد آهي ۽ ٻيائي خارش آهي. آنند ۽ شوڪ گلي جي ڳڙ روڳ ڪسان وڌيڪ آهي. ٻين کي سکي ڏسي رڃس ڪرڻ نقصان ڪارڪ آهي. دشٽپڻو ۽ من جي بي ايماني ڪوڙهه آهي. اهنڪار مها دکدائڪ ڳڙ جو روڳ آهي پاکنڊ، ڪپٽ، مد ۽ مان اهي نهروتا روڳ آهي. ترشنا وڏي جلندر روڳ آهي، ٽن قسمن جي اڇا (استري، پٽ ۽ ڌن) ملونتي اجاري آهي. متسرتا اوويڪ بخار آهي. اهڙا انيڪ خراب روڳ آهن جي ڪيترائين ٻڌايان،

ڇو ته هڪ ٻي روڳ جي وس ٿي مٺش مري وڃدو آهي. ان ڪان سواءِ ٻه انيڪ ٻيا به روڳ آهن جهڙڪي جيو کي سدائين ڪليش ڏين ٿا، پوءِ هو شانت ڪيئن پائي. هي گرڙ! نيم، ڌرم، آچار، تپسيا، گيان، جپ، تپ ۽ دان وغيره ڪروڙان ٻوٽيون آهن پر انهن سان اهي روڳ مٽجي نٿا. هي گرڙا اهڙيءَ طرح جڳت ۾ سڀ روڳي آهن. جهڙڪي ڏک، سک، ڀؤ، پريت ۽ ويوڳ کان دکي آهن. مون ٿوري ۾ ٿي مٺش روڳ ڇڱي ٻڌايا آهن، اهي ايتري سهڻي کي ٿا پر ٿورن ماڻهن انهن کي سمجهيو آهي.

هي تلسي ڪرت راماڻڻ پنج روپ پاپ ناس ڪندڙ سدائين منگل ڪاري وگيان ۽ ڀڳتي ڏائڪ، مايا موهه کي ناس ڪندڙ، پرم نرمل، پرام روپ جل سان پورڻ منگل ڏائڪ آهي، جو مٺش هن مانس سرور ۾ ڀڳتي ڀاو سان سنان ڪري ٿو اهو سنسار روپي ٻر ڇڏي ۽ سورج جي اگر ڪرڻن سان سنتپت نٿو ٿئي.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڀڳت تلسيداس ڀڳوان رام جي درشن ڪرڻ لاءِ دنيا جا سڀ وهنوار ڇڏي ڪري هنومان جي پيان لڳو ته جيئن ڀڳوان رام جو درشن ٿئي. اها رام نام روپي ٻيڙي اليٽي جنهن تي هي جيو چڙهي سولائيءَ سان هن مها ڀؤ ساگر ڪان تري پار ٿي سگهي ٿو.

شري اوم تت ست تلسي ڪرت راماڻڻ جو
سري شو پاروتي سنواد اتر ڪانڊ
سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ
ستون ڏاڪو سماپت ٿيو.






## سري رامچندر جو ڪٽنب سميت ڪاشيءَ ۾ وڃڻ



سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊيءَ جي مک مان اهڙي پوتر رام ڪٿا ٻڌي گرڙ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻئي هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي ڪرپانڌان! هاڻي منهنجو من نديءَ سمان پوتر ٿي ويو، توهان جي چرن ڪمل ۾ پريم آهي سو جنم جنمانترن ۾ نه هلندو. پريوءَ جي گڻن کي ٻڌي منهنجو منورٿ پورو ٿي ويو. هي ڪاڳ سرشٽ! توهان جي ڪرپا سان پريوءَ جي گڻن جي ڪٿا منهنجي من ۾ وسي وئي. هاڻ منهنجي من ۾ سنتوش اچي ويو، ٻيو من نٿو ڀرجي. جنهنجو ڪوئي به ورڻن نٿو ڪري سگهي ۽ جيڪي به مٺش سک جي ڌام ايوڌيا ۾ رهن ٿا سي مري وڃڻ کان پوءِ سورڳ لوڪ ۾ وڃن ٿا. سو هي ناٿ! منهنجي من ۾ اها وڏي شنڪا آهي. مان توهان کي پتا سمان ڄاڻي هٿ ڪري چوان ٿو ته توهين مونکي سڀ سمجهائي وستار سان ٻڌايو ته ڪهڙي طرح شري رامچندر اشوميڌ يگيه ڪيو. گرڙ جا اهي وچن ٻڌي ڪاڪ ڀشنڊي پرسن ٿي چوڻ لڳو هي گرڙ! رام جي ڪرپا سان تنهنجي من جو شڪ، شوڪ، موهه ۽ ڀرم سڀ ويندو رهيو، تنهنڪري تون ڌنيه آهين، تو مون تي به وڏي ڪرپا ڪئي آهي. هي گرڙ! سري رامچندر ٻارهن هزار ورهيه ايوڌيا ۾ راڄ ڪري جيڪا به ليلا ڪئي آهي اها سڀ ڪٿا سنسار جي اپڪار ۽ ڀلي لاءِ آهي جا وستار سان توکي ٻڌايان ٿو سو تون ڌيان ڏئي ٻڌ.

هي گرڙ! برهما جي وچن موجب ديا جو ساگر پريو براجمان رهيو، سيتا سان رمڻ ڪندو ايوڌيا ۾ رهڻ لڳو. سيتا ۽ رام جي جوڙيءَ جي سونهن سوڀيا ڏسي ڪروڙين ڪامديو لڄي ٿي ويا. هڪڙي ڏينهن سري رامچندر مڪر سنڪرانت وچهر آيل ڏسي تيرٿ ياترا ڪرڻ لاءِ ڪاشيءَ وڃڻ جو وچار ڪري گروءَ کان آگيا وٺي ڪٽنب سميت ڪجهه سنتا ساڻ وٺي

ڏام ڏوم سان منزل ڪندا اچي ڪاشيءَ پهتا، اتي پهچي ڪاشيءَ کي سري شنڪر ڀڳوان جو استان ڄاڻي ڪيس پرڻام ڪيو، تنهن کان پوءِ گنگاجيءَ ۾ سنان ڪري پوءِ تي سري ڪاشي وشوناٿ جي مندر ۾ وڃي ڏاڍي پريم ڀاءُ سان شنڪر ڀڳوان جي استوتي ڪرڻ لڳا. پوءِ ٻاهر اچي سنياسين جو پوڄن ڪري غريبن ۽ برهمڻن کي دان ڏنو، انهيءَ نه دان ڏنو جنهن جو بيان ڪو ڪري سگهجي جنهن کي ڏسي ڪبير به لڄي ٿي ويو، اهڙي طرح سري رامچندر ڪجهه ڏينهن اتي رهي رشين منين کي پرسن ڪري تنهن کان پوءِ سرائي پهچي نگر ۾ آيو، ايوڌيا ۾ نت روز لوان آنند ٿيڻ لڳا ۽ ڀڳوان نت روز دان ڪندو هو. هي گرڙ! اتي ڪو، گوڙ شور، ڏک شوڪ، غم ۽ ڪوڙو وچن ٻڌڻ ۾ نٿي آيو. سڀيئي ماڻهو جتي ڪٿي ڌرمي ويد شاستر پراڻ ٻڌڻ لڳا. نگرواسي پرڀوءَ جي ڪرپا ڄاڻي آنند ۾ رهڻ لڳا. هڪ ڏينهن سري رامچندر من ۾ ويچار ڪري چوڻ لڳو ته مونکي ٻارهن هزار ورهيه ٿي رهڻو آهي تنهنڪري اشرميڌ يگيه ڪريان جنهن جو جس ڳائي سنساري منش ڀوساگر پار ٿي ويندا، پوءِ جلدي مان پهچي وشٽو اوڪ هلو وڃان ۽ برهما جا وچن نه سچا ڪريان. صبح جو اٿندي من ۾ ويچار ڪري گروءَ کان يگيه ڪرڻ جي آگيا وٺي آيو. يگيه ڏام ڏوم سان ڪيو ويندو اهڙو يگيه اڳ ڪڏهين نه ڪو ڪيو آهي. رام جي يگيه ڪرڻ ڪري پرٿويءَ تان سڀ پاپ مٽجي ويندا. رشي منين ۾ ائي دنيا تي پريم سان لوسيا ڪرڻ لڳندا پرلوڪ ۽ ان سرياپوارن تي پوندو. پسون ۽ پکي سڀيئي گڏ جي کيلڻ لڳندا رام راڄ ۾ ڪٿي به ويرو ورود ٻڌڻ ۾ نه آيو، سڀيئي پريم سان رهڻ لڳا اليڪ ڪرنت، سمرليون، سرسوتي، برهما، مهاديو ۽ ڪروڙين شيش ناڳ سري رامچندر پرڀوءَ جا گڻ ڳائي ان جو انت پائي نه سگهيا.

## برهمڻ جو سري رامچندر وٽ داتهين اچڻ

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! ڪاڪ ڀشنڊي گرڙ کي چيو ته هڪ ڏينهن اڳتي سري رامچندر اوتار ڌارڻ ڪيا سي ڏيان ڏيئي ٻڌ. هڪڙي ڏينهن راڄ سڀا ۾ سري رامچندر سان گڏ سڀيئي ڀاءُ وينا هوا ته اتي هڪ برهمڻ ويلندو آيو ۽ اچي هٿ جوڙي سري رامچندر کي چوڻ لڳو هي ڀڳوان! سنسار ۾ سورج ونش جي رهندي به اهڙو اندير؟ ايوڌيا ۾ رکيو، ڏليپ شو، سگر ۽ ٻيا پراڻا راجا ٿي ويا پر انهن جي هوندي اهين ڪڏهن نه ٿيو

ڇا! ٻيءَ جي والي پٽ مري وڃي؟ برهمڻ جا اهي وچن ٻڌي انترجامي ڀڳوان نئين ليلا ڪرڻ لاءِ ڪرپالو ڀڳوان ويچار ڪرڻ لڳو ته برهمڻ جو پٽ ڇاجي ڪري مئو. وري برهمڻ کي ڏسي ڀڳوان رام ڏاڍو وياڪل ٿيو ته اتري ۾ آڪاش واڻي ٿي ته هي شونڪ ڌاري! توهان جي راڄ ۾ وندياچل پربت جي پرسان بن ۾ هڪ شودر تپ ڪري رهيو آهي انهيءَ جي ڪري ئي هن برهمڻ جو پٽ مئو آهي. اها آڪاش واڻي ٻڌي سري رامچندر جهٽ رٿ تي چڙهي روانو ٿيو، اتي پهچي ساموهون ۾ سمدر پربت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پربان شودر جي پٽ کي ويٺل تپسيا ڪندو ڏسي سري رامچندر ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ ٻاڻ ڪيس مستڪ ۾ هنيو جنهن جي لڳڻ شرط دکي ٿي ترڦڻ لڳو، سري رامچندر ان کي دکي ڏسي ديا آڻي ان کي سندر ڀڳتي ڏيئي اڌار ڪيو ۽ پرڀوءَ جي ڪرپا سان ويڪنٺ ڌام هليو ويو. اوڏي مهل برهمڻ جو پٽ ڪلندو اٿي کڙو ٿيو. تنهن کان پوءِ ڀڳتن جو پتي ممانيد ڌ سکدائڪ ڀڳوان رام موٽي نگر ۾ آيو ۽ اچي سنڌيا وندنا ڪري پوءِ ڀڳتن کي سک ڏيڻ واري شو جي پوڄا ڪري ڀوڄن کائي وڃي آرام ڪيو ۽ جيڪي سڀا ۾ ويٺل هوا سي سڀئي پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

## ڌوٻيءَ جو رامچندر تي طعنو هڻڻ

جڏهن صبوح ٿيو تڏهن رامچندر سڀا ۾ آيو ۽ وري سڀا لڳي ويئي ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. سري رامچندر نت روز ڀائرن سميت پراڻن جي ڪٿا ٻڌي، براهمڻن کي دان ڏيندو هو وري پوءِ سنڌيا وندنا ڪري پرڀوءَ جي آڳيا وٺي سڀڪو پنهنجي گهر هليو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن سري رامچندر انيڪ دوت ايوڌيا ۾ پرجا جي دک سک جي خبر وٺڻ لاءِ شهر ۾ موڪليا ۽ شام جو اچي سري رامچندر کي سڀ سماچار ٻڌائڻ لڳا. سڀئي الڳ الڳ بيان ڪري ٻڌايو، انهن مان هڪڙي دوت ڪجهه نه ٻڌايو. تڏهن سري رامچندر ان کي چيت ڏيئي پريم سان پڇڻ لڳو هي ڀائي! تون ڊڄ نه ۽ جيڪو به سماچار هجي سو چئي ٻڌاءِ. سري رامچندر جا اهڙا مٺا وچن ٻڌي دوت چوڻ لڳو هي ڀڳوان! ڇا چوان؟ جيئن مان توهانجي آڳيا سان ڦيرو ڏيندو پئي وياس ٿيئن ڏٺم ته هڪڙي ڌوٻيءَ جي گهر ۾ ڏاڍو گوڙ شور لڳو پيو آهي، ڳالهه ته فقط هن رهت آهي جو ڌوٻيءَ جي زال پنهنجي پتيءَ جي موڪل کان سواءِ پيڪي گهر وڃي هئي پوءِ هوءَ جڏهن پوءِ ٿي ڏينهن رهي موٽي آئي تڏهن ڌوٻيءَ پنهنجي زال کي چيو ته مان توکي

پنهنجي گهر ۾ اچڻ نه ڏيندس ڇو ته مان ڪو رامچندر ٿورو ئي آهيان جو هيترو وقت راڪشس جي گهر ۾ رهي ٿيڻ هوندي به سيتا کي وري واپس گهر آندو. هي پرڀو! ڌوٻيءَ جي اها ڳالهه ٻڌي مان جهٽ هيڏانهن هليو آيس. تڏهن ڀڳوان رام پرسنگ وس وچ ۾ ٽالي دوت کان پڇيو هي وجهه! منهنجي، سيتا جي ۽ ماتا ڪيڪئي جي بابت ۾ نگرواسي ڇا چون ٿا توکي منهنجو قسم آهي تون ڀؤ نه ڪر ۽ سچ سچ ٻڌاءِ. ڀڳوان جي اهڙي طرح پڇڻ ڪري وجهه چوڻ لڳو هي داتا! سڀئي ماڻهو ائين چون ٿا ته آتم گياني رام جيڪي به ڪارج ڪيا آهن سي سڀئي مشڪل هئا پر هن راوڻ کي ماري سيتا کي ٻيهر ڪنهن شڪ شبهي جي لاءِ ساڻ سان گڏ آڻي ويهاريو آهي اهو ڪم سٺو نه ڪيو اٿس، ڀلا جڏهن سيتا کي ڌر آڻيو راوڻ نرجن بن ۾ چورائي کڻي ويو هو پوءِ خبر نه آهي اهڙي پوڳيل استريءَ مان ڀلي ان کي ڪهڙو سک ملندو. هاڻي اسان کي به پنهنجي استرين سان هن موجب ورتاءُ ڪرڻو پوندو ڇاڪاڻ ته جهڙو راجا ٿيندو آهي اهڙي پرجا به ٿيندي.

دوت جي واتان ڌوٻيءَ جي اها خبر ٻڌي ڀڳوان رام پنهنجي من ۾ رکي ۽ رات جو به سمهڻ ۾ ائين ئي ڏسي جاڳي اٿيو ۽ ڏاڍو دکي ٿيو. جڏهن هڪ يگ راڄ ڪندي گذري ويو تڏهن ڪرپالو ڀڳوان ويچار ڪيو ته هاڻي باقي هڪ هزار ورهيه پيا جو راڄ ڪندس ۽ سيتا کي بنواس موڪلي ڇڏيندس جنهن جي ڪري ويدن جي مرجادا قائم رهي ۽ ڌرم به نه وڃي. اهو من ۾ نشچو ڪري سيتا وٽ آيو ۽ مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳو هي سيتا! ٻڌ. لوڪ جي نندا ٻڌڻ ڪري سنساري پرش وانگر مان توکي تياڳ ڪري بن ۾ ڇڏي ايندس اتي توکي سري والميڪ رشيءَ جي آشرم ۾ ٻه بالڪ پيدا ٿيندا، هن وقت تون گرڀوتي آهين، بالڪن جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ تون وري مون وٽ ايندينءَ ۽ لوڪن کي سکيا ڏيڻ لاءِ پرٿوي سان ڌيان ڪري پرلوي قائڻ وقت ان ۾ سمائجي ويندينءَ ۽ اندران ئي اندران ويڪنٺ هلي ويندينءَ پوءِ مان به اوڏانهن ايندس لڪشمي ڪري تون مايا وي ڇايا سيتا روپ ۾ پرٿويءَ تي ڇڏي تون پنهنجي پوتر ڌام ۾ وڃي رهه. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سيتا پرڀوءَ کي چرڻ وندنا ڪري پنهنجي ڇايا ڇڏي انترڌيان ٿي. تڏهن ڀڳوان هن مايا وي ڇايا سيتا کي سمجهائي چيو هي سيتا! هاڻ گهر جيڪي گهرڻو هجيئي. تڏهن سيتا چوڻ لڳي هي ناٿ! ڪيترا ڏينهن ليا آهن جو لوڪن سان گڏ مني جن جو آشرم ڇڏي مان گهر آئي آهيان،

اڻي رشين ۽ منين جي استرين سان گڏ وڃي ڌرم چرچا ڪندي هئس تڏهن منهنجو من ڏاڍو شانتيءَ ۾ رهندو هو. هاڻي انهيءَ ڪان سواءِ ڏاڍو اڪلاڪي ٿي پيئي آهيان. سو هي لالسا! ڪرپا ڪري مونکي وري انهن رشين جي استرين سان ملڻ جو پربنڌ ڪريو. تڏهن ڀڳوان منين جي استرين جا وستر آڀوشڻ سيتا کي آرام سان ٻڌائي چوڻ لڳو هي سيتا! سڀاڻي لڇمڻ مـن جي اڇا پوري ٿيندي.

رات جا چار پهر گذريا صبوح جو جڳت پتي لڪشمي نواس سري رامچندر جاڳيو ۽ ٻاڇڪ ڀڳوان جو ڪمل سمان سندر مکڙو ڏسي خوش ٿي ڳائڻ لڳا. ڀرت، لڪشمڻ ۽ شتروگهن جتي ڪرپانڌان رام ويٺو هو اُتي آيا ۽ اچي سر نوائي پرڻام ڪيو. پر سري رامچندر پنهنجي مکه مان ڪجهه نه چيو، ڀڳوان کي چنتا ۾ گهيريل ڏسي ٽيئي ڀائر گهبرائجي ويا ۽ چوڻ لڳا هي ڀڳوان! توهان جي ليلا ڄاڻي نٿي سگهجي. اٽين چئي چپ ٿي ويا. هنن کي وياڪل ڏسي ڀڳوان ڏکوساهه کڻي ڪجهه وقت ڄاڻي مند واڻيءَ ۾ چوڻ لڳو هي لڪشمڻ! تون منهنجي آگيا سان جانڪيءَ کي بن ۾ ڇڏي هليو اچ. سري رامچندر جا اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي ٽيئي ڀائر گهبرائجي ويا، هردي ۾ دک پيدا ٿين ۽ سرير جلڻ لڳن. ٽيئي انهيءَ ويچار ۾ پئجي ويا ته پرڀو سچ چئي رهيو آهي يا کل مسخري ڪري رهيو آهي چو ته ڪڏهن به اهڙا ڪٺور وچن ڪنهنجي مکه مان نه نڪتا آهن. تڏهن ڀرت ۽ ٻيا ڀائر وياڪل ٿي هٿ جوڙي شتروگهن نيترن مان جل آڻي چوڻ لڳو هي پرڀو! توهان جا وچن ٻڌي من ڏاڍو منجهي پيو آهي چو ته سيتا ماتا جڳت جي ماتا آهي ۽ سڀ سنسار هن کي ڄاڻي ٿو، توهين سچدانند پارٻرهم سڀني جا پتا آهيو. هي ناٿ پرڀو! ڇا جي ڪري توهان سيتا جو تياڳ ڪيو آهي؟ هوءَ ته من واڻي ۽ ڪرم سان توهان جي چرنن جي داسي آهي. سرونگيه! هوءَ گرڀوتي آهي توهان هيءَ ڪروڌ ڀريا وچن کل مسخريءَ ۾ چيا آهن يا سچ پچ چيا اٿو. شتروگهن جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر جي اکين ۾ آنسون ڀرجي آيا ۽ مٺيءَ واڻيءَ ۾ سمجهائي چوڻ لڳو هي ڀائي! منهنجي آگيا اٽل ٽرندڙ آهي، جي ڪڏهن ٽري ويندي ته منهنجي سرير ۾ نه رهندي. ايشور جي اڇا هونهار ڀاوي وڏي ٻلوان آهي توهان جو هن ۾ ڪلياڻ آهي. هي ڀائي! منهنجو وچن مڃي جانڪيءَ کي وڃي بن ۾ ڇڏي اچ. تڏهن ڀرت هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي پرڀو! منهنجي مت ٿوري آهي توهين سرونگيه آهيو، منهنجي وينتي ٻڌو. هي ڀڳوان! سوريه ونش ۾ دشرٿ اسان جو پتا ۽ ڪوشليا اسان جي

من ۾ ٻرسڻ لڳي ۽ لڪشمڻ کي وياڪل ڏسي عجب ۾ پئجي اهڙو نه گهٻرائجي وئي جيئن مڻيءَ بنا سانپ. هوءَ من جو ويچار ڇڏي نٿي سگهي نيٺ رت کي گهاٽي ان ۾ پيندل ڏسي سيتا ڊڄي وئي ۽ مٺي واڻيءَ ۾ چوڻ لڳي هي ڏيور! هت نه منين جا آشرم ڏسڻ ۾ ٿي نٿا اچن تون ڪٿي وٺي آيو آهين هيءَ ان نه ٻيلي، هرڻ، شينهن، واگهه، هاٿي، ريڇ ۽ ٻگهڙن سان ڀريو پيو آهي ڪوئي منيءَ اندر ويندو نه ڏسڻ ۾ نٿو اچي - منهنجو ته ساهه ٿي نڪري ٿو وڃي، ائين چئي سيتا مورڇت ٿي ڪري پيئي. پرلوءَ ٿي ڪرڻ وقت لڪشمڻ ان کي اٿاري ڇڏيو، سيتا کي اهڙي طرح وياڪل ڏسي لڪشمڻ من ۾ چوڻ لڳو ته برهما هيءَ ڇا ڪيو؟ هاڻ نه منهنجا بنا جيئڻ جي پراڻ نڪري ويندا. اهڙي طرح ٻاڻ کي ڏڪاريندي جان ڏيڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو نه اتري ۾ آڪاش واڻي ٿي ته اي لڪشمڻ! سيتا کي تون هٿي بنا ڪنهن دپ جي ڇڏي هليو وڃ، هن کي ڪنهن به قسم جي تڪليف نه رسندي. جنهن مهل لڪشمڻ اهي وچن آڪاش واڻيءَ جا ٻڌا تنهن مهل پنهنجي من کي آلت ڏيئي سيتا کي رت مان هيٺ لاهي چوڻ لڳو هي ماتا! سري رامچندر لوڪ نندا جي ڪري توکي تياڳ ڪري ان ۾ موڪليو آهي. هي ماتا! انهيءَ ۾ منهنجو دوش نه آهي هاڻي تون منيشورن جي آشرم ڏانهن هلي وڃ - ائين چئي لڪشمڻ ماتا سيتا کي ٽي پرڪرمائون ۽ پرنام سان پرنام ڪري موٽي ايوڌيا ۾ ويو.

لڪشمڻ جي وڃڻ کان پوءِ سيتا تمام دک ۾ ٻرجي مورک زالن وانگر ورلاپ ڪرڻ لڳي نه اتري ۾ والميڪ رشي گهمندو اتي اچي نڪتو، سيتا منيءَ کي سڃاڻي ان ۾ اچڻ جو سربستو حال ٻڌائي چوڻ لڳي هي منيور! مان راجا جنڪ جي ڌيءَ ۽ سري رامچندر جي استري آهيان، مان ڪجهه سمجهي نٿي سگهان ته سري رامچندر موکي ڇاجي ڪري تياڳيو آهي، ڇو نه برهما جي گت نياري آهي - جنهنڪري ڏيور لڪشمڻ موکي هت ڇڏي ويو آهي ليڪن هي منيشور! مون کي انهيءَ ٻاري ۾ ڪجهه به خبر نه آهي. تڏهن والميڪ رشي چوڻ لڳو هي پتري! تنهنجو پيءُ جنڪ منهنجو شش آهي. هي ڪماري! تون چنتا نه ڪر، نيٺ انت ۾ سري رامچندر توسان وري اچي ملندو. اهڙي طرح سيتا کي ڌارج ڏيئي سمجهائي پنهنجي ڪٽيا ۾ وٺي آيو. اتي اچي سيتا گنگاجيءَ ۾ سنان ڪيو، پوءِ سري رامچندر جو سمرن ڪري ان جي مورتي من ۾ رکي. منيءَ هن کي آشيرواد ڏيئي کائڻ لاءِ ڦل ڏنو ۽ نت روز منيشور سيتا کي انيڪ ڪٿائون ٻڌائيندو هو. منيءَ

جي چوڻ موجب مٺين جون استرائون سيتا کي ساکيات پرماتما جي استري لڪشمي سمجهي نت روز ڀڳتي ڀاو سان ان جي پوڄا ڪنديون هيون ۽ سدائين آدر ڀاو ۽ نمرتا سان هن جي سيوا ڪنديون هيون. ان وقت سيتا گرڀوتي هئي جو سري رام هن جو تياڳ ڪيو، جنهن مان والميڪ رشيءَ جي آشرم ۾ هن کي ٻه ٻالڪ ڄاوا پيدا ٿيا. مٺيءَ انهن مان وڏي جو نالو ڪش ۽ ننڍي جو نالو لوُ رکيو. ڏاڍي سيتا جا ٻئي ٻالڪ وديا، وديا شاستر ۽ استر شستر وديا سڀ سکي تيار ٿيا. انهن ٻنهي ٻالڪن کي رشيءَ سڄو رامائڻ برزباني ياد ڪرائي ڇڏيو. ويدن جي گيان ڪرائڻ لاءِ انهن کي ويد پڙهايا، هو اشوني ڪمار وانگر تمام سندر ڪمار وڻا وڃائي مٺي سر سان رامائڻ جون ڪويتائون ڳائي ان ۾ ڦوڪڻ لڳا، انهن ٻنهي موهڻي ٻالڪن کي جتي ڪٿي ڳائيندو ڏسي رشي مني عجب ۾ پئجي ٿي ڪڻ ۾ چوڻ لڳا ته اسان به گهڻيون ئي ڏسائون گهمي ڏٺيون آهن، گندرپ، ڪنر، ٻيا لوڪ، ديولوڪ، پاتال، توڙي برهم لوڪ ۾ ٻئي ڪٿي به لوڪ ۾ اهڙو مٺو ۽ مٺو آواز نه ڪڏهن ٻڌو هئين نه ڪڏهن ڏٺو هئين. اهڙي طرح نت روز مٺين کي خوش ڪندا ٻئي ٻالڪ گهڻي وقت تائين رشي والميڪ جي آشرم ۾ آنند سان رهڻ لڳا.

هيڏانهن لڪشمڻ سيتا کي ٻن ۾ ڇڏي وياڪل ٿي پنهنجي محل آيو ۽ روئي اچي سمورو حال ماتائن کي ڪري ٻڌايو، جو ٻڌي ماتائون مورڇت ٿي ويئون ۽ هوش ۾ اچي روئڻ لڳيون. ماتائن کي دک ۾ وياڪل ڏسي رام محل ۾ آيو ۽ ماتائن کي سمجهائي گيان اپديش ڏنو، جنهن جي ٻڌڻ سان انهن جو اگيان دور ٿي ويو ۽ گيان جو پرڪاش ٿيو، ان وقت جيڪو به وردان ماتائن گهريو اهڙي ديا ساگر ڀڳوان انهن کي ڏنو، تنهن انهن ٻوڳ. اگنيءَ ۾ شڌ ڪري پنهنجي سرير جو تياڳ ڪيو. پوءِ اگنيءَ ۾ سرير ڀسم ڪري ٽيئي ڄڻيون پتيءَ جي ڌام هليون ويئون. سري رام، ڀرت، لڪشمڻ ۽ شترگهن شوڪ ۾ مگن ٿي ويا، پوءِ گرو وشسٽ ويدن انوسار وڌيءَ موجب سري رامچندر کان ڪريا ڪرم ڪرايو ۽ انيڪ قسمن جو دان غريبن ۽ برهمڻن کي ڏنو، اهڙو جڳت ۾ ڪير ڪري آهي جو ان جو ورڻن ڪري سگهي؟

هڪڙي ڀيري سري رامچندر پنهنجي ڀائرن ۽ منترين سميت گروءَ جي گهر وڃي چرڻن ۾ سر نوائي پرڻام ڪيو، گروءَ کان آشيرواد وٺي واپس رهيا تڏهن رام چوڻ لڳو، گروجي! توهان جي ڪرپا سان مون هڪ تمام اتم يگيه

ڪرڻ جو ويچار ڪيو آهي ۽ سڀني نگرواسين کي اشوڀيت ٻڌي ڏسڻ جي مرضي آهي- هي گروجي! توهين آگيا ڏيو ته مان وڃي ٻڌي ڪريان. اهڙا پريم ڀريا وچن ٻڌي مني ڀرسن ٿي چوڻ لڳو هي رام! توهين اهڙا ڀڳتيءَ سان ڀريل وچن ڪڏهن نه چوندا. برهما توهانجو منورٿ پورو ڪندو. هي ڀرت! اٿي ٻڌي لاءِ پربند وڃي ڪر. منيءَ جا وچن ٻڌي ڀرت، شترگهن ۽ لڪشمڻ ڏاڍو خوش ٿي گهر هليا، اچي وڃي پنهنجي سيوڪن منترين ۽ پرجا کي گهرائي پريم سان چيو ته بازارين، گهٽين، گهر وڃي سينگاريو ۽ نگر ۾ سندر منڊپ ٺاهيو. سڀني آگيا مڃي شهر کي اهڙو ته ڪٺي سينگاريو جڻ ايوڌيا هڪ سرڳ جو ڌام ٺهي پيو. جڏهن رامچندر گروءَ سان گڏ آيو تڏهن شهر جي سجاوٽ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اوڏي مهل جنڪپور ڏانهن دوت موڪليائين تنهن کان سواءِ جامونت، سگريو، ويڀيشڻ، نل، نيل کي گهرايو ويو ۽ ورڻ ڪيو ام ڪال ۽ ٻيا سڀ اچي آيا جتي ڪرپالو سري رامچندر هئو. ديوتائون وماڻن ۾ ويهي ڳائي رهيا هئا ۽ انيڪ مهيشور، چندرما، سورج، هر مهاديو، برهما، سنڪ آدي مني ۽ ٻيا ديوتا به اچي آيا تنهن کان سواءِ پاراشر، انگرا، نارد، وياس، اگستيه ۽ ديورشي سميت پلستيه ۽ ٻيون سڀ منين جون ٽوليون آيون.

سري رامچندر جو موڪليل دوت جنڪپور پهتو ان کي ڏسي جنڪپور واسي ڏاڍو خوش ٿيا، راجا جنڪ دوت کي آيو ڏسي هڪدم ٻه وڙي آيو ان وقت راجا جي من ۾ ايڏو ته پريم اڀريو جو ڪوئي ديوتا به ان پريم جو ورڻن ڪري نٿو سگهي. تلسيداس جي چوڻي تو ان وقت آنند جي خبر ٻڌي سيڻيءَ جنڪ جنڪار ڪرڻ لڳا. راجا جنڪ دوت کي گهرائي آدرستڪار ڪيو ۽ ڪشل منگل پڇيو. پوءِ راجا گروءَ وٽ وڃي سمورو حال ڪري ٻڌايو. راجا جنڪ جا اهي وچن ٻڌي شتانند ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو هي راجن! هلو مان به توهان سان هلي ٻڌي ڏسندس تنهنڪري توهين جلد وڃي سڀا تيار ڪر. گروءَ جا وچن ٻڌي راجا جنڪ دربار ۾ اچي سيوڪن کي گهرائي چيو ته توهين جلدي چترنگي سڀا تيار ڪرايو انهن چئي گهر ويو ۽ سارو سماچار اچي رائڻين کي ٻڌايو جو ٻڌي رائڻيون ڏاڍيون خوش ٿيون ۽ برهمڻن کي گهرائي جهجهو دان ڏنو. اها خبر ٻڌي سڄي شهر ۾ آنند ڇانئجي ويو ۽ گهر گهر ۾ خوشيون ٿيڻ لڳيون. اهڙي طرح راجا جنڪ پنهنجي گروءَ ۽ سڀا سميت خوشيون ملهائيندا ٻاجا وڄائيندا ٻڌي ڏانهن منجهند جو اچي ايوڌيا پوريءَ جي ويجهو پهتا- سري رامچندر راجا جنڪ جي اچڻ جو ٻڌي

نگر جي ٻاهران سرجو نديءَ جي ڪناري وٽ انهن کي ترسايو، ٻيءَ ڏينهن پاڻن کي راڄ سماج سوڌي ٻڌو الي آيو جتي راجا جنڪ هو اُتي اچي هڪ ٻئي ۾ ڏاڍي پريم سان گڏيا. ڀڳوان رام جو چندر مک ۽ شيام سرير ڏسي راجا خوشيءَ ۾ نه پئي سمايو. سري رامچندر مهمانن جي سيوا ڪرڻ لاءِ ڀرت ۽ منترين کي گهرايو، راجا جنڪ جي سيوا جو ڀار ڀرت سنڀاليو. هي پکيراج ٻڌ. آنند ڪند سري رامچندر مهمانن جو آدر ستڪار ڪري گرو شتانند کي سر نوائي من گهري آشيرواد وٺي ڏاڍو خوش ٿيو.

ڏهن هزارن منين سميت سري رامچندر يگيه شالا ۾ آيو تڏهن گرو وشسٽ چوڻ لڳو هي رام! سڀني ڌرمن ۾ جنهن ويدن به واکاڻ ڪئي آهي ۽ شاسترن جو چوڻ آهي ته ڪوبه يگيه دان پنهنجي استريءَ کان سواءِ نه ڪجي. الهيءَ ڪري جانڪيءَ کي گهرائڻو پوندو؟ گروءَ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر چپ ٿي ويو. سچ ڪوڙ ڪجهه به چئي نه سگهيو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳو هي مهاراج! منهنجي پرڻ ڪيل هيءَ شڀ ڪرم ڄاڻي دیا ڪري ائين ئي ڪريو جيئن يگيه جي سڦلتا ٿئي تڏهن پنهنجي پاسن کان گرو، نارد ۽ سنڪ آدي منيشورن ائين چيو ته هي اناد پرش رام! ٻڌو، سون جي سندر مٽين سان جڙيل شيلونتي سيتا جي روپ ۾ هڪ سندر استريءَ جي مورتي ٺاهيو. سري رامچندر گروءَ ۽ منين جا اهي وچن ٻڌي هڪ سون جي سيتا مورتي تيار ڪرائي ان جي انگ انگ ۾ انيڪ آڀوشڻ لڳائي ۽ سندر وسترن سان سينگاري سيتا جي جاءِ تي استاپن ڪئي، ان جي روپ کي ڏسي ڪامديو به لڄي ٿي پيو. انيڪ استرين ۽ پرش هن کي سڃاڻي نه سگهيا ۽ سيتا جي مورتيءَ کي ڏسي عجب ۾ پئجي ٿي ويا. ٻه هزار سرشٽ ۽ ودوان برهمڻ جيڪي ويدن کي چڱيءَ طرح ڄاڻندڙ هوا انهن کان ئي بنا وگهن يگيه جو ڪرم ڪانڊ ڪرايو. پوءِ سري رامچندر يگيه شالا ۾ اچي ويٺو تڏهن گروءَ کيس چيو هي رام! ويدن جي انوسار گهوڙو وٺي اچو. گروءَ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر لڪشمڻ کي آگيا ڏني تڏهن لڪشمڻ پرڻام ڪري هڪ گهوڙو سندر اڇي رنگ جو جنهن جا ڪن ڪارا هوا جنهن سورج ديو جي گهوڙن کي به شرمندو ڪري ڇڏيو هو ان جي مٿان سندر زين رکيل هئي جو ڄڻ سورج ديو پرڪاش ڪري رهيو آهي مٿي تي مور پنک ۽ مٿي لڳل هئي ڄڻ آڪاش ۾ تارا ٽڙي رهيا آهن ان کي سندر وسترن ۽ آڀوشڻن سان سينگاري وٺي آيو. سري رامچندر سنسار جي وجيه جي نمت گهوڙي جو پوڄن ڪيو ۽ جيئن وشوامتر چيو ائين ئي ڪيو، ودي مرجب رام انيڪ دان ڏنو ۽

سراميءَ جي جنهن جهنڪار ڪري هڪ ٻئي سان وڙهڻ لڳا، پهرين يڌ لڳي ويئي. لوڻاسر پنهنجي سينا کي ڇڙوڇڙ ڏسي پنهنجي ٻنهي پٽن مالڪ ۽ ڪيتو کي ساڻ وٺي اڳتي وڌيو، تڏهن شتروگهن پنهنجي وڏي پٽ ٻلوان سباهوءَ کي مالڪ سان مقابلو ڪرڻ لاءِ چيائين، ٻئي ڄڻا انهن لــــ اڳئي ٻيا جڻ ته ڪال سان لڙائي ٿا ڪن. ٻئي پٽ يوپ ڪيتو کي ڪيتو ديس جي سامهون ڪيو، ٻئي هڪ ٻئي کي للڪاري وڙهڻ لڳا، وڙهندي وڙهندي يوپ ڪيتو ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪيتو ديس کي ماري ڌرتيءَ تي ڪيرائي ڇڏيو. هيڏانهن سباهوءَ به مالڪ کي ماري هٿ ڪاٽي ڌرتيءَ تي ڪيرائي ڇڏيو. پنهنجي پٽن جي مرڻ جو ٻڌي لوڻاسر ڪروڌ ۾ ڀرجي پنهنجي مايا پکيڙي جنهن نه انيڪ ديوتائون ٽولين جون ٽوليون پيدا ڪيون جن جي هٿن ۾ هٿيار هوا اهي پڪڙيو! پڪڙيو! ماريو! ماريو! چئي رهيا هوا. اهڙي مايا ڏسي شتروگهن جا يوڌا عجب ۾ پئجي چپ چاپ ماٺ ڪري بيهي رهيا. تڏهن شتروگهن سري رامچندر وارو ٻاڻ ڪڍي شو جو ڌيان ڪري سيپالي ڌنش رکيو جيئن سورج نڪرڻ سان انڌڪار مٽجي ويندو آهي تيئن ڪوڙ ديوتا لڙائيءَ ۾ ان وقت ڏسڻ ۾ ئي ڪون آيا. ديوتائن جون ٽوليون هڪدم گم ٿي ويندئون ڏسي سباهو ڪال جي سمان لوڻاسر جي سامهون وڃي چيو هي دشٽ! هاڻ پنهنجو ترشول سنڀال، ائين چئي هن جي هردي ۾ ٻاڻ هنيو، جنهنجي لڳڻ سان مورڇت ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. لوڻاسر کي ڪرندو ڏسي ڪنٽپ ڏئيت ترشول کڻي ڊوڙيو ۽ يوپ ڪيتوءَ جي سامهون ٿيو ۽ لڪي لڪي يوپ ڪيتوءَ جي هردي ۾ ترشول هنيو جنهنجي لڳڻ سان يوپ ڪيتو رام نام جو ڌيان ڪري مورڇت ٿي ڪري پيو. سباهوءَ ڀاءُ کي مورڇت ڏسي ان کي ڏاڍو ڪروڌ ٿيو جو روڪڻ سان به نه رڪيو هڪدم ڪروڌ مان انيڪ ٻاڻ هڻي واڪش کي مورڇت ڪري هڪدم ڀاءُ وٽ آيو، ان کي ٻاڻ لڳڻ ڪري هوش نه هو ۽ وياڪل ٿي ڌرتيءَ تي پيو هو ان وقت سباهوءَ رام نام جو ڌيان ڪري رام نام جو منتر پڙهي ڦوڪيو، ان جي ٻڌڻ سان يوپ ڪيتو اٿي کڙو ٿيو ۽ جيڪي به زخم ترشول لڳڻ سان ٿيا هئس سي سڀئي مٽجي ويس ۽ تازو توانو ٿي پيو تڏهن يوپ ڪيتو مشڪي وري ٻاڻ کنيو، جڏهن ڪنٽپ واڪش هوش ۾ آيو ۽ لڙائي ٿيندي ڏسي هو پنهنجي ڀاءُ جامبڪ جي سهائتا وٺي وري سامهون ٿيو.

هي گرڙا هن ديون جي دشمن کان ڪال به ڏڄندو هو پر اهو به لڙائيءَ ۾ هار کائي اچي پيش پيو. هيڏانهن جڏهن لوڻاسر هوش ۾ آيو تڏهن

هڪدم اتي گرجندو ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو مان هيءُ سڀي سنڌا جمنا ۾ ٻوڙي ڇڏيندس ۽ شتروگهن کي پڻ سميت ماري ڇڏيندس ائين چئي ان ڪرڻ لڳو پوءِ ته ڀيڪر ان ڇڙي ڀڃي، نوجوان پوڙا ڪروڌ ۾ ڀري جي هڪ ٻئي کي مارڻ لڳا، تيستائين شتروگهن سري رامچندر جو سمرڻ ڪري هڪ ڪرال ٻاڻ ڪڍي لوناسر کي هنيو جنهن جي لڳڻ سان گهائل ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو ۽ مري ويو. دئيتن جي مرڻ تي ٻڌي ديوتائون ومانن تي چڙهي آيا ۽ ڏاڍي وڄائي ڍول وڄائڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا هي ناٿ! اڄ اسان جا سڀ ڏک دور ٿي ويا. تنهن کان پوءِ شتروگهن اتي ئي سندر نگر وسائي ٻڌي پڻ کي اتي جو راڄ ڏنو هڪ جو متورا نگر نالو رکيو، ويد جي مهما ويدن ڳائي آهي. ٻل ٻڌ ۾ مهان وڏي ڀٽ ساڌوءَ کي جمنا جي ڪناري متورا جو راجا بڻايو ۽ ٻئي ڀٽ اوڀڙ ڪيترو کي ويد نگر جو راجا بڻايو جو اولهه ۾ تمام ڀري هئو.

پڻ کي آشيرواد ڏئي شتروگهن يگيه واري گهوڙي کي ڏکڻ طرف هلندو ڏسي ٻاڻ ۽ سنڌا ساڻ وٺي جمنا جل ۾ لهي جمنا جي جل کي ڇڙڻ وندنا ڪري سڀي سنڌا گهوڙي سان گڏ هليو. ديوتائون چترنگي سنڌا کي ڀرسن ڏسي پشپ وسائڻ لڳا. سنڌا هلندي هلندي منزل ڪندي ٻالميڪ رشيءَ جي آشرم جي ويجهو پهتي، اتي سيتا پنهنجي ٻنهي ٻلوانن ٻالڪن سان گڏ رهندي هئي جنهن جو ٻانهن جي ٻل جو پرتاپ سورج جي تيج سمان هو. انهن ٻنهي ٻالڪن ويجهو وڃي يگيه جو گهوڙو ڏسي پڻ پڙهي گهوڙي کي ٻڌي ڇڏيو. گهوڙي کي وٺڻ جي هيئان ٻدل ڏسي هن ڪسي ٻالڪ چائي سپاهي چوڻ لڳا هي ٻالڪوا گهوڙو اسان کي ڏيئي توهين گهر وڃو توهان جو ماتا پتا ڏنو آهن جن توهان کي جنم ڏنو آهي. تڏهن ٻالڪ چوڻ لڳا هي ڀائي! ٻڌ ۾ وڃي ڪتري ڪل ۾ ڪلنڪ لڳائي ڀڪ ٻڌڻ آيا آهيو ڪتري ڪل ۾ ڪلنڪ نه لڳايو. چرنه وار ٻڌ ۾ ٿي سندر سوڀيا ڏيندا آهن، جيڪڏهن توهين ڪمزور آهيو ته گهوڙي کي ڇڏي ڏيو ۽ پنهنجي گهر موٽي وڃو اهڙا تير ڇڏيندر تڪا وچن ٻڌي وير پوڙا ٻالڪ مارڻ لاءِ ڊوڙيا تڏهن لو هڪ ٻاڻ ڇڏيو جنهن سپاهي ڪسي گهائل ڪري ڇڏيو. تڏهن شتروگهن چوڻ لڳس هي هنس جهڙي سمان مڃي ٻالڪوا پنهنجو ڪروڌ تياڳي گهوڙو موٽائي ڏيو ته پريو پوڄا ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪندو. اهو ٻڌي ٻئي ٻالڪ چوڻ لڳا، هي راڄن! توهان جو نالو ڇا آهي؟ ڪهڙي نگر ۾ رهو ٿا؟ پنهنجي سنڌا وٺي جهنگل ۾ ڇو ٿا ڦرو؟ هي ناٿ! توهان

۽ گهوڙو ڇو ڇڏيو آهي ۽ پتر لکي ڇو گهوڙي کي ٻڌو آهي. هي ٻالڪ!
ڪڏهن تنهنجي سرير ۾ ٻل نه آهي نه هيءَ لکيل پتر ۽ گهوڙو ڇڏي گهر
وڃ. اهڙي لکي ٻاڻي ٻڌي شتروگهن ڏاڍو لڄي ليو، اُستر ٻڪڙي
ن ڇڏي ڪاڻ لڳو. تڏهن لو چوڻ لڳو ٻلوان راجا اسان کي للڪاري رهيا
ن، ڇا ٽاڙي وڄائڻ سان ڪڏهن شينهن ٻچڙو آهي؟ اِئين چئي همت ۾
ش ٻــاڻ ڪڍي مڻيءَ جي چڙهن ۾ سر نماني ٻاره وٽ گهوڙا سارئي سيـ
ي ڇڏيا. ٻهي چڙهن هڪ هڪ ڪري سوورن کي للڪاري ماري ڇڏيا
جيڪي ٻـــــ ڪانئر هوا سي ڀڄي رامچندر وٽ ويا ۽ وڃي سمورو حال
ٻري رامچندر کي ٻڌايو.

## لوڪش ۽ لڪشمڻ جي يڌ

تڏهن سري رامچندر لڪشمڻ کي آگيا ڏيئي چيو تـــ تون وڃي مڻي
ٻالڪن کي ٻڌي وٺي اچ ڇو ته مڻي ٻالڪن کي مارڻ ٺيڪ نه آهي. سري
رامچندر جي آگيا مڃي لڪشمڻ سينا سميت آيو جتي وڏي ٻڌ لڳي ٿي
ٿي، مڻي ٻالڪن کي ڏسي لڪشمڻ چيو هي مڻي ٻالڪو! توهين پنهنجي
جان بچائي گهر هليا وڃو ڇو تـ سورج ونشي، ديوتائن ۽ برهمڻن جا رکشڪ
آهن. هي ٻالڪو! هينئر اوهين منهنجي اکين کان ٽري پاسي ٿي وڃو،
ڇاڪاڻ ته سرير ۾ ڪروڌ وڌي رهيو آهي. لڪشمڻ جا اهي سرشت وچن ٻڌي ٻئي
ٻالڪ کلي چوڻ لڳا هي وڏيرا تون پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي حالت ڏسي گهر
هليو وڃ. تنهن تي لڪشمڻ چيو هي مورکا! هاڻي پنهنجي سهائتا ڪندڙ کي
سڏي اچ ورنه توهان کي مارڻ ۾ ڍلائي نه آهي. لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي
ڪش ڪرال ٻاڻ ڇڏيو. هڪدم ڌرتي ڏڏڻ لڳي، شيش ناگ گهبرائجي ويو،
هي گرڙا ٻوءِ نه وچتر ٻڌ لڳي، ٻاڻ ٻاڻن کي ڪاٽيندو رهيو. ٽئي واسو ٻڌ
ڪن لڳا، خوشيءَ سان وڙهڻ لڳا ٻر هار ڪنهنجي نٿي لڳي. تڏهن لو وڄر
جي سمان هڪ گهرشو لڪشمڻ کي هنيو، جو لڳڻ سان وياڪل ٿي من ۾ هار
مڃڻ لڳو. تڏهن لڪشمڻ سري رامچندر جو ڌيان ڪري ٻــاڻ هڻي لو کي
وياڪل ڪري ڪيرائي ڇڏيو. لو سيتا ۽ مڻيءَ جو ڌيان ڪري اٿي ڪڙو ليو
۽ هڪدم ٻاڻ کي جنهن ٻاڻ سان ميگهناد ۽ ٻيا شترو ماريا هئا انهيءَ سان
سڌي کي ٻاڻ هڻي گهائل ڪري ڌرتيءَ تي ڪيرائي ڇڏيو. لڪشمڻ ٻالڪن
کي الوان ڏسي ڏاڍو وياڪل ٿي عجب ۾ پئجي ويو، مــن ۾ سيتا جي ٻارن جو
شڪ هوس، پر سوچي رهيو هو ته ڪيئن ٻار ٿيا هوندا. تڏهن لو اهو ٻــاڻ
ڪڍي جيڪو مڻيءَ منتر پڙهي ڏنو هوس، ڌرتي، آڪاش ۽ پاتال ۾ ڪرڻي جهڙو

ان ٻاڻ ڪان اهڙي نئي سگهيو، ڪش اهو ٻاڻ ڪشي لڪشمڻ جي هردي ۾ هنيو، ٻاڻ لڳڻ شرط لڪشمڻ مورڇت ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيو، پر ڪجهه سڌ نه رهيس. اهو حال ڏسي ساري سينا ڀڄي وئي ۽ اوڏانهن ورچي سراسيمو حال ڪري سري رامچندر کي ٻڌايو، جهڙي طرح وير لڪشمڻ پرٿويءَ تي ڪريو هو. وري چوڻ لڳا ته ڀيرو! جهڙي طرح هنن ٻنهي ٻالڪن ساري سينا ماري آهي انهن کي اسان اڪيلو سان ڏٺو آهي. تڏهن ڀرت هٿ جوڙي چيو ته رام! هيءَ سيتا کي تياڳ ڪرڻ جو ڦل ٻرهما ڏنو آهي. تڏهن سري رام چيو ته ڀائي! ڇا لڇمڻ هردو ٻڌ ڪان هارجي ويو آهي؟

سري رامچندر حڪم ڪيو ته مست هاٿي گهوڙا رٿ تيار ڪريو ۽ ڀرت کي چيو ته ڀرت! تون اڳيئي جي رکيا ڪر ته مان وڃي انهن ٻالڪن کي ڏسان ٿو، اهي ٻالڪ راوڻ سمان ڏسڻ ۾ ايندا آهن. اهڙا لڪا وچن ٻڌي ڀرت ڏايو اچي ٿيو.

## ڀرت، هنومان انگد ۽ ٻين يوڌن سان گڏ يڌ ڀومي ۾

سري رامچندر ڀيڻجي شيوڪن هنومان، انگد، جامونت، سگريو ۽ ويڀيشڻ کي آگيا ڏني ته هيو ويرو! توهين ٻين کي ساڻ وٺي دشمن کي ماري يا ڀڄائي ٻنهي وير ٻالڪن کي ٻڌي وٺي اچو. سري رامچندر جي آگيا مڃي سيني يڌ جي ميدان ۾ آيا، جتي ٻنهي وير ٻالڪن کي ڏسي سيني رڇ وانر ڀڄي ويا. اس ڀوءِ نه اچي يڌ لڳي. ٻنهي ڀائرن ڀيڪر يڌ ڪري سيني وانرن کي ڪيرائي ڇڏيو، تڏهن ڀرت ٻرهما کي خلاف جاڻي يڌ ڀومي ۾ آيو، ڇا ڏسي ته سيني رڇ وانر وياڪل آهن، ٻاڻن لڳڻ ڪري دک پائي رهيا آهن. پوءِ ڀرت، جامونت، سگريو، انگد، هنومان ۽ سهائڪ وانرن کي گهرائي چيو ته توهين سيني ويڀيشڻ سان گڏ وڃو ۽ انهن ٻنهي ٻالڪن کي پڪڙي اچو.

سري مهاديو چوڻ لڳو ته هي پاروتي! ٻيا انيڪ رڇ ۽ وانر سيني اچي گڏ ٿيا پر انهن سري رامچندر جي مهما کي نه ڄاتو. تڏهن ڪش چوڻ لڳو هي انگد! ٻڌ. تنهنجو پل سنسار ۾ مشهور آهي هاڻ پتا کي مارائي ماءُ کي پٽي جي گهر ۾ رکي لڄ کي پرچائڻ لاءِ تون آيو آهين ان جو ڦل يڌ ۾ پوءِ ۽ ساري ڪلنڪ کي دور ڪر. اهڙا تير جهڙا وچن ٻڌي انگد ڪروڌ ۾ ڀرجي هٿ ۾ پهاڙ کڻي ڊوڙيو، وڏي پهاڙ کي سامهون ايندو ڏسي ڪش هن کي ٻاڻ سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو، جهڙو انگد کي اپمان ٿيو اهڙو

ٿي پيو، ان کي ڦل ڏنو. وري پيو هڪ ٻاڻ هڻي نِل ۽ نَل کي آڪاش ۾ اُڏائي ڇڏيون، جڏهن انهن کي وري پرٿويءَ تي ڪرندو ڏٺو تڏهن وار وار للڪاري ٻاڻ ٿي هنيو، اهي ڪڏهن آڪاش ۾ ڪڏهن پرٿويءَ تي پئي ڪريا تڏهن هٿ جوڙي چوڻ لڳا هي پريو! اسين توهانجي شرن آيا آهيون. اسان کي ڀيڄي ٻل جو وڏو ايمان هو، هي سنسار جا سوامي! اسان توهان کي نه سڃاتو. تڏهن ڪش ڀي ٻاندرن کي مارڻ کان ٽهائي مشڪي ڇڏي ڏنو. هيڏانهن جامونت، هنومان ۽ ٻيا ٻاندر وڻ ۽ پربت کڻي ڊوڙيا تڏهن لوَ ڪروڌ مان ٻاڻ ڪشي هنيو، ان ٻاڻ لڳڻ سان سگريو ۽ ٻيا سڀئي مورڇت ٿي ڪري پيا. ساري سينا کي ناس ٿيندو ڏسي ڀرت ڪروڌ ۾ ڀرجي لوَ جي ڇاتيءَ ۾ ٻاڻ هنيو ان ٻاڻ لڳڻ ڪري لوَ مورڇت ٿي ڪري پيو. ڀاءُ کي ڪرندو ڏسي ڪش ڪروڌ ۾ ڀرجي ڏاڍو ٿي ٻاڻ چاڙهي ڪن تائين ڇڪي ڀرت کي هردي ۾ هڪ سؤ ٻاڻ هنيا، ٻاڻ لڳڻ شرط ڀرت مورڇت ٿي ڪري پيو. پوءِ ڪش لوَ کي کڻي هردي سان لڳايو، ٿوري دير کان پوءِ لوَ هوش ۾ آيو، ٻئي ڄڻا گرو ۽ ماتا جي چرڻن جو ڌيان ڪري يڌ ۾ جيتي رهيا هوا. ان وقت چار دوت يڌ جي خبر ونڻ لاءِ آيا ۽ اچي ڀرت جي سينا ڏٺي، جنهن ۾ خون جي ندي وهندي ڏسي ڏڪي ويا، ان نديءَ ۾ رٿ، گهوڙا ۽ هاٿي لڙهي رهيا هوا. اهو حال ڏسي دوت موٽي ايوڌيا ويا ۽ سڀئي ڳالهه ڪري وڃي رامچندر کي ٻڌايائون.

## لوَ ڪش جو رامچندر سان وارتالاپ

دوتن جي اها ڳالهه ٻڌي سري رامچندر کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هگهه ڪـــي ڇڏي سينا کـڏ ڪري ڪروڌ ۾ ڀرجي اتي آيو جتي سينا جا وار ٻرڏا مٿا پيا هئا، اتي ايهڙا سندر ٻالڪن کي ڏسي پرڻام ڪري انهن کي ٻاڻ وٺ گهوڙو ۽ ڀڄي کان پڇيو هي ٻالڪو! توهين ڪنهنجي ماتا پتا جو نالو ٻڌايو؟ ۽ ڪهڙي ديس ۾ رهندا آهيو، توهان وڏي ٻل ڪري سڀ ڪٽي آهي. تڏهن ٻئي ڀائر چوڻ لڳا هي شريمان! توهان کي نالي ۽ ديس پڇڻ مان ڇا ورندو، سرگ ۾ وڃي اهو معلوم ڪجو. تڏهن رامچندر چوڻ لڳو هي ويرو! ٻنا نالي ۽ ونش ڄاڻڻ کان سواءِ مان توهان جي مدوهر سرير ۾ ٻاڻ نه هڻندس تڏهن ٻئي ڪمار چوڻ لڳا هي رام! اسان جي ماتا جو نالو سيتا آهي ۽ راجا جنڪ جي ڌيءَ آهي. هي ناٿ! اسان کي والميڪ رشيءَ پاليو آهي تنهن ڪري پتا جو ونش نٿا ڄاڻون. هي رام جي! نالو اسان جو لوُ ۽ ٻيو ڪش

آهي. ٻالڪن جا اهي وچن ٻڌي مٿن ۾ وڏو ڪاوڙ ٿيو ۽ ويچار ڪري سري رامچندر چيو ته هنن کي مارڻ ڌرم نه آهي ڇو ته وري ٻالڪن کي ڇرڻ لڳو ته اسانجي سڀني جا پڙدا اُچن ٿا اهڙي نوهان سان چڱي طرح مقابلو ڪندا. انهن چئي سري رامچندر اَنگد، نيل، جامونت، سگريو ۽ ٻين سڀني پٽيين کي گهرايو. هيڏانهن ٻلوان لوُ ساوڌانيءَ سان ڌنش ٻاڻ کڻي بيٺو هو ۽ وڀيشڻ جي سامهون اچي ڪروڌ مان چيو هي موڙ ڪهڙا! اسين پاڻ کي لڙائيءَ ۾ مارڻ شترو سان وڃي مليو آهين تنهنجو وڏو پاڻ پتا جي سمان ٻڌ هئو ان جي استريءَ کي زوريءَ گهر ۾ رکيو هو پاپي! ان کي تو انيڪ وار ماتا چئي ڪارو هوندو تنهن کي تو استري بڻائي گهر ۾ رکيو آهي اهو ئي تنهنجو ڌرم آهي. اڙي ظالم! اي ايمان! سمنڊ ۾ وڃي ٻڏي مر، يا گلو ڪاٽي وڃي مر، رڻ ڀومي ۾ آيو آهين مقابلو ڪرڻ! شرم نٿو اچئي؟ منهنجي اکين جي سامهون نه ٿي وڃ نه ته تنهنجو به موت جلد اچڻ وارو آهي. اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي وڀيشڻ ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ هڪدم هٿ ۾ گدا کڻي وار ڪيو. لوُ ان کي ٻاڻ سان ڪاٽي ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ ٻڌهن وڀيشڻ ڪروڌ ۾ ڀري ترشول ڦٽو ڪيو جو لوُ جي سرير ۾ لڳو وانگر وڃي لڳو ٻڌهن وري ٻنهي ڀائرن ترشول ڪيئي هڪ ڪرال ٻاڻ هڻيو جنهن جي لڳڻ سان جامونت سگريو نل اَنگد ۽ ٻيا ورلاپ ڪرڻ لڳا ۽ جيڪي ٻن وڻ ۽ پهاڙ ٻاندر کڻي آيا انهن کي ٻنهي ڀائرن مٽيءَ جي سمان اڏائي ڇڏيو جهڙو جيهڙي لائق هو ان کي اهڙوئي ڦل مليو پوءِ لوُ هڪ ٻاڻ ڌنش ۾ چاڙهي اهڙو ته زور سان ڇڏيو جنهنجي لڳڻ سان سگريو ست يوجن پري وڃي ڪريو وري جامونت ڪروڌ ڪري بيٺو ته ڪش مٿس ڪشتي وڙهي ٻنهي ٻل سان جامونت کي پڪڙي هٿ پير ٻڌي ڇڏيا پوءِ هنومان کي به ٻڌي گهوڙي جي واڳهه ڀيهاريو ٻڌهن لوُ کي رکواري لاءِ ڇڏي ڪش سري رامچندر وٽ آيو ۽ اچي ڏسي ته رام رٿ ۾ سمهيو پيو آهي. ڪش لڄي ٿي موٽي آيو پوءِ سڀئي استر شستر ۽ آڀوشڻ گهوڙي تي رکي هنومان ۽ جامونت کي ساڻ وٺي ٻئي ڀائر ماتا سيتا وٽ آيا ۽ سر نوائي ماتا جي اڳيان بيٺا جو گهوڙو ۽ ٻاندر آڻي پيش رکي.

ٻنهي ٻاندرن کي سڃاڻي ۽ آڀوشڻ ڏسي سيتا ڏکي ٿي اوڏي مهل ٻالميڪ رشي به اچي نڪتو ۽ سيتا هنومان ۽ جامونت جا ٻنڌن کولي پٽن کي چڱيءَ طرح سمجهائي چيو ته سري رام لڪشمڻ ڀرت شترگهن هنن سڀني کي رڻ ڀوميءَ ۾ سمهاري ڇڏيو، هي پتر! توهان ڪل ۾ ڪلنڪ جهڙو

ڪم ڪيو آهي هاءِ افسوس! مونکي نه برهما وڏوا ٺاٺائي ڇڏيو هاڻ شرڪ کي تياڳ ڪري ڇڏڻ، ڪانئون ۽ اگر ڪٿي اڇو مان ٻڌڻجي ٻٽيءَ سان گڏ جلديس لڏهن مهيشور! جانڪيءَ کي ڌارج ڏيئي ٻالڪن سان گڏ سيتا کي ساڻ وٺي هليو. پڌ ۾ ٻالڪن جو چرتر ڏسي مني ڏاڍو ورسن ٿيو.

مهيشور لوَ ڪش ۽ سيتا کي ساڻ وٺي سري رامچندر وٽ آيو ۽ اچي چوڻ لڳو هي دشرٿ نندڻ! هن پتورت ڌرم پالينديءَ نشڪلنڪ سيتا کي ڪجهه وقت ٿيو ته توهان لوڪن جي اپواديءَ کان ڊڄي ڇڏي ڪري ان ۾ مهنجي آشرم جي ڀرسان اڪيلي ڇڏي ويا هو، هاڻ هوءَ پنهنجو وشواس ڏيڻ چاهي ٿي. توهين هن کي آگيا ڏيو، هي ٻئي پٽ ڪش ۽ لوَ سيتا کي هڪ ئي وقت ڄمي ٿيا هوا، مان سچ ٿو چوان ته هي ٻئي وار پٽ توهان جو ئي سنتان آهي. هي راگهو! مان پرچيتا رشيءَ جو ڏهون پٽ آهيان ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهايو آهي، انهيءَ ڪري مان توهان کي چوان ٿو ته هي ٻالڪ توهان جا ئي پٽ آهن. جيڪڏهن هن جنڪ نندنيءَ ۾ ڪوئي دوش هوندو ته مونکي هن تپسيا جو ڪوئي ڦل نه ملندو.

والميڪ رشيءَ جي اهڙي طرح چوڻ ڪري سري رگهونات چوڻ لڳو هي مهيشور! مونکي به توهانجي ڳالهائڻ موجب وشواس ٿي ويو آهي. جانڪيءَ ته لنڪا ۾ ئي ديوتائن جي سامهون تمام ڪٺن پريکيا ڏني هئي انهيءَ ڪري مون هن کي گهر ۾ رکيو هو ليڪن هي برهمڻ! هن ستي سيتا جي نردوش هوندي به مون هن لوڪ نندا جي ڀؤ کان ڪجهه وقت ٿيو جو هن کيس تياڳ ڪيو هو تنهن ڪري توهين مهنجو اپراڌ ڪميا ڪريو مان اهو به ڄاڻان ٿو ته هي ٻئي پٽ ڪش ۽ لوَ مون مان ئي ڄمي ٿيا آهن سنسار ۾ پرم ساڌوي سيتا سان مهنجو گهڻو پيار آهي. انهيءَ وقت سري رامچندر جو رخ ڏسي سڀئي ديوتائون پرسن ٿي برهما کي اڳيان ڪري هزارن جي تعداد ۾ اچي آيا ان کان سواءِ ڪيترا نگرواسي به خوش ٿيندا اچي گڏ ٿيا ڳاڙهين رشمي وستر پهريل سيتا اتر طرف منهن ڪري اکيون هيٺ ڪري هٿ جوڙي چوڻ لڳي هي ڌرتي ماتا! جيڪڏهن مون ڀڳوان رام کان سواءِ ٻئي ڪنهن پرش جو من سان چنتن ڪيو هجي ته هي پرٿوي ديوي! مونکي پنهنجي شرڻ ڏي، سيتا جي اهڙي طرح پرارٿنا ڪندي ڌرتي ڦاٽي ته اُن ۾ ٻئي لڏهن شيش ناگ اچي هزار ڦڻيون ڏيکاريون ان ڌرتيءَ مان هڪ رتن ۽ مڻين سان جڙيل تمام سندر سنگهاسن نڪتو جو سورج جي سمان تيج هو جو ناگراج ديوتائن جو تهڙو سرشٽ سنگهاسن هو. ان وقت پرٿوي ديوي

جانڪيءَ کي پريم سان ٻنهي ٻانهن ۾ کڻي ان جو آدر ستڪار ڪري ان سنگهاسن تي ويهاريو پوءِ شيش ناگ سنگهاسن سميت پاتال ۾ الوپ ٿي ويو- اها مهما ڪهڙي طرح چئي وڃي؟ لڪشمڻ سڀ چرتر ڏسي ڏاڍ انهي اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. سيتا کي ڌرتيءَ ۾ پرويش ٿيندو ڏسي سڄو سنسار موهت ٿي ويو. ڀڳوان رام ٿيڻ واري ڪارڻ کي ڄاڻي ۽ اڻڄاڻن وانگر سيتا لاءِ شوڪ ڪرڻ لڳو تڏهن رشين سميت برهما رگهناٿ کي سمجهايو تنهن کان پوءِ ٻنهي پٽن پائرن ۽ سنڌا سميت والميڪ رشيءَ کان موڪل وٺي پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ آيو ۽ اچي پنهنجو يگيه شروع ڪرايائين. يگيه شانتيءَ سان سماپت ٿيڻ کان پوءِ سري رامچندر ساري پرجا کي خوش ڪري روانو ڪيو تنهن کانپوءِ رشين منين ۽ راجا جنڪ ۽ ٻين گرن کي چرڻ وندنا ڪري سڀني کي روانو ڪيو. برهمڻن کي دل گهريو دان ڏئي خوش ڪيو.

سري مهاديو چوڻ لڳو ڪجهه وقت گذرڻ کانپوءِ اگرا پراڪرمي ڀرت کي پنهنجي مامي يڌاجيت گهرايو تڏهن ڀرت ڀڳوان رام کان آگيا وٺي سنڌا سميت اوڏانهن ويو اتي ٻنهي رگهنندن ڀرت ٽي ڪروڙ گندرون کي ماري ٻه نگر وسايا ان مان پشڪر نالي پٽ کي پشڪراوتيءَ جو راجا بڻايو ۽ تڪشا نالي پنهنجي ٻئي پٽ کي تڪشلا جو راجا بڻايو. ٻنهي پٽن کي راڄ تلڪ ڏئي انهن کي اَن ڌن سڀ سکن جو سامان ڏئي موٽي اچي ڀڳوان رام جي سيوا ۾ حاضر ٿيو تنهن کانپوءِ رگهناٿ پرسن ٿي پريم سان لڪشمڻ کي چيو هي سمترانندن! تون پنهنجي ٻنهي پٽن کي وٺي اولهه ڏسا ۾ وڃ اتي سڀني جو نراڌر ڪرڻ وارن دشٽ ڀيلن کي جيتي ٻنهي جي لاءِ ٻه نگر وساءِ انهن مان مها بلوان ۽ پراڪرمي انگد ۽ چتر ڪيتو کي هاٿي گهوڙا ڌن ۽ وڏن ڏئي انهن جو راڄ تلڪ ڪري وري ترت ئي مون وٽ موٽي اچ ڀڳوان رام جي آگيا مڃي لڪشمڻ هاٿي گهوڙا ساڻ وٺي اتي ويو ۽ سڀني دشمنن کي ماري ٻنهي ڪمارن کي راڄ تلڪ ڏئي موٽي آيو ۽ اچي سري رامچندر جي سيوا ۾ حاضر ٿيو.

اهڙي طرح سري رامچندر کي گهڻو وقت گذري ويو ۽ پنهنجي ڌام وڃڻ جو سندر موقعو هٿ آيو. جڏهن برهما ڏٺو ته ڀڳوان جي هاڻي مدت پوري ٿي آهي تڏهن ناردمنيءَ کي چيو ته سري رامچندر پنهنجي ڌام اچڻ چاهي ٿو تنهن ڪري تون ڌرم راڄ وٽ وڃي ان کي منهنجي پاران وينتي ڪري سمجهائي چئه. نارد مني برهما جي چوڻ موجب ڌرم راڄ وٽ آيو ۽ سمورو حال ڪري ٻڌايائينس تڏهن ڌرمراج رامچندر جو هردي ۾ ڌيان ڪري

منيءَ جو سندر روپ ڌاري آيو هو ۽ ان جي ڪمر ۾ سندر مرڳ ڇالا ٻڌل هئي. لڪشمڻ جلد وڃي منيءَ جي اچڻ جو سماچار سري رامچندر کي ٻڌايو. منيءَ جي اچڻ جو ٻڌي سري رامچندر دروازي وٽ اچي منيءَ کي پرڻام ڪري اندر وٺي آيو ۽ آنند ڪشل پڇي آسڻ ڏئي ويهاريو، تڏهن منيءَ چيو هي سرو ڳڻ! ڪرپالو! سوريه ڪل جا سوامي! ٻڌو مان منيءَ جي روپ ۾ آيو آهيان هن استان تي، مان ۽ تون ٻن کانسواءِ ٻيو نه هجي ڇو ته ٻيون ڳالهيون ٻڌندو ته ان جو ٻڪ مرڻو ٿيندو، جيڪڏهن خود مهاديو برهما ۽ هري به منهنجي ڳالهه ٻڌندو ته مان انهن کي به سراپ ڏيندس. تڏهن سري رامچندر چيو هي لڪشمڻ! تون وڃي دروازي وٽ ويهه، نه ڪوئي ايندو ۽ نه ڪوئي ڳالهائيندو. انهيءَ هوندي به جو ايندو اهو ٻڪ ٿي مرندو؟ تڏهن لهسوي منيءَ واڻيءَ ۾ چيو هي رگهنات! رکيا ڪريو! ڪرپا ڪريو! پوءِ پرم ڌام هاڻي (ٻو) سڀاريو ايهاس ڇڏي مستڪ نوايو. ايشور جي اڇا هڻڻ هار، ٻاوي وڏي ٻلوان آهي، ان وقت دروسا مني آيو. منيءَ کي ايندو ڏسي لڪشمڻ اڳيان وڃي ان سان مليو ۽ پرنام سان وينتي ڪئي. منيءَ پڇيو سري رام جي ڪٿي آهي. هي لڪشمڻ! مان ان وٽ وڃڻ چاهيان ٿو جيڪڏهن تون اڄ ان جي اڳيان ۾ جواب نه آڻي ڏيندين ته مان تنهنجو گهر، نگر ۽ راڄ ڀسم ڪري ڇڏيندس. لڪشمڻ منيءَ جا اهي وچن ٻڌي ڏکي ٿيو. سري مهاديو چوڻ لڳو هي ڀاولي! هن پنهنجو مرڻو جاڻي اندر ويو ۽ هٿ جوڙي پرڻام ڪري چيو، هي رام! مهراج دروسا مني توهان سان ملڻ چاهي ٿو. تڏهن سري رامچندر چوڻ لڳو هي لڪشمڻ! تو هيءُ وڏو ڀاري دوش ڪيو آهي ڪال ۽ ڌرم جي گتي ٿاري ۽ نتي ٿري، هي گرڙ! هاڻي اڳتي جو پرسنگ ٻڌ. ڪرپانڌان چيو منيءَ کي اندر وٺي اچ. لڪشمڻ مني دروسا کي اندر وٺي آيو. منيءَ کي اندر آيو ڏسي ڀڳوان رام اٿي آدر ستڪار ڪري آسڻ ڏئي ويهاريو ۽ جل کڻي منيءَ جا چرڻ ڌوئي چرڻا امرت ورتو ۽ چيو هي مني سرشٽ! مونکي پنهنجو شيوڪ جاڻي آڳيا ڏيو ته مان ضرور توهانجي آڳيا پالن ڪندس، تڏهن مني چوڻ لڳو هي دايا جا ساگر! مان گهڻي وقت کان وٺي ورت رکڻ جي ڪري بکايل آهيان، ٻر ٻک جي ڪري مري رهيو آهيان. منيءَ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر مني دروسا کي من پسند ڀوڄن کارائي وينتي ڪئي، تڏهن سنتوش سان منيءَ آشيرواد ڏئي استوتي ڪئي. پوءِ منيءَ کي پرسن ڪري روانو ڪيو تنهن کان پوءِ سري رامچندر ڌرمراج جي چيل وچن کي ياد ڪري شوڪ ۽ دک ۾ اداس

۽ وياڪل ٿي وار ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري واهي وهيو. هن کي ڪجهه چئي نٿي
سگهيو، سري رامچندر کي دکي ۽ وياڪل ڏسي لڪشمڻ چوڻ لڳو هي
رگهنندن! مهنجي ڪري چنتا نه ڪريو. هي پريو! ڀرپائين مون نشچئه
ڪري ڇڏيو هو، ڪال جي گتي اهڙي آهي. توهان جي پرتگيا ڀنگ ٿيڻ
ڪري مون کي نرڪ پوڻو پوندو. تنهنڪري جيڪڏهن توهان جي مون تي
پريت آهي ۽ جيڪڏهن مان اُن گرهه ڪرڻ لائق آهيان ته هي ڀڳوان رام جي!
مون کي ماري شنڪا مٽايو. هي پريو! مهنجي ڌرم جو تياڳ نه ڪريو.
لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر جو چت چنچل ٿي پيو. پوءِ سڀني
منترين ۽ گرو وشسٽ کي گهرائي سمورو حال ڪري ٻڌايو. سري رامچندر
دروسا منيءَ جي اچڻ کان وٺي ڌرمراج جو ڀاشڻ ۽ مهنجي پرتگيا ٻاهت
سڀ سچي ڳالهه ڪري ٻڌائي. سري رامچندر جو ڪٿن ٻڌي مني وشسٽ چوڻ
لڳو هي پريو! پرلويءَ جا ٻار لاهڻ وارا، لڪشمڻ جو ڀرپائين وارو. ٿيڻ ٺيڪ
آهي اها ڳالهه مون گيان درشٽيءَ سان ڏٺي آهي تنهنڪري هي رام! جلد ئي
لڪشمڻ جو تياڳ ڪريو. هي پريو! مهنجي پرتگيا ڀنگ نه ڪريو. ڇاڪاڻ
ته پرتگيا ڀنگ ڪرڻ سان سڄو ڌرم نسقل ٿي ويندو آهي ۽ هي رام! سڄو
ڌرم نسقل ٿيڻ کان پوءِ ٽيئي لوڪ ناس ٿي ويندا. هي رگهو سرشٽ!
توهين سڀني لوڪن جا رکيڪ آهيو، تنهنڪري توهان کي اڪيلو لڪشمڻ جو
تياڳ ڪري ٽنهي لوڪن جي رکيا ڪرڻ گهرجي. سري رگهناٿ سڀا ۾ ويٺل
ڌرم نيتيءَ جا وچن ٻڌي ان وقت لڪشمڻ کي چيو هي لڪشمڻ! جتي
مهنجي اڇا هجي اتي وڃ، جيئن ڌرم ۾ ڪمي نه ٿئي. سنت پرشن جي لاءِ
تياڳ ۽ موت ٻئي هڪ برابر آهن. سري رامچندر جا اهي وچن ٻڌي لڪشمڻ
سري رامچندر جا چرن ڇهي پرڻام ڪري گهر ويو، اتان ٿي سرجو نديءَ جي
ڪناري وٽ پهتو. اتي پاڻي آچمن ڪري هٿ جوڙي نـون اندرين کي
روڪي پراڻن کي برهم رندر ۾ استر ڪيو. ورتي جو واسديوتا اي اوليا. آنداسي
پار برهم پد آهي ان پرم ڌام جو چت ۾ ڌيان ڪيو، اهڙي طرح پراڻ روڪڻ
وقت رشين ۽ اگني ديو سميت سڀئي ديوتائون لڪشمڻ جي مٿان پشپ ورسائڻ
لڳا ۽ ان جي استوتي ڪئي. ان وقت ديوراج اندر ڪنهن به ديوتا جي
ڏسڻ کان سواءِ لڪشمڻ جو سرير کڻي سرڳ لوڪ هليو ويو. ڏنهن وشڻو
ڀڳوان جي چوٿين سروپ لڪشمڻ کي ڏسي سڀئي ديوتائن ۽ ديورشين ان
جي پوڄا ڪئي. ڀڳوان لڪشمڻ جي سرڳ ۾ وڃڻ ڪري برهما سميت
سڀ لوڪ نواسي سڀئي پوگي جن ڏاڍو پرسن ٿي شيش ناگ روپ ڌاري

لڇمڻ جو درشن ڪرڻ لاءِ آيا.

سري مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! لڇمڻ کي تياڳڻ کانپوءِ سري رامچندر وياڪل ٿي منترين ۽ گرو وشسٽ کي چيو تہ اَڄ مان ڀڳوان ڀرت کي راڄ تلڪ ڪري مان بہ پنهنجي ڌام هليو وڃان. رگهناٿ جي اهڙي طرح چوڻ ڪري سڀ نگرواسي مورڇت ٿي ڌرتي تي ڪري پيا ۽ ڀرت ڏک ۾ وياڪل ٿي راڄ جي نندا ڪري چوڻ لڳو هي رام! مان ستيہ پرتگيا ڪري چوان ٿو تہ هي ڀڳو! مون کي توهان جي چرنن جو قسم آهي مونکي توهان کان سواءِ سرڳ لوڪ يا مرتيو لوڪ ڪٿي بہ راڄ ڪرڻ جي اڇا نہ آهي. هي مهاراج! هن لو ۽ ڪش کي ڪٽي راڄ تلڪ ڏيو. ڀرت جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر پنهنجي پٽن کي گهرائي وڏي ڪش کي اُتر ۾ راڄ تلڪ ڏنو ۽ لو کي اوڀر جو راڄا بڻائي راڄ تلڪ ڏنو. انهن مان هر هڪ کي اٺ هزار رٿ هڪ هزار هاٿي ۽ ست هزار گهوڙا ۽ تمام گهڻو ڌن ۽ رتن ۽ ڪيترا وڏا جوان ماڻهو بہ ساڻ ڏنا، پوءِ سري رامچندر ڪين ڌرم نيتي سيکاري اُپديش ڏنـو. پوءِ ڪش ۽ لو سري رامچندر کـي پرڻـام ڪري ڏاڍي مشڪلات سان ويا. اوڏي مهل رگهناٿ شتروگهن کـي گهرائڻ لاءِ دوت موڪليو. جڏهن دوت وڃي ڪال جي اچڻ، درواسا جا ڪرتوت، لڇمڻ جو سرڳواس پڌارڻ، رگهناٿ جي پرتگيا، لو ڪش کي راڄ تلڪ، هاڻ رام ڇا ڪرڻ چاهي ٿو اهو سڀ سماچار شتروگهن کي وڃي ٻڌايـو. اهڙي طرح پنهنجي ڪل جي ناس ٿيڻ جو سماچار ٻڌي شتروگهن کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ تمام جلدي سري رامچندر جـي درشن لاءِ اُٿيا ۽ آيو اتـي پهچي ٻن ۽ ريشمي ڪپڙن سان مڙهيل سان گهيرال سري رامچندر کي ڏسي واجهو اچي پرڻام ڪيو ۽ هٿ جوڙي ڌرم نيتيءَ موجب چوڻ لڳو هي ڀڳوان! مون پنهنجي پٽن کي راڄ تلڪ تہ اڳي ئي ڏيئي ڇڏيو آهي. هي راجن! هاڻ توهين پڪ ڄاڻو تہ مان بہ توهان سان گڏ هلڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي. هي وير! مان توهانجو ڀڳت آهيان تنهن ڪري توهانکي مونکي پنهنجو سيوڪ ڄاڻي اڪيلو ڇڏي وڃڻ نہ گهرجي. شتروگهن جو پڪو نشچو ڏسي سري رگهناٿ چوڻ لڳو هي ڀرت! تون اڄ منجهند جي وقت تيار رهج. ان وقت پنهنجي مرضيءَ موجب روپ ڌارڻ وارا باندر ۽ رشي ديوتائن جا پٽ سڀيئي چوڻ لڳا هي ڀڳوان! توهين اسان کي پنهنجي پٺيان هلڻ لاءِ لائق سمجهي اسان کي بہ وٺي هلو. انتري ۾ مها ٻلي سگريو پرڻام ڪري ڀڳت وتسل رگهناٿ کـي چيو هـي رام! مـان مها ٻلي انگد کـي راڄ تلڪ ڏيئي توهان سان گڏ هلڻ لاءِ پڪ ڪري آيو

آهيان. ڀڳوان سيتا جو ڀڪو وچار ڏسي چوڻ لڳو هي وسشٽ! مان توسان ڀرڳيا ٿو ڪريان ته جيستائين ڀرٿوي تي ٻرجا قائم آهي تيستائين تون منهنجي چوڻ موجب راڪشن تي راڄ ڪر ۽ انت سمي تون مون سان اچي ملندين. هاڻي هن منهنجي رٿيل رٿ ۾ رڪاوٽ نه وجهه. وسشٽ کي ائين چئي وري هنومان کي ڪلي چوڻ لڳو هي ڪپيور! تون گهڻو وقت جيئرو رهه اڳينءَ ڳالهه کي ڪوڙو نه ڪر. وري جامونت کي چيو ته تون دواپر جي پڇاڙيءَ تائين رهه ڪنهن ڪارڻ ڪري تنهنجي ۽ منهنجي ڀيٽ ٿيندي. وري سري رامچندر ٻاقي ٻين ٻاندرن ۽ رڇن کي دعا ڀوروڪ چيو توهين سڀيئي مون سان گڏ هلجو. هيڏانهن ٻرجا دک کان وياڪل ٿي ڀرٿويءَ تي ڪري پيئي. تڏهن وشسٽ منيءَ چيو هي ڀڳوان! سڀي ٻرجا ڀرٿويءَ تي ڪري پيئي آهي انهن ڏي ته دعا درشٽيءَ سان نهاريو. هي رام! هننجي ڀريم ڀاءُ انوسار توهان کي ته ڪرپا ڪرڻ گهرجي. گرو وشسٽ جا اهي وچن ٻڌي سري رامچندر انهن سڀني کي اٿاريو ۽ انهن جو آدرستڪار ڪري ڀريم سان پڇڻ لڳو هي ڀائيو! چئو مان توهان جي لاءِ ڇا ڪريان؟ تڏهن نگرواسي ٻرجا هٿ جوڙي ڀڳتي ڀاءُ سان چوڻ لڳي هي رام! توهين جيڏانهن وڃڻ چاهيو ٿا اسين به اوڏانهن هلنداسين اها اسانجي لاءِ وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي ۽ وڏو ڌرم آهي. هي رام! اسانجي هردي ۾ توهين ٻراڄمان رهو اهوئي اسانجو نشچي وچار آهي. تنهڪري هي رگهنندن! توهين ڀنو ٻن نگر سرڳ ٻئي ڪنهن به هنڌ وڃو، هاڻ اسين استري ٻن سان گڏ سڀ ڪجهه تياڳ ڪري توهان سان گڏ هلنداسين. تڏهن رگهنات هنن جي من ۾ ڀڪو وشواس ڏسي ۽ ڪال اچڻ جو وقت ڄاڻي انهن ڀڳتن نگرواسين ٻرجا کي ”تمام چڱو“ (ائين ئي ڪجو) مونسان گڏ هلجو.

ٻئي ڏينهن سوير وڏيءَ دل وارو ڪمل نين ڀڳوان رام ريشمي وستر ڌارڻ ڪري ڪروڙين چندرمائن جي سمان سوڀياوان ٿيڻ جو ٻوتر هٿ ۾ ڪنگڻ ٻڌل نگر کان اهڙي طرح نڪتو جيئن اڇن ٻادلن مان چندرما نڪرندو آهي. انجي ساڄي هٿ ۾ اڇو ڪمل هو ۽ ڪمل سمان وشال نيترن واري لڪشمي ساڻ هلي ۽ ڏائي ٻاسي کان هٿ ۾ ڳاڙهو ڪمل جو قول ڪٽي تمام سندر شيام ورڻ ڀرٿوي هلڻ لڳي ان کان ڀڳوان جي اڳيان سمپورڻ شاستر، ويد ۽ هٿيار ان جو ڌنش ٻاڻ مورتي روپ ۾ هلڻ لڳا اهڙي طرح سڀيئي مني جن اونڪار ۽ ويد ماتا گائتري اهي سڀيئي سرير ڌارڻ ڪري سري هريءَ سان گڏ هلڻ لڳا. اهي سڀيئي سنسار کان ورڪت ٿي ٻرميشور ۾ انت

شڪتي ساڪيات پرماتما رام سان گڏ هليا، ان وقت اوڌيا ۾ اهڙو ڪوئي به جيو رهيل ڪونه هو جو ڀڳوان رام کان اڳ مڪت ٿئي. سري رامچندر جي نگر ڇڏڻ ڪري سڄي اوڌيا سڃي ٿي وئي. نگر کان گهڻو پري نڪري وڃڻ کانپوءِ سري رگهنات وشڻو ڀڳوان جي نيترن مان پرگهٽ ٿيل ڀڳوان رام سرجو ندي ڏسي ياد ڪري پوتر ڪرڻ واري ڀڳوان رام ان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو پوءِ سمپورڻ جڳت کي پنهنجي هردي ۾ ڏسڻ لڳو، ان وقت برهما ۽ ٻيا ديوتائون رشي ۽ سڌ گڻ اچي سڀئي اوجمان هئا.

ڀڳوان رام هڪ ڀيرو سرجو نديءَ جو جل کڻي آچمن ڪري چرڻن سان پنهنجي پرڪرما ڪئي. ان وقت برهما هٿ جوڙي ڀڳوان کي چوڻ لڳو ته هي رام! توهين سڀ جا ساکي، نت آنند سروپ، سرولر، پري پورڻ ۽ ساکيات وشڻو ڀڳوان آهيو. توهين هڪ ڪري پنهنجي شڪتي ۽ لتو ڪي اوهان ئي ڄاڻو ٿا. هي اکليشور! توهان مون داس جي وينتي ٻڌي منهنجو ڪارڻ سڌ ڪيو، سو ٺيڪ آهي. هي ٻڌيمان رام! توهين ڀڳت وتسل آهيو. هي پرڀو! هاڻي توهين ڀائرن سميت پنهنجي اصل روپ وشڻو ديهه ۾ پرويش ڪري اسان سڀني جو پالن ڪريو. توهان ئي ديو آدپتي وشڻو ڀڳوان آهيو. هن ڳالهه کي مون کانسواءِ ٻيو ڪوئي پرش نٿو ڄاڻي. هي ديوش! توهان کي هزار وار نمسڪار آهي، توهين پرسن ٿيو توهانکي ور ور نمسڪار آهي تڏهن برهما جي پرارٿنا تي ڀڳوان سڀني ديوتائن جي ڏسندي ڏسندي انهن جي نظر کي چورائيندو چڪر سنک گدا پدم چترڀج روپ پرگهٽ ڪيو. اڌ پوءِ ڦڻ ڌارڻ ڪري ڀڳوان جي ڇايا روپ ۾ شيش ناڳ پرگهٽ ٿيو، ڀرت ۽ شتروگهن سنک چڪر ٿي پيا، سيتا لـ ڀهرائين لڪشمي ٿي وئي هئي ڀڳوان رام پراڻ پرش وشڻو ڀڳوان ٿي آهي هو ڀائرن سميت پنهنجي اصلي سروپ سان تيج وارو عجيب سروپ ٿي پيو. آڪاش مان ڦولن جي ورکا ٿيڻ لڳي، ويدن جا اچار ڪري پرسن ٿي ڀرت ۽ شتروگهن کي رام مشڪي پنهنجي سروپ ۾ ملائي ڇڏيو. باندر ۽ ٻيا شيوڪ سڀ پنهنجي پنهنجي لوڪ هليا ويا، سگريو وار وار ڀڳوان جي چرڻن جي وندنا ڪري سورج لوڪ هليو ويو. پوءِ ديوتائن سميت سورن کل ڀوشڻ سري رامچندر جل ۾ ٿئي برهما کي گهرائي پوتر وچن چيا، هي برهما! تون هڪ مهندي لائين سرجو نديءَ جي ڪناري تي نواس ڪر، منهنجي پوريءَ ۾ ڪوئي به جيو اچي ان کي سندر ومان ڏيئي موڪلي ڇڏج سي موکيه پائي مونسان اچي ملن. اهي وچن چئي ٻـرپـو اهڙي طرح انترڌيان ٿي ويو جيئن بادلن ۾

ٻڄاي سمائجي ويندي آهي. سڀ ٻيٺل منش ڏيهه ڏيارائون رشي مني حيران ٿي ويا ته هي ڇا ٿيو ۽ ڪٿهڪي ڪل ڪاڻ ٻڌي. يڪدم سري رامچندر ٻڌهجو اوتار ڪيئن سماپت ڪيو ڇا ڏسن ته اها ٿر موريٿي ڀڳوان جي آهيئي ڪاڻ ڪاڪ ڀشنڊي گرڙ کي چيو هي گرڙ! ان وقت ٽرلوڪيءَ جو سياءُ ۽ ڀڳوان جي ليلا تمام وچتر هيون. بس! هاڻ اڳتي چوڻ جي مون ۾ همت نه آهي. اٿين چئي ٻرام سان ڀڳتيءَ ۾ لين ٿي ويو ۽ هڪدم سمادي ڪٽي چاڙهيائين جنهنجو ڪلڻ مشڪل ٿي پيو. گرڙ هنجي اهڙي دشا ڏسي ڏاڍو ٻوسن ٿي ڪيس پرڻام ڪري هليو ويو.

اَنت ۾ مهاديو چوڻ لڳو هي پاروتي! تو جيڪي به مون کان پڇيو سو مون پنهنجي ٻڌيءَ اَنوسار توکي چئي سمجهائي ٻڌايو. هي پاروتي! پر ٻرءَ جي ليلا اَپر اَپار آهي ڪنهن به جيو کي طاقت نه آهي جو ان جي مهما جو ورنن ڪري سگهي. سري رام جا گڻ، ڪرم ۽ سياءُ بي انت آهن جن جو ورنن ڪرڻ ٿي مشڪل آهي. هن قلم کي طاقت نه آهي جو جڳت پتي سري رام جا گڻ، ڪرم لکي سگهي. مٽي جا وار ڳڻجي سگهن ٿا،" سمنڊ جي پاڻيءَ جا ڦڙا ڳڻجي سگهن ٿا ۽ واريءَ جا ڪڻا ٻڻ ڳڻجي سگهن ٿا پر سري رام جا گڻ ۽ ڪرم ڳڻي نٿا سگهجن.

سري رام بي انت، بي انت ۽ بي انت آهي. هن جو سياءُ به بي انت آهي، ان جو پورڻ طرح ورنن هزار جڀن وارو شيش ناگ ۽ شاردا به نٿا ڪري سگهن.

رام اَننت روپ ڌاري — منش جو چولو وٺي
ريت رگهوڪل جي ٻڌائڻ — سنت جو چولو وٺي

هي پاروتي! سري رام جو ڀڄن ڪرڻ واري کي ٿي سمرڻ ۾ سچو سک ۽ شانتي ملي ٿي. ان ڪري سنسار ساگر مان پار پهچڻ لاءِ سري رام ٿي سهارو آهي. هي سنسار دکن، آپدائن ۽ بيمارين جو گهر آهي. انهن دکن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ سري رام جو سمرڻ ڪرڻ ضروري آهي. سري رام اونداهيءَ ۾ روشنيءَ مثل آهي، انڌي لاءِ لٺ آهي ۽ ٻڏڙيءَ لاءِ سکان آهي. ان ڪري منش کي هن پرم پتا سري رام جو ڌيان ۽ جپ ڪرڻ گهرجي. ڀڳوان شنڪر، پاروتيءَ کي جڏهن ڀڳوان رام جي مهما ٻڌائي تڏهن سندس نيڻن مان پريم جل جي ڌارا وهڻ لڳي، پتيءَ کي سري رام جي پورڻ ڀڳتيءَ ۾ ڏسي چيو، "هي ناٿ! مون کي توهانجي مهما سمجهه ۾ نٿي اچي. هوڏانهن سري رامچندر توهانجو پورڻ ڀڳت ۽ هيڏانهن توهين

رامچندر جا پورڻ ڀڳت، ڏنهن آهي ناٿ توهان جي ليلا ۽ ڏنهن آهي سري رامچندر. ائين چئي پاروتي شنڪر ڀڳوان جي چرنن تي ڪري پيئي ۽ پرسن ٿي چوڻ لڳي. هي پريا هينئڙو مهنجي من جون سڀئي شنڪائون دور ٿي ويون آهن، هاڻ مان پاڻ کي اوهان جي ڪرپا سان ڪرتارٿ سمجهان ٿي. ٿوري ڌڻ ڪان پوءِ پئي استري پُرش پاروتي ۽ شنڪر ڀڳتي جو وياکيان ڪندي سري رامچندر جي چرڻن جو ڌيان ڪندي پئي ڀڳتيءَ ۾ لين ٿي ويا.

هري اوم تت ست تلسي ڪرت رامائڻ
سري مهاديو پاروتي سنواد لوُ ڪش ڪانڊ
سنسار ساگر جي پار ڪرڻ لاءِ اٿون ڏاڪو سماپت.
تلسي ڪرت رامائڻ سماپت ٿيو.
جئه ٻولي ام ام ٻولي تم رام درس مارگ ڪوائي
ٻوليو سري رامچندر ڪي جئه - ماتا سيتا ڪي جئه
پون پتر هنومان ڪي جئه - ٻوليو ٻائي سڀ سنتون ڪي جئه
جوت سي جوت جڳائو رام - اپنا داس بنائو رام

## ڀڄن رام ريجهائڻ جو

ٽُل - اسان تي رام ٿي راضي، ڪڏهن درشن ڪرائيندا
سندر جا سانوري صورت، پرامين کي پسائيندا
١- اچن ٿو وقت سوڻ سوالي، وڃن سي ڪين ڪي خالي
آهين سنسار جو والي، ڪڏهن چاليءَ لڳائيندي
٢- پتنگ جيان مان پياسي، مڇيءَ وانگي اداسي مان
اوهان جي ديوداسي مان، ڪڏهن هي ڪشٽ ڪٽائيندي
٣- ڪٽمب پروار ۾ چاهي، سڀو جڳ مطلبي آهي
بنا تو آسرو ناهي، ڪڏهن موهي مٽائيندي
٤- ڪهي ٻهلاج تو پيارا، ملڻ جي تون ڪر هڪوار
نه ڪر تون ديو داتار، ملي منگل منائيندي

## رام ڌني

رام تن لاڳي - گوپال تن لاڳي
نامون نه تري ويو - سڏامون نه تري واو
رام تن لاڳي - گوپال تن لاڳي
ميران نه تري وٺي - گدڪا نه تري وٺي
رام تن لاڳي - گوپال تن لاڳي




## (راماڻ جو سار)



راجا دشرٿ روپي جگياسو. ان جون ٽي استريون، شڌ بڌي روپي ڪوشليا، ڀڳتيءَ روپي سمترا، دبڌا روپي ڪيڪئي، شڌ بڌي روپي ڪوشليا مان برهم گيان روپي رام اُتپن ٿيو. ڀڳتي روپي سمترا مان وويڪ ويراڳيه روپي لڪشمڻ ۽ شترگهن پتر ٿيا. دبڌا روپي ڪيڪئيءَ مان ڀرم روپي ڀرت ٿيو. وِدوادالت وچار روپي راجا جنڪ جي ڌيءَ پرم شانت روپي سيتا، برهم گيان روپي رام جي ڌرم پتني ٿي.

راجا دشرٿ روپي جگياسو، شڌ بڌي روپي ڪوشليا سان صلاح ڪري برهم گيان روپي رام کي پرمانند وِمل هردي روپي ايوڌيا ۾ راج تلڪ ڪرڻ چاهيو ٿي، تڏهن ڪسنگ روپي منٿرا داسيءَ دبڌا روپي ڪيڪئيءَ کي اُبتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائي ترديا بڻائي ڇڏيو. انهن دبڌا هن ڀرم روپي پٽ کي راج ۽ برهم گيان رام کي چوراسي لک جوڻ روپي سنسار بن ۾ چوڏهن ورهين موڪلڻ لاءِ ٻه ور گهريا. جڏهن برهم گيان روپي رام وِمل هردي روپي ايوڌيا کي ڇڏي چوڏهن ورهين لاءِ سنسار بن ۾ وڃڻ لڳو، تڏهن پرم شانت روپي سيتا ۽ وويڪ روپي لڪشمڻ برهم گيان روپي رام سان گڏ ويا. سنسار روپي بن ۾ وڃي پنج گيان اندرين روپي پنچوٽيءَ ۾ رهڻ لڳا. ڪمت روپي شورپڻکا برهم گيان روپي رام سان ڇيڙ ڇاڙ ڪئي. برهم گيان روپي رام جي اشاري سان ڪمت روپي شورپڻکا جو ڪوڙ نندا روپي نڪ ۽ دشت روپي ڪن، وويڪ روپي لڪشمڻ ڪاٽي ڇڏيو. ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪمت روپي شورپڻکا سنوڳ وجوڳ لوڪڻ روپي کر دوشڻ ۽ ترشرا کي برهم گيان روپي رام سان لڙڻ لاءِ موڪليو، آتم گيان روپي رام ان کي سينا سميت ٽنهي گهڙين ۾ ماري ڇڏيو. تڏهن ڪانڀوءِ ڪمت روپي شورپڻکا تتو گيان روپي رام جي پرم شانت روپي شريمتي سيتا کي چورائڻ لاءِ اگيان روپي راوڻ کي پرارٿنا ڪئي. موهه روپي ماريچ کي ساڻ وٺي

گيان انڌن روپي پڇوڙيءَ ۾ ٻڌا، موهه روپي مارڇ هرڻ جو روپ ڌارڻ ڪيو. پرم شانت، آتم گيان روپي رام کي واڳ روپي هرڻ جي سندرتا روپي ڪل گهري. موهه روپ مارڇ کي مارڻ لاءِ ادهم گيان روپي رام لتو مس ڌنش ۽ اهم ادهم آسم روپي ٻاڻ کنيو. هلندي وقت وواڪ روپي لڪشمڻ کي چيو ڀائي! جيستائين مان موهه روپي مارڇ کي ماري واپس نه موٽي اچان تيستائين هوشياريءَ سان پرم شانت روپي سيتا جي رکيا ڪندو رهج متان ڪوئي (درگڻ) دشت روپي راکش هن کي چورائي نه وڃي. ائين چئي آتم گيان روپي رام، موهه روپي مارڇ جي پٺيان پيو. ادهم گيان روپي رام لتو مس ڌنش کي تاڻي، اهم ادهم اسم ٻاڻ موهه روپي مارڇ کي مارڻ لاءِ ڇڏيو، مرڻ وقت هن ڪوڙي رام جي آواز سان وواڪ روپي لڪشمڻ کان سهائتا گهري جنهن کي ٻڌي پرم شانت روپي سيتا وياڪل ٿي ۽ وواڪ روپي لڪشمڻ کي ادهم گيان روپي رام جي سهائتا لاءِ موڪليو وواڪ روپي لڪشمڻ هلڻ وقت مريادا روپي ليڪو پائي چيو هي پرم شانت روپي سيتا! وواڪ مريادا جي ٻاهر نه وڃج. هيڏانهن اگيان روپي راوڻ پاکنڊ ڪري مني ويس ۾ اچي الک جڳايو، جڏهن پرم شانت روپي سيتا، وواڪي مريادا ليڪي کان ٻاهر وش تياڳ روپي اکيا ڏاڻ لڳي تڏهن اگيان روپي راوڻ پرم شانت روپي سيتا کي چورائي هليو ويو ۽ ملين مت روپي لنڪا ۾ سمدرشي اشوڪ وڻ جي هيٺان وهاري ڇڏيو. هيڏانهن وواڪ روپي لڪشمڻ جڏهن ادهم گيان روپي رام سان مليو ته رام چنتا ۾ پئجي چيو هي ڀائي! وواڪ روپي لڪشمڻ، پرم شانت روپي سيتا کي دشت وچار روپي ڪوئي راکش ضرور چورائي ڪٽي ويو هوندو ڇاڪاڻ ته ادهم گيان روپي رام ۽ وواڪ روپي لڪشمڻ ٻنان پرم شانت روپي سيتا رهي ڪيئن سگهي ٿي؟ پڌ روپي پرڻ ڪٽيا کي پرم شانت روپي سيتا ٻنان خالي ڏسي ٻنهي ڀائرن پوتر وچار روپي مهاوير سان ملي سنتوش روپي سگريو سان مترتا ڪئي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ملين من روپي چوماسو ختم ٿيڻ کانپوءِ، پوءِ، پوتر وچار روپي مهاوير کي پرم شانت روپي سيتا جو سماچار وٺڻ لاءِ موڪليو. ادهم گيان روپي رام دئاڻ موڪلايل مهاوير سماٽيپ روپي سرما جي مک مان ذڪري ملين مت روپي لنڪا ۾ ٻاهڻي پرم شانت روپي سيتا سان مليو، الي هن لوڀ روپي اکيه ڪمار کي ماري ملين مت روپي لنڪا کي جلائي وري پرم شانت روپي سيتا جو ادهم گيان روپي رام کي سڀ سماچار ٻڌايو، تنهن کان پوءِ سنتوش روپي سگريو سنڌا کي

ساڻ وني سمسار روپي ساگر جي ڪناري تي اچي پهتا. انهيءَ وقت اگيان روپي راوڻ لڪرائي. سرل ڀاو روپي ويڀيشڻ ٻرهم گيان روپي رام سان اچي مليو. سمسار ساگر پار ٿي وڏي وڃار روپي سچل ٻرابت تي پهچي الي هن ڏاڍو جهاڙو ۽ اگيان روپي راوڻ وٽ ممين روپي انگد کي دوت بڻائي موڪليو. جڏهن ممين روپي انگد جي چوڻ ڪري ا. ٻرم شانت روپي سيتا اگيان روپي راوڻ موٽائي نه ڏني، تڏهن ٻرهم گياني رام جي آگيا سان شم دم شرڌا وغيره ٻاري سمپدا روپي سئنا، اگيان روپي راوڻ جو آيمان پاکنڊ ڪرورتا وغيره آسوري سمپدا روپي سئنا سان پيدڪر گهمسان لڙائي شروع ڪئي. جڏهن رام روپي ٻرهم گياني ڪميڪرڻ روپي ڪام کي ماري ڇڏيو تڏهن اگيان روپي راوڻ ڪروڌ روپي ميگهنات کي وواڪ روپي لڪشمڻ سان لڙڻ لاءِ موڪليو، جڏهن دوواسنا روپي آمرگهه شڪتيءَ سان وواڪ روپي لڪشمڻ تي وار ڪيو جڏهن ڪري هو موروڇت ٿي ڪري پيو هن کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ ننديا سن روپي سشيڻ حڪيم گهرايو جڏهن جي آگيا سان ٻرتو وڃار روپي هنومان، ٻرهم آڪار ورت روپي آمرت سنجيوني ٻوٽي کڻي آيو، انهيءَ ٻوٽيءَ مان جيئرو ٿي وواڪ روپي لڪشمڻ ڪروڌ روپي ميگهنات کي ماري ڇڏيو. تنهن کان پوءِ اگيان روپي راوڻ، ٻرهم گيان روپي رام سان پيهي ڪهي آسوري سمپدا سئنا ساڻ وني لڙڻ لاءِ آيو. ٻرهم گيان روپي رام تتوس ڏنش ۽ آهم ٻرهم آسمر ٻاڻ سان اگيان روپي راوڻ کي ماري ٻرم شانت روپي سيتا کي ورتي ٻرابت ڪيو. ومل هردي روپي اوڌيا ۾ ٻرهم گيان روپي وششت ٻرهم گيان روپي رام جي مستڪ تي ٻرم آنند روپي راج تلڪ ڏنو.

راجا رامچندر ڪي جئه

پون پتر هنومان ڪي جئه

بوليو سڀئي سنتن ڪي جئه

## ڏيي رگهپت راگهو راجا رام

رگهپت راگهو راجا رام - پتت پاون سيتا رام
جئه رگهنندن جئه سيارام - جانڪي ولڀ سيتا رام
جئه رگهنندن جئه گهنشيام - ڪرشن مراري راڌي شيام
جئه سيارام جئه سيارام - مرلي مادو جئه گهنشيام
رگهپت راگهو راجارام - موهن مراري سندر شيام
ديـن ديـالو ديانڌان - ارج پهاري راڌي شيـام

ڀڳت وتسل هـي ڀڳوان - ڀڳتن جـي اڇ واڪو رام
سنت سهاڪ جڳ گهنشيام - مڪند مراري راڌي شيام
رگهوپت راگهو راجا رام - پتي تـن پـاون سيتا رام

ڌنـي

هري رام هري رام - رام رام هري هري
هري ڪرشن هري ڪرشن - ڪرشن ڪرشن هري هري
هري گوبند هري گوبند - گوبند گوبند هري هري

## جڳت تارڻ آيو رام !

ستيہ جو سورج ساڻ ڪڻي ، انڌڪار مٽائڻ آيـو رام
وشو منڊل کي گيان سندو پرڪاش پسائڻ آيـو رام.

١- جڳ جي اُجڙيل ڦلواڙيءَ ۾ آيو خـاص بسنت اٿي،
ڪنڊا ۾ گل ٽڙي پيا، جنهن جاءِ پسن ٻرن جي ڦٽي،
ڏسو ڏيمت مرجهايل مکڙين جـو وڌائڻ آيـو رام.

٢- جاڳيا ڀاڳ ڀـارت جـا ۽ جاڳي ڀارت جي ڀومي ،
خاڪ جي ذرن ساه پتيو ٿي، ڌرتي ساري ٿي جهومي،
چيتنتا سان ڪوني ڪوني کي چمڪائڻ آيـو رام.

٣- ظلم و ستم جو راڄ هٽيو ۽ نياءُ ڪان دنيا دور هٽي ،
ڀڳتي ڀاو، محبت جڳ کي ڪين ڪڏهن منظور هٽي،
واحت ٿيمت ۽ پريت جـا تڏهن واڄ وڄائڻ آيـو رام .

٤- راڄ سنگهاسن ترڪ ڪيائين ، ويس فقيري پاتائين ،
ماءُ ۽ پيءُ جي آگيا کي سيني سان ڀهڪي لاتائين،
سورن ۾ سک جيڪو آهـي، سو سمجهائڻ آيـو رام.

٥- جنهين قائم ڌرتي آهي، جنهين رهندو هي آڪاش ،
تيسين رهندو ضيا جڳت ۾ رام جي نام سندو پرڪاش،
گمراهن کـي ابناسي منزل تـي رسائڻ آيـو رام .

## آرتي رگهوڙ کي

آرتـي ڪيجي شري رگهوڙ ڪي - دسرت نندن سيتـا ور =
دسرت نندن جانڪي ور ڪي - آرتـي ڪيجي شري رگهوڙ ڪ
ڀڳتي ڪا دانڪ ارام ڪي ٿاڙي - سادو سيت ڪري ٻن راڻـي
آرتي ڪيجي شري هنومت ڪي - آرتي ڪيجي شري رگهوڙ ڪي
رام ڪٿا نت شو جـي ڳـائي - آرتي ڪيجي شري رگهوڙ ڪي .

# آرتي سري رامچندر جي



آرتي ڪيجيء راجا رامچندر ڪي جيء
هر هر ڀڳت ڪرو تيرا نام جپيء،
پريم جي ايپا درشن ديجيء - آرتي ڪي جيء

١- پهلي آرتي پشپ ڪي مالا
آرتي ڪر ڪئي پال گوپال - آرتي ڪي جيء

٢- دوسري آرتي ديوڪي نندن،
آرتي ڪر ڪئي پال مڪندن - آرتي ڪي جيء

٣- تيسري آرتي تريون موهي،
رتن سنگهاسن راجا رامچندر سوهي - آرتي ڪي جيء

٤- چوٿي آرتي چهه يگ پوجا،
ايڪ نرنجن سوامي اور نا دوجا - آرتي ڪي جيء

٥- پانچوي آرتي رام جي ڪو ڀاوي،
رام ڪي چرڻ هرديه پر ڌياوي - آرتي ڪي جيء

٦- ڇهين آرتي سندر ايسي،
ڌرو پرهلاد ڀيشڻ جيسي - آرتي ڪي جيء

٧- ستين آرتي سدي سناوي،
جنم مرڻ دکن ڪٽيا جاوي - آرتي ڪي جيء



## آرتي جڳ سيتارام جي

اوم جڳ سيتارام هري، سوامي جڳ سيتارام هري
ڀڳتن جا دک سنڪٽ، پل ۾ دور ڪري -

١- تون ئي دشرٿ نندن، تون ئي سيتا پتي سوامي
پار برهم پرميشور، تون ئي جڳ جو سوامي

٢- تون ئي رگهونندن پرماتما، تون ئي انترجامي
برهما وشڻو مهيشور، تون ئي سڀ جو سوامي

٣- تون ئي اوتار ڌري پرڀو، دشٽ ناس ڪرڻ آئين
لائڪ ڀار پرٿوي؀ تان، مانش روپ ڌاري

٤- پرام سندا شبري؀ جا، کائي ٻير جوٺا آئين
پرام جو آهين ڀکيو تون، ڏنو مڪتي دان ڪري

٥- دان ديالو تو ئي ، گنگا کي تارڻ
ڪرپا ڪري ڪيوٽ تي ، اهليا کي تارڻ

٦- آرتي سيتارام جي ، جو "اُتم" نت ڳائي
پاپ مٽائي من جا ، مڪتي پد پائي.

## آرتي جانڪي؀ جي ( سيتا ماتا جي )

آرتي ڪيجئي جنڪ للي ڪي
رام مڌوپ من ڪمل ڪلي ڪي

١- رام چندر مک چندر چڪوري ،
انتر سانور، ٻاهر گوري ،
سڪل سو منگل سقل ڦلي - آرتي

٢- پيٽ دک مرگ جڳ ٻندن ڏوري
پيٽ پرام رس راس ڪشوري،
پيامن گٿي وشرام للي ڪي - آرتي

٣- روپ راس گڻ نڌي جڳ سوامڻي
پرام پروان رام اڀرامڻي ،
سر اس ڏن هر چند ڪلي ڪي - آرتي .

---

## آرتي هنومان ديوتا جي



آرتي ڪيجي هنومان لال ڪي، دشٽ دلن رگهناٿ ڪلا ڪي
جاڪي بل سي گرور ڪانپي، روگ دوش جاڪي نڪٽ نه جهانپي
انجني پتر مها بلدائي سنتن ڪي پربھو سدا سهائي،
دي ويرا رگهناٿ پٺائي، لنڪا جلائي سيتا سڌ لائي
لنڪا سي ڪوٽ سمدر سي کائي، جات پون سرت بار نه لائي
لنڪا جار اسر سڀ ماري، سيتا رام جي ڪي ڪاج سنواري
لڇمڻ مورڇت پڙي ڌرڻ ني، آن سنجيون پراڻ اپاري
پيٺ پاتال توڙ يم ڪار، آهي راوڻ ڪي ڀوجا اکاري
بائين ڀوجا اسر سنهاري، داهين ڀوجا سڀ سنت اواري
سر نر من جن آرتي اتارين، جئه جئه جئه هنومان جي اچارين
ڪنچن ٿال ڪپور ڪي باتي، آرتي ڪرت انجني مائي
جو هنومان جي ڪي آرتي گاوي، وس وئڪنٺ امر پد پاوي
لنڪ وڌونس ڪيئي رگهرائي، تلسيداس سوامي ڪي آرتي گائي.

## آرتي شو (شنڪر ڀڳوان) جي



١- جئه شو اونڪارا، هر شو اونڪارا
برهما وشنو سدا شو، ارڌانگي ڌارا، اوم

٢- ايڪانن چترانن، پنچانن راجي،
هنسانن گرڙاسن، برک وهن راجي، اوم

٣- ڏوه ڀڄ چار چتر ڀڄ، اشٽ ڀڄ تي سوهي،
تيدو روپ نرکتي، ترڀون جن موهي. اوم
٤- اکشمالا بن مالا، رونبد مالا ڌاري،
چندن، مرگمد، چندا، ڀالي شوڀڪاري- اوم
٥- سويتامبر، پيتامبر، باگامبر انگي،
برهماڊڪ، شنڪاڊڪ، پرتاڊڪ سنگي. اوم
٦- ڪر مڌير ڪمبڊل، چڪر ترشول ڌرتا،
جگ ڪرتا، جگ ڀرتا، جگ سنهتي ڪرتا. اوم
٧- برهما وشنو سدا شو، جانت اوبرڪا،
پرڻوا ڪشتر ڪي مڌي، اي تيدو ايڪا. اوم
٨- نرگڻ سوامي ڪي آرتي، جو ڪوئي نر- ناري گاوي،
ڀڻت شوانند سوامي، من وانڇت ڦل پاوي. اوم جئه شو.

## آرتي شري گڻيش ديوتا جي



جئه گڻيش، جئه گڻيش، جئه گڻيش ديوا
ماتا تيري پاربتي، پتا مهاديوا- جئه گڻيش

١- ايڪ دنت ديانت، چار ڀجا ڌاري
مستڪ پر سندر سوهي، چوهي ڪي سواري- جئه
٢- انڌن ڪو آنک ديت، ڪوڙهن ڪو ڪايا
وانجهن ڪو پتر ديت، نرڌن ڪو مايا- جئه
٣- لڏون ڪو ڀوگ لگت، سنت ڪرت سيوا
هار چڙهي ڦول چڙهي، اور چڙهي ميوا- جئه
٤ داسن ڪي لاج راک، شو ڪمار جنسي
سگل مدورٿ پورن ڪرو، جائون بلهاري- جئه

## آرتي اوم جئه جڳديش هري



اوم جئه جڳديش هري، سوامي جئه جڳديش هري
ڀڳت جنن جي سنڪٽ، ڇن ۾ دور ڪري .. اوم
١- جو ڌياوي ڦل پاوي، دک ٻنسي من ڪا
سک سمپت گهر آوي، ڪشٽ مٽي تن ڪا .. اوم
٢- مات پتا تم ميري، شرن گهون ڪسڪي
تم بن اور نه دوجا، آش ڪرون جسڪي ... اوم
٣- تم پورن پرماتما، تم انترجامي
پار برهم پرميشور، تم سڀڪي سوامي ... اوم
٤- تم ڪرڻا ڪي ساگر، تم پالن ڪرتا
مئين مورک کل ڪامي، ڪرپا ڪرو ڀرتا ... اوم
٥- تم هو ايڪ اگوچر، سڀ ڪي پران پتي
ڪس بڌ ملون ديامي، تم ڪو مين ڪمتي .. اوم
٦- دين بنڌو دک هرتا، تم رکشڪ ميري
اپني هات اٺائو، شرن پڙا تيري ... اوم
٧- وشيه وڪار مٽائو، پاپ هرو ديوا
شردا ڀڳتي ٻڙائو، سنتن ڪي سيوا ... اوم

سماپت

هيءَ ڪتاب شري سورپراج جي. پدواڻي انقلاب پرنٽنگ پريس الهاس نگر ٣ (فون ٦٦) ۾ ڇپيو ۽ شري اشوڪ ڪي. لعلواڻي پاران ايل ڪشنچند اينڊ سنس بوڪسيلرس ۽ پبلشرس الهاس نگر ٢ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.